


## خوشحال ڌرتي – بدحال ماڻهو

سهيڙ: ذوالفقار هاليپوٽو





# ٿر

## خوشحال ڌرتي ـ بدحال ماڻهو

سهيڙيندڙ

ذوالفقار هاليپوٽو



ڊسٽرڪٽ ڊولپمينٽ ايسوسيئيشن ٿرپارڪر

District Development Association Tharparkar (DDAT)

ڪتاب جو نالو: ٿر: خوشحال ڌرتي - بدحال ماڻهو
موضوع : چونڊ مضمون، ڪالم، تجزيا ۽ رايا
سهيڙيندڙ: ذوالفقار هاليپوٽو
تعداد : 1000
صفحا: 296
پهريون ڇاپو : اپريل 2014ع
ڪمپوزنگ: نديم احمد سولنگي
ڇپائيندڙ: ڊسٽرڪٽ ڊولپمينٽ ايسوسيئيشن ٿرپارڪر
ڇاپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، سنڌ

(ڊسڪليمر: هي ڪتاب والنٽيئر بنيادن تي عوامي ڄاڻ ۽ ڄاڳرتا لاءِ پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مقصد ڪوبہ مالي يا ڪمرشل فائدو وٺڻ نہ آهي. هن ڪتاب ۾ شامل چونڊ مضمون، ڪالم، تجزيا ۽ رايا سنڌ جي نمائندا اخبارن ۽ رسالن مان کنيا ويا آهن. ادارو ۽ سهيڙيندڙ هن نوٽ ۾ روزاني ڪاوش، روزاني سنڌ ايڪسپريس، پندرنهن وار نيوز ميگزين انيئر، روزاني جيجل، روزاني عوامي آواز روزاني عبرت ۽ ٻين ادارن جا ٿورا مڃن ٿا. سهيڙيندڙ ۽ ڇپائيندڙ ادارو انهن ليکڪن جو بہ ٿورائتو آهي، جن هن سهيڙ لاءِ خصوصي مضمون لکيا.)



Title of the Book: THAR: Khushaal Dharti – Badhaal Manhoon
*(Selected articles, Essays, Columns, Opinions)*
Compiled by: Zulfiqar Halepoto
Copies: 1000
Year of 1st Edition: April 2014
Computer Layout : Nadeem Ahmed Solangi
Printer: Sindica Academy, Karachi - Sindh
Printed by: District Development Association Tharparkar (DDAT)
Professors Colony, Near Dargah Hussain Shah,
Mithi, Siran-69230, Phone: 0232-262166

# ارپنا

”ٿر ٿر اندر ٿاڪ، عُمر ماروئڙنِ جا،
لاٿائُون لطيف چئي، مٿان لوئيءَ لاڪ،
عُمرَ ڪريو آڪَ پهرِيو ٿي پَنَ چَران.“
*(لطيف)*

ٿـــــر جي مٽي ۽ ماڻهپي جي عاشقن
**مسڪين جهان خان کوسو، فقير مقيم ڪنڀار**
**چاچا نواز علي کوسو، رائچند راتوڙ، ليڙو ڪولهڻ**
۽
ٿر جي مارو ماڻهن جي نالي جن پنهنجي نيٽڻ اڳيان
۽ پيرن هينان اڻ کٽ وسيلا هوندي به سک نہ سنڀريا

# فهرست

# پہ لفظ

ٿر(پارڪر) جيڪو پنهنجي جاگرافيائي ۽ اتها سڪ پسمنظر جي ڪري سدائين اهميت وارو خطو ليکجي ٿو. ۽ هاڻ تنهنکي قدرتي وسيلن رياست وٽ نمايان درجو ڏياري ڇڏيو آهي. پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ انهي خوبصورت ۽ قدرتي وسيلا رکندڙ ضلعي جا اٽڪل 15 لک ماڻهو رياست جي ترجيحات ۾ شامل ناهن. جهالت ، بک ، بيماري ، بيروزگاري ۽ اج جو جن سدائين موت جو رقص ڪندو رهي ٿو. جنهن جي ڪري ٿرپارڪر هميشہ رياستي ادارن جي امدادن ۽ دنيا جي همدردي لاءِ واجهائيندڙ علائقو رهندو پيو اچي. تاڦيل سياسي قيادت يا طاقتور ڌرين جي آشرواڌ رکندڙ خاندان ٿرين جي نصيبن جا مالڪ رهندا آيا آهن. جن جون نگاهون ۽ وفائون ماروئڙن بجاءِ محلن ۽ ملڪيتن ناهن ۾ ڪتل رهيون آهن. انهي جو نتيجو جو اڄ نندي کان نندي آفت اها پوءِ قدرتي هجي يا ناهل حڪمراني جي ڪري اچي تمام وڏو نقصان ڏئي ٿرين جي زندگي ۾ پونچال آڻي ڇڏي ٿي.

اصول انصاف، منشور ۽ انساني قدرن کان محروم طرز حڪمراني ٿر ۽ ٿر جهڙن ٻين علائقن ۾ ٿيندڙ انساني جانين جي زيان جي جوابدار آهي. صحت ، تعليم ، پاڻي ۽ ٻيون بنيادي ضرورتون مهيا ڪندڙ ادارا سياسي اقربا پروري ، رشوت ۽ ڪميشن ڪلچر جا ڪليا دڪان بنجي ويا آهن.

ٿر جي موجوده ڏڪار واري صورتحال کي آئون بنيادي صحت جي سهوليتن جي ناڪامي قرار ڏيان ٿو ۽ انهي کان سواءِ ضلعي انتظاميہ ۽ چونڊيل نمائندن جي غفلت سمجهان ٿو.

ڊسٽرڪٽ ڊيولپمينٽ ائسوسيئيشن ٿرپارڪر 1992 ۾ تنهن وقت جي ڊپٽي ڪمشنر ۽ اعليٰ قدرن جي مالڪ سائين عبدالقادر منگي جي اکين ۾ سرجندڙ خواب جي تعبير آهي ، جنهن چاهيو ٿي تہ ٿر ۾ علم ، انصاف ۽ خوشحالي هجي. پنهنجي محدود وسيلن آهر اسان جي تنظيم سنڌ حڪومت ۽ ٻين ملڪي توڙي غير ملڪي ادارن جي مالي مدد سان سرگردانِ علم آهي .

ٿر جي موجوده حالتن تي مختلف اخبارن ۾ ڇپيل مضمونن کي سهيڙي سنڌ جي متحرڪ اديب دوست ذوالفقار هاليپوٽي هڪ وڏو ڪم سر انجام ڏنو آهي .

سندس اها محنت ٿر ۽ ٿر ۾ ايندڙ قدرتي آفتن جي اثرن جي نوعيت کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيندي . جنهن جو فائدو يقينن ٿر جي عوام کي ٿيندو ڇو تہ هن ڪتاب ۾ڏنل تجويزون انتهائي ڪار آمد آهن. جنهن تي عمل ڪندي حڪومتي ۽ غير حڪومتي ادارا ٿر جي جٽادار ترقي لاءِ منصوبابندي ڪري سگهندا. ڪتاب جي متعلق دوستن جا رايا اسان جي رهنمائي ڪندا.

**ڪرشن شرما**
ايگزيڪيٽو ڊائريڪٽر
ڊسٽرڪٽ ڊيولپمينٽ ائسوسيئيشن
ٿرپارڪر _ سنڌ

# ٿر جي هنج ۾ سڏڪندڙ سنڌ

ٿر جي بحران هڪ اهڙي بحث کي جنم ڏنو آهي، جنهن سنڌ سميت ٻين صوبن جي سياسي قيادت، سول سوسائٽي ۽ ميڊيا کي پنهنجي وڪڙ ۾ آڻي ڇڏيو آهي. بين الاقوامي ميڊيائي ادارا پڻ ٿر ۾ لٿل آهن. ٿر ۾ آيل هيءُ بحران ڪو نئون ناهي. ٿر هر سال ڏڪار ڏسي ٿو ٻارڙا غذائيت جي کوٽ سبب مري وڃن ٿا، ڳورهاريون عورتون ويم کان پهرين يا ويم دوران ٻارن سوڌو پنهنجي ساهه جي تند وڃائينديون آهن. ٻڍڙا آسمان مان ڪنهن غيبي امداد جي اچڻ جي آس رکيو پساهه پورا ڪندا آهن ۽ پوءِ انسانن تائين ڊور ڊگهن جي هڪ اهڙي لڏپلاڻ شروع ٿيندي آهي، جنهن جو محور ساهه بچائڻ هوندو آهي. ان سڄي صورتحال ۾ ٿر جو ماحولياتي بيس يعني ٿر جو پاڻي، آب ۽ هوا، جهنگلي جيوت، وڻ ٽڻ ۽ ٻيو به گهڻو ڪجهه سڪ مان انهي هجرت کي ڏسندو پنهنجي بربادي تي ڳوڙها ڳاڙيندو آهي، ڇاڪاڻ ته ٿر جو ماحولياتي بيس انسانن ۽ جانورن وانگر لڏپلاڻ نٿو ڪري سگهي. هڪڙي لڏپلاڻ رضاڪاراڻي هجي ٿي، جيڪا ٿر جا ماڻهو وسيلن جي اٽاٽ جي ڏينهن ۾ ٻيراجي علائقن ڏانهن ماني ڳيي خاطر ڪندا آهن پر ٿر ۾ هر چوٿين پنجين سال هڪ اهڙي به لڏپلاڻ ٿئي ٿي جيڪا غير رضاڪاراڻي ۽ ساهه ڪٽڻ جي سمورن وسيلن جي بند ٿيڻ جي صورت ۾ ٿئي ٿي.

ٿر ۾ آيل هيلوڪي ڏڪر ۽ ٻين بحرانن جي ڪري جيڪو بحث شروع ٿيل آهي، ان ۾ گهڻو ڪري بحران جي ور چڙهيل ماڻهن ۽ مال مويشي کي بچائڻ ۽ مري ويل انسانن تائين چوپائي مال جي عيوضي ۽ صوبائي، وفاقي توڙي بين الاقوامي ادارن ۽ ٻاهريان حڪومتن کان آيل امداد بابت تذڪرو ٿئي ٿو. تمام گهٽ ان ڳالهه تي بحث ڪيو پيو وڃي ته ٿر جو اڄوڪو بحران دراصل پوري ملڪ اندر ڪجهه وقت ۾ ايندڙ بحرانن جي ڀيانڪ فلم جو ٽريلر يا پهريون سين آهي. ٿر جي بحران هڪ دفعو ٻيهر پاڪستان توڙي سنڌ اندر ان بحث کي گرمايو آهي ته ملڪ اندر پاڻي جي وڌندڙ خطرناڪ اٽاٽ، دريائي وهڪرن ۾ ڏينهون ڏينهن ايندڙ لاٽ، ماحولياتي تبديلي ۽ آبادي ۾ بي پناهه اضافي جي ڪري سڄو ملڪ ٿر بڻجڻ ڏانهن وڌي رهيو آهي. بين الاقوامي تحقيقي ادارا توڙي اسان جا سنجيده ريسرچ ڪندڙ ادارا مٿو پٽي هر هر چئي

رهيا آهن تہ پاڪستان بنيادي طور هڪ زرعي ملڪ آهي. پاڪستان اندر انسانن جي جياپي جو دارومدار مقامي سطح تي پيدا ٿيندڙ اناج ۽ ٻين زرعي جنسن تي آهي. تنهن ڪري پاڪستان کي هڪ اهڙي غريب دوست، زراعت دوست ۽ انسان دوست معاشي ۽ اقتصادي حڪمت عملين ۽ منصوبابندي جي ضرورت آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سڄو ملڪ ٿر ٿيڻ کان بچي پوي.

تازو گڏيل قومن جي اداري رڙيون ڪندي چيو آهي تہ پاڪستان اندر انساني ترقي ۽ سماجي اوسر جا ڪيترائي اشارا (اينڊيڪيٽرز) آفريڪا جي ملڪن کان بہ هيٺ لهي ويا آهن. اها هڪ خطرناڪ صورتحال آهي. اڃا 2010ع ۽ 2011ع جي ٻوڏ جي تباهين مان سنڌ نڪتي ئي ناهي تہ ٿر جي ڏڪر ۽ ٻين بحرانن اسان کي اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي تہ آخر سنڌ وطن جي ماڻهن ۽ وسيلن جو ڌڻي سائين ڪير ٿيندو؟ ان جي بچاءَ جي ڊگهي مدي جي منصوبابندين ڏانهن ڌيان ڪير ڏيندو؟ هن وقت جيڪي وسيلا موجود آهن تن جي منصفاڻي ۽ شفاف ورچ جو ذمو ڪير کڻندو؟ حڪومت جي انهيءَ طرز جي مجرماڻي گورننس ائين ئي جاري رهندي يا انهن دوستن ۾ انهن بحرانن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪڏهن ڪا سنجيدگي پيدا ٿيندي سنڌ جي ايرڊ زون توڙي ٻين ٻيراجي توڙي زرعي علائقن تي تحقيق ڪندڙ دوست اوهان کي ٻڌائي سگهندا تہ هن وقت خيرپور ۽ سانگهڙ جو اڇڙو ٿر، سنڌ جو ڪاڇو ڪوهستان ۽ ايستائين جو گهوٽڪي کان ٺٽي تائين درياهہ جي ٻنهي پاسن کان ڪچي ۾ جهڙوڪر ڏڪر جي صورتحال آهي. انهن علائقن ۾ بہ ٿر جهڙي صورتحال آهي. تنهن ڪري ٿر جو بحران انهيءَ ڳالهہ جو موقعو فراهم ڪري ٿو تہ اسان جا حڪمران سڄي سنڌ لاءِ ڪي اهڙيون پاليسيون جوڙين جو وسيلن ۾ مالا مال هي وطن ۽ ان جا ماڻهو ٻن وقتن جي ماني کائي سگهن.

انهيءَ ڪري منهنجو خيال آهي تہ ٿر جي موجوده صورتحال کي خيال ۾ رکندي مستقبل ۾ پوري سنڌ کي پنهنجي وڪڙ ۾ آڻيندڙ بحرانن ۽ ان جي سببن تي سنجيدگي سان ويچاريو وڃي. اهو ويچار تڏهن ممڪن ٿيڻجي سگهندو جڏهن اسان هن ملڪ ۾ لاڳو ٿيل معاشي ۽ اقتصادي ايجنڊا کي سمجهنداسين. اها ايجنڊا مڪمل طور تي غريب دشمن، سنڌ دشمن ۽ طبقاتي استحصال تي ٻڌل آهي ۽ انهيءَ ڪري نہ رڳو سنڌ ۽ ان جو منڍو ٿر اڃ قدرتي، انساني وسيلن ۾ مالا مال هوندي بہ غريب آهي پر ملڪ جا ٻيا علائقا بہ اوهان کي ٿر جهڙو ئي منظر پيش ڪندا. گذريل ويهن ٽيهن سالن کان ٿر بابت جيڪو ڪم سول سوسائٽي ڪري پئي ان ۾ انٽرنيشنل ڊونرز کان وٺندي مقامي سطح جي ڪميونٽي تنظيمن تائين ايترو تہ تحقيقي مواد موجود آهي جو رڳو ان مان ڏهہ سيڪڙو لٽريچر تي عمل ٿئي تہ شيون بهتر ٿي سگهن ٿيون. مثال طور ٿر جي اڄوڪي بحران جو بنيادي سبب پاڻي جي اڻاٺ آهي. ٿر جو ڪجهہ

حصو ڪئنال سسٽم تي هجڻ ڪانسواءِ باقي سمورو ٿر بارشن جي پاڻي تي گذر ڪري ٿو ۽ ٿر ۾ ماڻهن کي پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جي فراهمي کان وٺي چوپائي مال جي استعمال لاءِ گهربل پاڻي کان ٿيندي ماحولياتي تبديليءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻي جي دستيابي بابت ڪيترين ئي رپورٽون موجود آهن. خود سنڌ سرڪار توڙي وفاقي حڪومت جي ڪيترن ئي ادارن پاران اهڙي تحقيق ٿيل آهي. پوءِ ڇا سبب آهي جو انهن تي عمل نٿو ٿئي.

رين واٽر هارويسٽنگ کان وٺي ننڍي سطح تي فيملي فارمنگ تائين ٿر توڙي سنڌ جي باقي اهڙن علائقن جهڙوڪ اڇڙو ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ پاڻي جي کوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ، دستياب پاڻي مان ئي سڄو سال ساهه کڻڻ بابت ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن پوءِ ڇا سبب آهي جو انهن پنن کي پڙهڻ يا ڏسڻ لاءِ سرڪار تيار ئي نه آهي. ٿر جي ماڻهن، ماحوليات ۽ مٽي کي زرخيز بڻائڻ ۽ خوشحال رکڻ لاءِ ٿر کي قدرت انيڪ وسيلا ڏنا آهن، ٿر جا تاريخي، تهذيبي ۽ ثقافتي ماڳ، ٿر جو خوبصورت لينڊ اسڪيپ، ٿر جي واري، پٿون ۽ اوچا پهاڙ– هي سڀ اهي ذريعا آهن جيڪي هڪ پروگريسو ٽوئرازم پاليسي جي نتيجي ۾ ٿر کي ايترو امير بڻائي سگهن ٿا جو ٿري ماڻهن جي غذائيت جي کوٽ ۾ مرڻ جي نوبت ئي نه اچي. پوءِ حڪومت کي ڪهڙو ڦاهو ٿو اچي جو ٽوئرازم کي هتي نٿي ونرائي.

منهنجو خيال آهي ته ٿر جي بحران کي ڏسڻ ۽ انهيءَ بابت ڪا راءِ ڏيڻ مهل موجوده معاملن کي ضرور ذهن ۾ رکيو وڃي. هڪڙو ته متاثر ماڻهن کي فوري طور تي امداد جي ضرورت آهي، ماڻهن کي ساهه کڻڻ لاءِ گهربل بنيادي ضرورتن جي شين جي فراهمي سڀ کان وڏو چئلينج آهي. اهو معاملو فوري گهرج آهي، تنهن ڪري ڪنهن نه ڪنهن سطح تي حل ٿي سگهي ٿو پر بدقسمتي سان گذريل ڪيترن ئي بحرانن کي ذهن ۾ رکندي هر ڪامن سينس رکندڙ ماڻهو اهو بنا هٻڪ چئي سگهندو ته امدادي سامان ۾ گهوٻيون لڳنديون ۽ شفاف ورهاست جو ڪلچر پري پري تائين نظر نه ايندو. ٿر جي اڄوڪي بحران جو سڀ کان وڏو شڪار عورت ۽ ٻار آهي، پاڻ سڀ سمجهون ٿا ته فوري امداد توڙي ڊگهي مدي جي لاءِ جڙندڙ پاليسين توڙي منصوبابندين ۾ عورت ۽ ٻار جي حال ۽ مستقبل جو ڪو ڏس پتو نه ملندو ڇاڪاڻ ته ساڳيو معاشي ۽ اقتصادي ڍانچو سنڌ دشمن ۽ غريب دشمن ۽ انسان دشمن هجڻ سان گڏوگڏ عورت دشمن ۽ ٻار دشمن به آهي.

ماحولياتي تبديلي ۽ کاڌ خوراڪ ۾ کوٽ جا ماهر گلا ڦاڙي ڦاڙي چئي رهيا آهن ته سنڌ جي ساحلي پٽي، سنڌ جو ٿر، ڪاڇو ۽ ڪوهستان هڪ اهڙي جامع منصوبابند، اقتصادي ۽ معاشي ويزن جو گهرجائو آهي جو سنڌ جا ماڻهو هر سال ايندڙ ڪنهن به قسم جي آفت کي منهن ڏئي سگهن. پر سنڌ جا حڪمران ان رڙ ڏانهن ڌيان

ڏيڍ بدران "ڊيلي ويجز" جي بنياد تي "وقت ٽپايو" واري پاليسي تي عمل ڪري رهيا آهن. هو اهو نہ ڏسي رهيا آهن تہ سنڌن غيرسنجيدگي ۽ لاپرواهي پوري سنڌ کي ٿر بڻائڻ جي سانحي ڏانهن ڌڪي رهي آهي پر هنن جو بہ ڏوهہ ناهي جو هو جنهن پيڪيج ۾ اقتدار ۾ آيا آهن ان پيڪيج ۾ ان سنڌ دشمن ۽ غريب دشمن اقتصادي ۽ معاشي پاليسين کي هٿي وٺرائڻ آهي. جنهن سان ملڪ جي اقتداري طبقي، اسٽبلشمينٽ، بين الاقوامي مالياتي ادارن، ڪارپوريٽ سيڪٽر سميت عوام جي رت پيئندڙ سمورين ڌرين جي اتحاد کي اڃا تقويت ملي ۽ غريب ڏينهون ڏينهن پورو ٿيندو وڃي.

ٿر جي بحران کي فوري امداد، وچولي مدي جي ٽڪڙن اپائن ۽ ڊگهي مدي جي سنجيده ويزن ۽ منصوبابندي جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ائين نہ ٿيو تہ اهي سانحا هر سال ورجائبا ۽ اسين هر سال ماتم ڪري ماٺ ڪري ويهي رهنداسين. هاڻ تہ لڳي ٿو تہ اسان رڙيون ڪري ڪري، حڪومتن تي تنقيد ڪندي ۽ انهن سان وڙهندي وڙهندي اهڙن بحرانن ۽ حڪومتن جي بدترين طرز حڪمراني کي قبولڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي ۽ اجوڪي جديد نوآبادياتي ۽ بينڪي سرمائيداراڻي نظام جو اولين هٿيار اهو ئي آهي تہ ماڻهن کي رڙيون ڪرائي ڪرائي ٿڪائي گهر ويهاري ڇڏيو. انهي ڪان اڳ جو پاڻ بہ سڀ رڙيون ڪري ۽ شيون تبديل ٿيندي نہ ڏسي مايوس ٿي گهر ويهي رهون، اچو تہ اجوڪي سياسي اسٽيٽسڪو کي ڊاهي ان غريب دشمن ۽ سنڌ دشمن استحصالي، معاشي ۽ اقتصادي ڍانچي کي تبديل ڪرڻ لاءِ حقيقي عوامي سياسي عمل جو حصو ٿيون.

ذوالفقار هاليپوٽو

MUNAIZAs, A/15,
Latifabad # 03,
Hyderabad
zhalepoto@yahoo.com
0092 300 8377241

# ٿرَ ۾ سوڪهڙو هاڻي ٿي ويو آهي

عبدالقادر منگي

سنڌ فيسٽيول جنوري 2014ع جي وچ ڌاري ختم مس ٿيو ته ٿر ۾ مور مرڻ جون خبرون اچڻ شروع ٿيون.

مور چا مئا ماڻهن مرڻ جون خبرن جي هاهوڪار شروع ٿي وئي, سوڪهڙو بيماري, بک, لاچاري.

سنڌ حڪومت ڳر آرس ڀڄي اڌ ڪليل اکين سان سجاڳ ٿي پر پوري طرح نه. وري سمهي پئي ايئن ته پيو ٿيندو آهي نئين ڳالهه ٿوروئي آهي. سٺ هزار ڪٽڪ جون بورين جو موڪليون سي ماڻهو ڪو بک ۾ مرندا ٿوروئي, ٿري پڪا ٿي ويا آهن, ڳاهه کائي به جيئرا. هنن کي جيئڻ جو ڍنگ اچي ويو آهي.

باقي ها بيماري ۾ ڪجهه مئا هوندا اهي به ٻارَ سيارو سخت هيو نمونيا ٿي هوندي ان ۾ سرڪار جو ڇاهي. الله ڇاڻي ٿري ڄاڻن. ڏهن سالن کان وڏو ڪو مئو ئي ڪونه. ڪجهه مايون ويم ۾ ميون هونديون ننڍي هوندي جو شاديون ڪنديون ڪچي عمر ۾ ايئن ته ٿيندو. وري ويم به داين کان ٿيون ڪرائين, ڪو Infection ٿي ويو هوندو.

## ڏڪار ۾ ڪو وڏو ماڻهو مئو آهي؟

سرڪار ٿي چوي ته ٿر ۾ ڏڪار ڪونهي, سڀ نيڪ آهي حڪومت کي بدنام ڪرڻ جي سازش آهي. ميڊيا حڪومت کي بدنام ڪيو هرويرو, ميڊيا کي شغل گهرجي, نه آفيسرن جو ڏوهه آهي نه سرڪار جو. ميڊيا فوٽين جو انگ اکر ڏيندي رهي 224 _ (اج KTN 26-03-2014) جي نيوز

سرڪار ٿي چئي ته ڏڪار ڪونهي ته ڪو سو ڏيڍ ماڻهو مئا هوندا. سنڌ اسيمبلي جي Opposition ٿي چئي ته جيڪڏهن وزيراعليٰ ٿر ۾ چوڀڳو بيٺو آهي جتي ٿري مايون ڪيس منهن به نٿيون ڏيکارين, احتجاج ۾ احترام ۾؟ يا لڄ ۾ وزيراعظم چو آيو. آرمي چو پهتي هڪدم شروع ۾ سرڪار 10 ڪروڙ امداد جو اعلان ڪيو بحري ٽائون جي مالڪ ملڪ رياض احمد 20 ڪروڙ روپيا پنهنجا ملازم ريٽائرڊ

جنرل ۽ بريگيڊيئر بہ ٿر موڪلي ڇڏيا تہ ٿر جي واهر ڪن.

جاويد جبار ۽ غفار بلو تہ ڪراڙا ٿي ويا آهن پر ٿر ۾ ڪم ڪندڙ نوجوان تنظيمون بہ سراپجي وڃن. سنڌ سرڪار وانگر ڪا واهہ نظر نہ پئي آين تہ ڇا ڪجي.

ٿر ديپ جو ڊيئو ٽم ٽم ڪرڻ لڳو. ظفر جوڻيجو رات دير تائين ميٽنگ ڪندو رهيو.

ٿرديپ جو بانيڪار ڊاڪٽر سونو ڪنگراڻي ڪراچي جي 'حصار' مان نڪري ٿر جا گس پاسا وٺي اچي پهتو. سندس ليڪچر Face book تي پڙهڻ جو موقعو مليو. شابس اٿس دراصل ڊاڪٽر سوني کي سونو ڪرڻ ۾ ٿر ۽ ٿرديپ جو وڏو هٿ آهي.

باقي اسان جهڙا پري وينا ڇڙو هاءِ هاءِ پيا ڪن. ميدان ڪن ٻين جي هٿن ۾ آهي.

ٿر جو مسئلو ڇاهي؟ ميڊيا، پريس، NGOs، بڪ، بيروزگاري، بدحالي، بي ڪاري، جهالت، تعليم جي ڪمي، ۽ Good Governance جي اڻ هوند. Lack of planning وسيلن جي ڪمي. ٿر جا ماڻهو ٿر جا چونڊيل نمائندا ؟ اهي سڀ Factor ٿر جي مسئلن کي Project ڪرڻ جو سبب آهي. ڪي Positive ڪي Negative اها توهان سڀني کي خبر آهي تہ ڪنهن جو ڪردار هاڪاري ۽ ڪنهن جو ناڪاري.

**اهي بحث بہ هلن۔ پر نيٺ ڇا ڪجي؟**

اهو ڪو نئون قصو نئي ڳالهہ ڪونهي ان ڳالهہ جو ئي ڏک آهي تہ اهو نئون قصو نئي ڳالهہ ڪونهي، نسلن کان ٿر ڀوڳي رهيو آهي، پر اسان جا حڪمران صاحبِ اختيار پوءِ بہ بي پرواهہ بادشاهہ!

سائين خداوسطي هن دفعي تہ سنجيدگيءَ مان ويهي ڪو مستقل حل ڪڍو.

ٿر جا سور سڃاڻون سڀني Stake Holdersکي گڏ ويهاريو جنهن رينجرز، آرمي جو مشينري، ميڊيا جا، NGOs ۽ سول سوسائٽي، ڪامورا MNA، MPA ۽ Senator.

**ڪجھ مشورا**

**ڊي سي ٿر کي لاتعداد اختيار ڏنا وڃن**

ڪا نئين ڳالهہ ڪونهي هاڻي ويجهڙائپ جي ڳالهہ آهي. Emergency ۾ ڊپٽي ڪمشنر کي ٿر ۾ Emergency جي اعلان ڪرڻ جو اختيار هجي. جنهن جي لامحدود مالي ۽ انتظامي اختيار هجي. ويجهي زماني ۾ اهي پاور DC وٽ هئا پر هاڻي تہ هو ويچارو پنهنجي پگهار بہ نٿو ڪٽي سگهي. باقي عقيل الزمان جو ڪهڙو ڏوهہ جميل لزمان جو ڪهڙو قصور، خزانو مراد علي شاهہ وٽ، سمري سائين وڏي وٽ

رهيو مخدومن کي ترتڪڙ جي فيصلن جي نذر ڪيو ويو

ڊپٽي ڪمشنر جا اختيار Emergency ۾ وڏائجن جڏهن ڊي سي محسوس ڪري تہ ڏڪار جي صورتحال نمودار ٿيڻ واري آهي. تہ هو با اختيار هجي تہ ايمرجنسي ڊيڪليئر ڪري. ان لاءِ تعداد اختيار صاص ڪري جيڪي انتضاميءَ سان گڏ مالي بہ هجن. حڪومت ان جي حڪم جي پابندي ڪرائي.

**بيراج جو پاڻي ٿر لاءِ ڇو نہ؟**

ڪوئلو بہ آهي ۽ ٻيا معدني وسيلا بہ. صحت لاءِ پاڻيءَ جي بہ ضروت آهي. بيراج جي پاڻيءَ جا گهڻا ئي پراگرام ٺيا ويا آهن پر پيئڻ ۽ آبادي لاءِ سرڪار کي پاڻيءَ جو بندوبست ڪرڻو پوندو. چولستان کي 250 ڪيوسڪ ( m) ملن ٿا تہ پوءِ ٿر کي ڇو نہ کاري پاڻي تي وٽڪاري ۽ فصل ڇو نہ. ريسرچ ڪجي يا اسان جي دشمن انڊيا ۽ اسرائيل جي Research مان فائدي وٺڻ تي پابندي آهي؟ انهن جي تجربن مان فائدو وٺجي.

**انساني وسيلا (Human Resources)**

ٿريا ڏاڍا ڏاها آهن ڪراچي جي هر ٽئين گهر ۾ ڪو ٿريو ملندو. کين تربيت ڏجي، گهرو ملازم لاءِ، بورچيءَ لاءِ، ڊرائيوري لاءِ ۽ ڪنهن Technical work لاءِ هڪڙو Resources Center ناهي کين وڏن شهرن ۾ پرڏيهہ موڪلجي يا صرف اهو ڪم ڪشميري، گلگلتي، پشوري ۽ ڪوئيٽا جا پناڻ ڪري سگهن ٿا. پاڻي ضروري آهي کين جتي روزگار ملندو اتي ٿر جا مسئلا بہ حل ٿيندا.

گهڻو وقت ٿائين اها ڳالهہ هلندي رهي تہ Forces ٿري روڊ ناهڻ نٿي ڏئي ۽ ٻيا ترقيءَ جا ڪم بہ نہ ٿي ڪرڻ ڏي.ي ايستائين جو ٿري ماڻهن لاءِ Forces ۾ نوڪري بہ ناپيد! ڪوڙ يا سچ پر، هينئر تہ ايئن ناهي ننگر، ڇاڇري ۽ ڏيپلي ٿائين پڪا روڊ بجلي جا ٿنيا، ٽيليفون ۽ موبائيل جي سرورس ۽ وري ٿري ماڻهن کي Forces ۾ سرور ماڻهن جو out look ڪيترو تبديل ٿي ويو آهي پوءِ بہ اسان ان مان فائدو نہ ٿا وٺون ڏوهہ ٿر جو؟ ٿرين جو سياري جي موسم جو يا محڪمن جو؟ هيترا سارا پبلڪ جا نمائنده ڪهڙي ڪم جا جن کي ڪروڙن جا Funds ٿا ملن ٿا ۽ نوڪرين جي ڪوٽا بہ. انساني وسيلن کي دڳ لائجي.

**NGOs جو ڪردار**

رضاڪار تنظيمون. اين جي اوز ٽرسٽ فائونڊيشن ۽ الائي ڇا ڇا؟ ڪنهن زماني ۾ پاڪستان جي نهڻ کان اڳ ۾ ۽ پاڪستان جي نهڻ جي لڳ ڀڳ 1960 ٿائين گهڻو رضاڪار تنظيمون سماج سڌارڪ جو ڪم ڪنديون هيون هر هنڌ

شهرن ۾ وڏا وڏا ادارا پنهنجي مدد پاڻ (Self Half) جي بنياد تي ٺهرايا. ڪجهه مسلمانن ٻه! سنڌ مدرسته الاسلام ان جو شاندار مثال آهي ۽ جناح ڪورٽس بلڊنگ پر پوءِ (PL 480) پي ايل 480 جي امريڪي امداد جي بدعت هت پاڪستان ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ هر شي بدلجي وئي. اسان جي روش، سياءُ سونهن سوپيا. ايوب خان واهه واهه تي وئي پوءِ ٻه اها (غير فطري ترقي) ايوب خان جي ڳچيءَ ۾ پئجي وئي ته پياري پاڪستان جي ٻه رضاڪار ئي گم تي ويا.

پيسا پٽيو سٽيو دفتر ناهيو گاڏيون، ونو سامان ونو جڳهون رهڻ لاءِ ۽ آفيس لاءِ، ايستائن جو Rest Houses جي لاءِ ٻه ونو. پنهنجي پگهار ٻه مقرر ڪريو. ٻين جي ٻه ڪريو. انهن تي ٻه خرچ ڪريو نئين فيش جي Terminology ناهيو پڙهيل، اٽپڙهيل کي متاثر ڪيو. جن دفترن ۾ ڪم هجي اتي ناهه نوهه سان وجون. وڏيڪ رعب رکڻ لاءِ شهرن مان ڪجهه سيبتيون مايون ٻه ملازم ڪري رکڻ. بڪ ٽڪ.

ڪم ڇو نه ٿيندو. پيسا ايترا جو پيسا اچن نه پوءِ هاڻي تر ۾ ڏڪار ڇا جو؟ ڪنهن دوست ٻڌايو ته سنڌ جي اير زون Arid zone کي ترقي وٺرائڻ لاءِ SAZDA، Sindh Arid Zone Development Authority ناهي ويئي. عام خلقت سازدا کي سازدا گهٽ ساجده جي نالي سان وڌيڪ سڃاڻندا هئا. (آج سازدا. ساجده غنڏون مرين پهنس گئي) ان سازدا ايترا کوهه ايرڊ زون ۾ ٺهرايا جو حساب سان زمين جو ڪو هڪ وال ٻه بچيل ڪونه هوندو. NGOs ٻه ڪافي ڪم ڪيو. 1992ع ۾ هڪ انگريز بادشاهه هوندو John Beau clerk هڪ تنظيم جو چيف ان تنظيم جو نالو هيو. Save the children fund، هن جو هيڊڪوارٽر هيو اسلام ڪوٽ ۾ جڻ ان انگريز بادشاهه کي خبر هجي 1992ع ۾ اسلام ڪوٽ جي لڳ ڪوئلي جو زخيرو نڪرندو پوءِ سست تي تڏا ويڙهي ويو اسان جو پيارو عبدالرحمان نقاش، موهن. زاهدا شيخ ۽ ٻيا ڪيترا نالي وارا همراهه ان ۾ ڪم ڪندا هئا. سرڳواسي موهن راجا ٻه اسلام ڪوٽ ۾ هڪڙي ميوزيم ناهيو هاڻي ته اسلام ڪوٽ ڇا مان ڇا تي ويو آهي.

پوءِ اهو گورو روانو تي ويو ۽ پنهنجي تنظيم Save the children fund ”ترديپ“ جي حوالي ڪئي. يا ترديپ کي ان تنظيم جي ڪک مان پيدا ڪيو ويو.

ٻي نالي واري تنظيم هئي ”بانهن ٻيلي“ نڦ سنڌي نالو. ان جو مالڪ ڪرتا ڌرتا مائي ماپ جاويد جبار صاحب. ان کان علاوه ڪجهه مقامي سطح جون تنظيمون.

وڏي بحث مباحثي کان پوءِ ماروئڙا (Maroora)جائي. مون کي اهو اعزاز حاصل آهي ته ان تنظيم جي پهرين گجاڻي مون ان وقت Preside over ڪئي جڏهن منهنجي بدلي تي چڪي هئي.

مون جڏهن ميٽنگ ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ مڪڙ جو ذڪر ڪيو جيڪا 1993ع ۾ وچ ڏاري ٿر ۾ لٿل هئي ته جاويد جبار جي ساٿين ماين ۽ مردن ۾ اچي ڦر فوٽ پئي ته

الائي سنڌي اسان جو ذڪر تا ڪن الاهي چا

پوءِ ڪين ڊاڪٽر ڪولاچي ٻڌايو تہ اصل مڪڙLocust آهن. تڏهن وچي ساهہ ۾ ساهہ پين. هاڻي ٻانهن پيلي Slowتي وئي آهي. ترديپ وڏي ترقي ماڻي. ڊاڪٽر سونو Star تي ويو. ترديپ کي ظفر جوڻيجو تو سنيالي. سوني کي تمغا ملبا پر ماڻهن کي ڪو نہ وڻيا. ترديپ سوني ڪيو ۽ سوني کي سونو ترديپ ڪيو.

مارئڙن جي ڪڏهن ڳالهہ ٻڌي آهي. ان جو ارڏو سرابراهہ نور محمد بجير هاڻي CSSP جو CEO آهي حيدرآباد ۾ ڪرش شرما ۽ ٻين دوستن جي NGO,s جي تر ۾ بهار لڳي وئي آهي. پر آهن سڀ پگهار تي.

جڏهن Media هاهوڪار شروع ڪئي تہ حڪومت سان گڏ NGO,s جي بہ اهڙي حالت تي جڻ چوري ڪندي پڪڙجي پيا هجن. مانهن ڪنهن تي بہ Corruption جو الزام نتو لکان. مرڪن نيڪ نامن نالا سندن پائيوار ڪٽڻ يا وري بہ شابس اٿن تر ۽ ترين جي خدمت ڪيائون ۽ ڪن پيا ۽ ڪندا رهندا.

سائين Awake ness ۽ Awakening جا پروگرام Micro finance جا پروگرام نہ هلندو جنهن ۾ پوري محنت سان لوڪ مائيءَ کي ڏهن سالن ۾ هڪ ٻڪري پڄي تي جيڪا ڏڪار ۾ مريو وڃي. مڙس ئي ميدان اچو. مارئڙا جي ماڊل Follow ڪيو. سهڪار ڪيو هڪ ٻئي سان علائقي ورهائي ڪڻو. حڪومت ۽ ٻين ادارن جي رضاڪارانہ طور امداد ورهائڻ ۾ مدد ڪريو ۽ سندن رهنمائي تر جي NGO,s يج هن وقت Priority تر هٿڻ گهرجي ۽ صرف تر.

### ميڊيا جو رول

سال 1991 جڏهن تر جو موجوده ضلعو تر پارڪر ضلعو وڏي تر پارڪار ضلعي. جنهن جو هيڊ ڪواٽر ميرپور خاص هيو. ان مان الڳ ڪري تر ضلعو ناهيو ويو.

ضلعي جي پريس ڪلب 1992 ۾ وجود ۾ آئي. اهو ڏوهہ مون کان سرزد ٿيو جو ڪلب جي پهرين چونڊيل عهديدارن کان حلف کڻايو. ڪيس حلف کڻائڻ کان پوءِ مون چيو هيو تہ مڙس تي ذميداري نپائجو. هنن اجان تائين اهڙي ذميداري نپائي آهي جو ڳالهہ ئي نہ پڇو. کڻائو جاني پهرين خبر ڪاوش ۾ تر سيمينار جي حوالي منهنجي خلاف هلائي. مون ڪيس گهرائي سندس پني نپي، هو هڪو بڪو تي ويو. ڪيس اجان تائين خبر نہ پئي آهي تہ مان سندس پني چو نپي.

هاڻي تہ پريس ڪلب وٽ پنهنجي بلڊنگ دڪان وغيره آهي. سڀ صحافي ڏاڍا مڙس تي ويا آهن. ڪراچيءَ جا صحافي، جڏهن تر ۾ اچن تا تہ سندن رحم ڪرم تي آهن. رهائش لاءِ ترانسپورٽ لاءِ Contacts لاءِ. پر ايئن نہ هئڻ گهرجي تہ صرف

اختيارن کي استعمال ڪجي پر ذميداريءَ سان نہ! Balance ڪرڻ ضروري. نقصان جي رپورٽ تہ هجي. پر جيڪڏهن حڪومت ڪي اقدام ڪري ٿي تہ سندن جوڳي ساراهہ! شرجيل انعام ميمڻ کي شاباس هجي حڪومت جي نقطہ نظر کي چڱيءَ ريت واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سائين وڏي بہ وس ڪيو آهي. پر لڳي ٿو حڪومت جي پنهنجي ادارن ۾ رابطي جو فقدان آهي حڪومت پنهنجو ڪيس پاڻ خراب ڪيو آهي. ڪڏهن هڪ ڳالهہ تا ڪن تہ ڪڏهن ٻي ماڻهو ڪهڙي ڳالهہ کي سچ سمجهن.

شاهہ صاحب تو چوي تہ پريس سان ملي حڪومت جي خلاف ڪنهن نہ ڪنهن سازش ڪئي آهي. ٻيو تہ ڪجهہ ناهي! تہ پوءِ سائين توهان هر هر چو تا اڄو PM چو آيو PMصاحب توهان جي ماني چونہ کاڌي. توهان دبئي Position واضح ڪرڻ چو تا وڃون. بلاول صاحب چو تڪليف ڪئي. توهان آفيسرن کي ڇو بدلي ڪيو. وزير صاحب کي ڇو هٽائڻ جو اعلان ڪيو. توهان چو چيو تہ هاڻي مخدوم فهيم کي خبر پوندي اڌ رات جو گل کٽي چو پهتا پر چائڻ لاءِ.

سائينPMصاحب نہ مسڪرايو نہ بلاول صاحب سان ڳالهايو ۽ نہ توهان جي ماني کاڌي! Country بہ ڪا شيءِ هوندي آهي. انهن سين جو اڳ ۾ خيال رکڻ وارن کي رکڻ گهرجي ها. هر ڳالهہ CM نہ ڪندو آهي. نہ انهن جو جواب ڏيندو آهي. وزيرن ۽ مشيرن جي فوج ڇا لاءِ آهي؟ انڌن منڊن آفيسرن کي حساس جڳهن تي رکڻ ڇا معني!؟ ۽ بيمار وزير! سائين توهان کي ڪردارم ادا ڪرڻ گهربو هيو. توهان جي پارٽي تنظيم ٿر ۾ چو نظر نہ آئي ۽ پبلڪ جا نمائندا!! ڇا ارباب صاحب جهڙي ماڻهوءَ کي توهان جو وانو جواب ڏئي هئا. شرجيل ڪوشش ڪئي!

سائين! سازش تہ نہ ڪئي. پر توهان جا پنهنجا جن کي حڪومت ڏهڻ مان فائدو هيو انهن خبرون اڇڻ. حڪومت جون وايون بتال ٽيڻ مان ضرور مزو ورتو ۽ سوچيو تہ من ڪو Changeٿي وڃي. ڪنهن ڪوشش ڪئي تہ توهان کي مخدومن سان ويڙهائي. توهان بهتر ڄاڻون ٿا!

توهان کي خبر آهي. تہ ڪير ٿي سگهي ٿو يا ٿي سگهن ٿا توهان شايد ظاهر ڪرڻ جي سگهہ نہ ٿا ساريو.

توهان جا MPA ۽ وزير اسيمبلي ۾ ڳالهائي سگهن ٿا ٻاهر چو نہ؟ پنهنجن حلقن ۾ چو نہ ٿا رهن. هڪ وزير توهان کي چيو تہ توهان هلڻ جي دعوت ئي ڪونہ ڏني؟ وزارت کان اڳ ۾ بہ Chopper کان سواءِ سواري نہ ڪندا هئا. هاڻي ارباب صاحب روڊ تہ چڱا نهرايا آهن اهو گهر ايئن ئي هلندو اگر هلندو تہ.

سائين وڏي ٿر جي ڏڪار کي مينهن ڏيڻ لاءِ ڪيئي اقدام ڪيا ۽ ڪيئي اعلان ڪيا. پهريون حڪم تہ ڪن آفيسرن کي هٽائڻ جو هيو ٻيو 60 هزار ڪٽڪ جو

ورهائڻ جو حڪم ڪيو پاڻ بہ سندس چواڻي 26-03-2014 تائين ٿر جا 6 چڪر ڪاٽي چڪو آهي ۽ اڄڙو ٿر بہ پر وچ ۾ ڪٽڪ ورهائيندي Transporters ڪتو جواب ڏنو چيائيون تہ پوئين ڏڪار جون ورهايل بورين جو بل، ست ڪروڙ روپيہ ادا ڪريو تہ پوءِ ڪٽڪ ڪي هٿ لايون. ٿيندو اهوئي آهي تہ ڪامورا ايلاز منٽ ڪري Emergency ۾ ڪم ڪيڏي ويندا آهن پوءِ سرڪار پيسا ڏيڻ کان جواب ڏيندي، پيسا ڏيڻ وارا هٿ چوندا تہ اسان جي خرچي؟

پوءِ جڏهن بيهر Emergency ايندي تہ اهو ئي حشر ٿيندو. ان کان علاوه اهو بہ اعلان ڪيو ويو تہ ٿر ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن ناهينداسون ٿر جي ڏکن سورن کي مستقبل بنياد تي حل ڪرڻ لاءِ خيال واهہ جو آهي، اميد تہ نيت بہ نيڪ هوندي SAZDA جي پيڙ نہ ثابت ٿئي.

آءُ جوش ۾ تہ ايترو لکي ويس اصل قصو اهو آهي تہ ڊاڪٽر ذوالفقار هاليپوٽو جيڪو 'ٿر' جي موجوده حالتن تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب سهيڙيو آهي، ان بن ابتدائي ڪلمات لکڻ لاءِ حڪم ڪيو آهي.

واهہ جي مڙسي آهي سندس 2010 'جي مهابوڏ' تي سهيڙيل ڪتاب بہ ماسٽر پيس هليو. هن ڪتاب ۾ آيل مضمون ۽Write up's وقت جي اعليٰ هنن جا لکيل آهي. سنڌ حڪومت کي وڏيڪ جاکوڙ جي ضرورت ئي ڪونهي جيڪڏهن انهن تجويزن تي ئي عمل ڪري تہ ايندڙ وقت جي لاءِ ٿر جي درد جو درمان ٿي پوندو. وڏيڪ گذارش ڪندو هلان تہ 1992 ۾ 'ٿر سيمينار' ڪيو ويو هو. ان ۾ بہ ڪجھ متفق تجويزون ڏنيو ويون هيون جيڪي منهنجي سهيڙيل ڪتاب 'ٿر' ۾ موجود آهن. انهن مان بہ فائدو وٺي سگهجي ٿو.

آخر ۾ مان هن ڪتاب آڻڻ تي ذوالفقار هاليپوٽو صاحب ۽ ڪرش شرما (DAAT) جي ڪرتا ڌرتا کي پيشگي مبارڪون ڏيان ٿو.

ڪراچي
4_4_2014

# ڪفن ڪي ڪيسا نہ هوندا آهن

بدر ابڙو

نقط بہ اڍائي سال اڳ جي ڳالهہ آهي جو مون ٿر ۾ ايڏو مِينهن ڏٺو جو لڳو ٿي تہ آسمان ۾ ڪو توڙي بند ٽُٽو آهي. ان برسات ۾ مون ٿر جي رستن تي ماڻهن کي سڄي رات برسات ۾ اپو بينل ڏٺو هو. بئراج ايراضي (جن کي ٿري لوڪ ’سنڌ‘ چوندا آهن) وارا ماڻهو ٿر ۾ پناهہ وٺڻ پهتا هئا. هي من کي جهنجهوڙيندڙ منظر هئا. اڳي، آئون سوچيندو هئس تہ ماڻهون ڪهڙين حالتن ۾ ۽ ڪيئن پنهنجي وطن مان لڏيندا آهن؟ سو خبر پئي تہ اهڙين شديد حالتن ۾ ايئن لڏيندا آهن: سامان ۽ ٻار ڪلهن تي، وسندي مينهن مال هلندو ويندو. ڪنهن نانگ بلا رستي ۾ ڪکي وڌو تہ ڊور اتي ئي پيو هوندو. ڪو ماڻهو مري پيو تہ ان کي اتي ئي ڪنهن مٿانهين جاءِ تي واريءَ ۾ پوري ڇڏيندا!! ... ۽ هلندا ويندا. هي منظر تہ ڏکوئيندڙ هئا پر انهن ڏينهن ۾ ٿر جون پٽون سنڌوءَ جي ميداني علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ مال جون پرجهلو تي بيٺيون هيون. هي نظاروئي ڪو بيو هو! ماڻهو ڌرتي پاڻ نہ ڇڏيندا آهن، حالتون ڇڏائيندون آهن.

ڇا تہ منظر هو! سڄي سنڌو ماتري چڙ تہ نوح نبيءَ واري ٻوڏ هيٺ هئي، جنهن ۾ زندگي بچائيندڙ ڪو بہ ٻيڙو نہ هو. هر ڪنهن کي پنهنجي مڙسيءَ سان تري پار پوڻو هو. ماڻهو ۽ مال سنڌ جي ٽڪرن ۽ ٿر جي پٽن طرف پري پري تائين مال ڪاهي وڃي رهيا هئا. ٿر رڍ ٻڪري، ڳئون ۽ اُٺن جو ملڪ آهي، ٿر ۾ گپ چڪ واري جانور جو ڪهڙو ڪم؟ پر مون اتي تراين ۾ مينهن کي تڙڳندي ڏٺو! ان ڪان اڳين برساتن ۾ تہ ماڻهن منيءَ ۾ ٻيڙيون بہ هلندي ڏٺيون آهن. ڪمال هو! ٿر جو انچ اهڙو ڪونہ هو جتي خشڪي هجي، جتي ماڻهو تڏڙي وڇائي ليٽي پوي. ٽڪ ڀجي يا چيلهہ سڌي ڪري! نانگ بلائون وڻن تي هيون ۽ ماڻهو وڻن کان پري کلئي آسمان هيٺ ... اُيي پيرين! مٿي تي پلاسٽڪ جون چادرون هئن ۽ برساتي ٿڌ ۾ ڏڪندڙ جسم. هي سنڌ جا مالدار هئا، جن ٿر جي پِٽن تي پناهہ ورتي هئي.

۽ هاڻي، ابتي صورتحال آهي. ٿر ڏڪار ۾ آهي، ٿرين جو مال مري رهيو آهي بلڪ لکن جي تعداد ۾ مري چڪو آهي. چارو ختم ٿي چڪو آهي (جيڪو روڊ رستن جو چار پوڻ کان پوءِ بہ رسي نہ سگهيو آهي) ۽ بکن ۾ پاهہ ٻڪريون مئل ڍورن جو چم

چپاڙي رهيون آهن. چئنلن وارا ڏکوئيندڙ دانهن وارو گيت ورجائي ورجائي ٻڌائيندا آهن. 'منهنجي ٿر جو حال جي پڇندين، روئي پوندين!' ٿر جو حال ڏسي روئڻ نہ ٿو اچي، دل ڏکي ٿي وڃي! ٿر 'هڏاوان پڃرا' ٿي ويو آهي. هڪڙا پڃرا ٿر جي واريءَ ۾ پورجي رهيا آهن ۽ ٻيا آخري پساهہ کڻي رهيا آهن. سندن اکين مان حسرتون ڳالهائي رهيون آهن. ڦڦڙن ۾ سگهہ نہ آهي جو نڙيون رڙي سگهن ... ماڻهن جا آواز تيل ختم ٿيل ڏيئن جي روشنيءَ وانگر جهيڻا ٿي ويا آهن. ڳالهائڻ لاءِ بہ ڪجهہ طاقت کپي!

مون مِنيءَ جي هڪ دوست کان پڇيو هو "معاملو ڪيترو گنڀير آهي؟" چيائين "آهي، پر ايترو نہ، جيترو ميڊيا ڪنيو آهي!" جڏهن ميڊيا حڪومتي مشينري، وزيرن، مشيرن ۽ آفيسرن جا راز فاش ڪيا ۽ حالتن جي سنگيني بيان ڪئي تہ سڀ وائڙا ٿي ويا. پهرين مور مئا، پوءِ ڍور، پوءِ ٻار مئا ۽ هاڻي اها جهنگلي جيوت بہ مرندي پئي وڃي، جنهن جو گذارو جيتن ۽ ماڪوڙن تي آهي، ايڏو زيان ٿيو آهي، چوڌاري ڍونڍ پيو آهي ... پر هاڻي تہ ٿر ۾ ڳجهون بہ ناهن جو ڍونڍ کائن! منهنجو منيءَ وارو دوست بہ وائڙو ٿي ويو چيائين: "ٿر تہ سدائين ايئن هوندو آهي، اسان انهن حالتن جا عادي ٿي ويا آهيون!" پوءِ هو چپ ٿي ويو. جڏهن خدا جي خلق کي درد سهڻ جي عادت پئجي وڃي ۽ چپ چاپ مرڻ کي 'خدا جي مرضي' سمجهي ويهي رهي تہ پوءِ ڇا ڪجي؟ هيءَ مايوسي ۽ نااُميديءَ جي حد آهي.

مون ڪٿي لکيو "اقتدار جا ڏٽي! ڪوڙ نہ ڳالهايو ٿر ۾ بک ۽ اڄ جو ذميوار خدا ناهي، اها توهان جي بي رحمي ۽ بي حسي آهي!" ڳالهہ ڪنهن کي وڻي يا نہ وڻي، حق سچ تہ چئبو! هڪ ذُڪر ٿيندو آهي جڏهن کائڻ پيئڻ لاءِ ڪجهہ نہ هجي، ۽ ٻيو ذُڪر ٿيندو آهي جڏهن اَن تہ موجود هجي پر ڪو خريد ڪري نہ سگهي! توهان جو ڇا خيال آهي تہ مِٺي، اسلامڪوٽ يا عمرڪوٽ ۾ اَنُ ڪونہ آهي؟ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي، اَنَ جا دڪان پريا پيا آهن. ڇا کپيوَ؟ ڪڻڪ، دال، اٽو گيهہ چانهہ کنڊ، ٻاجهيون! سڀ موجود آهي، سوال آهي جيڪو وٺي سگهي! جنهن وٽ خريد جي سگهہ ناهي، سو ڪٿان وٺندو؟ اهو آهي ٻيو ذُڪر! تنهن ڏينهن KTN چئنل تي هڪ مائي آسمان ڏانهن هٿ کڻي چئي رهي هئي: "ڪڻڪ پنجاهہ رپيا ڪِلو!؟ آئون ڪٿان وٺان؟ نہ ابا اسان بکيا چڱا آهيون!" مائيءَ جي دانهن ٻڌي مون کي ماٺ لڳي وئي. سوچيو تہ سهي مائيءَ ڪهڙي اُپ ڏار دانهن پئي ڪئي؟ چيائين پئي "ان تہ پيو آهي، پر اسان خريد نہ ٿا ڪري سگهون ... ڇا ڪريون؟ عزت نفس آهي، پِنداسون ڪونہ تنهن کان تہ بک وگهي مرڻ چڱو!" ٿر ايئن ئي بک مري رهيو آهي. "پلي بک پرم جي، شل نہ وڃي شانُ!"

خبرون آيون تہ ماڻهو بک کان مرچ ٿا کائين. جيئرا ڍور مئل ڍورن جو چم چپاڙين ۽ ماڻهو مرچ کائين ... پلا ٻيو ڇا ڪن؟ جتي سرڪار عالمي ادارن جي دٻاءَ تي ماڻهن جو رت چوسي، عوامي نمائيندا ترقياتي اسڪيمن مان چاليهہ سيڪڙو مٽان ئي

مٿان ’پنهنجو حصو‘ ونئي وڃن. اتي ماڻهو ڇا ڪن؟ اهي حصا پٽيون ڪاغذن ۾ ڏنل ڪونہ آهن. پر ڪنهن کي خبر ڪونہ آهي تہ ايئن ٿي رهيو آهي ... هي عام معلومات جو سوال آهي تہ. ”دنيا جي ڪهڙي ملڪ ۾ ايئن ٿيندو آهي؟“ جواب آهي ”پاڪستان ۾ خاص ڪري سنڌ ۾!“

پاڪستان سرڪار کي احساس ئي نہ آهي تہ سرڪاري پاليسين هوريان هوريان ماڻهن کي هترادو ذڪر ڏانهن ڪيئن ڌِڪيو آهي! ملڪ مان ڪٽڪ تہ ڪونہ کٽي آهي. نئون فصل بہ خير سان مارڪيٽ ۾ اچي چڪو آهي تہ پوءِ ماڻهن کي ميسر ڇو نہ آهي؟ سرڪار بهادر کي غير ملڪي ناڻو کپي، ڊالر کپي ... پوءِ ڪٽي ڇا بہ ڪرڻو پوي! هر قيمت ڏيڻ لاءِ تيار آهن. عوام جو پيٽ ڪٽڻ لاءِ بہ تيار! عجيب ڳالهہ آهي تہ کائڻ جو سڄو معياري اَنُ. ميوو، گوشت، هر شئي ايڪسپورٽ پئي ٿئي ۽ غير معياري مال امپورٽ پيو ٿئي! خدا جي خلق عالمي اگهہ تي مقامي مارڪيٽ مان خريداري پئي ڪري، وچ مان ڊالر اسٽيٽ بئنڪ کي پيو ملي. ۽ ايڪسپورٽ امپورٽ جو نفعو بئي پاسا واپاري پيا ڪمائين! ... اڙي بابا! وات جو گرهہ بہ ايڪسپورٽ ڪبو آهي ڇا؟ دال پٽاٽو بصر سيڪجهہ! هڪڙو مال اسمگل پيو ٿئي، ٻيو ايڪسپورٽ! مان مڃيان ٿي ڪونہ ٿو تہ ڪو سرڪار جو ٻنهي ڪمن ۾ هٿ ڪونہ آهي - چوڪيدار ئي چور لڳا پيا آهن. محافظ ئي ياڳين تي بندوق تاڻي بيٺا آهن. وري جو ڏسو تہ لُٽ ايڏي، جو بادشاهہ سلامت کان وزيرن، اميرن، ڪامورن ۽ ڪوتارن تائين هڪ هڪ لُٽ ۾ ايئن شريڪ آهي، جڻ ترقياتي ۽ امدادي سامان عبدالله شاه غازيءَ جو لنگر هجي! ڏينهن ڏٺي جو، زوران زوري پوليس وارا بہ مال کنيو پنهنجي گاڏيءَ ۾ پيا وڃهن! ڪئمرا جي اک کان ڪجهہ بہ نہ ٿو لِڪي! تنهن ڏينهن منيءَ جي اسپتال ۾ سال ڏيڍ جو جيئرو لاش ماءُ جي جهوليءَ مان چوڏاري ڦِرندڙ VIPs کي ڏسي الائي ڇا سوچي رهيو هو. شايد سوچيندو هجي ’هي منهنجي قبيلي جا تہ نٽا لڳن. هي اوپرا ڪير آهن ۽ ڇا ٿا ڪن؟ اهي ڇا ڪندا؟ هن ٻارڙي کي تہ شايد بک جو احساس ئي ڪونہ هو. جسم جڏهن حد کان وڌيڪ بي حال ٿي وڃي، تڏهن ڪو بہ احساس باقي نہ بچندو آهي. ڪٿي بک ۾ احساس مري ويندا آهن، ۽ ڪٿي هيچ ۾ بي حِسي وڌي ويندي آهي.

ٿر کان وڌيڪ بک تہ اميرن، وزيرن، ميمبرن ۽ عوامي نمائندن ۾ آهي. ادا! پيٽ پرجي سگهي ٿو کوهہ نٽا پرجي سگهن. ڪو نالو تہ کڻو ڪهڙي کوهہ جو پيٽ پريو آهي؟ ڪو زور سان چوي يا نہ چوي پر ماڻهو جڏهن پاڻ ۾ ويهن ٿا تہ ڳالهائين ٿا. اندر جون باهيون ڪڍن ٿا. چون ٿا، ”هو سمجهن ٿا ڪين مرڻو ناهي - قبر ۾ ڪٽي ويندا ڇا؟ ڪفن کي تہ کيسو بہ ڪونہ هوندو آهي!“

*Daily Kaiwsh, Hyderabad- March 21st, 2014*

# جون پينرونءَ پٽون تہ مٽي

عبدالقادر جوڻيجو

ماڻهوءَ جو ڪڏهين جهان سان جهيڙو تہ ڪڏهين جيءَ سان جهيڙو رهندو ئي رهندو آهي. گڏريل ڪيترن ڏينهن کان وٽي نہ تہ ٽي وي ۾ نہ ئي وري ڪا اخبار اکين اڳيان رهي، جو جيءَ سان جهيڙو ڪندي زندگيءَ ۾ موت جي وچ ۾ لڙهندو رهيس. اڪ پٽي سين تہ اوچتو ئي اوچتو ارباب غلام رحيم جو موبائيل فون تي ڏوراپو اچي مليو تہ ٿر ۾ هيڏو وئيل وهي ويو پر هڪڙو اکر بہ نہ لکيئي، امڙ کي ايئن تہ نہ وسار. جڏهين پنهنجو حال ٻڌايو مانس تہ همدردي ڪندي رهجي ويو. پوءِ بہ ٿر جون ميارون پاڻ ڏانهن تي ٽيون. سو لاچار ٽي کٽ تي ستي ستي ليپ ٽاپ تي انگريزيءَ ۾ مضمون لکي چڏيو سون ۾ چپچي بہ ويو. گهٽ ۾ گهٽ متي تہ دانهن پهتي. هاڻي وهڻ جهڙا ٿيا آهيون، سو خدمت ۾ حاضر آهيون.

جيتري قدر ٿر جي حالتن جو تعلق آهي تہ 1899ع ۾ ڇپنو ڏڪار پيو ۾ لڳ ڀڳ ڏهہ سال هليو. ڪي ماڻهو انهيءَ کي "ڪارو ڏڪار" ڪري بہ چوندا آهن. پر ايڏي ڏگهي ڏڪار ۾ بہ اهڙي تيام ڪانہ آئي، جهڙي هن سال آئي. هڪڙو تہ انهيءَ وقت آبادي ڇدي هئي، ٻيو تہ ماحوليات سڌي هئي ۾ ٽيو تہ انگريز بادشاهہ سياڻو هو جنهن وسان ڪونہ گهٽائيو. جيئن تہ ماحوليات ۾ تڏهين ڪو خرابو ڪونہ هو. انهيءَ ڪري ننڍن وڏن ۾ مردن عورتن جي جسم ۾ قوت مدافعت (Resistance Power) وڏيل هئي، انهيءَ ڪري وڏي جهڙپ کان ٿر جي خلقت بچي ويئي. برقرار ماحوليات جو وڏي ۾ وڏو ڪرشمو اهو هو تہ جيت جڻا، پکي پکڻ، جانور، اپ جا بدلجندڙ رنگ روپ ماڻهن کي اڳوات ڪن ڪٺائي چڏيندا هئا تہ پڇي جند ڇڏايو. جو انهيءَ وقت ساهہ وارن جون جبلتون (Instinets) ڪم ڏيکاريندڙيون هيون. انهن اشارن کان پوءِ ڏڪار جو پهريون نشانو ڳيرا هوندا هئا. جيڪي سڪل وڻن جي سڪل ٽارن ۾ ٽارين تان اچ ۾ بک وگهي ڪري پوندا هئا ۾ پڙ تي ساهہ چڏيندا هئا. پٺي ڏڪ ۾ ڊڳيون بک وگهي هيٺيون ٿي ڪري پونديون هيون ۾ انساني سهاري جي باوجود اٿي نہ سگهنديون هيون،

جو سندن ٽنگن ۾ ست ڪونہ رهندو هو ۽ بنا ڦٽڪڻ جي خاموشيءَ سان ساهہ ڇڏينديون وينديون هيون. ٿئي ڏڪ ۾ ٻڪريون گاهہ يا سڪو چارو نہ هئڻ ڪري واري کائينديون هيون. نتيجي ۾ دستن جي ڪري هڪ هڪ ٿي مري وينديون هيون. ڏيئي وٺي اٺ سٺ جهلي ويندو هو. جيڪو ماڻهن کي سنڌي سائي پٽ تائين پهچائي ڇڏيندو هو. تنهن هوندي بہ ٿورا گهڻا ٻار، نٻل عورتون ۽ پوڙها مرد ڏڪار جي سٺ سهي ڪونہ سگهندا هئا ۽ واٽ تي ئي دم ڏيندا هئا. انهي صورت ۾ سنڌي زبان جي اها چوڻي نهڪي اچي ٿي تہ "مرڻ مهٺو ناهي".

ايئن ڇپني ڏڪار کان پوءِ ننڍا وڏا ڪيئي ڏڪار آيا، پر اهو ڪجهہ ٿيندو رهيو جيڪو پارڻ چاٽائي آيا آهيون. پر هن ڀيري ڪجهہ ٻيو ئي ٿيو. هڪڙو تہ ماحوليات جو خرابو حد کان مٿي چڙهي ويو آهي ۽ انساني جسم ۾ ست سهڻ جي جڳهہ نہ رهي آهي، جو خوراڪ جي گهٽتائي هئڻ جي باوجود بچي سگهي، پر سڀ کان وڏيڪ جنهن شئي اثر ڏيکاريو اهو آهي سخت سيارو. هڪڙو تہ مينهن پاڇاتو پيو ۽ هڪڙو ئي ڀيرو پيو. جڏهين تہ فصل ۽ گاهہ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ مينهن جا ٽي لامارا ٿي کتا، اهي نہ پيا. ٻيو تہ سيءُ بہ پاڇاتو پيو. جيتريقدر منهنجي سانير آهي تہ ڳچ سالن کان پوءِ پهريون ڀيرو سيءُ جو پد ٻڙيءَ تي وڃي پهتو. اڳ ٻنهين گهڻو سيءُ پوندو هو تہ چوندا هئا تہ پارو ڪريو آهي. پاري ڪرڻ جي صورت ۾ گهرن کان ٻاهر پيل مٽن ۽ گهڙن ۾ پاڻي مٿان هلڪو برف جو تهہ نهي ويندو هو. انهيءَ کي جي آگر جو ڏڪ هٽبو هو تہ برف جو تهہ ٽٽي پوندو هو. پر هن ڀيري گهڙا ۽ مٽ تر تائين برف سان ڀريل هئا، جنهن جو صاف صاف مطلب آهي تہ پارو ڪونہ ڪريو پر ٽيمپريچر ٻڙي تائين پهچي ويو. انهيءَ جو ڪارڻ موسمياتي تبديليون آهن .

پاڻ جي ئي سانير ۾ اڳي جڏهين سخت سيءُ پوندو هو تہ ٻارن کي ڪرٽيو ٿي پوندو هو ۽ ٻار ڪنگهي ڪنگهي اونڌا ٿي ڪري پوندا هئا ۽ الٽيون ڪندا هئا، پر بنا ڪنهن دوا درمل جي اهو ڏڪ جهلي ويندا هئا، جو ماحولياتي بچاءَ جي ڪري ٻارن ۾ ڏڪ جهلڻ جي سگهہ هوندي هئي. پر هن ڀيري ماحولياتي بچاءَ نہ هئڻ ڪري نمونيا جي ابتدائي نشاني ڪرٽيو ظاهر ٿيو پوءِ ڪرٽيو وڏي وچڻ جي ڪري سخت قسم جي نمونيا (ڊبل نمونيا) ۾ تبديل ٿي وئي ۽ پهرئين ساهہ منجهڻ لڳو. پوءِ مريض دم ڇڏڻ شروع ڪيو. ايئن ڪيترائي ٻار، عورتون ۽ نٻل مرد مرڻ لڳا. انهيءَ جو ڪارڻ خوراڪ جي گهٽتائي، سخت سيءُ ۽ ماحولياتي خرابو آهي. سو هن ڀيري ڏڪار جي بدران سخت سياري ماڻهن کي ماريو.

ڪجهہ اهڙا بہ اطلاع آهن تہ رڍون بہ مري ويون. پهرئين ڳالهہ تہ رڍ ٿر جو مال ئي ناهي. ٻئي ڳالهہ تہ رڍ اتان جو مال آهي، جتي سخت سردي بہ پوندي آهي ۽ سخت گرمي بہ پوندي آهي. اصل ۾ ٿر ۾ رڍ پالڻ ايئن آهي، جيئن سائبيريا ۾ اڪ پوکڻ. هتي

اهو عرض بہ ڪري چڏجي تہ سياري ۾ سپ ڪان اڳ ۾ اڪ سڙندو آهي. سو پلا سائبيريا ۾ ڪيئن اسري سگهندو پر ٿر جي ماڻهن کي اهو عقل الائي ڪنهن ڏنو تہ رڏون پاليو. جڏهين تہ ٿر ۾ رڏ جالي ئي نٿي سگهي. سو رڏن کي هونئن ئي اوپري ماحول ۾ مرڻو ئي هو. رڏ ڏئي وئي ٿر جي مهراڻي واري ڪس ۾ يا وري ڪارونجهر جي آسپاس واري علائقي ۾ ڪنهن حد تائين جالي سگهي ٿي.

سو تازو جيڪو ٿر ۾ انساني توڙي مالي نقصان ٿيو آهي، انهيءَ جا جو اهي ڪارڻ آهن. باقي ٿورو لکيو گهڻو سمجهندا.

# سنڌ مان ترجو درد ڪيئن ڦٽي نڪتو؟

بئريسٽر ضمير گهمرو

صدين کان سنڌ کي هڪ مهذب، خوشحال ۽ ترقي يافته قوم جي سپني جي ساييان ۾ رڪاوٽ بڻجندڙ سنڌ جي جسم جي اهم حصي ٿر جي غربت، افلاس، بيماري، بُک ۽ ناخواندگيءَ تي ڪڙڪي اُتي سياست ڪري رهيا آهن. جڏهن ته ٿر سميت سموري سنڌ ڪجهه هفتا اڳ ئي جنت جو ٽڪرو هئي، بس هاڻي لاپرواهي ۽ غفلت جي ڪري اها دوزخ ۾ تبديل ٿي وئي آهي. ٿر صدين کان حڪمرانن جي نظر کان انڪري اوجهل رهيو آهي، جو اتي تمام زرخيز زمينون ۽ صنعتون گهٽ آهن. جيڪي سنڌ جي ٻين حصن ۾ پرماريت جو وسيلو آهن پر جيئن ئي سنڌ ۾ ڪاري سون، قيمتي پٿرن ۽ گرنائيٽ جي، مرڪز کي خبر پئي ته ان سنڌ سرڪار کي سهڪاري ڪري ٿر جي وسيلن تي تاريخ جي وڏي هلان ڪئي ۽ ڪجهه وقت ئي اڳ ملڪ جي وزير اعظم ۽ پيپلز پارٽيءَ جي شريڪ چيئرمين ان ڪاري سون کي عالمي ڪمپنين ۽ غير سنڌي ٺيڪيدارن حوالي ڪرڻ لاءِ ٿر جو رُخ ڪيو. جيڪڏهن ان وقت اهي ٻئي عوام کان ٿورو ئي پڇي وٺن ها ته ٿر ۾ خوراڪ ۽ پاڻيءَ جي ڇا حالت آهي، ته هوند ڪين ٻيهر تڪليف نه ڪرڻي پوي ها پر سموري سنڌ وانگر ٿر جا به وسيلا ئي صرف حڪمرانن جي نظر ۾ ايندا رهيا آهن ۽ ٿر توڙي سموري سنڌ سان مرڪز ۽ ان جي گماشتن جي ساڳي روش جاري آهي، جو ته بنگلاديش وانگر ڪين سنڌ جا محروم نڌڙا ۽ اپاهج ماڻهو نه پر سنڌ جا وسيلا گهرجن ۽ انهن وسيلن تي ٻين صوبن ۽ ڌيهي ايجنٽن جا لکين گهر ته هلن، ڪارون جيترا خزانه ته ڀرجن پر سنڌ جو عوام تعليم کان محروم هجي، بک، بيروزگاريءَ ۾ قاتل هجي ۽ هيپاٽائيٽس ۽ ٻين موذي مرضن ۾ روز ٻڏنن جي حساب ۾ شڪار ٿئي ۽ اها ڳالهه جيڪڏهن ڪنهن مخصوص علائقي مان ابهم ٻارڙن جي بي موت مرڻ سان ظاهر ٿئي، ته نجم سيٺي سميت مرڪز جا سڀ دهلاري پاڻ ۽ پنهنجي ايجنٽن جي ڪاتي ۾ وجهڻ بجاءِ ان جو الزام به سنڌ تي مڙهين، جو ته محڪوميءَ ۾ رهندڙ قومن کي سست ۽ نااهل چوڻ پيدا گيرن جو عالمي شيوو رهيو آهي.

اها ڪنهن کي خبر نه آهي ته، سنڌ توڙي بلوچستان ۾ چونڊن ۾ آخر مرڪز کي جعلسازي ڪرڻ جي ضرورت ڇو محسوس ٿئي ٿي؟ ۽ اهي سنڌ تي پنهنجي مرضيءَ جي ڪابينا ۽ وڏو وزير مڙهڻ جي سنڌ کان ڪيتري قيمت وصول ڪن ٿا. ڇا سنڌ جا

هر سال سوين ارب ڳڙڪائڻ بهتر حڪمراني ۽ هڪ علائقي ۾ خوراڪ جي مرڪزن ۽ اسپتالن جي بدتر حُڪمراني بہ جُدا جُدا شيون آهن؟ ڇا مرڪز سنڌ تي پنهنجي سهڪاري ڪابينا ۽ وڏو وزير مڙهي هر سال سنڌ جا سوين ارب ڳڙڪائي سنڌ جي عوام کي اهو پيغام پيو ڏئي تہ اوهين نااهل آهيو اوهان جي سرڪار نااهل آهي ۽ اسين هر ڳالهہ کان آجا آهيون. ڇا سنڌ تي گذريل ڇهن سالن کان مسلط ڪابينا ۽ وڏو وزير سنڌ جا يا مرڪز جا خير خواهہ آهن؟ ان ڳالهہ کي جاچڻ لاءِ ضروري آهي تہ حقيقتن جو جائزو وٺجي.

## سهڪاري حڪومتن ذريعي مرڪز پاران سنڌ مان ڪنيل هزارين ارب رپيا

سنڌ تي پنهنجي ٽڪسات ذريعي مڙهيل موجوده ڪابينا ۽ وڏي وزير ذريعي مرڪز گذريل ڇهن سالن ۾ آئين ۽ قانون جي سنگين ڀڃڪڙي ڪندي ٻارنهن هزار ارب رپيا منتقل ڪيا. سنڌ جي عوام سنڌ ۾ مرڪز پرست حڪومت ۽ قيادت، جنهن جو رواجي سويلين لبادو آهي، جي قيمت مرڪز کي اين ايف سي، گئس ۽ تيل جي مد ۾ ٻارهن هزار ارب رپين جي ادائگيءَ سان ڪئي. تازو ئي مرڪز تسليم ڪيو تہ هن گذريل ٻن سالن ۾ سنڌ مان 13 بلين ڊالر يعني لڳ ڀڳ 13 سئو ارب رپين جي گئس وڪرو ڪئي پر آئيني طور صوبي جو اڌ حصو هجڻ ۽ مالڪي هجڻ باوجود سنڌ کي رڳو نالي ماتر نام نهاد رائلٽي ڏني وئي آهي، نہ صرف گئس جي مد ۾ مرڪز جا پنهنجا انگ اکر آهن. پر هڪ اندازي موجب مرڪز آئين جي سنگين ڀڃڪڙي ڪندي سنڌ مان پنهنجي سهڪاري حڪومتن جي ڏِڍ تي هر سال هڪ هزار ارب رپيا ڳڙڪائي رهيو آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ تي اين ايف سي ذريعي مالي ون يونٽ هٿي گهٽ ۾ گهٽ هزار ارب ٻيا ڳڙڪائي رهيو آهي ۽ جيڪڏهن گذريل 6 سالن جو ئي رڳو حساب ڪجي، تہ قائم علي شاهہ ڪابينا کي اقتدار ۾ رکڻ لاءِ سنڌ جي عوام 12 هزار ارب رپين جو نقصان پريو. اهي 12 هزار ارب رپيا سنڌ جا مرڪز جي پنهنجي آئين جي هوندي بہ آخر ڪين ڪنهن ڏنا؟ سنڌ ۾ پ پ پ ۽ مسلم ليگ جي وڏيرن 2010ع ۾ مالي ون يونٽ واري اين ايف سي تي گوادر ۾ صحيحون ڪيون. اهڙيءَ طرح گئس ۽ تيل جي مد ۾ نهندڙ رقم تي رواجي بيانن ۽ نهرائن کان سواءِ نہ تہ آئيني طور سپريم ڪورٽ سان رجوع ڪيو نہ وري مرڪز سان مهاڏو اٽڪايو. هاڻي جن 12 هزار ارب رپيا مرڪز کي رشوت ڏني، مالي ون يونٽ تي صحيح ڪري، چارٽر آف ڊيموڪريسي کي پٺي ڏني موجوده پنجاب جي عدالتي سرشتي کي سنڌ تي مسلط ڪرايو آهي، انهن کي مرڪز ڇو هٽائيندو؟ جڏهن هنن سنڌ جا وسيلا مرڪز وٽ گروي رکي نوڪري ورتي آهي، تہ پاڻ بہ اهڙي ڪرت شروع ڪئي آهي، جيئن ڪو ڪامورو پئسا ڏئي پوسٽنگ وٺندو آهي تہ اهي پئسا ماڻهن مان ڪڍندو آهي يا نيڪن مان، تہ سنڌ سرڪار بہ اهڙي مرڪز وٽ سمورا سنڌ جا وسيلا گروي رکي پاڻ

هڪ ڪاموري وانگر سنڌ هلائي رهي آهي. اهو تہ خير مرڪز ۽ سنڌ جي وڏيرن جو پاڻ ۾ سنڌ جي عوام ۽ وسيلن خلاف سمجهوتو آهي، اڇو تہ ڏسون تہ سنڌ ڪابينا ۽ ان جي وڏي وزير رهيل سنڌ جي وسيلن سان ڪهڙو حشر ڪيو آهي.

## سنڌ جا وسيلا ۽ سنڌ ڪابينا:

سنڌ جي وسيلن تي مرڪز جي وڏي حاضريءَ کان پوءِ سنڌ ۾ رهيل وسيلا پوءِ بہ گهٽ نہ آهن. جڏهن کان پ پ سرڪار حڪومت ۾ آئي آهي تہ گذريل ڇهن سالن دوران بہ بجيٽ ۾ ڪين لڳ ڀڳ تي هزار ارب رپيا ملي چڪا آهن. انهن پئسن مان خير سان اڌ کان وڌيڪ تہ سرڪاري ملازمن جي پگهارن ۾ پئسا وڃن ٿا پر جيڪو اڌ بچي ٿو ان مان 15 سئو ارب رپين مان گذريل ڇهن سالن ۾ لڳ ڀڳ هزار ارب رپيا سنڌ ڪابينا ۽ سندن همنوا هزار ڪن بيورو ڪريٽس جي حوالي ٿيا آهن، ان کان سواءِ هزار ارب رپين کان وڌيڪ رقم سنڌ جي روينيو ٽيڪس ۽ ڪاروبار مان ڪڍيا اٿن. جيڪو هڪ محتاط اندازو آهي. معنيٰ تہ سنڌ گذريل ڇهن سالن ۾ 12 هزار ارب رپيا مرڪز کي ۽ بہ هزار ارب رپيا سنڌ جي وڏيرن ۽ ڪامورن حوالي ڪيا. سنڌ پنهنجي چوڏهن هزار ارب رقم خرچ ڪرڻ کان پوءِ بہ ٿر جي ماڻهن لاءِ گدامن ۾ پيل سٺ هزار بورين کي ورهائڻ لاءِ ٽرانسپورٽ جو خرچ پري نہ سگهي ۽ سنڌ جي عوام جا چوڏهن هزار ارب رپيا ڪٽڻ کانپوءِ مرڪز صرف هڪ ارب ۽ سنڌ سرڪار ڏهن ڪروڙن جو اعلان ڪيو. ڇا اهو سنڌ جي عوام سان 21 هين صديءَ جو وڏو مذاق نہ آهي؟ جتي پنجاب جي هڪ ٺيڪيدار کي ڪوئلي جي علائقي ۾ ڪاري پاڻيءَ کي مني پاڻيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن ۾ 27 ارب رپين جي رقم ادا ڪئي وئي، اُتي 60 هزار ڪٽڪ جي بورين کي ٿرين تائين پهچائڻ لاءِ سرڪار وٽ بہ ٽي بہ ڪروڙ رپيا دستياب نہ هئا ۽ ڊي سي ۽ ڪمشنر جڏهن ڪين خط لکيو تہ انهن کي ڪنگهيو ئي نہ۔ تہ ڇا ڊي سي ۽ ڪمشنر پنهنجي گهران پئسا پري ڪٽڪ ٽرانسپورٽ ڪرڻ جو بندوبست ڪن ها؟ دراصل جڏهن معاملو ٻچيءَ ۾ پوندو آهي ۽ نظر عوام تي نہ پر ٿر جي ڪوئلي تي هوندي، تہ فطرت شديد رد عمل تہ ڪندي ۽ ٿر ۾ بہ ائين ٿيو. منهنجي خيال ۾ تہ سموري سنڌ جي صورتحال ٿر جهڙي آهي، ٿر ۾ بک، مفلسي، بيماري ۽ پاڻيءَ جي کوٽ آهي، تہ سنڌ جي ٻين علائقن جهڙوڪ بدين، ڪاڇي ۽ ڪڇي جي ڪهڙي صورتحال آهي. ڇا سنڌ جي ڪيترن ضلعن ۾ زندگي محفوظ آهي؟ ۽ اها عوام کي پڪ آهي تہ ٿر وانگر جڏهن سموري سنڌ پنهنجي بيوسيءَ خلاف اُٿي بيهندي، تڏهن بہ مرڪز ۽ وڏيرا سنڌ جي عوام تي ساڳيون ٺٺوليون ڪندا، جيڪي برطانيا انڊيا تي ۽ آمريڪا ڪارن تي ڪندو هو پر ڪجهہ ئي عرصي کان پوءِ برطانيا پنهنجي گهمنڊ کي ٽوڙي نہ رکيو انڊيا کي ڇڏي ويو ۽ آمريڪا ڪارن کان معافي ورتي ۽ فطرت جو ڪمال آهي تہ اڄ آمريڪا جو صدر هڪ ڪارو آهي.

## خراب حڪمراني ڇا آهي؟

مرڪز جي رٽ لڳي پئي آهي ته سنڌ ۾ بدتر حڪمراني آهي. ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته سنڌ بدتر حڪمرانيءَ جو بريءَ طرح شڪار آهي پر ڇا مرڪز پاران آئين جي خلاف ورزي ڪندي گڏيل مفادن واري ڪائونسل ۾ صوبن جي معاملن تي چوويهه ڪاتا ناهي وزير مقرر ڪرڻ، سنڌ جي تيل ۽ گئس جا هزارين ارب رپيا ڳڙڪائڻ، سنڌ تي مالي ون يونٽ مڙهي هزارين اربن جو ٽيڪس ڪٽڻ، وڏيرن سان ٺٽ ٿي سنڌ تي ڪرپٽ ۽ نااهل آفيسر مسلط ڪرڻ، ڇا بهتر حڪمرانيءَ جو مثال آهي؟ ڇا سنڌ جي عوام ڪي سڌو موقف رکڻ کان روڪڻ لاءِ سنڌ تي نام نهاد چونڊيل عمل ذريعي وڏيرن کي مسلط ڪري ان تي بدامني ۽ جهالت مڙهڻ بهتر حڪمراني آهي؟ ڇا وڏيرن جي حڪومت کي تحفظ ڏيڻ لاءِ چارٽر آف ڊيموڪريسي کي پٺي ڏئي سنڌ تي پنهنجي مرضيءَ جو عدالتي سرشتو مڙهڻ، مرضيءَ جا جج مقرر ڪرڻ بهتر حڪمراني آهي؟ سنڌ ۾ وڏيرا يا مرڪز هڪ سڪي جا ٻه پاسا آهن ۽ ٻئي سنڌ ۾ لاقانونيت ۽ اقربا پروريءَ ۾ پاڳي پائيوار آهن. سنڌ ۾ ڪو وڏيرن يا مرڪز کي چئلينج ڪري ٿو يا سنڌ جي آجپي ۽ بهتر حڪمرانيءَ جي ڳالهه ڪري ٿو ته انهن کي مختلف حيلن بهانن سان روڪي نه رڳو تهمتن جو نشانو بڻايو وڃي ٿو. پر ڌمڪايو ۽ ماريو وڃي ٿو. سنڌ ۾ بدانتظامي ۽ بدتريءَ جي نتيجي ۾ ڪيئي گهراڻا ارب پتي ته ٿيا آهن پر سنڌ پڙپانگ ۾ رک تي وئي آهي.

## ٿر جو ڪوئلو:

اها ڪنهن کي خبر نه آهي ته هن ملڪ جي آئين ۾ ڪوئلو نه رڳو صوبائي اسم آهي پر آئين جي آرٽيڪل 157 هيٺ سنڌ کي بجليءَ جي قيمت (Tariff) مقرر ڪرڻ جو به اختيار آهي. مرڪز 2008ع ۾ ٿر ڪول اٿارٽي ناهڻ جو اعلان ڪيو جنهن کي عدالت ۾ چئلينج ڪري مرڪز جي اهڙي سازش کي اسان ناڪام بڻايو پر سنڌ جي موجوده وڏي وزير ان ساڳئي نوٽيفڪيشن کي سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کان پاس ڪرائي مرڪز کي غير آئيني طور ان ۾ شرڪتدار بڻايو ۽ پنجاب جي ڪمپنين ۽ نيڪيدارن کي سوين ڪلوميٽر ٿر جا ڪوئلي جا بلاڪ، گرينائيٽ جا نيڪا پڳڙن مٺ تي ڏنا ويا. ملڪ جي ٽنهي صوبن ڪوئلي جون سموريون اسڪيمون پاڻ هلائڻ لاءِ مرڪز کي جواب ڏئي ڇڏيو پر سنڌ جي وڏي وزير ڊاڪٽر ثمر مبارڪ واري مرڪز جي ناڪام منصوبي تي به حامي ڀري ۽ ٿر جي ڪوئلي جون جيڪي به اسڪيمون آهن، انهن ۾ سنڌ کان ٻاهران آنڌل ماڻهن کي روزگار ڏيئي ٿرين کي نِڌڪو ڪيو ويو. اسڪيمن ناهڻ وقت ٿر جي قيمتي زمينن کي ڳوٺاڻن کان زوري کسي نه رڳو ايئرپورٽ ناهيا ويا پر انهن کي پنهنجي ماڳن ۽ زمينن جو معاوضو ڏيڻ کان به نابري واري وئي، جيڪڏهن ٿر جي ڪوئلي تي مرڪز، وڏيرن ۽ نيڪيدارن

جي بري نظر نہ هجي ها تہ هوند هزارين ٽري ٽوري رقم مان نہ رڳو هزارين روزگار جا موقعا پسن ها پر خوشحال زندگي بہ گهارين ها. ٿر جي بي بها ڪوئلي ۽ گرينائيٽ جي ذخيرن کي پنهنجي ڪاروباري مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ هڪ ڳالهہ. جڏهن تہ ٿر جي ماحوليات، پاڻي، جهنگلي جيوت، چوپائي مال ۽ عوام جي روزگار لاءِ بندوبست بنهہ بہ الڳ ڳالهيون ڇو آهن؟ پوءِ ڇا اهو حال صرف ٿر جو آهي ۽ سموري سنڌ ڪنهن ٿر جو ڏيک نہ ڏئي رهي آهي؟ ڪوئلي کي زمين مان ڪيڏڻ لاءِ تہ جتن آهن، باقي ٿري ماڻهن جي پيٽ جي باهہ وسائڻ لاءِ سرڪار وٽ ڪو پلان نہ آهي.

**گئس ۽ تيل:**

ٿر جي ٽوروئي پرسان بدين ۾ پهريون ڀيرو پيلا ڪو گهٽ تيل ۽ گئس نڪري ٿو ڇا اتان جي صورتحال يا جوهي جي صورتحال جتان پاڪستان جي 13 سيڪڙو گئس نڪري ٿي، ٿر کان مختلف آهي؟ ها فرق آهي تہ صرف ڏگري جو ۽ ائين سنڌ جي پيٽ مان نڪرندڙ وسيلن جي هزارين ارب رپين جي دولت هجڻ باوجود گئس ۽ تيل جي ڪميشن ۾ هزارين نوڪريون پيلا جوهي، بدين، ٿر ۽ ڪنڊڪوٽ وارن کي ڇو نٿيون ڏنيون وڃن. پيلا وڌيرا اوهان کي تيل ۽ گئس جي ڪمائيءَ تي تہ ڪجهہ بہ نہ ٿا ڇون. تہ ڪجهہ هزار نوڪريون ئي ٿر. ڪاڇي ۽ اتر. لاڙ جي ماڻهن کي ڏيئي ڪين زندگيءَ سان سلهاڙيو ها پر تنبي الهيار کان ڪنڊ ڪوٽ تائين آخر ڇو ملازم پين صوبن مان اچن ٿا. ڇا سنڌ جي تيل ۽ گئس جي ڪمائي بہ مرڪز جي ۽ نوڪريون بہ سنڌ کان ٻاهر وارن ماڻهن جو نصيب آهي. پيلا جي عوام جي گهر تي وڏي وزير کي هٿايو بہ وڃي ۽ جيڪڏهن "رئيس" مرڪز جي آشيرواد سان اهڙو فيصلو ڪري بہ وجهي، تہ ڇا گذريل رڳو ڇهن سالن ۾ سنڌ کي پنهنجي ڪمائيءَ جا 12 هزار ارب رپيا موٽي ملندا؟ يا ايندڙ وڌيرو 2015ع ۾ اين ايف سي جي مالي ون يونٽ تي صحيح نہ ڪندو يا تيل ۽ گئس جي ڪمائيءَ جي آئين موجب، مرڪز کان ونڻ لاءِ گهر ڪندو يا سپريم ڪورٽ ۾ ويندو؟ سنڌ جي عوام جي مسئلن جو حل سپريم ڪورٽ جي هڪ سو موٽو ايڪشن کان وڌيڪ آهي. هي مرڪز ۽ وڏيرن پاران گذريل ڇهن سالن ۾ سنڌ جي چوڏهن هزار ارب رپين جي واپسي ۽ ايندڙ ڦرلٽ روڪڻ وارو مسئلو آهي، جنهن کي هن ملڪ جو ڪوبہ آئيني فورم مڪمل حل نہ ٿو ڪري سگهي. واعدا بہ ڪندا ۽ ڪجهہ عرصي کانپوءِ پنهنجي پيگهي جيئن جو تيئن جاري رکندا.

ان ڪري سنڌ جي عوام کي نہ رڳو ٿر جي ماڻهن لاءِ ٻاڪارڻ گهرجي پر اهو بہ سمجهڻ گهرجي تہ هنن اک نہ پٽي تہ سموري سنڌ نہ رڳو ٿر بڻجي ويندي پر مرڪز ۽ وڏيرا پنهنجي پيگهي وڌيڪ مچائيندا.

*Daily Kawish, Hyderabad- March 16th, 2014*

# رياست ۽ حڪمرانن جي ايجنڊا تان گم ٿيل انساني حقن جو تصور

علي پلھ

ڇا اُھي ڏينھن ھاڻ بہ آھن رھيا جو ماڻھو پاڻ سان ٿيندڙ زيادتين وارداتن ۽ پاڻ تي ايندڙ مصيبتن ۽ تڪليفن ڪي پنھنجو چونڊيل نمائندن ۽ عملدارن جي ڪرپشن ۽ نااھلي نظام جي ناڪامي ۽ ادارن جي collapse ۽ بدانتظامي ڪي خدايا ديوتائن جي ڪاوڙيا انھن طرفان آيل امتحانن سان ڳنڍين ۽ چونڊيل نمائندن ، سرڪاري عملدارن ، ڪوڪلي سرڪار پنھنجي غير ذميواري ـ ڪرپشن ۽ لاپرواھي ڪان آجا ٿي وڃن-

ذميوارن ڪي سرڪار ڪان سزا اچي يا تہ اچي پر اھا ڳالھ ھاڻي ڇاڇري جي ڏورانھن تر ۾ پنھنجي معصوم ٻارڙي ڪي ٿڃ پيارڻ وارا لمحا ياد ڪري پنھنجي معصوم ٻارڙي جي ٻُڪ ، بدانتظامي ، سرڪاري سستي ۽ ڪرپشن ھٿان ٿيندڙ قتل تي پارائتو ڏيندي چوي ٿي " غريبن جا مال ڪائي توھان جا بہ ويڙھا تہ وسندا " پنھنجي ٻارڙي جي موت ڪي رياست ھٿان قتل سمجھندڙ ان مائي ڪي تہ اج سمجھ ۾ اچي ويو آھي تہ انگريزن جي دور ۾ غلامي ۾ ڪيتري آزادي ۽ اج آزادي ۽ جمھوريت جي دور ۾ ڪيتري غلامي آھي- ان مائيءَ جي ان پارائتي مان اھو بہ لڳي ٿو تہ ھن

جو چونڊيل نمائندن ۽ رياست سرڪاري عملدارن ۽ سرڪار تان اعتماد کڄي ويو آھي ۽ ھاڻي ڪيس مدد ۽ انصاف جي توقع آھي تہ فقط سندس خدا مان- تر مان پنھنجي معصوم ٻارڙي جي وڇوڙي تي پار ڪڍندڙ ڪيترين ئي اھڙين مائرون آھن جيڪي رياستي ادارن مان مايوس نظر اچن ٿيون-

ھڪ وڪيل ھجڻ جي نعتي منھنجي ذھن ۾ اھو سوال ٿو اڀري تہ جيڪڏھن ڪنھن ھڪ ماڻھو ڪي ماريندڙ ماڻھو خلاف خون جو ڪيس داخل ٿئي ٿو تہ سوين معصوم ٻارڙن جي موت جي ذميوارن ڪي ڇوٽ Immunity ڇو ؟ ھڪ تپيدار ڪان وٺي ڊپٽي ڪمشنر ۽ سيڪريٽري ڪان وٺي وزير ۽ صوبي جو سربراه سيني جو تعلق ھڪ ئي حڪمران پارٽي سان آھي جن وٽ ڪٽڪ بہ ھئي، دوائون بہ ھيون ، ٻڪ ۽

بدحالي جي ماريل ماڻهن تائين پهچڻ لاءِ گاڏيون ۽ وسيلا بہ . نہ هئي تہ فقط نيت نہ هئي چونڊيل نمائندن بہ ان سڄي ڪرپشن, سستي ۽ بيقاعدگي تي اهڙي ا ڪ بوٽ ڪئي جو هاڻ هو ڪيترا بہ سونا تي پون پر تري مائرن جي تيندڙ نقصان جي معيار زندگي پر نہ لاهي سگهندا- انهن سڀني ذميوار ڏرين کي اهو ميٺو پوندو تہ ٿر سنڌ جو اهو خطو آهي جتي برسات نہ پوڻ يا گهٽ پوڻ ڪري هميشہ سوڪهڙو ۽ ان جي نتيجي ۾ ڏڪار جو خطرو هر سال رهندو آهي- ۽ ڏڪار ٿر جي ماڻهن لاءِ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي نئين ڳالهہ آهي تہ اها سرڪار . سرڪاري عملدارن ۽ چونڊيل نمائندن جي بي حسي . بي قدري ۽ بي ڌياني جي ڪري هاڻي ٿر جي ماڻهن ايئن چوڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي تہ ٿر ۾ سوڪ ۽ ڏڪار قدرتي آهي پر بک بدحالي بيماري ۽ ٻارڙن جا موت انتظامي آهن ۽ ان بدانتظامي جي سزا ذميوارن کي ملڻ گهرجي- ان سڄي معاملي تي سنڌ هاءِ ڪورٽ جي بينچ رليف ڪمشنر, ڪمشنر ميرپورخاص ۽ اڳوڻي DC ٿر کي طلب ڪيو آهي تہ هو 8 اپريل ڪورٽ کي جواب ڏيڻ لاءِ تيار ٿي اچن- ان تاريخ تي اسان کي اميد آهي تہ ڪورٽ سڀوري ذميوارن خلاف ايڪشن ڪٽندي جيڪو ماڻهن ۾ ڪورٽن تي اعتماد سان گڏوگڏ رياست تي اعتماد بحال ڪندو-

ٿر ۾ آيل ڏڪار ڪو هڪ رات ۾ نہ آهي آيو ٿر ۾ ڏڪار اچڻ جي خبر ان ڏينهن اچي وئي هئي جنهن ڏينهن ٿر ۾ مورن مرڻ شروع ڪيو- ننگرپارڪر , ڇاڇرو ۽ ڏيپلي جا کوه سڪڻ شروع ٿي ويا نانگن ۽ بلائن انڌيا ڏانهن هجرت ڪرڻ شروع ڪئي ٿر جي شاعرن ڏ ڪويل شعر چوڻ شروع ڪيا . اُتي جي مسڪينن جي رڙيون ۽ ڪوڪون اخبارن ۾ ڇپجڻ لڳيون پر افسوس جو اهي سڀ اينڊيڪيٽر گڏجي بہ سرڪار جي ڪن تي جون نہ سوري سگهيا-

اسان جي صحافي دوست پاڪستان ۽ سنڌ سرڪار جي ڪارڪردگي تي تبصرو ڪندي ڏاڍي سني ڳالهہ ڪئي تہ جمهوريت ۾ ڏڪار ۽ بدحالي جي ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي- جنهن تي مون کيس مشهور امرتاسين جي ريسرچ Development Researcher بابت ٻڌائيندي چيو تہ امرتاسين موجب فنڪشنل جمهوريت جي نان فنڪشنل ۽ غير حقيقي جمهوريت هجڻ جي پڪ ڪري ڇڏي آهي-

لڳي ٿو اسان واري ديس واري جمهوريت امرتاسين جي ٽيسٽ ۾ فيل ٿي چڪي آهي- ٿر ۾ آيل سوڪڙي ۽ ڏڪار هڪ ٻي اهم ڳالهہ کي بہ واڪو ڪيو آهي- اُها اها تہ اسان پاڪستان ۾ ڪيترا بہ انساني حقن جا گيت ڳايون . سيمينار ڪريون . بينر ڪڍي ريليون ڪڍون پر اسانجي رياست ان جي ادارن ۽ چونڊيل نمائندن (جيڪي بہ عوام جا گهٽ رياست جا وڌيڪ هوندا آهن) انهن جي روين, حلت چلت , عملي

ڪردار ۽ پاليسي اهو ظاهر ڪري چڪي آهي تہ پاڪستاني رياست ۽ ان جي حڪومتي مشينري وٽ انساني حقن جو ڪوبہ تصور ڪونهي- انساني حق پاڪستاني رياست ۽ ان جي ادارن جي ايجنڊا تي ئي نہ آهن- پاڪستان جو اقوام متحده جو ميمبر هجڻ اقوام متحده کي انساني حقن واري قانون تي صحيحون ڪري پارٽي ٿيڻ يا اقوام متحده جي انساني حقن جي تحفظ ڪرڻ واري اهم باڊي هيومن رائٽس ڪائونسل جو 2 دفعا ميمبر هجڻ فقط هڪ ڊرامو آهي جيڪو يورپ ۽ آمريڪا ۽ بين ملڪن ۽ عالمي برادري کان امداد وٺڻ لاءِ رچايو ويو آهي- باقي انساني حقن سان رياست ۽ حڪومت جي سچائي تان ماڻهن جو يقين کڄي ويو آهي- پاڪستاني رياست انساني حقن جي عالمي قانون سان توري بہ سچائي هجي ها تہ ان جو اثر عوام تي نظر اچي ها ۽ پاڪستاني رياست ۽ خاص طور تي سنڌ حڪومت انساني حقن جي عالمي قانونن تي ڪيل صحيحن جو تقدس رکن ها- قومي قانون هجي يا بين القوامي ، ملڪ جو آئين هجي يا اقوام متحده جو حقن وارو چارٽر ، اهي سڀ ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ رياست اندر رهندڙ شهري جي تحفظ جي بنيادي ذميواري رياست تي هوندي آهي- هر رياست وٽ پنهنجي شهري جي حقن جي تحفظ لاءِ ٽي ذميواريون هونديون آهن-

پهرين ذميواري:شهرين کي انساني حقن جي آ گاهي Awareness& Promotionهر رياست لاءِ اهو ضروري آهي تہ هوءَ پنهنجي شهرين جي حقن جي عزت ڪري انهن کي سندن حقن بابت آ گاهي ڏئي ۽ انهن حقن جي اهميت ۽ امڪاني خطرن ۽ تدارڪ جي باري ۾ جاگرتا ڏئي-

ٻئي ذميواري: انساني حقن جو تحفظ (Protection) هر رياست مٿان اها ذميواري هوندي آهي تہ جيڪڏهن ڪو ڀتاخور ، ڌاڙيل، مافيا ، وڳوڙي دهشتگرد يا ڪو ٻيو رياست جو ڪارندو (State Actor) ان جي شهري جي حقن سان هٿ چراند ڪري تہ اها رياست جي ذميواري آهي تہ هو ان شهري جي حقن جو تحفظ ڪري ۽ ان ذميوار ماڻهو خلاف قدم کڻي-

رياست جي اها ذميواري اتي ختم نٿي ٿئي تہ هو فقط موجوده خطرن کان شهرين جو تحفظ ڪري پر ڪنهن بہ امڪاني خطري کان شهرين تي تحفظ ڏيڻ لاءِ بہ مڪمل تيار هجي- پوءِ خطرو ڪنهن فرد کان بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن قدرتي آفت کان بہ جنهن ۾ زلزلو ـ سيلاب ـ ٻوڏ ـ ڏڪار ۽ ٻيون قدرتي آفتون اچي وڃن ٿيون-

ٽي ذميواري: حقن جي حصول لاءِ عملي اپاءُ وٺڻ (fulfillment) رياست جي ٽي ذميواري اها آهي تہ هو شهرين جي حقن جي حاصلات لاءِ ادارا ناهي، بجيٽون رکي ۽ اهڙيون پاليسيون ناهي جو هر شهري کي پنهنجو حق حاصل هجي ۽ هر شهري پنهنجا حق بنا ڪنهن رنگ نسل ، ذات پات ، ۽ سياسي لاڳاپي جي فرق ڪانسواءِ

انجواءِ ڪري سگهي- پاڪستان ۾ سنڌ ۾ موجوده حالتن ۾ انساني حقن جي صورتحال تي نظر وجهبي تہ لڳندو تہ پاڪستاني رياست اهي تئي ذميواريون نڀائڻ ۾ ناڪام ٿي چڪي آهي ۽ ان ناڪامي پنيان ان جي لاچاري Inability بہ آهي تہ نيت جي کوٽ Unwillingness بہ .

هيستائين پاڪستاني رياست اقوام متحده جي هينين انساني حقن جي قانونن تي صحيحون ڪري ان جي سرڪاري طور تي پارٽي ٿي چڪي آهي-

1) International Conevntion on Genocide (Oct. 1957)
2) International Conevntion on Civil Rights (June. 2010)
3) International Conevention on Economic, Social Cultural Rights (April 2010)
4) International Conevntion against Torture (June 2010)
5) International Conevntion on Elimination of all forms of Racial Discrimination (ICERD) (Sep.1966)
6) International Conevntion on Rights of Children (CRC) (Dec. 1990)
7) International Conevntion on the Elimination of all forums of discrimination against Women (CEDAW) (March. 1996)

جيڪي صحيح ڪرڻ کان پاڪستاني رياست لنواءِ پئي

8) International Conevntion on Protection of Undviduals from enforced disapperances _____ No Party
9) International Criminal Court _____ No Party
10) International Conevntion on Rights of refugees ____ 1951 No Party

انهن سيني قانونن تي صحيحون ڪرڻ کانپوءِ رياست جي عالمي برادري سان اها ڪمنتمنٽ هوندي آهي تہ هو پنهنجا سڀ وسيلا ڪتب آڻي پنهنجي اندر انهن انساني حقن جي قانونن تي عمل ڪرايو ويندو- تازو انساني حقن جي عالمي تنظيم) Human Rights Watch هيومن رائٽس واچ پاڪستان) ۾ شهرين ۽ انهن جي حقن سان ٿيندڙ تادين جي رپورٽ 2014 ڇاپي پاڪستان جي عالمي برادري جي اڳيان پٽ واهکي ڪري ڇڏي آهي-

ان پنهنجي رپورٽ ۾ پاڪستان اندر انساني حقن جي ٿيندڙ لتاڙ جو ٻهريون ذميوار پاڪستان جي فوج ۽ ٻين ايجنسين کي ٺهرايو آهي- رپورٽ ۾ چيل آهي تہ

پاڪستاني ملٽري ڪنهن جي بہ اڳيان جوابده ناهي رهي ۽ سندس پاران شهرين تي دهشتگردن طرفان ٿيندڙ حملن ۾ ماٺ ۽ لاچاري واري پاليسي اختيار ڪئي آهي-

رپورٽ ۾ اهو بہ آهي تہ ڪجهہ اسلامي جماعتن جا هٿيار بند گروپ بنا روڪ ٽوڪ جي مذهبي اقليتن تي حملا ڪندا رهيا ۽ رياست جا اداره خاموش تماشائي بنجي ڏسندا رهيا- ان رپورٽ ۾ پشاور جي چرچ ۾ دعا لاءِ گڏ ٿيندڙ 81 معصوم ٻارن ، پوڙهن ، عورتن جو بہ ذڪر آهي جيڪي بم ڌماڪي ۾ مارجي ويا- Human Rights Watch (هيومن رائٽس واچ پاڪستان) جي رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ رياستي اداره ماڻهن کي عذاب ڏيڻ ، ماور راءِ عدالت قتل ڪرڻ ، ماڻهن کي اغوا ڪري گم ڪرڻ ، بيعزتيون ڪرڻ ۾ اڳڀرا رهيا ۽ رياست روڪڻ ۾ ناڪام ۽ لاچار رهي-

بلوچستان ۾ سياسي مخالفت کي مارڻ ۽ سنڌ ۾ ساڙڻ وارو عمل جاري رهيو ۽ قانون تماشائي- سنڌ جي گادي واري شهر ۾ ماڻهن کي ٽارگيٽ ڪري ماريو ويو ۽ رياست بيوس نظر آئي 2012 ۽ 2012 دوران -----------

22کان وڌيڪ پوليو جا قطره پيارڻ وارن ورڪرن کي قتل ڪيو ويو جن جي ذميواري بہ قاتلن قبولي پر ڪوبہ داد فرياد نہ ٿيو- ڪجهۃ اسلامي گروپ جا هٿيار بند مذهبي اقليتن ، خاص طور تي شيعن کي ماريندا رهيا پر رياست خاموش رهي- 400 شيعن کي ماريو ويو پر انهن خاندانن کي ڪوبہ انصاف نہ مليو- پاڪستان اندر موجود Blasphamy Law تحت ڪيترن عيسائين ۽ احمدين کي سخت سزائون ڏنيون ويون ۽ هندوئن کي اغوا ڪيو ويو جو انهن يورپ ، انديا ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ڀڄي وڃي پناه ورتي- عورتن جي تحفظ ۽ انهن جي حقن لاءِ ڪيترا ئي قانون پاس ڪيا ويا پر زناءِ، غيرت جي نالي تي قتل ، تيزاب اڇلائڻ ، زبردستي شاديون ۽ عورتن ۽ ڇوڪرين خلاف تشدد ۽ ڏوهہ جو انگ ڏينهن و ڏينهن وڌندو ويو ۽ رياست پنهنجيون ذميواريون نڀائڻ کان قاصر رهي-

Human Rights Watch (هيومن رائٽس واچ پاڪستان) جي رپورٽ عدالتن جي ڪردار تي لکندي چيو آهي تہ عام ماڻهو انصاف لاءِ ڪورٽن اڳيان واجهائيندا رهيا پر اتان انصاف نہ مليو عدالتون ۽ حڪومت جهيڙي ۾ مصروف رهيا ۽ ماڻهو انصاف جي ڳولا ۾ ڌڪا کائيندا رهيا- وڏي ڳالهہ تہ پاڪستان ملٽري ۽ ان جا ٻيا اداره ماڻهن کي اغوا ڪري گم ڪندا رهيا عداتون انهن اڳيان لاچار-

آخر ۾ اهو بہ لکيل آهي تہ جڏهن انهن سيني حقن جي لتاڙ کي ميڊيا ۾ رپورٽ ڪيو ويو تہ صحافين کي ڌمڪايو ويو ، تشدد ڪيو ويو ۽ ماريو ويو-

هاڻي سڄي ملڪ اندڙ ٿيندڙ انساني حقن جي لتاڙ ، تشدد کي ڏسي وري رياست جي ڪردار کي ٽر واري صورتحال ۾ ڏسجي تہ خبرپوندي تہ رياست جو ڪردار محافظ وارو هوندو آهي جنهن کي انگريزي ۾ Protector چئبو آهي پر اسان وٽ رياست جو

ڪردار ان تماشائي وانگر يا بچ ڪري مزو ڏسندڙ وارو رهيو جنهن ڪي اسان Perpetrator رياست چونداسين جيڪا پنهنجي عملدار ادارن ۽ پوري مشينري سميت Corrupt غافل . غير ذميوار رياست بنجي وئي آهي جنهن پنهنجن ئي شهرين جي حقن جي لتاڙ شروع ڪري ڏني آهي يا لتاڙ ڪندڙن جي ساٿي بنجي وئي آهي جنهن جي اڳيان شهري جي ڪوڪ ۽ دانهن ٻڌي نٿي وڃي- اهڙي صورتحال ۾ شهري رياست ۽ ان جي اداري کان مايوس ٿي پنهنجي حقن جي تحفظ لاءِ عالمي برادري ڏانهن موهڙ ڪندا آهن -

بين القوامي قانون موجب جيڪڏهن ڪا رياست ناڪام Fail ٿي وڃي، لاچار Inable هجي يا وري شهرين کي تحفظ ڏيڻ جي ڪيس نيت ئي نہ هجي ۽ دهشتگرد . وڳوڙي ڌاڙيل . ڀتاخور ۽ چور جن جي هٿان عوام جي جان مال ۽ عزت محفوظ نہ رهي ۽ هر شهري ڪنهن گروه کي پئسا ڏيئي پنهنجي سيڪورٽي خريد ڪري شروع ڪري تہ پوءِ اهڙي صورتحال ۾ ان رياست جو رياست چئورائڻ ڪنهن بہ صورت ۾ صحيح نہ رهندو ۽ بين القوامي انساني حقن جي قانون موجب ان رياست جي شهري کي ذميواري عالمي برادري تي عائد ٿيندي - ان کان پهرين جو اها صورتحال پاڪستاني رياست تي اچي ڪيس گهرجي تہ پنهنجا سڀ وسيلا ڪم آڻيندي پنهنجين شهرين ۽ انهن جي حقن جو تحفظ ڪري -

هن سڄي ٿر واري صورتحال يا جرنل ملڪ جي صورتحال کي نظر ۾ رکي ڏٺو وڃي تہ اسان بحيثيت قوم . اداره . عملدار ۽ اسانجا حڪمران سڀ Reactive آهن يعني جڏهن بہ ڪا مصيبت . ڪا آفت . ڪو ڊزاسٽر اچي تہ پوءِ حرڪت ۾ ايندا آهيون جڏهن تہ پوري دنيا جي سڌريل ملڪن ۽ ان جي ادارن هاڻي ماڻهو جي آيل مصيبت يا قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ Proactive , Preventive & Pre-emptive پروچ اختيار ڪري ورتي آهي ۽ اتي انساني حقن جي تحفظ ۽ هڪ زندگي کي تحفظ نہ ڏيڻ جي صورت ۾ عملدار شرمساري مان استيعفائون ڏيئي ڇڏيندا آهن ۽ اُتي جا اداره ڪميٽيون جوڙي غير جانبدار انڪوائريون ڪرائي ذميوار ماڻهن کي سزائون ڏئي ريڪارڊ قائم ڪندا آهن تہ جيئن وري مستقبل ۾ ڪوبہ ماڻهو اهڙي غفلت يا حرڪت نہ ڪري سگهي-

# شايد هڪ ٻي صدي گهرجي

مهتاب اڪبر راشدي

ٿرپارڪر جو ذڪر، ڇئن مهينن کان ٻارڙن جي موتن جو سلسلو ۽ سوڪهڙي سبب جانورن جي چاري جي کميءَ سبب، ڍورن جو مرڻ، اسان جي روزمره جي گفتگوءَ جو موضوع بڻيل آهي، ان سان گڏوگڏ ميڊيا به پنهنجي ذميواري محسوس ڪندي، ڪڏهن ڪئميرا جي اک سان، ته ڪڏهين، ٽي وي، ٽاڪ شوز ۾ ته وري اخبارن ۽ رسالن وسيلي عام توڙي خاص لاءِ سچي حقيقت آڏو رکندي پئي اچي، پوءِ جيئن هميشه ٿيندو آهي. گهٽي جاني ۽ مالي نقصان ٿيڻ ۽ حڪومتي ساک کي گهٽي حد تائين ڇيهو رسڻ کان پوءِ حڪومتي ادارا چرڪ ڀري جاڳي پوندا آهن، ٿر جي معاملي ۾ به ائين ٿيو. ميڊيا جي هاءِ گهوڙا ڪرڻ کان پوءِ، سڄي سنڌ حڪومت بشمول پيپلزپارٽيءَ جي چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري ۽ وزيراعظم پاڪستان جناب نوازشريف به پنهنجي لائو لشڪر سميت اچي ٿر ۾ لٿا. هنن رات وچ ۾ ناهيل ڪئمپن ۽ اسپتالن ۾ "عزت" سان ويهاريل ٿرين جو حال احوال پڇيو ۽ هڪ ارب رپين جي وفاق طرفان امداد جوا علان ڪيو. اتي وزيراعليٰ سنڌ صاحب، ڪلي، وزيراعظم کي اها به نويد ڏني ته هي ٿرياٽيون، پنهنجو گهونگهٽ مورو نه لاهينديون آهن. پر اڄ تنهنجي ڪري پنهنجو گهونگهٽ به مٿي ڪنيو اٿن. (اها "خوشيءَ" جي خبر وزيراعظم کي ڏيڻ سان وزيراعليٰ صاحب جو ڪهڙو مقصد هو سا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي!).

ان کان پوءِ به وزيراعليٰ موصوف جا، ٿر جا به ٽي دورا ٻيا به ٿي چڪا آهن. پهرين دفعي واري دوري ۾ ته وزيراعليٰ صاحب، "اعترافن" جي ور چڙهيل هئا ۽ ڪاٻي، سڄي هڙئي آفيسر سٽي رکيائين،! ها ٻي ڳالهه آهي ته اڪثر معطل ڪيل آفيسر، معطل ئي ڪو نه ٿيا، مطلب ته انهن جا اهڙي قسم جا حڪم ناما نڪتا ئي ڪو نه هيا ڇاڪاڻ ته انهن "مٿي پهتل" اميرن ۽ وزيرن تائين. اهڙا آرڊر ڪيندڙن جا ته قلم ئي نه هلندا آهن، ائين ڪرڻ مهل يا ته قلم جي چهنب ڇڀي ٽي ويندي آهي، يا وري پين مان مس ئي ڪپي ويندي آهي. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن ته "جمهوريت جي حسن" جي روايت کي برقرار رکندي جڏهن وزيراعليٰ هٿ ۾ گل دستو ڪٽي، پاڻ ڪنهن در تي پهچي توبهه تائب ڪري اچي ته ان کان پوءِ اڳ ۾، نڪتل يا نه نڪتل تبديليءَ جا هڙئي

پروانا پنهنجي افاديت وڃائي ويهندا آهن.

جيئن تہ منهنجو پويون ڪالم بہ انهيءَ موضوع تي هيو. هن ڪالم کي پوئين تحرير جو تسلسل ئي سمجهندا چو تہ ٿر جي صورتحال، اڃا تائين مڪمل طور قابو ۾ ڪو نہ آئي آهي، اتي جو اتي آهي، صوبي جو حاڪم اعليٰ، ڏڪ پچائي، تيار ٿي ويو آهي ۽ هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي فلور تي ويهي فرمايائون تہ ٿر جي ڏڪر جي آڙ ۾ سنڌ حڪومت جي خلاف سازش پئي ٿئي. مان ان کي بي نقاب ڪندس، اسيمبلي جي ٻئي ڏينهن جي ڪاروهنوار ۾ ڪلاڪ ڏيڍ. ٿر تي ڳالهائڻ لاءِ مختص ڪيو ويو اهڙي نموني ٿر جي قسمت کلي ۽ سنڌ جي چونڊيل نمائندن. مخالف ڌر ۽ حڪومتي ٻنهي تي وينلن. ٿر جي صورتحال تي ڳالهايو مخالف پارٽين مان "وقت جي ڪميءَ" صرف ٻن ميمبرن کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو ويو باقي ٻين جا هٿ کڄيا ئي رهجي ويا. جواب ۾ وزيراعليٰ صاحب حڪومتي موقف بيان فرمايو ۽ ڪائنس اڳ ۾ وزيرا اطلاعات کي بہ مخالف ڌر وفاقي حڪومت. وزيراعظم جي اعلان ڪيل هڪ ارب رپئي جي امداد جو هڪ رپيو بہ موصول نہ ٿيڻ تي پنهنجا چوهہ چنڊيا، پر سڀ کان وڌيڪ حيران ڪندڙ بيان. وزيراعليٰ صاحب جن جو هو. جنهن ۾ هو ٿر متعلق هن مهل تائين ڏنل هڙني بيانن تان ڦري ويو. اعترافن وري منزل گذاري، هو معرفت جي اعليٰ ڏاڪي تي پهتل پئي نظر آيو. ٻئي ڏينهن جي هڙني اخبارن ۽ ٽي وي چئنلن تان سندن بصيرت افروز تقرير جا جيڪي نقطا بيان ڪيا ويا، سي هي هئا.

1: ٿر ۾ ٻارڙن جي مرڻ ۾ ڊاڪٽرن جي ڪا بہ غفلت ناهي. اهو سڄو قدرت جو ڏوهہ هو. هن دفعي ٿڌ ئي ايتري پئي، جو ٻارن کي نمونيا ٿي پئي.

2: ٿري مايون (ڇريون) پنهنجي ڪکاون گهرن ۾ ئي داين جي هٿان ٻار ڄڻڻ کي ترجيح ڏين ٿيون. ڇا بہ ڪري ٻيهو اصل ڳالهہ نہ ٿيون ٻڌن، منٿون بہ ڪيون تہ اسپتال اصل ڪو نہ وينديون. (جڻ تہ اسپتالون هنن جي چونئرن جي پنيان موجود آهن) پوءِ ٻار مرندا نہ تہ ڇا وري جيئندا؟.

3: اسان تہ نومبر ۾ ئي ٿرپارڪر کي ڏڪار ستيل قرار ڏئي ڇڏيو هو. (ان ڳالهہ جي تصديق ٿيڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ اخباري ذريعن وٽ اهڙا خط ۽ نوٽيفڪيشن موجود آهن. جنهن مطابق ڊپٽي ڪمشنر. آڪٽوبر مهيني ۾ ٿر ۾ ايندڙ ڏڪار جي چاڻ ڏني هئي. پر ان کي ڏڪار ستيل ضلعو قرار ڏيڻ وارو نوٽيفڪيشن 28 فيبروري تي ڪڍيو ويو هو).

4: ميرپورخاص ۾ ڪڻڪ جو وڏو اسٽاڪ رکيو هو. جيڪو مٺي منتقل ڪرڻو هو. پر ٽرانسپورٽرن، من ماني ڪري وڌيڪ ڀاڙا گهريا. ان ڪري اها ڪڻڪ اتي جو اتي پئي رهي.

وزير اطلاعات کي وري اهو ڏک تي بيٺو آهي تہ ٻين ضلعن ۾ بہ ماڻهو مرن ٿا، پوءِ رڳو ٿر کي ڇو ٿو فوڪس ڪيو وڃي؟ ۽ آخر ۾ وزيراعليٰ، حسب روايت، پيپلزپارٽيءَ جي شاندار ڪارنامن ۽ ماڻهن جي لاءِ ڪيل خدمتن کي ورجايو ۽ فرمايائين تہ انهن خدمتن جي صلي ۾ ئي تہ اسان ٿر جون سڀ سيٽون کنيون آهن ۽ اهو پڻ چيائين تہ جن جا ٻار گذاري ويا آهن، انهن مان اهڙن ماڻهن کي بہ لک رپيا معاوضو ڏينداسين جن ڪڏهن عمر ۾ بہ لک ڏٺائي نہ آهن ڇا ٿا ڀانيو! سنڌ حڪومت جي حساسيت کي ۽ حالتن جو ڪين ڪيترو ادراڪ اهي، اها تہ خبر سيني کي پئجي وئي آهي، حڪومتي ۽ وزيرن، وزيراعليٰ ۽ سرڪاري نمائندن ۽ آفيسرن جي سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ڏنل بيانن جا تضاد ختم ئي نہ ٿا ٿين.

ان صورتحال تہ ماڳهين، حڪومت جي رهي سهي ساک بہ ختم ڪري ڇڏي آهي. وزيراعليٰ صاحب، حڪومت خلاف ٿيندڙ جنهن سازش کي بي نقاب ڪرڻ جو انڪشاف ڪيو هو، اهو وعدو بہ ڪو نہ پاڙيائين، اها سازش سندن خلاف ڪير پيو ڪري، هو ٻڌائي ڪو نہ سگهيو.

جنهن ڏينهن، اسيمبليءَ جي فلور تي حڪومت طرفان هي سڀ انگ اکر بيان ڪيا پئي ويا، اوڏي مهل، ٿرپارڪر جو ڊپٽي ڪمشنر بہ سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪي انگ اکر پيش ڪري رهيو هو. وزيراعليٰ فرمايو تہ 59000,2 گهرن ۾ ڪٽڪ ورهائي وئي آهي ۽ صرف 000,20 گهر رهيل آهن. جڏهن تہ ڊي سي بيان داخل ڪرايو تہ 000,50,1 خاندانن ۾ ڪٽڪ اڃا ورهائڻي آهي. اسان جي انهن انگن اکرن ۾ نہ بہ پئون ۽ ان ڳالهہ تي اعتبار بہ ڪيون تہ هاڻي حڪومت تمام سنجيدگيءَ سان ميدان ۾ لهي چڪي آهي ۽ صورتحال هاڻي قابو ۾ آهي تہ بہ ٿر مان ايندڙ خبرون ان جي نفي ڪندي ملن ٿيون. ڊاڪٽرن جي تقرري ٿيل آهي تہ اها ڳالهہ بہ ڊي سي ڪورٽ سڳوري جي رڪارڊ تي آندي تہ 27 مان 15 ڊاڪٽرن، ڊيوٽيءَ تي رپورٽ ڪو نہ ڪيو آهي. هاڻي، سيڪريٽري هيلٿ مني پهتل آهي ۽ پنهنجن هٿن سان آرڊر ورهائڻ جو ارادو ٿو رکي، پر ٻڌائڻ وارا اهو بہ ٻڌائين پيا تہ ان لسٽ ۾ بہ آخري وقت تائين ڦير گهير جاري آهي ۽ ”سفارش“ وري پنهنجا ڏند تيڙي، ڪن کي رکڻ ۽ ڪن کي اتي وڃڻ کان ”بچائڻ“ ۾ مشغول آهي.

پاڻ سڀ ڄاڻون ٿا تہ 15 لکن جي آباديءَ واري هن وارياسي علائقي ۾ 1967 کان وني هن مهل تائين 14 دفعا ڏڪار جي صورتحال ظاهر ٿيندي رهي آهي. 1968، 1985، 1986، 1987، 1995، 1996، 1999، 2001، 2004، 2005، 2007 ۽ 2014 ۾ هن، پيري گهٽي پاڳي موت، ڏيپلي، مٺي ۽ ننگر پارڪر مان رپورٽ ٿيا آهن. مارچ 2013ع کان وني ٿر پارڪر ۾ 30 سيڪڙو برسات معمول کان گهٽ وسي آهي. حڪومت جي ٻڌايل ڊيٽا مطابق ڏيپلي، ڇاڇري ۽ اسلام ڪوٽ ۾ تہ هڪ ڦڙو بہ مينهن

جو ڪو مشڪل وسيو هجي. اتي، ڊي سي. آصف اڪرام جي رپورٽ مطابق پهرين ڇئن مهينن ۾ جڏهن کان ڏڪر منهن ڪڍيو آهي ته ڪل 191 ماڻهو فوت ٿيا آهن، جن ۾ 49 ۽ 30 عورتون پڻ شامل آهن (اهو انتظاميه طرفان. تمام غير معمولي اعتراف تصور ڪرڻ کپي). جڏهن ته وزيراعليٰ فرمايو ته جي بک وگهي ماڻهو مرن ها ته. پوءِ 10 ورهين کان مٿي ته ڪو به نه فوت ٿيو آهي.

ان سڄي حقيقت کان پوءِ حڪومت کي ته هاڻي مڃڻ کپي ته. نااهلي، بدانتظامي ۽ ڪرپشن اهي ئي عنصر اهڙا آهن. جنهن حڪومت کي نه صرف ملڪي، بلڪ غير ملڪي سطح تي پڻ نه صرف ناقابل اعتبار بڻايو آهي، بلڪ ان جي ساک کي پڻ ڌڪ رسايو آهي.

ان سڄي صورتحال کان پوءِ حڪومتي لباڙ وري شروع آهي. وزيراعليٰ فرمايو ته اسان هزارين ڪلوميٽر روڊ رستا نهرايا آهن. ٻيا به نهرائيندسين. پيئڻ جو پاڻي مهيا ڪنداسين. ايندڙ ٻن سالن جي اندر اتي 1000 ميگاواٽ جو ڪوئلي تي پاور پلانٽ هنيو ويندو. اسان هزارن ماڻهن کي روزگار ڏنو. وري هاڻي به ڏينداسين. ٿر ۾ ڪوئلو گرينائيٽ ۽ ٻيا قدرتي وسيلا آهن اهي سڀ استعمال ڪنداسين.... ڪنداسين... ڪنداسين.... اها گردان نه ڄاڻ ڪڏهن کان جاري آهي. زمان مستقبل ۾ ڳالهائڻ الائي ڪڏهين ختم ٿيندو؟ ڪاش ڪڏهن اهو به ٻڌڻ ۾ اچي ته اسان هي ڪري ڇڏيو"، اي ڪاش!... بس اعتبار ئي ڪو نه ٿو اچي. سنجيدگيءَ جي ضرورت آهي. هر سطح تي سچ ڳالهائڻ ۽ سچ ٻڌڻ جي ضرورت آهي. ورنه لڳي اهو ٿو ته رڳو ٿر کي، انسانيت جي تقاضائن مطابق ايڪويهين صديءَ جي تقاضائن سان هم آهنگ ڪرڻ جي دعوي ڪندڙن پنهنجو رويو نه مٽايو ۽ رڳو لفاظي ۽ نعريبازيءَ تي زور رهين ته سندن مڙني واعدن جي تڪميل لاءِ شايد هڪ ٻي صدي درڪار ٿيندي.... پوءِ اها ترقي ڏسڻ لاءِ جيڪي جيئرا.

وهي حاڪم وهي غربت
وهي قاتل وهي غاصب!
بتاو ڪتني سالون مين
همارا حال بدلي گا؟

## اعتراف ئي اعتراف...

ها! اسان اعتراف ٿا ڪريون ته اسان کان ڪوتاهي ٿي آهي. ها! اهو به اعتراف ٿا ڪريون ته. گدامن ۾ ڪڻڪ ته موجود هئي، پر انتظامي لاپرواهيءَ سبب، اُها ڪڻڪ ماڻهن تائين نه پهچي نه پهتي. اهو به سچ آهي ته... ڪجهه ٻار مئا آهن، پر اوترا نه، جيترا ميڊيا ٻڌائي پئي....اِها ڳالهه به درست آهي ته... ته ڪجهه ڊور ڍنگر به

مئا آهن. پر ايئن تہ هر سال ٿي ٿيندو آهي.....(اهو بہ سچ آهي تہ اسان ستا رهندا آهيون. جيستائين ڪو اسان کي ڏونڌاڙي نہ اٿاري) اهي اعتراف. سنڌ جي وزيراعليٰ جا آهن. جيڪي پوين ٻن ٽن هفتن کان ميڊيا جي وسيلي، سنڌ جي عوام تائين پهتا آهن.

ڪِي ميرَي قتل ڪَي بعد اُس ني جفا سَي توبہ.
هائَي! اُس زودِ پشيمان ڪا پشيمان هونا.

تمام سولو آهي. معذرت ڪرڻ... مڃي وڃڻ. اعتراف ڪرڻ... في الحال تہ جند ڇٽي ٿي وڃي. هونئن جو توهان رپورٽرن جي پڇ پڇان ۾ قاتل رهو ۽ پيا غيرمطمئن ڪندڙ جواب ڏيو تنهن کان بهتر آهي تہ هڪ ئي دفعو پنهنجي "بهترين" ڪارڪردگي جو "اعتراف" ڪيو ۽ ميڊيا جو وات بند ڪيو.

پر ڳالهہ شايد ايتري سولي بہ ناهي. سوين معصوم زندگيون حڪومتي بي حسيءَ جو شڪار ٿي ويون ۽ بحث ان تي پيو هلي تہ اِهي ٻار بک وگهي مئا يا سيءَ جي ڪري. پيو بحث اِهو بہ ڇڙجي ويو آهي تہ مرڻ وارا ٻار بہ سئو نہ. بلڪ هڪ سئو ستونجاهہ آهن. هلو مڃيوسين. توهان ئي درست آهيو پوءِ ڀلا اِهي بہ ڇو مئا؟ شايد اسپتالن ۾ دوائون موجود نہ هيون.... نہ...نہ... دوائون تہ (شايد) هيون. پر اُتي تہ ڊاڪٽر ئي ڪونہ هئا.... توهان کي تہ خبر آهي تہ ٿر جهڙي علائقي ۾ تہ ڪو وڃڻ لاءِ تيار ئي ڪونہ ٿو ٿئي... سنڌ جي مٿان. سنڌ جي ماڻهن جي "محبوب" جماعت جي حڪمراني. پوين پنجن سالن جي ڪامياب مُدي پوري ڪرڻ کانپوءِ. وري پبلڪ جي بيحد اصرار تي قائم ٿي آهي. نہ رڳو اِهو تہ عوام انهن کي زوريءَ اِهو مينڊيٽ ڏنو. بلڪ خير سان انهن کي وزيراعليٰ بہ اُهو ئي مليو جيڪو "وڏڙن" جي نشاني آهي. هتي جون ايليا جو هڪ شعر ياد اچي ٿو:

گذشتہ عهد گذرنَي هِي مين نهين آتا
يہ حادثہ بِي لکو معجزون ڪَي خانون مين
جو رد هوئَي ٿَي جهان مين ڪئي صدي پهلي
وه لوگ هم پہ مسلط هين اِس زمانَي مين

سنڌ جي ڪا تقدير ئي اهڙي آهي. ماڻهو تہ هتي موتي داڻا پيدا ٿيندا آهن. پر حڪمران. ڪين الائي ڪهڙي جرم جي پاداش ۾ اهڙا ملندا آهن. جيڪي سنڌن سور لاهڻ بجاءِ. مصيبتن جا انبار مٿن چاڙهيندا. ڪاميابين جا ڪوڙا ڍُهل وڄائيندا. پنهنجو ڪم ڪڍي هليا ويندا آهن. پيپلز پارٽيءَ جي هيءَ حڪومت سنڌ ۾ پنهنجي پوئين حڪومت جو تسلسل آهي. گهٽ ۾ گهٽ ساڳيو طرز حڪمراني. ٽن صوبن ۾ پارٽيءَ جي تڏا ويڙهہ کانپوءِ توقع اها هئي تہ هو پنهنجي ڪيل سيني ڪوتاهين جو جائزو وٺندا ۽ جيئن تہ ٽن صوبن مان جند آزاد ٿي چڪي اٿن تہ سنڌ تي. مهر جي نظر وجهي هتي هاڻي بهترين

انتظام ۽ حڪمرانيءَ جا نوان مثال قائم ڪندا. پر سنڌيءَ ۾ مثال آهي ته چري ڪيئن؟ ته جواب ملندو، ويران وير وڙ.... هتي به معاملو ايئن ئي سمجهو. سواءِ هڪ ٻن ڪاتن جي جتي ڪا تبديلي آئي. باقي معاملو ساڳيوئي آهي.

سواءِ تعليم کاتي جي. جنهن جو پويون سينئر وزير با تدبير. بي انتها ڪارناما انجام ڏيڻ کانپوءِ مسلسل دبئي ۽ لنڊن جي دورن تي آهي ته موجوده سينئر وزير تعليم به "اعترافن" جي منزلن مان پيو گذري.... ها، اسان اعتراف ٿا ڪريون ته.... اسڪول بند آهن. اِهو بلڪل صحيح آهي ته.... ڪيترا استاد غلط ڀرتي ٿيا. اِها به حقيقت آهي ته انهن غير قانوني ڀرتي ڪرڻ وارن ذميوار آفيسرن کي ڳولي به لڌو اٿئون.... پر انهن ڪورٽ سڀڳوريءَ جو در کڙڪايو آهي، سو جڏهين فيصلو ٿئي؟

سو لڳي ايئن ٿو ته سنڌ حڪومت، اعترافات ڪري، "معرفت" جي اعليٰ منزل تي پهچي چڪي آهي ۽ سنڌ جي عوام جي پهچ کان تمام گهڻو مٿي آهي. انگن اکرن کي هڪ پاسي رکي. جيڪڏهن حقيقتن کي ڏسون ته پوءِ سوال ڪو هڪ نه. بلڪ ڪيترائي ٿا اٿن. سڀ کان پهرين ته انهن اعترافن کانپوءِ ٿيو ڇا؟ وزيراعليٰ موصوف ڪجهه وزيرن کان سندن ڪاتا کسيا. جيڪي ظاهر آهي ته ناراض ٿيا. ڪي وزير ڪيتري عرصي کان سين تان غائب هئا.... سي اوچتو ظاهر ٿيا. خبر پئي. بيماريءَ جي بستري تي هئا. قوم جي بيماريءَ جو ٻڌي پنهنجي بيماري وساري ميدان ۾ اچي ويا. جيڪي "خادم" هئا. سي سٽجي ويا. جيڪي "مخدوم" آهن. تن جو لڳي ٿو ته متان بچاءَ ٿي وڃي. پلا جي سنڌ جو "خادم اعليٰ" پاڻ هلي. ڪٿي ويندو ته پوءِ اڳيان ته خير ئي خير سمجهو. هر سياسي پارٽيءَ ۾ اندروني ۽ ٻاريون ڪيتريون ئي کهاڻيون ٿي سگهن ٿيون. ڪيترائي اقتداري گروپ هوندا. ڪي وڏن آدن ۽ ادين کي ويجها ته ڪي وري ان ڳالهه جا منتظر ته ڪڏهن ته ڪنهن کي ڇڪ ٿئي ته هنن لاءِ اقتدار جي ايوانن ۾ وڃڻ لاءِ ڪا راهه کُلي.

پريشانيءَ جي ڳالهه هيءَ آهي ته حڪومت ايندڙ ڪنهن به آفت يا ڏکي صورتحال جواندازو لڳائي، ان مطابق ڪابه تياري ڪرڻ ۾ هميشه ناڪام رهي آهي. پوءِ چاهي، سانوڻيءَ جي منڊ ۾ ايندڙ سيلابي صورتحال هجي. توقع کان وڌيڪ ابر باران هجي يا وري ٿر جي واريا سي وايو منڊل مطابق هميشه ڪنيل قدم. جن ۾ وقت سِر. موسمي صورتحال جو جائزو وني. اُن علائقي کي ڏڪاريل علائقو پڌرو ڪرڻ (جيڪي رڪارڊ مطابق اُن مهل جي ڊپٽي ڪمشنر آڪٽوبر ۾ اها رپورٽ حڪومت کي موڪلي، اناج، دوائن ۽ جانورن جي چاري سميت. پنهنجي گهر موڪلي ڏني هئي ۽ جنهن جو جواب پنجن مهينن کانپوءِ فيبروريءَ جي آخري تاريخ تي نوٽيفڪيشن جي صورت ۾ پڌرو ٿيو) سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته هي سڀ معاملا اوچتو ڪونه ٿا ٿين. رڳو حڪومت ئي ڪن لاتار ڪرڻ جي بادشاهه آهي. هونئن ته ٽڪي ٽڪي جي ڳالهه تي پيو وزيراعليٰ صاحب نوٽيس وٺندو آهي. پر

هتي چو تہ معاملو پنهنجي ماروئڙن جو هو. ان ڪري ڪين اِها بہ پڪ هئي تہ نہ ڪو احتجاج ڪندو نہ ڪو شهر بند ڪرائيندو. اِهي ويچارا، لکئي جو ليک سمجهي، پنهنجي گلن جهڙن ٻچڙن کي ٽر جي واريءَ ۾ دفن ڪندا، چار لڙڪ ڳاڙي بس ڪري ويهي رهندا. ان ڪري حڪومت جي ڪپتان ان مسئلي کي نوٽيس وٺڻ جي قابل بہ نہ سمجهيو. وري جڏهن صورتحال هٿن مان نڪري وئي ۽ سڏسماءَ جي ذريعن آئينو ڏيکارڻ شروع ڪيو تہ ايترا نوٽيس اِشو ٿي ويا. جو هاڻي، وري انهن جي واپسيءَ جو سفر شروع ٿي ويو آهي. مثلن روينيو جي وزير کان کاتو واپس وٺڻ. ڪجهہ ڏينهن اڳ ۾ پڪ پڪاٽي هئي، ڪلهہ ڳالهہ ڪچي ٿي وئي. پوبون حڪم هوا ۾ ٽنگيو پيو آهي. چون ٿا اهڙو حڪم نامو تہ ڪڏهن نڪتو ئي ڪو نہ هو. مخدومن بيماريءَ جي بستري تان اٿي ٿوري ڪر موڙي سروري جماعت، رستا روڪ ڪري احتجاج ڪيو تہ ڪلهہ سي ايم صاحب، هڪ گلدستي سميت، مزاج پرسيءَ لاءِ پاڻ نفيس بنفيس، سندن دولت ڪدي تي حاضر ٿيا. اهڙا احڪامات بہ کيس پرڏيهہ ۾ وينل پارٽيءَ جي قيادت طرفان موصول ٿيا. (ڪپتان صاحب پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪو قدم کڻي تہ ڏسي. . .!) هاڻي سڀ ٺيڪ ٿي ويو. ڏٽڪا وزير بچي ويندا. . . نڌٽڪا هٿ پير هڻندا. آخري ترار وڃي آفيسرن تي ڪرندي. . . اُهي بہ ٻڪي ڪنهن ادي يا اديءَ جو پاند جهليندا. الله انهن جي بہ پلي ڪندو. ميڊيا، ان ميلي کي مچايون رکندي. رڳو انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪا هلچل ڪجهہ ڏينهن ٻي بہ هلندي ان کانپوءِ الله الله خير صلا. . . . وري ٻي ڪنهن قدرتي آفت، يا حادثي جي انتظار تائين. . . خاموشي.

سنڌي ميڊيا تہ انهن معاملن تي گهٽ ئي رڙندي آهي، پر "اصل" نوٽيس تہ تڏهن وٺبو جڏهن "قومي" ميڊيا تي بريڪنگ نيوز اچي پوءِ اسان سڀ سڏا آهيون. پوءِ تہ ڪو سرڪاري عملدار ان جو بہ جواب ڏيڻ جي قابل نہ ٿو رهي تہ ڏڪار ستيل علائقي ۾ ويل سرڪاري اهلڪار ۽ عوامي نمائندن ۽ ميڊيا جي مهمانن کي ايتري پُرتڪلف مانجهاندي ڏيڻ جي ضرورت ڪهڙي؟ تڪڙا فيصلا. . . واپس ئي ٿيندا آهن. سو سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان پوءِ، هاڻي فيصلا واپس ٿيندا. ڏک پچائي وياسين. سنڌ ڪائونسل، ٿيم جي ڪپتان کي ٿر جي صورتحال کي بهترين نموني منهن ڏيڻ تي شاندار پيٽا ڏئي (سابق) صدر کي کيس تمغہ حسن ڪارڪردگي ڏيڻ جي سفارش اميد تہ ڪري چُڪي هوندي. شابس تہ ان ڪپتان کي آهي، انهن سابق ۽ حاضر ادن ۽ ادين جي سَٽَ بہ اِهو ئي سهي ٿو سگهي.

باقي. . . ان صورتحال ۾ افتخار عارف جي نظم "بارهوان کلاڙي" جي آخري رانديگر جي دعائن ۽ خواهش مطابق، تہ شل ڪو رانديگر ڦيري کائي ڪري، تنگ پچيس، متو ڦاٿيس تہ کيس کيڏڻ جو موقعو ملي جي مصداق. . . پاڪستان جو وڏو حاتم طائي. . . ملڪ صاحب، پنهنجي لاؤ لشڪر سميت ڪروڙين رپيا خرچ ڪرڻ

لاءِ اتي پهچي چڪو آهي. ڪيترين ئي غير سرڪاري تنظيمن ڪي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٻن سالن جو داڻو پاڻي ملي چڪو. سنڌين جي سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن اُتي موجود آهي. محموده سلطانہ جو پٽ "عالم آن لائين" غم ۾ ٻڏل. سرزمين تي پهچي، سامان بہ پيو ورهائي. حڪومت کي وائکو بہ پيو ڪري ۽ داد بہ پيو حاصل ڪري. باقي اسان هڙئي، قوم پرست، خود پرست، آرام پرست، جلسا پرست ۽ تقرير پرست پنهنجي پنهنجي ڪرت ۾ مصروف آهيون. گهٽين جاين تي ٿرين جي ان صورتحال تي غم ۽ ڪاوڙ جي اظهار ۾ احتجاجي ريليون ڪڍي پنهنجو فرض پورو ڪيو. جيڪي وڏيون گاديون ۽ انهن جا وڏا انهن ريگستاني علائقن جي مُريدن جي ٻل تي وڏا ٿا سڏائين. اُهي اِن پاسي وڃڻ کان پاسو ڪن، نہ تہ اهي مريد وري سائين جي ديدار لاءِ پروانا وار نڪري ايندا. ڪا واهر نہ گهرندا. بلڪ پاڻ گهوريندا.

حڪومتي مشينري، حرڪت ۾ اچي چڪي آهي. حڪومت کي جاڳائڻ لاءِ ٻهرين مرڻ ضروري آهي. ٻچڙو مري ويو تہ پوءِ ماءُ پيءُ وري ڪهڙا جيئرا سڏبا. ڍور ڍنگر مئو تہ ٿري پورهيت جڻ تہ اڌ مري ويو. سو اِهو ڪم تہ ٿي چڪو... چا هاڻي ڪنهن ٻئي سانحي جو انتظار ڪيون. يا سنڌين جي سوچ کي، قربانين، شهيدن، مزارن ۽ قبرستانن جي سحر مان آزاد ڪري ڪا اصلي ۽ حقيقت واري واٽ ڏيکاريون. امدادن ۽ اسپورٽس پروگرامن بجاءِ پنهنجا هڏ چوري، عزت واري مانيءَ جي حصول ڏانهن مائل ڪيون.

اعتراف ڪرڻ جي موسم آهي تہ اچو تہ اِهو بہ اعتراف ڪيون تہ پيلي، پاڻ شايد اُهو ڪجهہ اجا نہ ڪري سگهيا آهيون، جنهن سان سنڌي ماڻهو پنهنجي حقيقي سگهہ کي سمجهي ۽ امداد جي نالي ۾ ملندڙ پئسي يا ڪٽڪ کي پنهنجي پير سان ٺڏي ۽ حڪمرانن کان رهبرن کان، پنهنجا حق ڇڪي وٺي. پانهون نہ ٻڌي، پانهون ٻڌرائي. ٻيوسيءَ جي تصوير نہ ٻڻجي. اکين ۾ اکيون وجهي ڳالهائي. صوفي شاهہ عنايت جي درگاهہ تي وڃي چوڪڙيون ٺاهي رڳو صوفي راڳ نہ ٻڌي، بلڪ شاهہ عنايت جي فلسفي تي عمل پيرا ٿي، جو کيڙي سو کائي. جو نعرو بلند ڪري شاهہ لطيف تي حاضري ڏئي، "تتي ٿڌي ڪاهہ ڪانهي ويل ويهڻ جي"... جو وظيفو وٺي اچي، باقي هن مهل پاڻ جتي بيٺا آهيون ان جي تصوير بہ شاهہ سائين ئي ٻڌائي آهي تہ:

ڏونگر نہ ڏوري، سِڪڻ جون سڏون ڪري
ويٺي گهر گهوري، پرين مٿان جندڙو!
پوءِ رڳو رڙيون ڪنداسين يا پاڻ بہ ڪجهہ ڪنداسين؟

*Daily Awami Awaz, Karachi- March 16th, 2014*

# ٿر ۾ سٺي حڪمرانيءَ جو ڏڪار

نصير ميمڻ

ٿر ۾ جاري ڪاڌ خوراڪ ۽ دوا درمل جو ڏڪار دراصل هڪ وڏي ڏڪار جو حصو آهي، جيڪو آهي سنڌ ۾ سٺي حڪمرانيءَ جو ڏڪار. در حقيقت ٿر ۾ جيڪا صورتحال پيش آئي آهي، ان کي سٺي تہ ڇڏيو رڳو نالي ماتر حڪمرانيءَ سان بہ ٽاري پيو سگهجي. پاڪستان ميٽرولاجيڪل ڊپارٽمينٽ جي هڪ تازي رپورٽ موجب، ٿر ۾ گذريل سال چوماسي دوران لڳ ڀڳ 30 سيڪڙو گهٽ مينهن پيو. عام طور تي ٿر ۾ پوندڙ برسات جو 87 سيڪڙو جون کان سيپٽمبر ۾ يعني چوماسي دوران وسندو آهي. گذريل سال گهٽ پيل برساتن جي ورڇ بہ ٿرپارڪر ضلعي جي مختلف علائقن ۾ گهٽ وڌ هئي. مثال طور، ڇور ۾ سالياني برساتن جو لڳ ڀڳ 96 سيڪڙو مينهن وسيو جڏهن تہ ان جي ابتڙ مٺيءَ ۾ رڳو 46 سيڪڙو برسات ٿي. مجموعي طور فيبروري 2013ع کان مارچ 2014ع دوران مٺيءَ ۾ 31 سيڪڙو گهٽ مينهن پيو. ٿر جو 90 سيڪڙو علائقو باراني آهي، انهن علائقن ۾ معمول کان گهٽ برساتون پوڻ جو لازمي نتيجو فصلن جي گهٽ پيداوار ۽ مال جي چاري جي اڻاٺ جي شڪل ۾ نڪرندو آهي. مال ۽ ان مان ملندڙ کير، مکڻ عام غربت سٽيل ٿرين جي غذا جو واحد وسيلو آهي. خاص طور تي ٿري عورتن ۽ ٻارن جي غذائيت جو اڪيلو وسيلو مال آهي. گهٽ برساتن جي نتيجي ۾، گهٽ چاري جي نتيجي ۾ عورتن ۽ ٻارن ۾ غذا جي اڻاٺ پيدا ٿي. اڳي ئي ڪمزور عورتن کي وڏيڪ ٻارن جي ڄمر ۽ غربت سبب هر طرح جي ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پوندو آهي. مٿان سرڪار پاران سيپٽمبر 2013ع ۾ موڪليل ڪڻڪ بہ نہ ورهائي وئي. ان صورتحال سبب غريب گهراڻن جي عورتن ۽ خاص طور تي ٿيڄ پياريندڙ عورتن جي صحت تي وڏيڪ ناڪاري اثر پيا. نون ڄاول ٻارڙن کي ٿڃ جي شڪل ۾ ملندڙ غذائيت جي اڻاٺ ويتر نستو ڪري ڇڏيو هو. ان صورتحال ۾ نمونيا ۽ ٻيون بيماريون ٿيڻ جي نتيجي ۾ ٻارن جي قدرتي مدافعت نہ هجڻ جي برابر هئي، جنهن ڪري وڏي انگ ۾ ٻار بيمارين ۾ وڪوڙجي ويا. جيڪي مائٽ جيئن تيئن ڪري ٻارن کي ضلعي هيڊ ڪوارٽر اسپتال تائين پهچائي سگهيا، انهن کي اتي علاج

جون گهربل سهولتون نہ ملي سگهيون ۽ اهڙيءَ ريت ٻارن ۾ موت جي شرح ۾ اوچتو واڌ آئي. ان سڄي صورتحال کي ٽن مرحلن تي روڪي پيو سگهجي.

- گذريل سال برساتون گهٽ ٿيڻ سبب سوڪهڙي، فصلن جي اپت ۾ لاٿ ۽ چاري جي گهٽتائيءَ جو اندازو لڳائي علائقي ۾ هنگامي اپاءَ گذريل سال ئي وٺڻ گهربا هئا.
- سيپٽمبر ۾ جڏهن ڪٽڪ اماڻي وئي ۽ جنهن بہ سبب جي ڪري ان جي ورڇ نہ ڪئي وئي تہ نومبر - ڊسمبر تائين ان تي هڪدم قدم کڻڻ گهرجي ها.
- اهي ٻئي ڪم نہ ٿيڻ سبب بيمارين جي امڪان کي نظر ۾ رکندي صحت جي سهولتن کي هنگامي طور بهتر بنائي، اتي دوائن ۽ ٻين سهولتن کي يقيني بنائجي ها. هينئر اخبارن ۾ ڊاڪٽرن جي پرتين جا اشتهار ڏيڻ بجاءِ اهي ان وقت جاري ڪري عملو پرتي ڪجي ها.

اهي ٽي ڪم وقت سر ڪرڻ سان هيءَ صورتحال جنم نہ وٺي ها. اهي قدم وقت سر ڇو نہ کنيا ويا؟ ان جو اڪيلو ڪارڻ خراب حڪمراني آهي. سنڌ ۾ سفارشي آفيسرن جو راڄ آهي ۽ اهي هر طرح جي پڇاڻي کان آجا آهن، ڇو تہ انهن جا هٿ قانون کان ڊگها آهن. رشوت، اقربا پروري ۽ ميرٽ جي لتاڙ سبب هر کاتي جو خانو خراب ٿي چڪو آهي. مانيٽرنگ جو نظام موجود ئي ناهي. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ اها صورتحال پيدا ٿيڻ کان اڳ ئي رڪجي چڪي هجي ها. هاڻي جڏهن هيڏو هاڃو ٿيو آهي تہ سنڌ جو وڏو وزير ڪليل لفظن ۾ انتظامي ڪوتاهيءَ جو اعتراف ڪري رهيو آهي. آفيسرن کي هٽائڻ ۽ وزيرن کان کاتا واپس وٺڻ جا بہ قدم کنيا ويا آهن، پر تيستائين گهڻي دير ٿي چڪي آهي. عوام جو نقصان ٿي چڪو آهي ۽ حڪومت جي خواري ٿي چڪي آهي. سڄي ملڪ جي ماڻهن کي ڏنڊين آڱريون آهن تہ چاليهن سالن کان سنڌي جنهن پارٽيءَ کي بلينڪ چيڪ جهڙو مينڊيٽ ڏيندا آيا آهن، ان کين اهو صلو ڏنو آهي!!

ٿر ۾ اها صورتحال ڪا اوچتي پيدا نہ ٿي آهي. صحت جون سهولتون تہ سڄي سنڌ ۾ خراب حالت ۾ آهن ۽ ٿر ۾ تہ انهن جو حال اڃا بہ خراب آهي. مکيہ ڌارا کان ڪٽيل علائقو هجڻ سبب ٿرپارڪر تي ڪنهن جي بہ اک نہ ورندي آهي. 2010ع جي سرڪاري رپورٽ " ڊولپمينٽ اسٽيٽسٽڪس آف سنڌ 2010ع موجب ٿر ۾ 32 بيسڪ هيلٿ يونٽ ۽ ٽي تعلقہ/ سول اسپتالون آهن، انهن ۾ ڪل ملائي 192 بسترا آهن. ضلعي ۾ ڪل 139 ڊاڪٽر ۽ رڳو 8 ليڊي هيلٿ وزيٽر/ ٽيڪنيشن آهن. ان عملي مان ڪيترو عملو ڊيوٽيءَ تي هوندو آهي، اها خبر تہ صحت کاتي جي عملدارن کي ئي هوندي. پر هڪ گهڙيءَ لاءِ فرض ڪريون تہ اهو سمورو عملو ڊيوٽي تي هوندو آهي، تڏهن بہ سراسري طور ڏهہ هزار آباديءَ تي هڪ ڊاڪٽر موجود هوندو. 638,10

چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل ضلعي اندر بنيادي صحت مرڪزن جو انگ بہ بنھہ گھٽ آھي. ڏورانھن علائقن جي ماڻھن کي پٽن ۾ واريءَ جي رستن تان ڪيکڙن وسيلي انھن سھولتن تائين پھچڻ نھايت اوکو ڪم آھي. ھنگامي صورتحال ۾ ڏورانھن علائقن ۾ رھندڙ ٿر واسين جو ڪنھن صحت جي سھولت تائين پھچڻ ڪيترو عذاب ناڪ ڪم آھي، ان جو اندازو ڪنھن غريب ٿر واسيءَ کي ئي ٿي سگھي ٿو. تازو گڏيل قومن جي مختلف ادارن سان تعلق رکندڙ ھڪ وفد ٿر جي صورتحال جو جائزو وٺڻ کان پوءِ جيڪا رپورٽ جاري ڪئي آھي، ان ۾ ھيٺيون حقيقتون سامھون آيون آھن.

- ڊسٽرڪٽ اسپتال مٺي ۾ آيل ٻارن مان 60 سيڪڙو ٻار غذا جي اڻاٺ جو شڪار ھئا.
- صحت کاتي جي عملي ۾ عورتن جي کوٽ آھي. ماءُ ۽ ٻارن جي صحت مرڪزن جي بہ کوٽ آھي.
- موجوده نظام انساني وسيلن (عملي) جي کوٽ ۽ دوائن جي محدود بجيٽ سبب گھربل سھولتون فراھم نہ ٿو ڪري سگھي.
- ڏکئي علائقي ۽ انفراسٽرڪچر جي خراب حالت سبب عام ماڻھن لاءِ صحت مرڪزن تائين پھچڻ تمام اوکو آھي.

ھي اھي ڪارڻ آھن، جن جي نتيجي ۾ ٿرپارڪر اندر اھو بحران پيدا ٿيو آھي. ٿر جي صورتحال جو ٻيو اھم پاسو اھو آھي تہ ٿرپارڪر منڊي کان وٺي بنيادي سھولتن جي حوالي سان پنتي پيل رھيو آھي. سگھارن اڳواڻن جي ضلعن کي ھر سال بجيٽ ۾ خاص پئڪيج ڏنا ويندا آھن پر ٿر جھڙي پنتي پيل علائقي کي رڳو ساھہ کڻڻ جيترا وسيلا بہ ميسر نہ ٿا ٿين. ٿر ۾ انساني ترقيءَ جي مجموعي صورتحال کي ذھن ۾ رکڻ سان ھاڻوڪي صورتحال کي سمجھڻ ۾ سولائي ٿيندي. تازو پاڪستان سرڪار ”ملينيم ڊولپيمينٽ گولز 2013ع جي رپورٽ ۾ انساني ترقيءَ جي مختلف اھڃاڻن تي ضلعي وار درجي بندي بہ ڪئي آھي. ان درجي بنديءَ کي غور سان پڙھڻ سان ٿر جي صورتحال کي سمجھڻ ۾ سولائي ٿيندي. ان رپورٽ ۾ ڄاڻايل ھيٺيون حقيقتون نوٽ ڪرڻ جوڳيون آھن.

- ٻارن کي خطرناڪ بيمارين کان بچاءَ جا ٽڪا لڳڻ جي حوالي سان ٿرپارڪر سنڌ جي 23 ضلعن مان 22 ھين نمبر تي آھي، جتي رڳو 45.9 سيڪڙو ٻارن کي اھي بچاءَ وارا ٽڪا لڳا آھن.
- ارڙي کان بچاءَ جي ٽڪن ۾ ٿرپارڪر 23 ضلعن مان 20 ھين نمبر تي آھي، جتي 61.7 سيڪڙو ٻارن کي ارڙي کان بچاءَ جا ٽڪا لڳا آھن.
- ضلعي اندر 13.6 سيڪڙو ويم سکيا ورتل داين ھٿان ٿين ٿا.

- پيئڻ جي پاڻي ۽ گنديءَ پاڻي جي نيڪال جي حوالي سان سنڌ اندر ٿرپارڪر سڀ کان آخري نمبر تي ايندڙ ضلعو آهي. جتي رڳو 17.2 سيڪڙو آباديءَ کي پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جو وسيلو مهيا آهي، جڏهن تہ رڳو 7 سيڪڙو آباديءَ کي گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي سهولت مليل آهي.
- ملٽيپل انڊيڪيٽر ڪلسٽر سروي 04_2003ع جي رپورٽ موجب، ٿرپارڪر ضلعي ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ لک نون ڄارن مان 87 ٻار هڪ سال اندر مري وڃن ٿا.

مٿي ڄاڻايل حقيقتون ظاهر ڪن ٿيون تہ ٿر انساني ترقيءَ جي حوالي سان اڳي ئي تمام خراب حالت ۾ آهي. مٿان وري ٽڙيل پکڙيل آبادي، صحت گهرن ۾ دوائن ۽ سهولتن جي اڻاٺ، روڊن جي اڻاٺ، معياري ٽرانسپورٽ نہ هجڻ ۽ غذائيت جي اڻاٺ جهڙا عنصر ملي زندگيءَ کي جهنم بنائي ڇڏين ٿا. اها صورتحال ڪيترن ئي ڏهاڪن کان موجود آهي، ڪنهن بہ حڪومت ان صورتحال کي بهتر ڪرڻ جي سنجيده ڪوشش نہ ڪئي آهي. ارباب رحيم جي وڏ وزارت جي دور ۾ ٿر اندر روڊن تي بهتر ڪم ٿيو. ان دور ۾ ٿر اندر ڪوئلي جي ذخيرن جي موجودگيءَ جو پتو لڳڻ سبب انفراسٽرڪچر کي بهتر ڪرڻ تي ڪجهہ ڌيان ڏنو ويو، پر صحت ۽ پيئڻ جي پاڻي جهڙي صورتحال تي ڪو نمايان ڪم نہ ڪيو ويو.

ٿر سميت سنڌ جي باراني علائقن کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سنڌ ايرڊ زون اٿارٽي جوڙي وئي هئي، جيڪا ڪرپشن ۽ انتظامي نااهليءَ جو شڪار ٿيڻ بعد بند ٿي چڪي آهي. در حقيقت ٿرپارڪر، اڇڙي ٿر، ناري واري ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جهڙن علائقن جي مخصوص موسمياتي صورتحال، غربت، ڊگهن فاصلن ۽ جديد سهولتن جي اڻاٺ سبب انهن علائقن جي ترقي لاءِ الڳ اداري جي موجودگي نهايت ضروري آهي پر سازدا جهڙيون اٿارٽيز اهو مقصد پورو نہ ڪري سگهنديون، هاڻي بہ جيڪڏهن ڪو اهڙو ادارو ناهيو وڃي تہ ان کي انتظامي ۽ مالي طور خود مختيار رکجي. ان ۾ انهن علائقن سان تعلق رکندڙ ماڻهو، ساڪائتا ٽيڪنوڪريٽس سول سوسائٽي جا مقامي عيوضي ۽ باراني علائقن ۾ ترقيءَ جي سائنس کان واقف ماهر ۽ عورتون ان اداري جي ڪار وهنوار کي هلائين. سنڌ ۾ وڌا جيان پکڙيل سياسي مداخلت کي ان اداري کان ٻاهر رکڻ نهايت ضروري آهي. ان کان سواءِ اهڙو ادارو گهربل نتيجا نہ ڏيئي سگهندو.

ٿر کي جابلو ٻوڏ جهڙي وقتي وهڪري واري خيراتي سهاري تائين محدود رکڻ سان مسئلا حل نہ ٿي سگهندا. مقامي حقيقتن کي مدنظر رکندي ٿر واسين لاءِ پاڻي، گذر سفر جي وسيلن، انفراسٽرڪچر، روڊ نيٽ ورڪ، ٽرانسپورٽ ۽ صحت جي معياري سهولتن واري جامع پيڪيج جي گهرج آهي. ٿر ڪو عام رواجي علائقو ناهي، تنهن ڪري اتي رواجي طريقي سان ترقيءَ جو عمل بہ ڪم نہ ايندو. اربين ڊالرن جي

ڪاري سون سان مالا مال ٿر جي علائقي جي بدنصيبي آهي. جو ان جي جنهن محرومي ۽ ڏڪار کي ارڙهين صديءَ ۾ شاهه لطيف ڪلام جو حصو بنايو اهي ايڪهين صديءَ ۾ بہ ساڳئي طرح موجود آهن. ايڪهين صديءَ ۾ جتي سڌريل دنيا مريخ تي انسانن کي آباد ڪرڻ جي رٿابندي ڪري رهي آهي، اتي ٿر ۾ اناج ۽ دوائن جي اڻاٺ سبب درجنين ٻار موت جو کاڄ بنجي ويا.

سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ انيڪ مسئلن جو اڪيلو ڪارڻ صوبي اندر خراب حڪمراني آهي. ميرٽ کان وانجهي سفارشي ۽ ڪرپٽ انتظامي مشينري ۽ سياسي نظام سمورين خرابين جي ماءُ آهي. ان جو نتيجو قدرتي آفتن ۽ ماڻهن جي موتن، اغوائن، قتلن، ڌاري آباد ڪاري، ڌاڙيل گردي جهڙين خرابين جي شڪل ۾ نڪري ٿو. ٿر ۾ پيدا ٿيل صورتحال در حقيقت خراب حڪمرانيءَ جو ئي نتيجو آهي. ٿر ۾ قدرتي آفت يا ڏڪار نہ پر خراب حڪمرانيءَ جي آفت ۽ ڏڪار آيل آهي.

*Daily Kawish- Hyderabad- March 18th, 2014*

# اصل ۾ بهتر انتظامڪاري جو ڏڪار آهي!

مير حسن آريسر

سيپٽمبر 2013ع جو ٻيو هفتو پورو ٿيڻ تي هو تہ عمرڪوٽ ضلعي سان لاڳاپيل ٿر واري علائقي مان مال جي مرڻ ۽ انساني غذا جي کوٽ وارا احوال اسان تائين پهچڻ شروع ٿيا. اسان جي ڪنن تائين پهتل انهن احوالن جا منظر اکين سان ڏسي تصديق ڪرڻ جي نيت سان پريس ڪلب عمرڪوٽ جا سيئي صحافي ساڻ ڪري ٿر ۾آيل ڏڪار جو ڏيک وجي اکين سان ڏٺوسين. جيڪو اسان سيني ساٿين کي تشويشناڪ لڳو. ٻئي ڏينهن عمرڪوٽ ۾ پريس ڪانفرنس جي ذريعي پڌرو ڪيوسين.

هونءَ تہ بدين، ٿرپارڪر، عمرڪوٽ، سانگهڙ ۽ خيرپور تائين سنڌ جي پنجن ضلعن ۾ پکڙيل سموري ٿر جا پارنهن پاڱا آهن. پر ضلعي عمرڪوٽ وارو ٿر ڪاٺڙ، ڍٽ، مهراڻي ۽ ڪنني جي چئن طبعي پاڱن تي مشتمل آهي. جيڪو ستن يونين ڪائونسلن جي مڪمل توڙي جزوي ايراضي والاري ٿو. جيڪا مڪمل ايراضي هيل ڏڪار جي لپيٽ هيٺ اچي چڪي آهي. اوهان کي اها ڳالهہ رپورٽ ڪندي شايد گهڻي ڏک جي ڪيفيت مان گذرڻو پوي تہ ٿر تي هيلوڪو ڏڪار ٻٽي مصيبت بڻجي انڪري آيو آهي. جو موسمياتي ماهرن جي اڳڪٿين تي اعتبار ڪندي، ٿر واسين پنهنجي سموري پونجي، ٻج ۽ کيڙي جي صورت ۾ زمين حوالي ڪري ڇڏي آهي. جيڪا ٻڏي وڃڻ جي ڪري اهي پاڻ ۽ سندن چوپايو مال موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهن.

اها پريس ڪانفرنس 25 سيپٽمبر 2013ع اربع واري ڏينهن جڏهن سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن شهہ سرخين ۾ شايع ڪئي ۽ صحافي دوستن پنهنجي مشاهداتي دوري جون تصويري رپورٽون ۽ ڪالم شايع ڪرايا. جن جي نتيجي ۾ ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر صاحب سندس آفيس ۾ سرڪاري ڪامورن ۽ سول سوسائٽي جي گڏجاڻي ڪوٺائي. جنهن ۾ سرڪاري سطح تي الڳ ۽ سول سوسائٽي جي سطح تي الڳ ڪميٽيون قائم ٿيون. جن ٿر ۾ ان وقت تائين مئل مال ۽ متاثر

ماڻهن جا انگ اکر پيش ڪندي، ان ڳالهه تي اتفاق ڪيو تہ ٿر ۾ ڏڪار جي صورتحال آهي، جيڪا ڏينهون ڏينهن خراب ۽ خطرناڪ حالتن جي طرف وڌندي ويندي، انڪري ضروري آهي تہ وقت سر ٿي ٿر کي آفت سٽيل علائقو قرار ڏيئي، گهربل اُپاءَ ونجن تہ جيئن ايندڙ مهينن ۾ ڪنهن وڏي انساني سانحي کان بچي سگهجي. اهڙن نوس انگن اکرن تي ٻڌل ان رپورٽ جي باوجود امڪاني صورتحال کي سنجيده وٺڻ بدران ڏڪار واري ڳالهه کي اهو چئي لنوائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ ٿر جو آسمان آگم آگم لڳو پيو آهي. هلڪي بوندا باري موسم کي شاعراڻو ڪري ڇڏيو آهي ۽ مور نچڻ پيا. تنهن ڪري ڏڪار واريون ڳالهيون ڪري موسم جو مزو خراب نہ ڪيو وڃي.

هونءَ بہ ٿر صاحب لوڪن لاءِ وسڪاري جي موسم يا پکين ۽ جانورن جي شڪار جي ڪري بيحد مزيدار علائقو سمجهيو ويندو آهي ۽ اسان جڏهن ڏڪار جي نشاندهي ڪري رهيا هئاسين، تڏهن سيپٽمبر 2013ع جا آخري ڏينهن هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن شام جو بوندا باري بہ ٿيندي هئي، تنهن ڪري ڏڪار واري ڳالهه تي ٺٺول ٿيڻ معمول جي ڳالهه هئي، پر ٺٺولن جي ڪري ڏڪار جي صورتحال بيان ڪرڻ تان هٿ ڪڍڻ بدران مون "ٿر، ڏڪار ۽ زماني جي بيحسي" جي عنوان سان تفصيلي ڪالم لکيو جيڪو 28 سيپٽمبر، 2013ع واري سنڌ ايڪسپريس ۾ شايع ٿيو. اهو ڪالم شايع ٿيڻ وقت جيتوڻيڪ جهڙالي موسم وارا رومينٽڪ ڪالم ڏڏا ڏڏ ڇپجي رهيا هئا، پر "سنڌ ايڪسپريس" ۾ منهنجو اهو ڪالم شايع ڪيو ويو جنهن ۾ واضح طور تي چيل هو تہ ٿر اندر گهربل مقدار ۾ برساتون نہ پوڻ ڪري ڏڪار يقيني آهي ۽ هي ڏڪار مختلف سببن جي ڪري وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيندو، تنهن ڪري سرڪار کي وقت سر اک پٽڻ کپي." باوجود اهڙين رڙين ۽ نوس ثابتين جي سرڪار اک تڏهن پٽي، جڏهن موت جي راڪاس مال سان گڏ ماڻهن ۾ منهن وڌو.

مختلف تجزئي نگار دوستن سان گڏ ٿر جي اجوڪي حالت کي اک مان ڪيڻ کان پوءِ منهنجو سوچيل سمجهيل خيال اهو آهي تہ ڏڪار جي نا مهربان موسم جو فطري جبر پنهنجي جاءِ تي، پر اصل ڏڪار بهتر انتظامڪاريءَ جو آهي. سنڌ سرڪار پاران موڪليل ۽ مني جي سرڪاري گدامن ۾ اڌوهيءَ جو کاڄ ٿيندڙ ڪڻڪ، هي اکر لکجڻ تائين انهن ماڻهن جي وڏي اڪثريت تائين نہ پهچي سگهي آهي، جيڪي ماڻهو غذائي ڪمي جي ڪري موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهن. ٻئي طرف سنڌ جي حڪمران جماعت پنهنجي پاڻ ۾ هڪٻئي سان پراڻا وير پاڙڻ ۾ پوري آهي.

حڪومت جي بهتر انتظامڪاريءَ واري ڏڪار جي حالت اها آهي، جو سنڌ جو وڏو وزير پنهنجي ڪابينا جي لاڳاپيل وزيرن کي حالتن جو ذميوار قرار ٿو ڏي ۽ وزير وري لاڳاپيل ڪامورن تي هٿ صاف ڪندي، اهي دليل ٿا ڏين تہ اسان جو ڪم

ڪٽڪ موڪلڻ هو ورهائڻ نہ ۽ لاپرواهيءَ جي الزام هيٺ ڪامورا وري اها جستيفڪيشن ٿا پيش ڪن تہ ڪٽڪ ورهائڻ لاءِ گهربل ٽرانسپورٽيشن بجيٽ لاءِ اسان لاڳاپيل وزيرن کي لڳاتار خط لکندا رهياسين. پر گهربل بجيٽ نہ ملڻ ڪري اسان ڪٽڪ ورهائي نہ سگهياسين. نہ رڳو ايترو پر چوڻ وارا اهو بہ چون ٿا تہ سنڌ جي حڪمران جماعت ۾ جيڪي اندروني اختلاف اڳ ئي موجود هئا. انهن جي اپري سامهون اچڻ لاءِ ٿر جي ڏڪار واري صورتحال انڪري وسيلو بڻي. جو ضلعي ٿرپارڪر جو ڊپٽي ڪمشنر ۽ رليف وارو صوبائي وزير ٻئي سنڌ جي حڪمران جماعت جي ان اهم اڳواڻ جا فرزند آهن. جيڪو ان جماعت جي هاٽوڪي ليڊرشپ لاءِ ڪڏهن بہ پسنديده شخصيت ناهي رهيو. تنهن ڪري ٻنهين مخدوم پٽن کي ٿر جي وقت سر خدمت نہ ڪرڻ واري الزام هيٺ آڻي حڪمران جماعت پنهنجي دل تي چنبڙو هنيو آهي.

چوڻ وارن جي اها ڳالهہ ڪيتري حد تائين صحيح آهي يا غلط؟ اهو سوال پنهنجي جاءِ تي. پر حيرت انگيز حقيقت هيءَ آهي تہ ٿر واري ڏڪار جي ڪري اندروني بحران جي ور چڙهي ويل سنڌ جي حڪمران جماعت جو اڳواڻ دبئي مان رڳو انڪري ڪراچي ڪهي آيو آهي تہ همراهن جي رساڪشي ڪٿي حڪمراني واري تخت کي فارورڊ بلاڪ جو لوڏو نہ ڏي.

ڳالهہ جي ٻي معنيٰ تي تہ حڪمراني واري تخت کي هر لوڏي کان محفوظ رکڻ ضروري آهي. پر ٿر ۾ آيل هيڏي تباهي کي پنهنجي ڪوتاهي سمجهڻ ضروري ناهي. نہ رڳو ايترو پر سنڌ جي حڪمران جماعت جا اڪثر اڳواڻ مختلف ٽي وي چينلن تي ٿيندڙ بحث مباحثن دوران سجو زور ان ڳالهہ تي ڏئي رهيا آهن تہ ٿر ۾ پيدا ٿيل ڏڪار واري صورتحال هڪ تہ قدرتي آهي ۽ ٻيو تہ اهڙي صورتحال ڪا پهريون دفعو پيدا ناهي ٿي.

سندن ڳالهہ جو روحاني راز اهو آهي تہ ٿر ۾ ڏڪار اڳ بہ ايندا رهيا آهن ۽ ماڻهن جو بک وگهي مرڻ وارو سلسلو بہ پراڻو آهي. تنهن ڪري هيل بہ بک وگهي جيڪڏهن ڪجهہ ٿر واسي مري ويا آهن تہ اها بہ معمولي ڳالهہ آهي. جنهن تي ملڪ مٿي تي کڻڻ جي ضرورت ڪونهي.

صاحب لوڪن جا اهڙا خيال ثابت ٿا ڪن تہ سندن طبقو ذهني طور اڃا ايترو تبديل ناهي ٿيو. جيڪو جديد دور جي عالمي ۽ ملڪي قانون جون تقاضائون سمجهندي، اها ڳالهہ ذهن نشين ڪري سگهي تہ قديم زماني ۾ رياستن پاران پنهنجن شهرين سان اهڙا آئيني معمارا ٿيل نہ هوندا هئا. جن ذريعي رياست پنهنجن شهرين کي پنهنجي ناهيل قانون جو پابند بڻائڻ جي بدلي ۾ ساڻن واعدو ڪري تہ اها پنهنجن شهرين کي زندگي، انصاف، صحت، روزگار، پيئڻ جي پاڻي، تعليم ۽ بهتر ماحول

سميت انهن سيني بنيادي انساني حقن جي ضمانت تي ڏي. جيڪي عالمي يا ملڪي قانون ۾ تسليم ٿيل آهن.

پنهنجن شهرين کي اهڙي چٽي ۽ پڌري ضمانت ڏيڻ کان پوءِ به ٿر جا معصوم ٻارڙا ايڪويهين صدي جي هن چوڏهين سال ۾ به جيڪڏهن بک وگهي مرن ته پوءِ ان ڳالهه کي معمولي ڳالهه سمجهڻ بدران اهڙن صاحب لوڪن کي هن سموري هاڃي جو ذميوار قرار ڇو نه ڏجي. جيڪي رياست پاران ڪيل واعدن تي عملدرآمد ڪرائڻ ۾ رڳو انڪري ڪوتاهي ٿا ڪن. جو سنڌ جي اوليتون ڪي ٻيون آهن.

جيڪڏهن حڪمرانن جون اوليتون ماڻهن سان لاڳاپيل هجن ها ته هيلوڪو ڏڪار 16 آگسٽ 2013ع تي ڊڪليئر ٿي چڪو هجي ها. انساني کاڌ خوراڪ جي وسيلن. مال جي چاري، پيئڻ جي پاڻي ۽ صحت جي سهولتن جي رسائي به ماڻهن تائين ٿي چڪي هجي ها، هينئر هڪبئي جي چنڊا پٽ بدران صاحب لوڪ به سولا هجن ها ۽ ماڻهو به موت جي منهن ۾ وڃڻ کان بچي وڃن ها. پر هن ملڪ جا حڪمران پنهنجي پراڻي روايت تي قائم رهندي، عوام اڳيان ذميوار هجڻ بدران پنهنجن ذاتي ۽ گروهي مفادن اڳيان وڌيڪ ذميوار آهن. اهو ئي سڀ کان وڏو سبب آهي، جو سنڌ جي حڪمران جماعت سنڌ ڪائونسل جي اجلاس ۾ وزيراعليٰ کي رڳو انڪري خراج تحسين پيش ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جو سروري جماعت صوبائي سرڪار جي خلاف روڊن تي نڪري آئي آهي ۽ حرن جو روحاني پيشوا پير صاحب پاڳارو سروري جماعت جي روحاني پيشوا سان سندس رهائش گاهه تي وڃي مليو آهي.

مخدوم صاحبن جي سياسي سفر تي سائين دستگير ڀٽي پنهنجي ڪالم ۾ تفصيلي روشني وجهي چڪو آهي، تنهن ڪري آئون پنهنجي اصل ڳالهه ڏي ايندي چوڻ ٿو چاهيان ته پنهنجي پاڻ کي خراج تحسين پيش ڪرائيندڙ حڪمران، جيڪڏهن بهتر منتظم هجن ها ۽ سيپٽمبر 2013ع ۾ ئي ڏڪار جي نقصانن کي محسوس ڪن ها ۽ گهربل رٿابندي ٿئي ها ته هاڻوڪي هاڃيڪار صورتحال کان بچي سگهڻ ممڪن هو.

# سوديس مسافر منهنجوڙي.....!!

اعجاز منگي

"او تارياٽي!
پنهنجا پٽ پٽيهر جهڙا
ڪومل هٿڙا
رک تون منهنجي ماٿي تي
منهنجي ٻرندڙ ماٿي تي!"

پر سوال اهو آهي ته جتي پٽياٽيءَ ۾ ڪا ٻوند نه هجي. آسمان ۾ ڪارا ڪارونيار ته ڇا پر تتر کهي جهڙا ڇدڙا بادل به ڏيکاري نه ڏين. جتي ڪولهاٽين جا ڪانچوبا پگهر ۾ پسيل هجن. جتي سڄ جا ڪرٽا توهن ۾ پنيٺ پڙڪائيندا هجن. جتي ڪنهن به چوئنري ۾ گيت جي گونجار ته ڇا پر بيمار ٻار لاءِ مائڙيءَ جي لوليءَ لار به نه هجي. جتي ڪارونجهر پنهنجن ٻچڙن کي پاڻيءَ جو ڍڪ نه ڏئي سگهڻ سبب اداس هجي. اتي هڪ پورهيت تارياٽيءَ جا پيڙا پريا هٿڙا ڪومل ڪيئن ٿا ٿي سگهن؟

ٿر ته درد جو گهر آهي. اهو ٿر جنهن تي هن مند ڪان وني ڳجهن جا ولر واڪا ڪندي ورندا آهن. اتي هاٽي هيلي ڪاپٽرن جا پر واري اڏارين ٿا ۽ سرڪاري مهرن جا مينهن وسائين ٿا. اهي ڪامورا ڪڙا جيڪي ٿر جي پوسٽنگ کي پرسڪون پيرڊ قرار ڏيندا آهن. تن جا ڪوٽ ۽ ٽائيون ڪارين ۾ پيل آهن ۽ هو پگهر ۾ پسيل شرٽن سان منيءَ جي ميدانن تي موجود آهن ۽ جيڪي وردين وارا ٿر جي ماڻهن سان آقائن وانگر مخاطب ٿيندا هئا. انهن جي لهجن ۾ ماڪيءَ جي لار اچي وئي آهي ۽ اهي سياستدان جيڪي "ٿري ڪان نانگ پلو" وارا پهاڪا ورجائيندا آهن. اهي به مائيڪن کي مرلي سمجهي. ساهه منجهائي ٿر جي مظلوميت جا سر وکيري رهيا آهن. جڏهن ته حال جي حقيقت ڪان آگاهه اين جي اوز وارا وڏي مام سان مسڪرائي رهيا آهن. ڪنهن تي ڇا تو ته اوچتو ٿر مٿان اهي ادارا ۽ فرد فدا فدا پيا ٿيندا. جن هميشه ٿرين کي وچوڻ وارا ڏنگ هنيا آهن. اها ميڊيا جيڪا ٿر کي منڊ ڪان وني گيتن جي

وڊيوگرافيءَ لاءِ پسمنظر طور پيش ڪندي هئي. اها اچ ٿر جي واريءَ مٿان وڇائجي رهي آهي ۽ جينز پاتل نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا ٽولا مائيڪون هٿ ۾ جهلي هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ وينداڙ مسافرن کي روڪي انگلش گاڏڙ اردوءَ ۾ پڇن ٿا ته "ڇا اوهان ڪاڏي جي ڪوٺ سبب لڏپلاڻ ڪري رهيا آهيو؟" ۽ ٿري اڪين ۾ انهن جي اهڙي رويي تي جيڪا تلخ مرڪ ايري ٿي. ان کي پٽن جي منظرن ۾ ڊزالو ڪندي، پنهنجي رپورٽ ۾ هو مائي ياڳيءَ جو اهو ڪلام شامل ڪن ٿا ته "ڪڙي نيم ڪي نيچي هون تان هيڪلي......!!"

پر انهن کي ڇا معلوم ته ٿر سنڌ جي وجود جو صرف هڪ زخم آهي. هو صدين جي سوداءَ جهڙي سنڌ جي صرف هڪ گهاءَ کي گهوري حيران ۽ پريشان ٿي ويا آهن. جڏهن ته هي سمورو ديس هڪ درد جي پڪار آهي. هيءَ ان ڏيهه جي ڪٿا آهي، جتي ڪيترين ئي صدين ۽ سالن کان، ٻولارن کان پاتالن کان صرف دهشت جون صدائون اينديون آهن. هي اهو ديس آهي، جتي سچ ڦلا تي نڪرندو آهي ۽ آگ الا تي ايرندو آهي. جتي ڏينهن ڪڙهائيءَ جيئن ڪڙهندا آهن. جتي ماڪڙ ماڪڙ ٻوٽن تي ۽ گرم هوا جي جهوٽن تي، جهانگيئڙا جهونجهار جيئندا آهن. جتي انڌ اڪس ۾ گهارڻ وارا ۽ ٽڙڪي ٽاٽو ٽارڻ وارا، مينهن جي ڦڙيءَ لاءِ مرندا آهن. هي اهو ديس آهي. هي اهو ديس آهي، جتي ڪنواٽن تي ڪاري اس ڪرندي آهي ۽ واٽن تي واريءَ جا وسڪار ٿيندا آهن ۽ جتي شام جو سج پنهنجو پاڻ ڇنندڙ ڦٽ وانگر ڦارون ٿيندو نظر ايندو آهي ۽ جتي راتين جا ستارا بک تي ستل ٻارن ۽ ڏک سبب جاڳندڙ وڏن جي حالت ڏسي ماڪ جا لڙڪ لاڙي سج جي اوٽ ۾ ڇپي ويندا آهن. ان ديس جي صرف هڪ منظر کي ڏسي حيران ٿيڻ وارن کي وٺي هلو ان ڪاڇي طرف جيڪو هڪ ڪوڪ آهي. جتي جبل مٿان ڪنهن پکيءَ جو پر نه پوندو آهي ۽ ڪير ٿر سڄو ڏينهن ٻرندو آهي. جيڪڏهن هو سنڌ جو ڪاڇو ڏسن ته جيڪر انهن کي ڪيترن ڏينهن تائين فاسٽ فوڊ برگر نه وڻن. ان ديس جا ماڻهو جيڪي چمڙي جي ڪلين ۾ پيل پاروٽي لسي پيئندا آهن ۽ وطن ۾ ايئن جيئندا آهن، جيئن حياتي هڪ سزا هجي!

هو جيڪي هن وقت ولر ڪري منيءَ ۾ وينا آهن، انهن کي معلوم هجڻ گهرجي ته ٿري ماڻهو منيءَ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شهر سمجهندا آهن پر سنڌ جا اهي ڳوٺ جيڪي ٿر جي پرانهن علائقن ۾ آهن. اهي واهڻ جيڪا ڪاڇي ۾ آهن. جيڪي اتر ۾ آهن. اتان جو هر منظر انگريزي مزاج انٽليڪچوئل صحافين کي ميلان ڪنديرا جي انهن لفظن جي ياد ڏياري ڇڏيندو ته life is somewhere else يعني: زندگي ڪنهن ٻي پار آهي! هتي ناهي. هتي ته صرف چرندڙ پرندڙ لاشن جهڙن ماڻهن جا پاڇا آهن. پر زندگي انديا جي اڏائي ڪلاڪن جي مووي ناهي، جو ميڊيا ۽ حڪومت جا ڦافلا ڪاهي هلجن سنڌ جي انهن سرڪاري اسپتالن جي پاسي، جتي هر مند ۽ هر

موسم ۾ انهن مسڪين ماڻهن جا ڪنڪ ترسيل هوندا آهن. جيڪي واربڻ ۾ جوتا لاهي داخل ٿيندا آهن ۽ انهن جي گدري جي بچ جهڙين اکين ۾ سفيد ڪوٽن ۾ ملبوس مسيحائن لاءِ صرف گونگا ايلاز هوندا آهن. اسان جي ميڊيا صرف ڪامورن ۽ اسان جي سياستدانن فقط وڏيرن جون مهمان نوازيون ماڻيون آهن. انهن کي ڇا معلوم ته غربت سبب دوا نه وٺي سگهڻ وارا مسڪين ماڻهو ڊاڪٽر جي لکيل پرچيءَ کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي مريض کي پيئاري ڏٽيءَ جي در صحت لاءِ دعا گهرندا آهن.

سوا ٿر ته ڏک جو گهر آهي پر سموري لاڙ سان تاريخ ۾ جيڪا جاڙ ٿيندي رهي آهي. ان سبب جي ڪري سمات شادين ۾ سهرا دهل کان سواءِ ڳاتا ويندا آهن ۽ انهن جي سور پريل صدائن کي ٻڌي ماڻهن جو اکيون پرجي ايندڀون آهن. ميڊيا صرف رستن جي راهي آهي. انهن کي بدين ۽ ماتليءَ جي بازارن مان گذرڻ جو تجربو رهيو آهي. هو انهن روڊن تان ٿنندڙ انهن راهن کان آگاهه نه آهي. جيڪي غريب ۽ هٽ جي ريڪائن وانگر تتل ٿتل پيچرن سان ويندڀون آهن. انهن واهڻن جي پاسي، جتي ڪکن ڪانڊيرن جا گهر غربت جا آکيرا آهن. جتي ماڻهن پيڙهيل پکين وانگر رهندا آهن. جن کي هر ڏينهن صرف چوڳي جي چنتا هوندي آهي. اهو ديس ڪيترو نه اگهو آهي، جنهن جي سنڌ سنڌ ۾ سور جو واسو آهي. جنهن ديس جي ڌرتيءَ هينان معدني دولت جا درياهه وهندا هجن. ان ديس جي ٻارن جو مٿو اٽيو هجي. جنهن ديس جي نارين کي قدرت سنڌوءَ جهڙي سهڻي ندي ڏني هجي پر انهن جا چپ اڄ سبب سڪايل هجن. جن ماڻهن کي تاريخ تي اهو ناز هجي ته اهي هڪ عظيم تهذيب جا وارث آهن. انهن جي دنيا جي بدترين غلاميءَ واري زندگي ڪيترو نه انياءُ آهي. پر اها ناانصافي سدائين سنڌ جو مقدر رهي آهي. اها سنڌ ان غريب امڙ جهڙي آهي، جيڪا پنهنجين اکين سان پنهنجن ٻچڙن کي ٻرندو ۽ مرندو ڏسي پر هن جو ڪجهڻ به سياسي ڪفر سمجهيو وڃي. جنهن سنڌ هي ملڪ اڏيو ان جي غمن کي گڏڻ وارن کي اهو احساس ڪڏهن ٿيندو ته هو تمام گهڻي وقت کان وٺي سنڌ سان ظلم ڪري رهيا آهن. سنڌ مٿان اهو ظلم نه هجي ها ته اڄ سنڌ جي ماڻهن جا ٻچا بک ۽ بيمارين ۾ مرندي ميڊيا جي بريڪنگ نيوز نه بڻجن ها!!!

پر رائيونڊ جي ڪيسريا راجائن ۽ شهزادن کي ڇا معلوم ته سنڌ سموري ٿر آهي. سنڌ سموري درد جو گهر آهي. سنڌ سموري ڏک جو اهو سڏڪو آهي، جيڪو خوف سبب نڙيءَ کي نهوڙي ڪنڊي وانگر اتي ئي ڦاسي پوندو آهي. سنڌ سراپا سور آهي. اهو ديس پيڙا جو اهڙو پڙلاءُ آهي، جنهن جي دانهن اسلام آباد جي ايوانن ۾ نه پهچي آهي. سنڌ مٿان هڪ ارب روپيين جو ٽورو ٽڪڻ وارن کي معلوم هجڻ گهرجي ته سنڌ جو حق ته سمنڊ جيترو آهي ۽ اهو هڪ ارب روپيين جو اعلان ان حق جو هڪ قطرو به ناهي. سرڪاري اعلانن سان سنڌ جو ڪوئي پلو نه ٿيو آهي. سنڌ اڄ به هڪ

خاموش صدا آهي. هڪ آهہ آهي. جيڪا اقتداري ڪوٺن جي ڪرڻ جو انتظار ڪري رهي آهي. پر اها سنڌ عمرڪوٽ کان نگر ٺاٺين ناهي. اها سنڌ ڪيٽي بندر کان ڪشمور تائين ڦهليل آهي ۽ ان ۾ وک وک تي دل کي ڳوڙهن سان ٻوڙيندڙ درد جا درشن آهن. جيڪڏهن پاڪستان جا حڪمران پنهنجو فرض سمجهي بہ سنڌ جي سورن کي نہ ڏسن تہ انهن کي هڪ مسافر جي صورت هن ديس کي واٽن تي هلڻ گهرجي. اهو رستو ٿر مان بہ نڪري سگهي ٿو. اهو ٿر جنهن جو هڪ لوڪ گيت آهي تہ:

"سنڌڙي ري مارڳي، اڏتي جائي ڪيهہ"

يعني: سنڌ طرف ويندڙ واٽ مٿان مٽي اڏامي رهي آهي. اها ڏسڻ تہ هڪ پردو آهي. ان پردي جي پويان هن ديس جي پيڙا جنهن انداز سان ڪر ورائي رهي آهي، ان جو اهڙو انداز لطيف جي ان سٽ سمان آهي تہ:

"ويڄ ورائي ٻانهن. چوري چاڪ نهاريا"

ڪاش! ڪنهن حڪمران ۾ سنڌ جي ٻانهن ورائي هن جي چاڪن کي چوري ڏسڻ جي همت هجي. هو تہ سدائين سنڌ کي امن ۽ پيار جي ڌرتي سڏي اجرڪ اوڍي ۽ ٽوپيون پائي پلا کائي روانا ٿيندا رهيا آهن. انهن کي ڇا معلوم تہ جتي دردن جو ڪوئي ڇيهہ ناهي. جتي غربت جي گهاٽي ۾ ماڻهو صدين کان پيڙبا رهيا آهن. جتي سياسي آزادي هڪ مڪر ۽ فريب آهي. جتي ماڪ ۾ پسيل گلابن جهڙن نوجوانن کي تشدد گاهن ۾ پيپانڪ اذيتون ڏنيون وڃن ٿيون. ان ديس ۾ غربت اوپن ايئر ٽارچر سيل آهي ۽ ان ٽارچر سيل ۾ هو اهڙي سزا مان گذري رهيا آهن. جهڙي سزا هٽلر روس جي جنگي قيدين کي "هنگر پلان" جي حوالي سان ڏيڻ جو بندوبست ڪيو هو.

پر پاڪستان جي مسافر حڪمرانن کي ڪير سمجهائي تہ ٿر ۾ بک ۽ بدحالي اوچتي ۽ اچانڪ ناهي آئي. اها هتان جي ان سياسي پلاننگ جو نتيجو آهي، جنهن کي هي ديس نہ معلوم ڪهڙي ڏوهہ سبب ڀوڳي رهيو آهي. هي ديس جيڪو ڪنهن لاءِ بہ پنهنجي من ۾ ڪا مندي نہ سوچيندو آهي پر پوءِ بہ هن کي اذيتن جي نہ ڪٽندڙ سلسلن حوالي ڪيو ويو آهي. ان جي هڪ اذيت جو نالو ٿر آهي. جڏهن تہ هن جي وجود جو ڪو بہ حصو زخمن کان بچيل ناهي. اڄ هو ٿر جي مظلوميت کي تسليم ڪري رهيا آهن. سياڻي هو اها سچائي بہ مڃيندا تہ سنڌ سراپا ٿر آهي. پر اها حقيقت تسليم ڪندي انهن کي ڪتي گهڻي دير نہ ٿي وڃي!!

# ڪارپوريٽ سياست ۽ ٽرجي ڪتا

جاويد قاضي

"واهه سائين واهه" سائين قائم علي شاهه بادشاهه توهان جو انداز حڪمراني!! ڪڪڙ، مڇيون، ڪباب، توهان جي طعام ۾ بلڪل ان هنڌ، ان جڳهه، جنهن جي دري کولجي ته سامهون ٻالڪ، مايون، ٽرياڻيون، مارو بک وگهي آخري پساهه کڻي رهيا هئا. توهان کي ڏک ته ڏاڍو هو پر ڇا ڪجي. توهان منزل واٽر ڪانسواءِ، ايئرڪنڊيشن ۽ ٻفت ڪاڏي ڪانسواءِ ڪائي ڪونه سگهو ۽ پوءِ ايئن به نه هو، توهان اڪيلا نه هئا، توهان سان گڏ توهان جو اٿالو هو ۽ سيني کي ڏک ته ڏاڍو هو پر ڇا ڪجي. پيٽ ته پرٽو هو پر ذوالفقار علي ڀٽو ته ايئن نه هو. هو ڪاربوريٽ دنيا جو سياستدان نه هو، جو هو جڏهن موڪلائي ويو ته خبر پئي ته پوبان اهو ڪجهه ئي ڇڏي ويو، جيڪو وڏڙا ڏئي ويا هئس. توهان کي پلا انهن ڀٽن جي ڪري ڪيترو بخش ڪيون. توهان پاڻ ٻڌايو. سوين ٻار ٻيا ڪپن، جيڪي بک وگهي اڃا ماريون. ڪيترن پيلن، ڪولهين، ميگهواڙن جو بک وگهي موت اڃا ڪپي، جو توهان ننڊ مان آخر اٿي پئو. ياد ٿو اچي ته جڏهن مائي جندو جي ڏيئرن پريس ڪلب آڏو پاڻ کي ساڙيو هو جنهن ڏينهن پوءِ وجهه وٺي فاروق لغاري بينظير جي حڪومت کي هٽايو هو. توهان جي هن ڪارڪردگي تي به ڪي غير جمهوري قوتون خوش ٿيون هونديون. پر سائين مان توهان جو سڄڻ آهيان. توهان جي انهن طعامن جي سامهون مرندڙ ٽري ٻارن جي ڏک ڪان پوءِ به توهان جي جمهوري حڪومت جي جمهوري طريقيڪار سان اچڻ جو مخالف ناهيان. پر توهان جي بيحسي ڏسي مون کي مهاتما گانڌي ياد اچي ويو، جيڪو انهن اڇوتن جي ٻارن کي پاليندو هو انهن اڇوت پيلن، ڪولهين ميگهواڙن سان ماني کائيندو هو. چرخو هلائيندو هو، ڪپڙو اٽندو هو، اهوئي پائيندو هو. توهان جي انهي انداز حڪمراني ڏسي مون کي مدر ٽريسا ياد اچي وئي. هن جي پيرسن هٿن ۾ ڪيڏيون نه لڪيرون پئجي ويون هيون ۽ پوءِ اها مسڪين ۽ لاچارن جي سوين ٻارن کي پنهنجن هٿن سان ڦڙو ڦڙو ڪري پاڻي پيئاريندي هئي ته جيئن يسوع جي اها روايت قائم رهي اچي.

ڪرڻ ڏيو اعتراف! اسين سڀ اڄ جي ڪاربوريٽ دنيا ۾ بيحس ٿي ويا آهيون.

ڪارپوريٽ دنيا جي ڪارپوريٽ سياست. جتي مسڪينن کي درين مان ڏنو آهي، پوءِ چاهي اهي ٿي وي نما دريون هجن يا سائين قائم علي شاهه بادشاهه جي مئيءَ ريسٽ هائوس جون دريون هجن. هنن ڪارپوريٽ وزيراعليٰ يا وزيراعظم جو سفر سڄو درين نما "Cubes" ۾ هوندو آهي. پوءِ چاهي اهو جهاز هجي، هيليڪاپٽر هجي يا پراڊو يا ريسٽ هائوس جو ايئر ڪنڊيشن ڪمرو. هو "Cubes"۾ رهندا آهن. ڪوٺن ۽ ديوارن ۾ رهندا آهن. جڏهن ته ٿري چونئرن ۽ ميدانن ۾ رهندا آهن. هنن جي اڱڻ تي پتيون ڪونه ٿين. ڪنڊن وارا جا لوڙها آهن. پڪا ۽ پنهوار آهن. هي ڪارپوريٽ سياستدان آهن، پر آهن اسان جي ووٽ تي آيل. سندن پويان ساڳيا ڪامورا آهن. جيڪي ڪالهه ارباب رحيم جو حڪم مڃيندا هئا ۽ هاڻ هنن جو مڃيندا آهن. هنن سيني کي پلاٽ ۽ پروموشن گهرجن. گهوبيون ۽ غبن گهرجن. هاڻ هنن جي عيد تي آهي، جيئن اسٽاڪ بروڪر مارڪيٽ جي ڪرڻ تي به پئسا ٺاهيندو آهي ۽ مارڪيٽ جي چڙهڻ تي به. تيئن هي ڪامورا ۽ ڪارپوريٽ سياستدان به انهن ٿرين جي موتن تي به ڏوڪڙ ٺاهيندا، فوٽو سيشن ڪندا، بيان ڏيندا ۽ ڌنڌو هنن جو جاري رهندو.

هي سنڌ آهي، جتي گهوسٽ استادن انهن مسڪينن جا ٻار علم کان ايئن خالي ڪري ڇڏيا آهن. جيئن خالي سليٽ. پر هي جي ٻار هاڻ خالي دماغ ڪانپوءِ بک ۽ بيمارين وگهي مري رهيا آهن. انهن ۾ ان گهوسٽ اسپتالن جو وڏو ڏوهه آهي، ڇا قائم علي شاهه صاحب کي اها خبر ناهي ته سنڌ ۾ ميڊيڪل سپرينٽينڊنٽ واريون آساميون لکين رپين ۾ وڪامجنديون آهن. ڇو جو انهن آسامين تي ويهندڙ ڊاڪٽر صاحب وٽ لکن ۽ ڪروڙن جون دوائون خريد ڪرڻ جا اختيار هوندا آهن ۽ پوءِ انهن ڏوڪڙن جو چوٿون حصو هو ان تر جي سرڪاري ايم اين ايز يا ايم پي ايز کي ڏيندا آهن، اڌ پاڻ کائيندا آهن ۽ چوٿون حصو ٿري حڪمراني جو شڪار ٿي ويندو آهي. 130 ارب حڪومت تعليم تي خرچ ڪري، سي به هڪ اهڙي سرشتي ۾ ضايع پيا ٿين ته هاڻ تر ۾ آيل ڏڪار اسان آڏو پيو انڪشاف ڪري ورتو ته سنڌ ۾ صحت جو ادارو ڪيئن ٿو ڪم ڪري، اهو ڪيئن ممڪن آهي، جتي گهوسٽ استادن جو اٿالو هجي، اتي ڇا سڀ ڊاڪٽر ڊيوٽيون ڪرڻ ايندا هوندا؟ جهڙا ڪانو تهڙا ٻچا. جڏهن ماستر اسڪول مان غائب هوندا ته لازمي آهي ته ڊاڪٽر به اسپتالن مان غائب هوندا ۽ جي جهڙو اسان جو وزيراعليٰ هوندو ته پوءِ رهيو کهيو نور به چٽ. اسان شهباز شريف کي ڪيترو به برو چئون، پر هو حڪمراني ۾ اسان جي سنڌ جي وزيراعليٰ کان ويهوڻ ٿي بهتر آهي. تازو تعليم تي "Aser" جي جيڪا رپورٽ آئي هئي، ان شاهدين ڀڏايو ته پنجاب اندر ٻين صوبن کان تعليم بهتر آهي. جڏهن ته سيني کان بدتر تعليمي نظام سنڌ ۾ آهي ته پڪ سمجهو ته سڀ کان بدترين صحت جو کاتو به سنڌ جو آهي. پر ٿر ۾ آيل ڏڪار

جو سنڌ فيسٽيول سان ڪو بہ تعلق ناهي. هي فيسٽيول پهريون ڀيرو ٿيو. مان جڏهن مارچ ۾ ڍاڪا ويو هئس. هنن لاءِ هي بهار جي سڄي موسم فيسٽيول وانگي آهي. هو پنهنجي ثقافت ۽ ٻولي تي ناز ڪندا آهن. ڍاڪا ڇا سڄي دنيا ايئن ڪندي آهي. اڄ اسان کي اهو ڪم جيڪڏهن بلاول ياد ڏياريو آهي تہ ان جو ذڪار سان ڪهڙو تعلق. پاڻ کي بري کي برو چوڻو پوندو ۽ سني کي سنو ۽ جي ايئن نہ ڪيوسين تہ پوءِ اسين ڪنهن ٻئي کي نہ پر پاڻ کي دوکي ۾ رکنداسين ۽ اهو بہ ڪريڊٽ بلاول ڀٽي کي وڃي ٿو تہ هن سائين قائم علي شاهہ کي ننڊ مان اٿاريو ۽ پوءِ سيني هڪ هڪ ڪري ان ۾ پاڻ کي ڳنڍيو. پوءِ اها پل سپريم ڪورٽ هجي يا سنڌ هاءِ ڪورٽ جنهن جي چيف جسٽس سوموٽو نوٽيس ورتو. پوءِ ميان صاحب لٿو، فوج لٿي وغيره وغيره.

هڪڙي ڳالهہ امرتاسين جي صحيح ثابت ٿي تہ ڪيئن آزاد ميڊيا مصيبت کان ماڻهن کي بچائيندي آهي. ڇو جو ان "Demand of supply" جلد ۽ سٽت صحيح خبر پهچائڻ ۾ هوندي آهي. هن ان لاءِ 1959 ع ڌاري چين ۾ آيل ڏڪار جو حوالو ڏنو تہ ڪيئن ميڊيا تي رياست جي "Mono poly" لکين ماڻهن جو موت جو ڪارڻ بڻي. ان ڪري اسان کي پنهنجي ميڊيا تي ڪيترا بہ اعتراض هجن، پر هنن ٿر واري واقعي کي ايئن وائکو ڪيو. جيئن اڄ کان ويهہ سال اڳ ٿنڊو باگو واري واقعي کي وائکو ڪيو هو. ها پر ان ميڊيا ۾ ڪيترائي ماڻهو وينا هئا. جن کي سنڌ فيسٽيول جي ڪاميابي تي اسان جي سنڌين جي صوفين هئڻ ۽ عربن جي غلامي نہ ڪرڻ تي وڏو اعتراض آهي. اسان جي موهن جو دڙو جي تهذيب تي وڏو اعتراض هو.

حمزه شريف کان ڪير پڇي تہ سهي تہ هنن اهڙن لوڪن جو (جيڪي ٿر ۾ پڻ آباد آهن) جيڪي پنجاب جي وارياسي علائقي چولستان ۾ رهن ٿا. انهن جو ڪهڙو حشر ڪيو آهي. تازو پنجاب چولستان ۾ 75 اسڪولن جي بجيٽ روڪي ڇڏي. اتان جا ماڻهو عام سهولتن کان ايئن ئي وانجهيل آهن. جيئن ٿر جا ماڻهو. ايستائين ڇو. انهن ماڻهن سان جيڪو هندستان ۾ ٿئي پيو. اها ڪٿا بہ سيني کي خبر آهي. ان ڪري جيڪو ٿرين جي ڏک ۾ شريڪ ٿئي، اهو هجي. جنهن جا اهڙن لوڪن جي گناهہ ۾ هٿ ميرا نہ هجن.

هوند پورو پاڪستان سني حڪمرانيءَ جي اٿاٽ ۾ ورتل آهي. پر سنڌ حڪومت سڀ ليڪا لتاڙي وئي آهي. ٿر جي اندر جانيون ڏڪار جي ڪري نہ ويون آهن. ڏڪار تہ اتي صدين کان ايندو آهي. ٿورو گهڻو مال بہ مرندو آهي. پر انساني جانيون نہ ويندي‌ون آهن. هيل هي سيڪجهہ ان ڪري نہ ٿيو آهي تہ حڪومت آهي ئي ڪونہ. اها ماڻهن جي ترقي لاءِ انهن جي عام سهولت لاءِ رکيل پئسن ڪائڻ سان سلهاڙيل آهي. ان ۾ هڪ سبب اهو بہ آهي تہ هي حڪومت لوڪل باڊيز جون چونڊون ڪرائڻ کان بنهہ نابري ڏيکاري ويهي رهي آهي. اها اقتدار هيٺئين سطح تائين

پائيواري ڪري هلائڻ لاءِ تيار ٿي ناهي. جيڪڏهن لوڪل باڊيز. تعلقي سطح تي يونين ڪائونسل هجن ها ته گهٽو ڪري ايئن نه ٿئي ها. هو پنهنجي حلقن جي اهڙي صورتحال خراب ٿيڻ کان اڳ ئي ٻڌائي ڇڏين. ڪٽڪ جو هر ڪتنب تائين پهچائڻ ۾ آساني ٿئي ها. هيل هنن ٽري ماڻهن ووٽ پيپلز پارٽي کي ڏنو هو ۽ پيپلز پارٽي ان جي عيوض هنن کي ڇا ڏنو؟ هنن جو هڪڙو وزيراعليٰ ارباب رحيم به ٿيو هو. هن ٿر ۾ روڊن جو جار وڇائي ڇڏيو. ٿرين جي ٿوري گهٽي ڪنهن واهر ڪئي، اها ارباب رحيم ڪئي. اها ڳالهه ٻي آهي ته منهنجو وزيراعليٰ قائم علي شاهه آهي. ڇو جو هو منهنجي ووٽن تي کٽي آيو هو. جڏهن ته ارباب رحيم لانگ بوٽ چمڪائڻ ڪري وزيراعليٰ ٿيو هو. انتهائي افسوس سان سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ اين جي اوز جو حال به ڏاڍو خراب آهي. ان جي باوجود به ته ٿر ۾ ترديپ نالي ڪم ڪندڙ تنظيم واقعي به ٿر ۾ ڪم ڪيو آهي ۽ شايد ڪجهه ٻه ٽي ٻيون به اين جي اوز هجن. جن ڪم ڪيو هجي. پر هن ڪارپوريٽ دنيا کي به هاڻ اين جي اوز مليون آهن. جن ذريعي بجاءِ سڌرڻ جي بدتر ٿيون آهن. مون اهڙيون اين جي اوز به ڏٺيون آهن. جيڪي هڪڙي حال ۾ ماڻهو گڏ ڪري بينر مٿائي ساڳي پروگرام تي چار پروگرام ڏيکاري، بجيٽون پاس ڪرائي "Voucher" پريندييون آهن. هن ڪارپوريٽ دنيا جون اين جي اوز به هاڻ ڪارپوريٽ ٿي ويون آهن.

سچ ته اهو آهي حڪومت جو ڪو به متبادل ناهي. هي حڪومت اڌ حڪومت چئبي، جيستائين لوڪل باڊيز جي حڪومت هيٺئين سطح تائين نه ٿي جوڙي وڃي ۽ جيڪڏهن هيٺئين سطح تائين لوڪل باڊيز نه جڙنديون، هھڙا ٿر جهڙا واقعا اڃا وڌيڪ ٿيڻ جا خدشا آهن.

# ٿر جي ماروئڙن جون مرڪون واپس نه موٽنديون؟

اختر بلوچ

گذريل ڪجهه ڏينهن کان شام ٿيندي ئي ٽي وي جي هر نيوز چينل تي ٿر تي ايندڙ ڏڪار بابت بحث مباحثا ۽ مذاڪرات هلڻ شروع ٿيندا آهن ۽ مسلسل رات جو دير تائين هلندا رهندا آهن. هر چينل جا اينڪر وڏ ڪان وڏ ٿر جي ماڻهن تي آيل آفت جو جوش و خروش سان ذڪر ڪندا آهن ۽ پروگرام ۾ آيل مختلف پارٽين جا نمائندا، ترو تازه ۽ هشاش بشاش چهرن سان پنهنجو پنهنجو بچاءُ ڪندا رهندا آهن ۽ پاڻ کي ڪنهن به واقعي جو ذميوار ڪونه سمجهندا آهن. پروگرام هلندي وچ وچ ۾ ٿر جي حالت زار ڏيکاري ويندي آهي، ڪڏهن غريب مسڪين پيرين اگهاڙيون عورتون مٽي تي مَٽ ڪٽي پاڻيءَ جي ڦُڙي لاءِ واجهائينديون وتنديون آهن. ته ڪڏهن موت جي منهن ۾ويندڙ ٻار، جن ۾ تڪليف ۽ سور کان روئڻ جي طاقت به ڪانه رهي آهي ۽ رُڳو اُٻاسيون ڏيندا آهن ۽ هُنن جون مائرون بيوس ٿيو هنن جي مرڻ جو انتظار پيون ڪنديون آهن ۽ وري ڪڏهن وارثن ۽ ٻارن جي موت تي پار ڪيندڙ ناريون ته ڪڏهن سير اٽي ۽ پٽ گرهه لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ گرميءَ ۾ بيٺل ناريون. ٻار ۽ پيرسن ڏسي ائين لڳندو آهي، جڻ ڪنهن فلم جا منظر هجن ۽ سوچيندي آهيان ته. ڇا هنن جي ٻُک. ڏک ۽ تڪليف جو ڪو سَدِباب ٿيندو يا رڳو هميشه وانگر ٻه چار ڏينهن ميڊيا تي وٺ وٺان ٿيندي، منسٽرن ۽ آفيسرن جا قافلا ٻه چار ڏينهن تڪليف ڪري مِني تائين ويندا ۽ پوءِ ميڊيا کي ٻيون اسٽوريون ملي وينديون، ٿر وسري ويندو ۽ ”ساڳيا ٺُڪر ساڳ سان هوندا“ ۽ ڪارو سون ۽ گرينائيٽ پيدا ڪندڙ علائقو انڌيرن ۾ گم ٿي ويندو.

مون کي ياد آهي ته. ڪجهه سال اڳ جڏهن سنڌ کي هٿ وٺي ٻوڙيو ويو هو. تڏهن ڪجهه مهينن کان پوءِ ڪراچيءَ جي بازار ۾ مون پنهنجي پراڻي سهيليءَ کي گهڻي وقت کانپوءِ ڏٺو هوءَ حيدرآباد ۾ رهندي هئي ۽ ڏاڍي سادي هئي، هُن جو گهروارو ڪنهن پوري سوري نوڪريءَ ۾ هو ۽ ننڍڙي گهر ۾ رهندا هئا. پر هينئر هن جو ڊزائينر لباس. آڱرين ۾ هيري جون منڊيون ۽ ناهه جوڙ ڏسي توري حيران ٿيس. هن اوچتي

تبديليءَ جو پڇيومانس تہ چيائين: ”سندس گهر واري جي ترقي ٿي آهي. هاڻي ڪامورو ٿي ويو آهي ۽ تازي آيل ٻوڏ وارن علائقن مان هڪ تي پوسٽنگ ٿيل اٿس. هينئر ڪراچيءَ ۾ ڊفينس ۾ رهي ٿي. خوش ٿي چيائين: ”بنگلو ورتو اٿم. پُٽ جي شادي ڪرائي اٿم. پُٽ کي پڻس آفيسري وٺي ڏني آهي. هينئر ڌِيءَ پرڻايان ٿي. سو چار پنج سونا سيٽ وٺڻ آئي آهيان. آخر ڌِيءَ کي بہ لاڏ ڪوڏ مان پرڻائڻو آهي“. مون پڇيس تہ ”پُنهين تہ انتر پاس هو آفيسر ڪيئن ٿيو؟“ چيائين: ”ڇڏ! ان ڳالهہ کي. پڻس ڏيئي وٺي نوڪري وٺي ڏني اٿس. بس الله جون دعائون آهن. هِيءَ پوسٽ ملي اٿس. سو بہ تي پئسا نهي پيا آهن. اڳيان بہ الله ڏيندو عمرو ڪري آئي آهيان. هاڻي دُعا ڪر تہ حج ڪري اچان“.....

اهو قصو انهن سمورن راشي ڪامورن ۽ آفيسرن جو آهي. جن ٻوڏ متاثرين جي امداد مان لکين ڪروڙين ناهيا. مون ٻوڏ کانپوءِ ڪراچيءَ جي وڏين بازارن ۾ اهڙيون گهٽيون مايون سون گهڙائيندي، مهانگي خريداري ڪندي، وڏين گاڏين ۾ گهمندي ڏٺيون، جيڪي ڪجهہ وقت ۾ اهڙي عيش و آرام واري پوزيشن تي پهتيون. چوندا آهن تہ ”مِروان موت، ملوڪان شڪار“ اسان جا عملدار تپيدار کان وٺي سيڪريٽريءَ تائين اهڙن موقعن جو انتظار ڪندا آهن ۽ وتائي فقير وانگر ”ڪا ڙي وتايا ڪاءُ“ ڪائيندا ويندا آهن. ٻيا مرن تہ ڇا، جيئن تہ ڇا، هُنن جو ڏهہ ٿي آڱريون گيهہ ۾! هُنن کي ڪنهن بہ بکئي ڏکئي جي دانهن ڪُوڪ ۽ تڪليف ڏسڻ ۾ ڪانہ ايندي آهي. ڪنهن جي بک ۽ بيماريءَ جو احساس ڪونہ هوندو آهي. هو پنهنجي اولاد لاءِ مال ميڙڻ ۾ مصروف ٿي ويندا آهن.

اڄ بہ مونکي ٻوڏ ۾ مڪليءَ تي آيل نارين ۽ ٻارن جو رستن تي ماڪوڙن وانگر پيل، امدادي سامان جي گاڏين پنيان ڇرين وانگر ڊوڙڻ، اني لپ لاءِ ذليل ٿيڻ، ڌِڪا کائڻ، پوليس وارن جون لنيون کائڻ ياد آهي ۽ هاڻي وري اهي ساڳيا منظر ٿر ۾ دهرائجن پيا. چون ٿا تہ ميڊيا وڌائي چڙهائي ٻڌائي ٿي، آئون پڇان ٿي تہ ڇا هي سڀ ڪجهہ ڪنهن ڊرامي جا سين آهن؟ ڇا هِي سڀ ٻکيون، بيمار عورتون اداڪارائون آهن؟ ڇا هي جهرڪيءَ جي ٻچن وانگر وات پٽيل، موت جي منهن ۾ ويندڙ گلن جهڙا ٻار اداڪاري پيا ڪن؟! هِي سُڃا ڳوٺ، خالي ٿيل ويران گهر بہ ڪنهن ڊرامي جا سيٽ آهن؟ اها ڳالهہ ڪندي هنن کي ذري جو افسوس نٿو ٿئي، جي ماڻهو اکيون پوري، ٿوري دير لاءِ هُنن مرندڙ ٻارن جي جاءِ تي ڪنهن پنهنجي پياري ٻار جو سوچي تہ ڇا حال ٿو ٿئي.

ٻاهرين مُلڪن ۾ ڪنهن جي ٻلي يا ڪتو بہ مريو پوي تہ ميڊيا ۾ ڀونچال اچيو وڃي. مون کي ياد آهي تہ برطانيا ۾ 2010ع جي اليڪشن مهم جي دوري تي وزير اعظم گورڊن برائون هڪڙي ڳوٺ ۾ ويو تہ اُتي هڪڙي پوڙهي مائيءَ هن کان ڪو

چيندڙ سوال ڪيو جنهن جو هُن وٽ جواب ڪونہ هو ۽ گول مول جواب ڏيئي مائيءَ مان جان ڇڏايائين. جڏهن گاڏيءَ ۾ اچي ويٺو تہ تڪڙ ۾ هن ڪان ڪوٽ ۾ لڳل مائيڪ بند ڪرڻ وسري ويو ۽ هُن پنهنجي سيڪريٽريءَ کي چيو تہ اوهان هن پوڙهيءَ کي مون تائين اچڻ ڇو ڏنو؟ هن جو اهو جملو مائيڪ کليل هئڻ ڪري ڪنهن ريڊيو تي بڌڻ ۾ آيو ۽ پوءِ هر ريڊيو هر ٽي وي چينل تي ورجايو ويو ۽ ان تي تنقيد شروع ٿي ويئي تہ وزير اعظم عورت لاءِ ائين ڇو چيو. برائون اچي خوار ٿيو ۽ نيٺ هُن جي گهر وڃي، هُن کان معافي ورتي. انهيءَ هڪڙي جملي هُن جي ووٽن تي بہ اثر وڌو ۽ اليڪشن ۾ هو ۽ هُن جي پارٽي هارائي ويئي، پر اسان وٽ تہ ڪنهن منسٽر جي پٽيوالي سان بہ ڪو غريب مسڪين ماڻهو ملي سگهي. پلي پيا هزارين ماڻهو مرن، پلي پيون تباهيون اچن پر هُنن جو ڪو بہ داد فرياد بڌڻ وارو ڪونهي. اليڪشن ويجهي ٿيندي ئي اهي ساڳيا وڏيرا، مير، پير پوتار گهرن مان نڪريو اچن تہ ڏوپجو اچا، اُجرا ٿيو، نون واعدن ۽ اقرارن سان ڳوٺ، ڳوٺ ۾ ڪاهيو پون، پوءِ هُنن کي نہ گرميءَ جي نہ سرديءَ جي پرواهہ هوندي آهي، بس وري اسيمبلين ۾ پهچڻ جي آرزو هوندي آهي، تہ اڳي ڪان اڳرا ٿي حڪومت ۾ اچي مال ميڙيون. مسڪين ماريون ۽ هترادو تباهيون ۽ بوڏون آڻيون، هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ ٿر جي هن تباهيءَ جو ڪهڙو تدارڪ ٿو ٿئي، هي جيڪي امداد جا اعلان ڪيا ويا آهن، اهي مستحق ماڻهن تائين پهچن ٿا يا نہ.

ٿر جي ماڻهن جي منهن تي وري مُرڪون واپس اچي سگهن ٿيون يا نہ. مائرن جون جهوليون وري آباد ٿي سگهن ٿيون يا نہ. ويران، پڙپانگ گهر آباد ٿين ٿا يا نہ ۽ انهيءَ خوني سانحي جي ذميوارن کي سزا ملي ٿي يا نہ. وري اهڙا باب دهرائڻ بند ٿين ٿا يا نہ. ٻين ملڪن ۾ هڪڙي اسيڪنڊل تي حڪمران استعيفائون ڏيئي وڃي گهر ويٺا ٿيندا آهن، هتي تہ مسلسل اسڪينڊلن مٿان اسڪينڊل آهن پر مجال آهي جو ڪنهن جو وار بہ ونگو ٿئي، هتي جزا ۽ سزا جو تصور ئي ڪونهي. ڇا هاڻ بہ سنڌ جا ماڻهو پنهنجون واڳون ساڳين ڇهرن جي حوالي ڪندا ۽ "ساڳيا لاٿون، ساڳيا ڇُگهہ" وارو قصو رهندو، ساڳيون اسٽوريون ٿي ويءَ تي هلنديون ۽ اسين سڀ بيحس ٿي سڀ ڪجهہ وساري ڇڏينداسين!

*Daily Kawish, Hyderabad- March 20th, 2014*

# مورن کان ماڻهن تائين درد ڪٿا

غلام حسين رنگريز

ياد ٿو اچيم تہ ڪنهن دور ۾ پرائمري نصاب جي اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل هڪ مضمون "وسڪارو" سبق طور پڙهايو ويندو هو. انهيءَ سبق جي سهڻي ٻهڳڻي ٻولي تہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، پر هڪ حساس دل جو درد اڇلون ڏيندو پاڻ پسائيندو محسوس ٿئي ٿو. هيءُ سبق ٿر جي حوالي سان آهي. جڏهن عرساڻي صاحب اسڪولن جي انسپيڪٽر هو تہ ٿرپارڪر جي اسڪولن جو دورو ڪندي هڪ اسڪول ۾ ويو ۽ شاگردن کان ٽيسٽ وٺڻ جي خيال کان ڪجهہ سوال پڇيائين ۽ انهن سوالن مان هڪ سوال اهو هو تہ "بهار جي مند ڪهڙي هوندي آهي؟" انهيءَ تي هڪ ٿري ٻالڪ وراڻيو "وسڪارو". عرساڻي صاحب عجب ۾ پئجي ويو پر محسوس ڪيائين تہ ٿر ۾ واقعي بهار جي مند جهڙوڪر ايندي ئي نہ آهي ۽ "وسڪاري جي ويلا" ئي ٿري لوڪن لاءِ بهار مثال هوندي آهي.

سنڌ جا هونئن تہ طبعي ڀاڱا سرو، وچولو ۽ لاڙ شمار ڪيا ويندا آهن، پر سنڌو ماٿريءَ ۾ ڪاڇو، ڪوهستان ۽ ريگستان بہ اچي وڃن ٿا. انهن ايراضين جي ماڻهن جي جياپي جو مدار ئي وسڪاري تي آهي. انهيءَ ڪري هيءُ چوڻي عام ٿي ويئي آهي تہ "ونو تہ ٿر، نہ بر ئي بر" ٿر جو هيءُ ريگستاني علائقو ڏکڻ اوڀر ۾ سوين ميلن ۾ پکڙيل آهي، جتي قديم سنڌي لوڪن سان گڏ بعد ۾ آيل مختلف ذاتين جا لکين ماڻهو آباد آهن. ٿر جو وارياسو ڪارونجهر کان ٿيندو ڪڇ هندستان سان وڃي لڳي ٿو. هن علائقي ۾ واريءَ جون ڀٽون جبلن وانگي اتاهيون نظر اينديون آهن. ڪٿي وري هيٺاهين ۾ ترايون ۽ ڍهر بہ ٿيندا آهن، جتي برسات جو پاڻي گڏ ٿي ويندو آهي ۽ ماڻهن ۽ چوپائي مال جي پيئڻ جو وسيلو بڻجي پوندو آهي. هتي ڪٿي ڪٿي اونها کوٽيل کوهہ بہ پيئڻ جو پاڻي مهيا ڪندا آهن، پر مسلسل انهن مان پاڻي ڪڍڻ ڪري اهي سٺ پرهن وارا کوهہ بہ سڪي ويندا آهن. اهڙي صورتحال ۾ ماڻهو پکي پکڻ ۽ مال مويشي پاڻيءَ جي ڦڙي ڦڙي لاءِ بہ پريشان رهندا آهن ۽ سنڌن اکيون اڀ ۾ پيون ڪڪرن لاءِ جهاتيون پائينديون آهن تہ ڪڏهن ٿي گهنگهور گهٽا ڇائنجي، وڄ

وراڪا ڏئي ۽ اپ مان مينهن وسڻ جا ويس ڪري پٽون ٿو پڇائي ۽ تل ترايون تار ڪري اهو وسڪاري جو اوسيئڙو ٿري لوڪن جي جڻ تہ قسمت جو حصو بڻجي ويو آهي. لطيف سائين ٿر ۽ ٿرين جي انهن حالتن کي بہ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي ۽ پاڻ انهن ڪيفيتن جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس:

بِيرَ ڪنيائون بر ۾، پيارين پٿون،
سنجن سانيڪن تي، وڏيءَ وير وهون،
پايو جر جنڊن ۾، ڪوڏان ڪن ڪهون،
ڏينهان ڏينهن نئون، مون کي وره ويڙهيچن جو

(لفظ ۽ انهن جون معنائون: بير–کوهہ، بر–رڻ پٽ، پٿون–ٻڪريون، سنجن–پاٽي ڪيڻ، سانيڪن–سٺ پرها کوهہ، وڏيءَ وير–صبح سوير/اسر، جنڊن–ٻوڪن يا چمڙي جون کليون، ڪوڏان–خوشيءَ مان) يا وري لطيف سائين چواٽي:

ٿَر ٿُوهر گهر جهوپڙا،ٻارڻ جن جو ٻوهہ،
انا مينهن ملير تي، ٿهڪي نڪتا توهہ،
رات بہ منهنجي روح، ستي سجڻ ساريا.

ٿر، جيڪو لوڪ گيتن، لوڪ داستانن ۽ مارو ماڻهن جو ديس آهي. سو هر لحاظ کان شاهوڪار آهي ۽ سنڌ جي ڏات ڌڻين مراد فقير، مائي ڀاڳي، شفيع فقير جو ديس آهي. مارئي سان گڏ هيءُ داستان ڍول مارو جو بہ ملڪ آهي. هيءُ پرمار راجپوتن سان گڏ روپلي ڪولهي جو بہ ڏيهہ آهي. هيءُ "تاريخ ريگستان" جي مصنف رائچند رانوڙ، مسڪين جهان خان کوسي، عبدالواحد آريسر، عبدالڪريم ۽ وفا پلي، عبدالقادر جوڻيجي، پريو ناشاد (هاڻي نفيس احمد شيخ)، حليم باغي، جمن دربدر، مير حسن آريسر، حاجي ساند ۽ ٻين کوڙ سارن شاعرن ۽ اديبن جو ڏيهہ آهي.

سنڌ ۾ جيڪو ريگستان آهي، تنهن کي ٿر ۽ پنجاب واري ريگستان کي چولستان سڏبو آهي. حڪمرانن جا رويا ٻنهي ريگستانن جي واسين ڏانهن هڪجهڙا نہ پر امتيازي آهن. جيڪا ڳالهہ نهايت افسوسناڪ آهي پر چا ڪجي. "پورب ماريا،س ڪنهن در ڏيان دانهڙي".

اسان وٽ فقط ايئن ٿئي ٿو تہ جڏهن ٿر ۾ ڏڪار ۽ سوڪهڙو ٿئي ٿو جنهن ۾ هزارين ماڻهو مرضن ۽ موتن جو بک بڻجن ٿا. چوپاين جا هڏاوان ڍانچا واريءَ تي ٽڙيل پکڙل نظر اچن ٿا تہ ميڊيا حرڪت ۾ اچي وڃي ۽ پوءِ حڪمران اگهور ننڊ مان اکيون پٽي اٿن ٿا. نيم يا غير سرڪاري تنظيمون حرڪت ۾ اچن ٿيون. پر هن علائقي جي عوامي نمائندن جي ڪن تي جونءِ بہ نٽي سري. شرمساريءَ جي ڳالهہ تہ پري رهي. ٿر سان هيءُ هاجو رڳو اڄ جو مامرو نہ آهي، پر سالن کان ايئن ٿيندو پيو اچي. ٿرين جي ڏک درد جو اهو علاج نہ آهي تہ سنڌ سرڪار امداد لاءِ 10ڪروڙ

منظور ڪري، بحريہ ٽائون جو ملڪ رياض 20 ڪروڙن جي امداد ۽ ملڪ جو وزيراعظم نواز شريف هڪ ارب ڏيڍ جو اعلان ڪري هليو ويو. ڇا مري ويل معصوم ٻارڙن ۽ ماڻهن کي اهي امدادون ڪنهن ڪم اچي سگهنديون؟ ڇا انهن امدادن سان ايندڙ سالن ۾ ڪنهن ايندڙ ڏڪار جي آفت کي ٽاري سگهبو؟ ڇا پنهنجن پيارن جي وڇوڙي جو وڍ ڀرجي سگهندو؟ ڇا پنهنجن اجهن کي ڇڏي ٻي گهر ٿي مال ڪاهي آباد وسندين ڏانهن ويندڙن جي درد جي ڪٿا ختم ٿي سگهندي؟ ڇا ايئن ملير مرڪٽو ٿي سگهندو؟ ڇا ايئن درد ونديءَ جو ديس وسي سگهندو؟

اسان جي عوامي نمائندن ۽ اقتدار جي صاحبن انهيءَ ڳالهہ کي ڪڏهن بہ سنجيدگيءَ سان ويچار هيٺ نہ آندو آهي تہ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي هن ترقي يافتہ دور ۾ ايندڙ ڏڪارن کان سدائين لاءِ بچاءَ جون ڪي حڪمت عمليون جوڙي اهڙا بہ عملي قدم کڻي سگهجن ٿا، جن سان ٿر آباد ٿي سگهي ٿو. پاڻي جي کوٽ پوري ٿي سگهي ٿي. مهل مرضن کان بچاءَ لاءِ اڳواٽ صحت سنڀال جا جتن بہ ڪري سگهجن ٿا. سعودي عرب ۾ بہ صحرا آهي، عراق ۾ بہ دشت سوس آهي، لبيا جو وڏو حصو رڻ پٽ آهي. روس ۾ سائبريا جو رڻ پٽ ۽ چين ۾ گوبي جو صحرا آهي. انهن ملڪن طرفان اختيار ڪيل اپائن جو اڀياس ڪري ٿر ۽ چولستان جي مسئلن کي مستقل بنيادن تي ختم ڪرڻ لاءِ منصوبابندي ۽ عملي اپاءَ ڇو نٿا ڪيا وڃن؟

ٿر مان لڌل ڪوئلي تي بجلي گهرن جو تہ سوچيو ويو ٿو پر اهو ڇو نٿو سوچيو وڃي تہ ٿر تائين پاڻي پهچائڻ لاءِ ڪي اپاءَ ورتا وڃن. ڪارونجهر جي قيمتي پٿر ۽ اتي موجود معدنيات کي لٽڻ لاءِ تہ حڪمرانن وٽ سوچون بہ آهن تہ وسيلا بہ، پر ٿر جي واريا سي کي سيراب ڪرڻ لاءِ ڪا بہ سوچ، ڪوبہ فڪر، ڪا بہ ڳڻتي ۽ منصوبابندي نہ آهي.

عالمي ادارن جي سهڪار سان هنن آفتن کي ٽاري سگهڻ ڪا ايتري ڏکي ڳالهہ نہ آهي، پر شرط آهي تہ مسئلي جي هن پهلوءَ طرف سنجيدگيءَ سان ويچارجي. ڪجهہ مهينا اڳ ٿر جي مورن ۾ بيماري پئي تہ سوين مور مري ويا ۽ هر سال جڏهن سوڪهڙو ٿئي ٿو تہ هزارين انسان ۽ چوپايا موت جو شڪار ٿي وڃن ٿا. مور، ٿر جي سونهن آهي، چاهي اهو ڪارونجهر جي ڪور هجي يا ٿر جي ڀٽن تي. صبح ساجهر جڏهن سج ڪني ڪڍي ٿو تہ مور پنهنجا حسين پر ڦهلائي جنهن جنون سان رقص ڪري ٿو تہ ساري ڪائنات رقصان نظر اچي ٿي. ان جي رقص جي ردم سان عدنان سميع جي پيانو تي تيزيءَ سان هلندڙ آڱرين کي بہ پيٽي نٿو سگهجي ۽ جي روي شنڪر پنهنجي آڱرين کي ستار جي سرن تي هلائي تہ هيڪر سندس آڱريون بہ آرتيون ٿي پون. اهو مور جنهن جو پک اسان قرآن مجيد ۾ رکون ٿا، سو ڪافي عرصي کان سرحدي نگهبانن جي گوليءَ جو بک بڻجندو رهيو ۽ تازو تنهن موذي مرض مٿس

وار ڪيو. اسان بي حس ماڻهو جيڪي ماڻهن جي مرڻ تي بہ لڙڪ لاڙي نٿا سگهون، سي مورن جي مرڻ تي ڪهڙو ڪهڪاءُ ڪري سگهنداسين.

اسان جي جهنگلي جيوت واري اداري تہ مورن جي سار نہ لڌي، پر انساني حياتين جي نگهبانن بہ ڪڏهن اهو نہ سوچيو آهي تہ ڪو جوڳو اپاءُ ڪجي، ڪا پاليسي ٺاهجي ۽ عالمي سائنسي ماهرن کي گهرائي اپياس ڪرائجي تہ "ٿر جي انهيءَ الميي جو مستقل حل ڇا آهي؟"

منهنجي راءِ آهي تہ ٿر جي سوڪهڙي واري مسئلي کي هينين اپائن ذريعي مستقل بنيادن تي حل ڪرڻ ڏانهن قدم وڌائي سگهجي ٿو:

1. ٿر ۾ پن چڪي ذريعي سوين ٽيوب ويل لڳائي سگهجن ٿا. جن ذريعي نہ رڳو پيئڻ جي پاڻيءَ جو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو پر آباديءَ لاءِ بہ پاڻي مهيا ٿي سگهي ٿو.
2. جتي کارو پاڻي نڪري اتي کاري پاڻيءَ کي مني پاڻيءَ ۾ تبديل ڪرڻ جا پلانٽ لڳائي سگهجن ٿا.
3. بئراجي پاڻيءَ کي وڏن ۽ ڪشادن پائپن ذريعي ٿر تائين پهچائي پاڻي جي ضرورت جو پورائو ڪري سگهجي ٿو. اهو تجربو لبيا ۾ ٿيل آهي ۽ قابل عمل آهي.
4. وسڪاري جي پاڻيءَ کي هيناهين ۽ ترائين ۾ اسٽون پچنگ ٿيل تلائن ۾ جمع ڪري سگهجي ٿو.
5. ٿي سگهي ٿو تہ عالمي ماهرن ۽ سائنسدانن وٽ ڪي ٻيا طريقا بہ هجن، جن مان لاڀ پرائي ٿر جي زرخيز زمين کي باغ و بهار بڻائي سگهجي ٿو. اهڙيءَ ريت مورن جي مرڻ کان ماڻهن جي مرڻ تائين جي درد ڪٿا جو انت آڻي سگهجي ٿو.

# هي صحرا موت جو صحرا ڇو؟

## زاهده حنا

شڪسپيئر پنهنجي ڪنهن ڊرامي ۾ ڪردار جي زبان مان اهو چورايو آهي تہ هڪ انسان جيڪو نابين آهي سو بہ ڏسي سگهي ٿو تہ دنيا ۾ ڇا ٿي رهيو آهي . ڪنگ ليئر جو اهو جملو اڄ ڏاڍو ياد اچي رهيو آهي .ٿر جي بي حال ماڻهن سان همدردي لاءِ ويل اسان جو وڏو وزير ۽ سندس همراهہ ٿڪ ۽ صدمي ۾ چُور ٿي جڏهن مني سرڪٽ هائوس ۾ پهتا تہ اهوڪيئن ممڪن هو تہ انهن لاءِ مانجهاندي جو بندوبست نہ ڪجي ها .ان مانجهاندي ۾ موجود طعامن جا تفصيل ڄاڻي مونکي بينظير ڀٽو ياد آئي .هوءَ 70ڪلفٽن ۾ جڏهن پنهنجن ڪارڪنن سان دستر خوان تي ويٺي تہ دال، چانور، نان ۽ هڪ سبزي ڪانسواءِ ڪجهہ نہ هوندو هو .اهو ڪاڏو هُوءَ پاڻ بہ کائيندي هئي ۽ پنهنجي جان نثارن کي بہ کارائيندي هُئي .هيڙن لمحن ۾ هوءَ ان ڪري ياد اچي رهي آهي جو هوءَ مدبر هئي، اڳواڻ هئي .ان ڪانپوءِ ايندڙ شايد اهي ماڻهو آهن، جيڪي سنڌ جي ٻهراڙين مان ووٽ ونڻ کي پنهنجو پيدائشي حق ۽ اتي رهندڙن جو پيدائشي فرض سمجهن ٿا.

هن وقت سنڌ حڪومت جي ذميوارن جو چوڻ آهي تہ ٿر پارڪر ۾ ٿيل ڏڪار ۽ ان نتيجي ۾ مارجي ويلن جو انگ ميڊياخاص ڪري اليڪٽرانڪ ميڊيا وڌائي چڙهائي پيش ڪري رهي آهي .هن مرحلي تي اهو ڪيئن ڄاتو ويو تہ ان نازڪ صورتحال ۾ صوبائي حڪومت جي ذميواري کي وڌائي چڙهائي پيش ڪيو ويو آهي . اسان سڀ ڄاڻون ٿا تہ اڳوڻي صدر زرداريءَ 18هين ترميم جي ذريعي اختيارن جي جيڪا ورڇ ڪئي آهي، تنهن ملڪ جي صوبائي حڪومت کي تمام گهڻو بااختيار بڻائي ڇڏيو آهي .اهڙي صورت ۾ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ مقامي بيوروڪريسي ۽ صوبائي گادي ۾ موجود واسطيدار آفيسرن ۽ وزيرن حالتن جي نزاڪت جو احساس ڇو نہ ڪيو ۽ ان بحران کي منهن ڏيڻ ۾ ايتري دير ڇو ڪئي .ٿرپارڪر ۽ ٻين ضلعن ۾پ پ جي سرگرم عهديدارن ان المناڪ انساني مسئلي تي ڇو نظر نہ رکي ۽ علائقي جي آفيسرن تي ڇو نہ دٻاءُ رکيو تہ اهي رات ڏينهن هڪ ڪري اهو مسئلو حل ڪن .

اها ذميواري انهن سياسي ۽ مذهبي پارٽين جي بہ هئي. جيڪي ان علائقي ۾ وڏا جلسا ڪنديون آهن .ڇا انهن جماعتن کي ان علائقي جي غريبن جي ضرورت رڳو ان وقت پوندي آهي. جڏهن ووٽ وٺڻ جي موسم ايندي آهي.

اها سني ڳالهہ آهي تہ وفاقي حڪومت صوبائي معاملن ۾ دخل نہ ڏيڻ جو لاڙو رکيو آهي پر ٿرپارڪر جي ان المياتي سانحي مان اها ڳالهہ آڏو آئي آهي تہ صوبن مان اڀندڙ مسئلا ۽ معاملا جيڪي وڏن انساني الميئن ۾ تبديل ٿي سگهن ٿا تن جي باري ۾ وفاقي حڪومت کي وڌيڪ حساس رويو اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ انهن جي حوالي سان هنگامي اپاءَ وٺڻ گهرجن.

ان حوالي سان ماڻهو بہ سوال اٿاري رهيا آهن .هڪ اهو تہ هيءُ سوڪهڙو ڪو لڪيل ڍڪيل نہ هو .نہ ئي اها ڪا اڻ ٿر آفت هُئي .ان باري ۾ ايجنسين ڪان پُل چُڪ آخر ڪيئن ٿي .ٻيو سوال اهو آهي تہ پاڪستاني ۽ هندستاني ٿر هڪجهڙن مسئلن جو شڪار هوندو آهي. پر هندستاني ٿر ۾ رهندڙ ماڻهن سان اهڙا مسئلا ڇو ناهن پيدا ٿيندا .اتي ايئن موت جا واقعا ڇو نہ ٿيا .ان جو مطلب اهو ٿيو تہ سرحد جي ٻئي پاسي اتان جي مقامي حڪومت جي معاملن تي پڪڙ وڌيڪ بهتر هئي .برساتون اتي بہ نہ پيون. خوراڪ جي کوٽ اتي بہ هئي پر ان صورتحال کي سوڪهڙي ۾ تبديل ٿيڻ نہ ڏنو .اسان هر معاملي ۾ هندستان ڏانهن آڱر کڻندا آهيون. پر اهڙن معاملن ۾ نہ انهن سان مقابلو ڪندا آهيون ۽ نہ ئي سکڻ لاءِ تيار هوندا آهيون .۽ هاڻي ڪجهہ احتساب پنهنجو بہ ڪجي .اسان اخبارن ۽ ٽي وي چئنلن سان سلهاڙيل ماڻهن. ٿر تي اوستائين ڇو ڌيان نہ ڏنو. جيستائين اهو گهوٽالو انساني الميي ۾ تبديل ٿيو.

اسانجيون بريڪنگ نيوز. طالبان. وينا ملڪ ۽ ميرا بي بي رهيون .ان وقت اسانجن خبرن جو مرڪز ٿر ڇو نہ هو جڏهن اتي ڏڪار جي موسم اچي رهي هئي.

هڪڙا ماڻهو چون ٿا تہ جمهوريت جو ڏوهہ آهي يا جمهوريت ڇا ڏنو .مان چوان ٿي تہ اها جمهوريت ئي آهي. جنهن ڪري ٿر جي مسئلي کي اٿاريو ويو .آمر حڪومتون هجن ها تہ ان سانحي کي ميڊيا يا مخالف ڌر ايئن اپاري نہ سگهي ها.

# امداد جي ورهاست وارو روايتي طريقو ۽ غير شفافيت جا امڪان

سهيل سانگي

هاڻي سيني جو رخ ٿر ڏانهن آهي، وزير اعظم نواز شريف ۽ پيپلز پارٽي جو نوجوان چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري به ڏڪاريل علائقي ۾ پهچي ويا آهن، سپريم ڪورٽ به نوٽيس ورتندي سنڌ سرڪار کي ٿر جي حالتن لاءِ ذميوار قرار ڏنو. فوج به امدادي ڪارروائين ۾ حصو وٺي رهي آهي. بلڊر ٽائيڪون ملڪ رياض فوتي ٻارڙن جي وارثن لاءِ 5_5 لک رپيا ڏيڻ جو اعلان ڪري چڏيو آهي، آءِ بي اي سکر توڙي ٻيا انيڪ سرڪاري نيم سرڪاري ادارا ۽ ماڻهو ڏڪار ستايلن جي امداد لاءِ ميدان ۾ لهي پيا آهن. ڊونر ۽ اين جي اوز ته هونئن ئي اهڙن موقعن تي ميدان ۾ اچي ويندا آهن. لڳي ٿو ته ٿر واسين جي واهر ٿيڻ واري آهي. انهن جي مدد جو سامان ٿيڻ وارو آهي.

وزير اعظم هڪ ارب رپين جو اعلان ڪيو. ساڳئي وقت تي سنڌ حڪومت جي ڪارڪردگي تي بي اعتماديءَ جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته ان معاملي جي جاچ ٿيڻ گهرجي ته ٻارن جو موت ڪيئن واقع ٿيو ۽ امدادي ڪڻڪ ڇو نه ورهائي وئي؟ سوال پنهنجي جاءِ تي درست آهن. اڳوڻو وڏو وزير ارباب غلام رحيم به گڏريل مئي وارين چونڊن کان پوءِ پهريون ڀيرو ٿر ۾ ڏسڻ ۾ آيو. سندس چوڻ هو ته امداد جي ورهاست کي شفاف بڻائڻ لاءِ رابطي ڪاري ضروري آهي. ائين نه ٿئي جو رڳو هڪ پارٽي جي ماڻهن کي امداد ملي. وفاقي حڪومت جي اعلانيل امداد بعد ٿر ۾ ارباب رحيم جو ڪردار هڪ دفعو ٻيهر اڀري رهيو آهي. ورنه چونڊن ۾ پيپلز پارٽي جي وڏي پيماني تي فتح ۽ سندس گروپ جي هار بعد هو بنهه گم لڳو پيو هو. بهرحال انهيءَ ڳالهه جو وڏو امڪان آهي ته ٿر جي ڏڪار ۽ ان جي امداد تي به ڪا سياست ٿئي.

ڏڪار واري معاملي تي سنڌ حڪومت جيئن سٽن مهينن تائين خاموش رهي ۽ ٿر کي ڏڪار سٽيل علائقو قرار نه ڏنو تي مهينا اڳ ڏڪاريل ماڻهن لاءِ اعلانيل ڪڻڪ به نه ورهائي، ان سان گڏوگڏ بدانتظامي ۽ خراب حڪمراني جي ڪري ڳالهه

حڪومت جي ڳڇيءَ ۾ پئجي ويئي. وڏيڪ خرابي ان وقت ٿي. جڏهن وڏي وزير سيد قائم علي شاهه کي گذريل هفتي واري دوري دوران غلط بريفنگ ڏني ويئي. اها نه رڳو غلط، غير منطقي هئي. بلڪ چڙ ڏياريندڙ ۽ حقيقتن جي ابتڙ هئي. ان ڳالهه ماڳهين حڪومت جي ساک کي ئي لوڏي وڌو. اهو سنو ٿيو جو وڏي وزير غلطي جو اعتراف ڪندي معاملي کي سنڀالڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ بريفنگ ۾ ان کان اڳ واري انتظامي توڙي صحت جي صورتحال مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ٿر ۾ سرڪاري ادارن ۾ اتي وينل آفيسرن جا ڪهڙا افعال هوندا. رڳو ايترو ئي نه. ساڳئي وقت چونديل عيوضي به اوترا ئي ذميوار آهن. جو اهي سڀ آفيسر فرمائشن تي ايم اين ايز ۽ ايم پي ايز جا لڳايل آهن. ضلعي هيڊ ڪوارٽر واري شهر ۾ اهي خبرون هلن ٿيون ته انهن آفيسرن کي خاص مقصدن لاءِ لڳايو ويو آهي. وڏو مقصد اهو آهي ته ترقياتي ڪمن توڙي سار سنڀال وارن فنڊن مان سندن حصو پتي نڪري. الزام وڏا آهن. ماڻهن وٽ شاهديون به آهن. ان جي ضرور جاچ ٿيڻ گهرجي. ڳالهه اها پئي ٿي ته انهن عيوضين به وڏي وزير کي صحيح صورتحال نه ٻڌائي. ٻين لفظن ۾ اهو ته اهي نمائندا عوامي مينڊيٽ جو احترام نه ڪري سگهيا. ڇا ٿر جي ماڻهن کي اهو حق نٿو پهچي ته اهي انهن نمائندن تي بي اعتماديءَ جو اظهار ڪن ۽ کين ايوانن مان واپس گهرائي وٺن ۽ ٿر جي ماڻهن سموريون رڪاوٽون توڙي هن پيري انهن نمائندن (پيپلز پارٽي) کي تاريخي مينڊيٽ ڏنو آهي ۽ انهن جي مينڊيٽ جو اهو حال ڪيو ويو. ان بابت خود پارٽي قيادت کي انهن کان پڇاڻو ڪرڻ گهرجي.

سنڌ جو وڏو وزير ٿر ۾ خراب صورتحال جي حوالي سان ستن آفيسرن کي اڳ معطل ڪري چڪو آهي ۽ ڪالهه ڪجهه وڌيڪ آفيسرن خلاف قدم کنيو ويو آهي. ڳالهه هڪڙي نظر ۾ نيڪ لڳي ٿي. پر انهن آفيسرن جي مقرري، انهن جي اهڙي خراب ڪارڪردگي توڙي رويي کي خود پارٽي جي ڪن اڳواڻن جي پُٺ حاصل آهي. ان ڪري رڳو انهن آفيسرن جي معطلي سان ڪم ڪونه هلندو. ڪي حلقا اهو پيا چون ته ته ڏڪار آهي ئي ڪونه. اهو ميڊيا جو وڌل ڏڪار آهي. اها ميڊيا هائيپ آهي. اها ڳالهه شروع ۾ سنڌ جي وڏي وزير به چئي هئي، پٺي ڏينهن تي کيس پاڻ کي درست ڪرڻو پيو. 15 آگسٽ تائين برساتون نه پوڻ کانپوءِ ميڊيا لڳاتار حالتن بابت خبرون ڏيندي رهي ۽ حڪومت جو ڌيان ڇڪائيندي رهي ته علائقي ۾ امدادي سرگرميون شروع ڪيون وڃن پر حڪومت ائين نه ڪيو. ٽي مهينا اڳ مختلف رپورٽن جي روشنيءَ ۾ حڪومت 60 هزار بوريون ڪڻڪ به موڪلي. مهينو کن اڳ اسيمبلي ۾ به ان ڏڪار جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ آيو ۽ ائين ميڊيا ۾ اهو سلسلو لڳاتار هلندو اچي. جنهن کان حڪومت ۽ انتظاميا ڪن لاتار ڪندي رهي. ڪي حلقا خود انتظاميا ۾ وينل ماڻهو چون ٿا ته گذريل سال ساڳئي موسم ۾ وڌيڪ ٻار موت جو شڪار ٿيا هئا. بلڪ

اها ڳالهه خود صوبائي وزير شرجيل ميمڻ بہ چئي آهي. اهي انگ اکر ضرور صحيح هوندا، پر ڪائنن اهو پڇي سگهجي ٿو تہ تڏهن بہ تہ پيپلز پارٽي جي حڪومت هئي ۽ انهن موتن لاءِ بہ اها ئي ذميوار آهي، پوءِ انهيءَ لاءِ بہ حڪومت کي جواب ڏيڻو پوندو. ڏڪار سبب پيدا ٿيل غذائي کوٽ ۽ مال لاءِ چاري جي اڻ هوند آهستي آهستي اثر ڏيکاري رهي آهي، ريڍو مال وڏيڪ ڪمزور ٿيندو آهي ۽ اهو ڏڪارن ۽ بکن ۾ سڀ کان پهرين شڪار ٿيندو آهي، هن پيري بہ ائين ٿيو. ڏڪار جي ست وارو معاملو ان وقت کليو جڏهن بيماري وگهي رڍون هزارن جي تعداد ۾ مرڻ لڳيون، تہ جا ماڻهو جن کي اڳ بہ ڪيترن ئي ڏڪارن جو تجربو آهي، تن سمجهي ورتو هو تہ هاڻي ڏڪار اثر ڏيکارڻ شروع ڪيو آهي، ان ڳالهه ميڊيا جو ڌيان بہ ڏڪار جي اثرن طرف ڇڪايو. جڏهن اسپتالن جو ٽن مهينن جو رڪارڊ چيڪ ڪيو ويو تہ ڊيڄاريندڙ صورتحال سامهون آئي، رڳو مٺي سول اسپتال جا انگ اهو پيا ٻڌائين تہ سراسري طرح چاليهارو کن ٻار هر مهيني اجل جو شڪار ٿيا آهن، هي ڪو ميڊيا هائيپ ڪونهي، بک ۽ ڏڪار ڪو گولي يا بم ڪونهي، جو ان جو ڌماڪو ٿئي ۽ ماڻهو مري وڃي، هي تہ لڳاتار ڪمزور ڪندڙ چيچلائي ماريندڙ عمل آهي، تہ جو ماڻهو ان مان گذري رهيو آهي، 5 سالن جو ننڍڙو ٻارڙو انهيءَ غذائي کوٽ جي ست نٿو سهي سگهي، ان ڪري ست ۾ اهو ئي متاثر ٿيو. مدافعت جي سگهہ نہ هجڻ ڪري موت جي منهن ۾ هليو ويو. جيڪڏهن هي ميڊيا هائيپ آهي تہ انڊيا جي راجستان ۾ بہ ڏڪار پيو آهي، ان کي ڇا چئبو!

مٺي شهر جو منظر ٻڌائي ٿو تہ سنڌ توڙي وفاقي حڪومت ۽ عالمي ادارا تہ ڌانهن اٿلي پيا آهن. هڪ وڏي امداد اچڻ واري آهي، ان ڪري هاڻي اصل سوال اهو آهي تہ اها امداد ۽ خوراڪ غريب ۽ مستحق ماڻهن تائين ڪيئن پهچي؟ سرڪار امداد ورهائڻ جو اهو انتظام ڪيو آهي جو اهو ڪم انهن ماڻهن جي حوالي ڪيو آهي، جيڪي هن کان اڳ بہ ٿر ۾ سفيد ۽ سياهہ جا مالڪ هئا، اهي ماڻهو اهڙيون حالتون پيدا ڪرڻ جي ذميواري کان آجا ناهن ۽ ان ڪري امداد جي ورهاست ۾ بہ شفافيت بابت شڪ ۽ شبها آهن. هيو طريقو روايتي اين جي اوز جو آهي، اين جي اوز هاڻي عوام جي خدمت ڪرڻ يا عوام کي ڪجهہ ڏيڻ بدران ڪارپوريٽ سيڪٽر ۾ تبديل ٿي ويون آهن. انهن گذريل ڏهاڪو کن سالن ۾ عوام جي نالي تي ۽ تباهين جي ازالي لاءِ آيل پئسن مان پنهنجو پاڻ کي تہ ناهيو آهي پر عوام کي ڪجهہ بہ نہ مليو آهي. ڊونر ادارا مٺي يا اسلام ڪوٽ تائين ئي پنهنجيون ڪئمپون قائم ڪندا، باقي ڪم انهن روايتي وڏين اين جي اوز کي ڏنو ويندو، بزنس ڪندڙ انهن اين جي اوز جو ڪردار مارڪيٽ جي ٻوليءَ ۾ وچيئن ڏر وارو هوندو، پر اهي انهيءَ امداد کي اڳتي نہ وڌائينديون.

تيڻ ڇا گهرجي؟

(1) حڪومت کي گهرجي تہ ڪنهن هڪ پارٽي يا چونڊيل عيوضيءَ تي ڀاڙڻ بدران ڳوٺ جي سطح تي ڪميٽيون ٺاهي. ڪن ڳوٺن ۾ اڳ ئي ڳوناٺيون تنظيمون قائم آهن. انهن کان ڪم ورتو وڃي. ڪميٽين ۾ هر مڪتبہ فڪر ۽ گروپ جا ماڻهو ڪنيا وڃن تہ جيئن امدادي ڪم جي ورهاست ۾ شفافيت اچي سگهي.

(2) ڊونر ادارن کي گهرجي تہ اهي بہ ڪجهہ هيٺ لهن ۽ انهن "ايجنٽ" اين جي اوز جي بدران ڳوناٺين تنظيمن کي اڳتي آڻين ۽ امداد جي ورهاست انهن جي ذريعي ڪئي وڃي.

(3) ٿر ۾ پوندڙ ڏڪار جو مستقل حل ڳولڻ لاءِ انڊيا جي تجربي مان بہ سکيو وڃي، جتي ٽيوب ويلن ۽ ڪئنال جي ذريعي پوکي ڪئي وڃي ٿي.

(4) ٿر جي ڪوئلي کي استعمال کان اڳ ٿر جي نوجوانن کي هنري ۽ ٽيڪنيڪل تعليم ڏيئي اتي سئو سيڪڙو انهن کي نوڪريون ڏنيون وڃن.

(5) ٿر ۾ معياري تعليم کي يقيني بڻايو وڃي ۽ ذهين ٻارن کي اسڪالرشپون ڏيئي بهتر نوڪرين لاءِ تيار ڪيو وڃي.

(6) هن وقت ٿر جا ماڻهو چوپائي مال ۽ برسات تي ٿيندڙ فصلن تي ڀاڙين ٿا. ان جي بدران سندن روزگار جو ذريعو تبديل ڪرڻ لاءِ انتظام ڪيا وڃن.

# ٿر جي امداد ۾ جهنگلي جيوت جو به حصو هجڻ گهرجي

نواز ڪنير

موسميات کاتي جي شايع ٿيل انگن اکرن مطابق، ٿر ۾ گذريل سال 30 سيڪڙو گهٽ برسات پئي هئي. (افسوس جو اڄڪلهه ٿر جا انگ اکر ناهن ڏنا ويا) گهٽ پيل برسات جا ٿرين جي زندگيءَ توڙي اتي جي چوپائي مال تي پيل مختلف قسمن جا اثر، اڄڪلهه ميڊيا جو اهم موضوع بڻيل آهن. جڏهن ٿر ۾ گذريل سال عام رواجي پونڊڙ برسات جي مقابلي ۾ 30 سيڪڙو گهٽ برسات پئي آهي ۽ ان جا انسانن ۽ چوپائي مال تي اثر پيا آهن ته لازمي طرح، ان جا اتي رهندڙ جهنگلي جيوت تي به اُگرا اثر پوڻ اٽل آهي. پر ان طرف اڃان نه ته ايترو ڌيان ڏنو ويو آهي، نه ئي ان جي ازالي لاءِ ڪي عملي قدم ئي کنيا ويا آهن. ٿر توڙي اڇڙي ٿر ۾ گهٽ برسات جي ڪري آيل ڏڪار جا اتي جي جهنگلي جيوت تي، انسانن ۽ چوپائي مال تي بنسبت گهڻ رخا اثر پيا آهن. چاڪاڻ ته ڪيترائي پکي ۽ ننڍا وڏا جيت جڻيا ۽ جانور سڌي اڻ سڌي طرح، پنهنجي پيٽ پرڻ لاءِ اتي جي انساني آبادين تي ڀاڙين ٿا. جهڙي طرح گهٽ پيل برسات جي ڪري ٿر جي نباتات جي اوسر تي منفي اثر پيا ۽ ڪيترائي گاهه ٻوٽا گهٽ ٿيا ۽ ڪين واڌ ويجهه لاءِ مختلف مرحلن تي گهربل برساتي پاڻي، وقت سر نه ملڻ يا گهٽ ملڻ ڪري، انهن جي واڌ ويجهه سان گڏ، انهن جي ٻج ڪرڻ تي به منفي اثر ڇڏيا. جنهن جو وري چوپائي مال ۽ انساني کاڌ خوراڪ سان گڏ، جهنگلي جيوت تي به اثر پيو. ڇو جو ٿر جي جهنگلي جيوت جي ڪيترن ئي قسمن ۽ نسلن جي کاڌ خوراڪ به انهن گاهن ٻوٽن ۽ وڻن جي ڪکن پنن کان ويندي، انهن جي ڦر، ميوي يا ٻج سان وابسته هجي ٿي. جڏهن گهٽ برسات سبب گاهن، ٻوٽن ۽ وڻن تي اثر پيو ته ان جو اثر، جهنگلي جيوت تي پوڻ به لازمي آهي. ان کان علاوه گهٽ برسات سبب، ٻوٽن جي گهٽ ڄمڻ يا وقت کان اڳ سڙي وڃڻ ڪري، جهنگلي جيوت جي کاڌ خوراڪ سان گڏ انهن جي لِڪ جا هنڌ گهٽجڻ ڪري، انهن جي واڌ ويجهه تي به اثر پيا هوندا.

ان کان سواءِ ڏڪار سبب، جن جن علائقن مان ماڻهن لڏ پلاڻ ڪري گهر خالي ڪيا آهن، اتي جي جهنگلي جيوت، انهن ماڻهن پاران، کين ملندڙ اَن ۽ چوڳي کان محروم ٿيڻ سان گڏ گهرن ۾ کين ملندڙ ماني ٽُڪر يا ٻَٽ جي شُڪل چانورن ۽ ٻچيل ٻاجي وغيره کان بہ محروم ٿيا آهن. ائين اتي جي لڏ پلاڻ جو ٿورو يا گهڻو اثر جهنگلي جيوت تي بہ پيو آهي. پر افسوس جو NDMA توڙي PDMA يا رليف ڪمشنر ۽ ٻين ادارن پاران ٿرين لاءِ ٿيندڙ امداد جي اعلانن ۾ ڪٿي بہ جهنگلي جيوت جي حصي جو ڪو بہ ذڪر ناهي! حالانڪ ٿيڻ تہ ائين گهرجي ها جو امداد ۾ ٿر جي جهنگلي جيوت جو الڳ سان حصو مقرر ڪري، خالي ٿيل گهرن ۾، جهنگلي جيوت لاءِ پاڻي جا ٽانو يري رکڻ سان گڏ، اتي مختلف قسمن جي اَن ۽ داڻن جا بہ ٽانو يري رکيا وڃن تہ جيئن، انهن گهرن ۽ اتي جي انساني آبادي تي ڀاڙيندڙ جهنگلي جيوت جي کاڌ خوراڪ ۾ ڪا ڪمي نہ اچي سگهي. هتي انهن وڏين اين جي اوز ۽ حيوانات ۽ نباتات جي حوالي سان وڏيون دعوائون ڪندڙ سماجي ادارن جي غير موجودگي ۽ سندن پاران انهن بي زبانن لاءِ آواز نہ اٿارڻ تي پڻ ڪيئي سوال اڀرن ٿا!؟ اهي مقامي سياح جيڪي برسات جي ڏينهن ۾ يا عام ڏينهن ۾ ٿرين جون مهمانيون کائيندي ۽ انهن جي مهمان نوازي جا ڳُڻ ڳائيندي نہ ٿڪبا آهن. هِن ڏکئي ويل انهن کي بہ اڳتي اچي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ سان گڏ ٿر ۽ ٿرين جي کاڌل نمڪ جو حق ادا ڪرڻ گهرجي. ان کان علاوه حڪومت ٿر ۾ گيم سينچري جي حوالي سان جيڪي اعلان ڪيا هئا، انهن تي بہ جيڪڏهن عمل تي وڃي تڏهن بہ جهنگلي جيوت کي تمام گهڻي فائدي سان گڏ تحفظ بہ ملي سگهي ٿو.

اهي ننڍا وڏا ملڪي ۽ غير ملڪي شڪاري، جيڪي هر سال ٿر ۽ اڇڙي ٿر ۾ شڪار ڪري ۽ ڪرائي، دل وندرائڻ سان گڏ پنهنجا تعلقات وڌائي ۽ برقرار رکي، انهيءَ قتلام عيوض، پنهنجا ڪم ڪيدائيندا ۽ ذاتي مفادن جو تحفظ ڪندا آهن. انهن کي هن ڏکي ويل ۾ ٿر جي انساني آبادي سان گڏ، اتي جي جهنگلي جيوت جي کاڌ خوراڪ ، تحفظ ۽ واڌ ويجهہ لاءِ بہ وس آهر، ممڪن قدم کڻڻ گهرجن. انهن کي پنهنجي حال ۽ حيثيت جي حساب سان، ٿر ۾ امدادي سامان کڻي وڃڻ گهرجي، ٿرين جو حال پڇائي ٿيڻ سان گڏ، اتي جي پکي پُکڻ لاءِ اَن داڻو ۽ شُڪل گاهہ پنو بہ گڏ کڻي وڃڻ گهرجي. مختلف جانورن ۽ پکين جي جوءِ ۾ مزارن، قبرستانن، اسڪولن، اسپتالن، اوطاقن، امام بارگاهن، مسجدن، مندرن، کوهن ۽ ترائن وغيره تي جهنگلي جيوت کي اهو چوڳو ڏيئي اچڻ جو بندو بست ڪرڻ گهرجي. ٿر جيئن تہ مختلف قسمن جي گاهن، ٻوٽن ۽ وڻن جي قدرتي نرسري بہ آهي، ان ڪري سرڪار کي انهيءَ نرسري ۾ ٿيندڙ گاهہ ۽ ٻوٽن جي تحفظ کي يقيني بڻائڻ لاءِ بہ قدم کڻڻ گهرجن. ڇو جو اهي نرسريون انسانن ۽ جانورن جي کاڌ خوراڪ سان گڏ جهنگلي جيوت جي بہ کاڌ

خوراڪ، واڌ ويجهه ۽ لِڪ جا اهم ذريعا ۽ هنڌ آهن. ان ڪري ٿر ۾ ايندڙ 10 سالن تائين، وڻن جي واڍي تي مڪمل طرح سان پابندي هڻي، ان تي عمل ڪرائي، گهر وغيره ٺاهڻ لاءِ گهربل ڪاٺ جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ٻين ملڪن ۽ مختلف هنڌن تي، گهر ٺاهڻ لاءِ گهربل سامان سستي اگهن تي، ۽ گهرن جي ويجهو مهيا ڪرڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. باقي ٻارڻ لاءِ ته ديوي هونئن ئي جام آهي. ان سلسلي ۾ ٿر جي گائوچرن تي ٿيل غير قانوني قبضا ايندڙ برسات کان اڳ، فوري طور تي ختم ڪرائي، اڳتي لاءِ انهن جي کيڙڻ تي مڪمل پابندي هڻي، ان تي عمل درآمد کي يقيني بڻايو وڃي. گڏوگڏ ٿر ۾ ڏڪار جي ڪري ٿيل ۽ متوقع طور ٿيندڙ جهنگلي جيوت جي نقصان جي ازالي لاءِ ايندڙ 10 سالن تائين ٿر توڙي اڇڙي ٿر ۾، ڪنهن به قسم جي شڪار تي مڪمل طور تي پابندي هڻي وڃي. ته جيئن ضايع ٿيل پکين ۽ جانورن جي تعداد ۾ گهٽتائي جيترو اضافو ٿي سگهي،انهن جي نسلن کي، ايندڙ نسلن لاءِ بچائي سگهجي. ان سلسلي ۾ بااثر شڪاري، پاڻ مرادو اڳتي اچي، اهڙا اعلان ڪن (اهي نلها نه هجن) ته سند ن اثر وارن علائقن ۾ ايندڙ 10 سالن ۾، نه ته هو پاڻ شڪار ڪندا ۽ نه ئي ٻئي ڪنهن کي شڪار ڪرڻ جي اجازت ڏيندا. اهو ڪم ايترو ڏکيو يا نا ممڪن ڪونهي. ٿوري همت سان اهو ڪم آساني سان ڪري، ڪيترن ئي ختم ٿيندڙ ناياب نسلن کي بچائي، علائقي جي سونهن کي بچائڻ سان گڏ شڪاري، ايندڙ وقتن لاءِ پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد لاءِ شڪار کي به بچائي سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ هر ضلعي ۾ مقرر سياسي گيم واردن کي به هن ڏکئي وقت ۾ اڳتي اچي، پنهنجي حصي جو ڪم ڪرڻ سان گڏ، پنهنجي هجڻ جو جواز به مهيا ڪرڻ کپي.

# ٿر جو ڏڪار ۽ سرڪاري بي حسي

دودو چانڊيو

ٿر جي هڪڙي ڳوٺ جونالو آهي نيڻ هار. 2000ع ۾ جڏهن هنن ساڳين ڏينهن ۾ ساڳئي قسم جي وبا پکڙي ۽ آئون ٿر ۾ هئس ته تڏهوڪي وزير اعليٰ ان بک وگهي مرندڙ ماڻهن ۽ ٻارن لاءِ چيو هو "ٿر ۾ ٻيو ڪو به وائرس ناهي، صرف ڪاٺاٺو وائرس آهي. تڏهن تي وي جي دنيا ايڏي ترقي نه ڪئي هئي، آئون "نيڻ هار" ڳوٺ جي اسٽاپ وٽ ڪيڪڙي جو انتظار ڪري رهيو هئس ته "ڪاوش" اخبار پڙهڻ لاءِ ملي، جنهن ۾ وزير اعليٰ صاحب جو مٿيون فرمان شايع ٿيل هو. مون ڪاٺاٺو جاني کي چيو " هيءَ هڪڙو بيان انهيءَ وزير اعليٰ جو سياسي موت ثابت ٿيندو. ڇو ته ٿر اندر جيڪي ڏک، تڪليفون، آزمائشون ۽ امتحان آهن، انهن کي اگر ڪو ماڻهو حقيقي معنيٰ ۾ بيان ڪري سگهي ٿو ته اهو لطيف ئي آهي، ڪنهن ٻئي جي قلم کي طاقت ناهي. جيڪو ٿر جا ڏک جنهن سطح جا آهن، انهيءَ سطح جون چار سٽون به لکي سگهي. تازن حڪمرانن جا بيان به ڪجهه اڳوڻي وزيراعليٰ جي ان بيان جهڙا ئي آهن. آئون ساڳئي ڳالهه ورجايان ٿو ٿر جي انهن ٻُکن، ڏکن، تڪليفن ۽ پريشانين ۾ ڀاهه ٿيل مائرن سان مخاطب ٿي لکان ٿو جن جا مکڙين جهڙا ٻار جهولين ۾ تڙپي تڙپي ڏور هليا ويا. جن سندن آخري هڏڪيون ٻڌيون، جن لاءِ آيل دوائون اسٽور رومن ۾ ۽ آيل ڪڻڪ گودامن ۾ سڙندي رهي ۽ مکڙين جهڙا ٻار سندن جهولين ۾ سڏڪندا رهيا. انهن مائرن کي هڪڙو يقين ٿو ڏياريان ته "هي ڏڪار"، هي بي حسي ۽ هي نااهلي هنن حڪمرانن کي به ڳهي ويندي، جن وٽ ايترو وقت نه هو جو آيل دوائون ۽ آيل ڪڻڪ ورهائي سگهن. بي حسي جي انتها اها آهي ته طوفانن، ٻوڏن، زلزلن، ڏڪارن ۽ ٻين آفتن کان بچاءَ لاءِ نااهيل ڪاتي جي واڳ اهڙي ماڻهوءَ کي ڏني وئي آهي، جنهن جي ننڊ زلزلا به نه ٽا ڦٽائي سگهن. ٻن پائرن جي ننڊ. نااهلي ۽ سستي سوين لال ڳڙڪائي وئي. هڪ پاءُ وزير، ٻيو پاءُ ڊپٽي ڪمشنر. ٻنهي جي اک نه کلي ۽ ٿر ۾ هيڏي وڏي تباهي مچي وئي.

ننڍي هوندي منهنجي ڏاڏي هڪڙي ڪهاڻي ٻڌائيندي هئي، جنهن ۾ "برڙ باڪاس" ڇهه مهينا ننڊ ڪندو هو ڇهه مهينا جاڳندو هو هتي ته 12 مهينا ئي ننڊ !!!

واهه ڙي حڪمرانو! تازو برساتن دوران ٻوڏ جو خطرو پيدا ٿيو پروانشل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي کي هڪڙو ايمرجنسي سيل ناهڻو هو ان سيل جو افتتاح ڪرڻ

لاءِ هن وزير صاحب کي اچڻو هو 21 ڏينهن تائين 4 پيرا ان ايمرجنسي سيل جي
افتتاح جون تقريبون رکي صرف ان ڪري ملتوي ڪيون ويون جو وزير صاحب! ننڊ
مان نہ اٿيو هو ميڊيا ۽ آفيسر انتظار ڪندا رهيا، جڏهن آخري پيرو افتتاح ملتوي ٿيو
تہ مون ڪاتي جي آفيسرن کي چيو " اوهان تہ مير حڪمرانن کي بہ ماري ويا، اهي بہ
انگريزن جي ڪاهہ وقت ننڊ مان اٿي نوڪرن جي ڳالهہ ٻڌندا هئا. اوهان وٽ تہ اهو بہ
آسرو ناهي، ٿر مان چونڊيل نمائندن کي بہ جس هجي، جن کي زڪوات جي رقم تہ ياد
آهي، معذورن جون ويل چيئرون تہ ياد آهن. سلائي مشينون تہ ياد آهن، پر ٿر جي ڏکن
۽ تڪليفن ۾ سڙندڙ ماڻهو ياد ناهن. حڪمران جماعت هجي يا ٿر جا بي تاج بادشاهہ،
ڪنهن جي بہ دل ۾ ٿر نہ ٿو ڌڙڪي، ٿر ڌڙڪي ها تہ ان کي ائين لاوارث قرار ڏيئي ڇڏيو
نہ وڃي ها. گذريل برساتون بہ ٿر جي هڪڙي حصي ۾ پيون هيون، ٿر جي ماڻهن تہ انهن
ئي ڏينهن ۾ دانهون پئي ڪيون تہ هي مينهن سڄي ٿر ۾ ناهي پيو، ان ڪري سڄي ٿر
کي سُڪار وارو علائقو نہ سمجهيو وڃي. پر اها دانهن ڪنهن بہ ڪو نہ ٻڌي، اسان کي
ٿر صرف وسڪاريءَ ۾ ياد ايندو آهي، جڏهن مينهن پوندا آهن، گاهہ ڦُٽندا آهن. ڍٽون
سائو ويس پائينديون آهن، تڏهن وڏيرا، آفيسر، اسان سمورا سڪيا ستابا ماڻهو ٿر ويندا
آهيون، مهمانيون کائيندا آهيون، ٿر واسين جا فصل پنهنجي گاڏين جي ٽائرن هيٺان
چيپاٽي تصويرون ڪيرائيندا آهيون. پر جڏهن ٿر ۾ ڏڪار هوندو آهي، ماڻهو پاڻيءَ
لَپ لاءِ روئن ٿي پيهي صدائون هڻندا آهن، ڪوهہ ڪارا ٿي ويندا آهن، جانور مرڻ شروع
ڪندا آهن، ماڻهو لڏ پلاڻ ڪري بدين، ميرپورخاص، عمرڪوٽ ۽سانگهڙ ضلعن
ڏانهن ويندا آهن، اياز چيو آهي تہ:

جتي لُڪ لڳي، جتي اڪ ٽپن،
سو ديس مسافر منهنجو ڙي!
جتي ڏينهن ڪڙهائي جيئن ڪڙهن،
سو ديس مسافر منهنجو ڙي!

اهڙن ڏينهن ۾ اسان ٿر وساري ويهندا آهيون، مون کي تہ هاڻ بہ انهن ماڻهن تي
حيرت آهي، جيڪي پاڻ کي سماجي ادارن جا سربراهہ سڏائين ٿا، اهي تازي ڏڪار ۾
ٿر وڃي ٻکن ۾ پاهہ ٿيل، ڏٻرن ۽ ڪمزور ماڻهن سان تصويرون ڪيرائي سوشل ميڊيا
تي رکن ٿا، اسان اهڙا تماشبين بڻجي ويا آهيون. فوٽو ڪلچر جي ڪوڙهہ ۾ ورنجي ويا
آهيون. اسان اهڙا نمائشي انداز اپنائي ورتا آهن، حڪمران بہ ساڳئي ڪار ٿي آهن.
ڪراچي مان جيڪو بہ وزير ٿر ڏانهن روانو ٿئي ٿو اهو ٿر جي ماڻهن لاءِ پاڻي جي بوتل
بہ ڪٽي وڃڻ لاءِ تيار ناهي، پر ڏهہ ڏهہ فوٽو گرافر، رپورٽر ۽ ميڊيا جا نمائندا ڪٽي ٿو
وڃي، هر وزير جي ڊوڙ آهي تہ ٽي وي تي پٽي هلي، اخبار ۾ فوٽو ڇپجي، پر عملن حالت
اها آهي تہ وزير اعليٰ هڪڙي گڏجاڻي ڪري آفيسر معطل ڪرڻ جو اعلان ڪري
پنهنجي ڳوٺ هليو ويو.

وزير اعليٰ وٽ جيڪي 20 کان وڌيڪ کاتن جا قلمدان آهن. صحت واري کاتي جو وزير به وزير اعليٰ صاحب پاڻ آهي. شايد پ پر هڪ به قابل ماڻهو ناهي، جنهن کي صحت واري وزارت ڏني وڃي. جيئن اهو کاتو صحيح انداز ۾ ڪم ڪري سگهي. وزير اعليٰ هائوس ۾ امن امان تي ته هر هفتي اجلاس ٿئي ٿو پر ٿر جي سهائتا، ڏڪار ۾ اپاءُ وٺڻ لاءِ ڪا به گڏجاڻي نه ٿي ٿئي. خوراڪ وارو وزير ڪٽڪ جو اعلان ڪري پنهنجي ڳوٺ گهوٽڪي هليو ويو هر وزير جي پهرين ترجيح پنهنجو تڪ ۽ ضلعو آهي. اهو وساري ٿو ويهي ته هو وزير سڄي سنڌ جو آهي. ان ڪري هر وزير پنهنجي تڪ جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ مصروف نظر ايندو آهي. ڪمشنر ميرپورخاص ۽ ڊپٽي ڪمشنر ٿر جي پنهنجي گهر ۾ اٿو هو ان ڪري هنن سمجهيو ته سڄي ٿر جا ماڻهو ڊاول آهن. ٿر مان جيڪي اقليتي چونڊيل نمائندا آهن. انهن جو سڄو ڌيان ”ڳُتا، پرمنٽ ۽ پلاٽن“ تي آهي. تازو 20 ڏينهن تائين اسيمبلي جا اجلاس پئي هليا پر ٿر جي ڪنهن به چونڊيل نمائندي اهو نه چيو ته ٿر ۾ ڏڪار آهي. اپاءُ ورتا وڃن. سماجي ادارا خاموش آهن. عبدالستار ايڌي کان وٺي ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر جي واپارين جون تنظيمون خاموش آهن. پاڪستان جو امير ترين خطو. جتي جي زمين هيٺ ڪارو سون هجي. ان ڌرتيءَ جا ٻار بک وگهي مرڻ شروع ڪن ته انهيءَ ملڪ جي حڪمرانن لاءِ ڇا چئجي. ٿر جو ڏڪار صرف هڪ پيرو آيل ڪنهن ٻوڏ وانگر ناهي. جو اوچتو بند ٿيو هجي. هي ته طئي ٿيل معاملو آهي. جڏهن به برساتون نه پون ته ڏڪار هوندو آهي. چو ته ٿر ۾ نهري پاڻي جي سهولت ناهي. ٿر جي ماڻهن جو سڄو دارومدار برسات تي آهي. ان ڪري حڪومت کي اڳواٽ ئي اپاءُ وٺڻ گهرجن ها. جيئن ئي برساتي مُند پڄاڻي تي پهچندي آهي ته سرڪار کي ڏڪار کان بچاءَ لاءِ اپاءَ وٺڻ گهرجن. گڏوگڏ ٿر جي ماڻهن کي صرف ڪڻڪ جا داڻا ڏيڻ بدران سندن روزگار لاءِ به اپاءَ وٺڻ گهرجن. جيئن سندن مستقل روزگار جو بندوبست ٿي سگهي.

## ڇا ٿر رڳو امداد لاءِ سوچي ٿو؟

ڀڳت ڪبير جو هڪ شعر آهي:

> ڪبيرا سائين مجهه ڪو روکهي روٽي دو
>
> چپڙي مانگت مين ڊرون، روکهي ڇيني نه ڪوئي.

ترجمو: اي ڪبيرا، مالڪ کان رُکي ماني ئي گهرندو رهه. اگر مکيل ماني گهرندي ته متان رکي ماني به ڪو ڦري نه وٺئي. ٿر جا ڏُک، سُور ۽ تازي صورتحال اکين سان ڏسڻ لاءِ مون جڏهن 3 ڏينهن اڳ ڪلوئي کان ٿر جو سفر شروع ڪيو مني، ڪانتيو چيلهار سميت کوڙ علائقن مان ٿي عمرڪوٽ پهتس ته مون کي امداد وٺڻ لاءِ صرف هڪڙي ئي قطار نظر آئي. اها قطار نئون ڪوٽ روڊ تي هئي. ڪلوئي کان مٺيءَ تائين ٿن هنڌن تي ٿي ٻار روڊ تي بيٺل نظر آيا. جيڪي اشاري ۾ پيئڻ جو پاڻي گهري

رهيا هئا. مني شهر امدادي بينرن، نمائشي ڪئمپن ۽ وڏين وڏين گاڏين سان ڀريل نظر آيو. انسانذات صدين کان وٽي سٺي زندگي ۽ سٺي روزگار يا گذر سفر لاءِ ڪوشان رهيو آهي. ماڻهن تہ سمنڊ پار ڪري نيون دنيائون آباد ڪيون. نيون زمينون ڪيڙيون، نوان شهر بڌا، تهذيبن ۽ تمدن جا بنياد وڌا. اسان وٽ ننڍي کنڊ مان وچ ايشيائي رياستن، ايشيا ۽ ويندي يورپ کان بہ ماڻهن لڏ پلاڻ ڪئي ۽ هتي جا ٿي ويا. ماڻهن کي گهر ويٺي ماني ملي، ڪو ڪم ڪار نہ ڪري، ڪٽ تي ڪانپ ٻڌي ويٺو هجي، تہ اهو ڪنهن ڪم جو نہ رهندو. لطيف چيو آهي تہ: "پاڻهي ايندو هوت، آئون بہ ڪجهہ اڳيري ٿيان". يعني روزگار ايندو، ماني ڳيو ايندو. پر ان لاءِ هٿ پير هڻڻو پوندو ۽ جيڪڏهن وڏي جستجو محنت ۽ تلاش ڪانپوءِ روزگار ملي ٿو تہ ان جي پنهنجي اهميت آهي، تنهنڪري ٿر جي ماڻهن جي لڏ پلاڻ يا روزگار لاءِ ڪراچي، حيدرآباد اچڻ يا لاڙن لاءِ بدين، سانگهڙ ۽ ميرپورخاص وڃڻ ڪو چرڪائيندڙ عمل ڪونهي. اهڙيءَ ريت زندگي رڳو سک ناهي، صرف سک زندگيءَ کي صفا بي مزو ڪري ڇڏيندا آهن. مون هڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ ڪوڙ مٿئين ڪلاس جي ماڻهن کي ويجهڙائيءَ کان ڏٺو آهي تہ اهي سڀ ڪجهہ هوندي بہ جڻ هڪڙا چرندڙ ڦرندڙ لاش هوندا آهن. ان جي ڀيٽ ۾ مون ٿر جي ويرا واءِ ڪانئيو، دلن جي دڙ هيراڙ ۽ پوڏيسر ۾ اهڙن ٿري ماڻهن سان ڪچهريون ڪيون آهن، جن جي اندر ۾ انسانيت ڇوليون هڻندي نظر آئي آهي. تنهن ڪري رڳو سک هجن، خوشيون هجن، اهو تصور ئي غير فطري ۽ غير سائنسي آهي.تنهن ڪري ٿر جي حوالي سان رڳو ڀِتڪو اتي جي 5 ڪلو تي زور اجائي نمائش ۽ گهوڙا گهوڙا منهنجي خيال ۾ خود ٿر جا ماڻهو بہ پسند ڪونہ پيا ڪن. ان ڪري جيئن مون لکيو آهي تہ امداد لاءِ مونکي صرف هڪڙي ئي قطار نظر آئي ۽ باقي زندگي جيئن الڳ رهندي آئي آهي. ائين ئي هئي. منيءَ کان ٿي جڏهن عمرڪوٽ پهتس، تہ اتي دنيا ئي ٻي هئي. علمي ادبي شعور سان مالا مال هن شهر جا ماڻهو تہ ڀڳت ڪبير جون ڀڳتيون ٻڌي رهيا هئا.

همين هين عشق مستانہ، همن ڪو هوشياري ڪيا،
رهين آزاد يا جنگ مين، همين دنيا سي ياري ڪيا.

ڪنهن چيو تہ هي ڏڪار سٽيل علائقن جي محفل آهي، مذهبي ڪٽر پڻي سان بغاوت ڪندڙ ڀڳت ڪبير جي شان ۾ محفل فجر تائين جاري رهي. ڇا تہ ٿر جي ڀڳتن ملهايو ڇا تہ صادق فقير ۽ شفيع فقير ملهايو. مون کي حيرت ٿي تہ جيئن سنڌ جي لاڙ پٽ ۾ ماڻهو لطيف جا حافظ آهن، بلڪل اڻ پڙهيو ماڻهو ملندو پر لطيف جڻ سندس سيني ۾ سٽيو پيو هجي، اهڙي ريت وري ٿر ڀڳت ڪبير جي ديوانن سان ڀريو پيو آهي. فجر مهل جڏهن شفيع فقير هِي شعر پڙهيو تہ مون کي رڳو ٿر جي ڏکن نہ پر عالمي ڏکن جو حل نظر آيو.

تيرا ميرا منوا ڪيسي ايڪ هوئي ري،
مين ڪهتا هون آنکهن ديکهي،

تو کھتا کاگد کي ليکھي،
مين کھتا سجاون هاري،
تو راکھيو اُرجھائي ري.

ان ڪري ٿر جي اشوز کي اجايو اُلجهائڻ، اتي جون ٿيلهيون پري اتي پهچي فوٽو ڪڍرائڻ بدران ڏُڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ مستقل حل ڪڍڻو پوندو.

1. **صحت:** مٺي ۾ مونکي هڪ نوجوان ٻڌايو ته، ٿر ۾ علاج جون مستقل سهولتون ڏيڻ لاءِ هڪڙو ئي واحد حل آهي ته، ٿر جي ڪنهن به شهر ۾ هڪڙو ميڊيڪل ڪاليج يا ميڊيڪل يونيورسٽي قائم ڪئي وڃي. بدين، سانگهڙ سميت پاڙيسري ضلعن جي ڪوٽا رکي وڃي. ميڊيڪل ڪاليج يا يونيورسٽي سان اهو ٿيندو جو هڪ ته ٻار پڙهڻ لاءِ ويندا. بيو بيمارين تي ريسرچ ٿيندي. تنهن ڪري مٺي جي سرڪاري اسپتال، جيڪا گودام بڻيل رهي ٿي، ان ۾ نئون رت ايندو. تعليمي سرگرميون ٿينديون. ان سان ٻارن جي مرڻ وارو جيڪو تازو واقعو پيش آيو آهي، ان جا امڪان گهٽجي ويندا.

2. **روزگار:** ٿر جي ماڻهن لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو آهي روزگار جي اٹهوند جو. ڇو ته ٿر ۾ نه صنعتون آهن ۽ نه وري نهري پاڻيءَ جي ڪري زراعت. ان ڪري سرڪار کي ٿر لاءِ نوڪرين ۾ هڪ حصو مخصوص ڪرڻ گهرجي. نه رڳو سرڪاري نوڪرين ۾ پر ٿر اندر يا ان جي جيڪي ٿي گيٽ وي آهن، عمرڪوٽ، نئون ڪوٽ يا بدين وٽان ڪلوئي/شادي لارج. انهن علائقن ۾ پاڻي سميت سموريون سهولتون موجود آهن. اتي هڪڙا صنعتي زون قائم ڪرڻ گهرجن، جيئن روزگار جا متبادل ذريعا ايجاد ٿي سگهن. ارباب رحيم جي ڪاتي ۾ هڪڙو ئي سٺو ڪم وڃي ٿو ته هن ٿر ۾ رستن جو ڄار وڇايو. ان ڄار کي اڃا وڌيڪ ڦهلايو وڃي. گڏو گڏ مٺي پاڻي جي سپلاءِ کي به وڌيڪ فعال بنايو وڃي. ڏڪار لاءِ جيڪا به رقم آئي آهي، صوبائي سرڪار پنجاب سرڪار يا وفاق پاران اها اتي جي ٿيلهين، گيهه ۽ کنڊ تي خرچ ڪرڻ بدران مستقل روزگار جا ادارا ناهڻ گهرجن. ٿر جا ماڻهو راشن لاءِ قطارون ناهي بيهڻ کي عيب ٿا سمجهن. هو پنهنجي روايتن، رسمن، اصولن سان محبت ڪن ٿا. هو سمجهن ٿا ته ٿر ئي سندن عزت ۽ ماڻهپي جو هنڌ آهي. هو شيخ اياز جي ان چوٽيءَ کي زندگيءَ جو حصو ٿا سمجهن. شيخ اياز ٽڪرا ٽڪرا صليب جا ۾ لکي ٿو:

تون ملير کي ڇڏي،
بيو ڇا به ٿئين،
مارئي نه رهندينءَ!

ٿر جي ماڻهن کي مارئي ئي رهڻ ڏنو وڃي، انهن جي تڪليفن کي اتي جي ٿيلهيءَ ۾ تورڻ بدران انهن کي انسان سمجهي روزگار ۽ صحت سميت سمورا حق ڏنا وڃن.

# ٿر ڏڪار: اصل ذميوار ڪير؟

سترام مهيشوري

سپت سنڌوءَ جي ڊيلٽا ۾ واقع سنڌ ماتا جي مٿي جي جهومر ٿرپارڪر جي جاگرافيائي بناوت، موسمون، لباس، ٻولي، ڪرافٽ (هٿ جا هنر)، فصل، جهنگلي جيوت، موسيقي نرالي آهي. ٿر کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ کان اڳ انهن سمورين ڳالهين ۾ اهڃاڻن (Indicators ) جو خيال رکڻو پوندو.

**منهنجو ٿر**

ٿرپارڪر جي نالي مان اها ڳالهه نمايان آهي ته اهو ٻن حصن ٿر ۽ پارڪر تي ٻڌل آهي. انگريز راڄ ۾ ڪجهه عرصو پارڪر واري حصي کي پارت جي رياست گجرات ۽ باقي ٿر کي وري عمرڪوٽ سان ڳنڍيو ويو هو. دنيا جي ڇهين وڏي ريگستان ٿرپارڪر جو 10 سيڪڙو حصو بئراج ايريا تي ٻڌل آهي. جيڪو رڻ شاخ تي آباد ٿئي ٿو. جڏهن ته 5 سيڪڙو علائقو وري روزانو سوا ڪلو سون جيتري اپت ڏيندڙ ڪارونجهر جي ٽڪرين تي ٻڌل آهي. باقي 85 سيڪڙو حصو ريگستاني يعني وارياسو آهي. اڪثر ماڻهن کي اها خبر ئي ناهي ته ٿر جو هڪ وڏو حصو عربي سمنڊ سان به لڳي ٿو. جتي ڪنهن دور ۾ 2 وڏا درياءَ سنڌو (هاڪڙي وارو وهڪرو) ۽ سرسوتي چوڙ ڪندا هئا. انهن دريائن جي چوڙ واري علائقي ۾ عربي سمنڊ تي اڄوڪي ڪراچي بندر کان به وڏو پاري نگر بندرگاهه هوندو هو وقت جي وهڪرن سان گڏ سرسوتي ندي سڪڻ بجاءِ گم ٿي وئي. جنهن کي اڄ به انجنيئرنگ جي دنيا ۾ Missing River ڪونيو وڃي ٿو جڏهن ته ڪڇ جي حاڪم پاران ڏيءَ جو سڱ نه ڏيڻ تان سنڌ جي ان وقت جي حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙي وري ڪڇ جي حڪمران کي "سزا" ڏيڻ لاءِ اروڙ وٽ بند ڏيئي هاڪڙي وارو وهڪرو بند ڪرائي ڇڏيو. سرسوتي ۽ سنڌوءَ جي منهن موڙڻ بعد 400 سالن کان ٿرپارڪر وارا هاڻ "فطرت جي ٻلي" آهن.

**ٿر جون موسمون:**

سڄي ملڪ ۾ 4 موسمون بهار، سرءُ، سيارو ۽ اونهارو ٿين ٿيون. جڏهن ته ٿر ۾ وري قصو ئي ابتو آهي، هتي رڳو 3 موسمون آهن. گرمي، سردي (سيارو) ڪانپوءِ هتان

جي ٿين موسم وري آهي سڪار يا ڏڪار. جيڪڏهن ”ڪنوڻ ڪيل“ ڪري ٿي تہ ”پلر جي پالوٽ“ ٿئي ٿي، ماروئڙن منهن تي مرڪون موتي اچن ٿيون. پر جيڪڏهن ”سانوڻ جو بادلڙو“ رسُي وڃي ٿو تہ پوءِ ٿر تي رڳو ”ڪاري ڏڪار جي راڪاس“ جو راج هجي ٿو. اڪثر ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ رڳو هڪ برسات جون ڪجهہ چنڊون پوڻ سان ”باغ بهار“ ٿي ويندي ۽ ڪاري ڏڪار جا پاڇولا ختم ٿي ويندا... ائين ناهي. هڪڙي برسات سان ٿر ۾ مال لاءِ رڳو گاهہ پنو. انسانن جي کائڻ لاءِ ڪنيرون، مريڙو چيڙ، چيڙيون (گدريون) مس ٿين ٿيون. باقي ٻاجهر، گوار، مڱ، تر، ڪورڙ (مانهن) وارن فصلن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 3 برساتون گهرجن. ٽئين ۽ آخري برسات نہ پوڻ جي صورت ۾ ٿر ۾ ٻينل فصل سڪي ۽ سڙي وڃن ٿا. جنهن سان ٿر واسين مٿان ٻچ بہ چٽي ڀڻجي وڃي ٿو. موسمياتي تبديلين ڪان متاثر ٿر ۾ سال 2011ع ۾ پيل زوردار برساتن سمورا فصل ساڙي ڇڏيا، سال 2012ع ۾ نارمل برساتون پوڻ ڪري ٿر واسين کي ”اتي لپ“ مس ميسر ٿي. جڏهن تہ 2013ع ۾ وسڪاري جي آخري برسات نہ پوڻ ڪري ماروئڙن جا نسري آيل فصل سندن اکين آڏو سڪي سڙي تباهہ ٿي ويا. اها ئي حالت مال لاءِ گهربل ”گاهہ پني“ جي ٿي.

**ٿيڻ تہ ائين گهربو هو......**

سنڌ مٿان 104سال راج ڪندڙ ”غاصب گورن“ ٿر جي نرالي جاگرافيءَ کي سمجهندي اهو اصول طئہ ڪري ڇڏيو هو تہ 15 آگسٽ تائين 3 برساتون نہ پوڻ جي صورت ۾ ٿر ۾ ڀاڻمرادو ڏڪار ڊڪليئر ٿي ويندو. اهڙو اعلان ٿيڻ شرط تڏهوڪي انتظاميا پاڻ مرادو تحرڪ ۾ اچي ويندي هئي، ڍلن جي وصولي رڪجي ويندي هئي، جڏهن تہ ”رليف“ جو ڪم شروع ٿي ويندو هو انسانن کي کائڻ لاءِ اناج (اجوڪي دور وانگر 50 ڪلوگرام ڪٽڪ نہ) ۽ جانورن لاءِ چاري جو بندوبست ڪيو ويندو هو. سنڌ آرڪائيو کاتي ۾ پيل ٿر گزيٽ جا پراڻا پنا اهڙي شاهدي ڏين ٿا. 1947ع ۾ ”انگريز جي غلاميءَ وارو دور“ ختم ٿيڻ سان گڏ 15 آگسٽ تي ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏيڻ وارو اصول/ قانون 11 سالن تائين فائلن ۾ گم ٿي ويو. سال 1958ع ۾ سرڪار کي اوچتو ”قدرتي آفتن“ جو خيال آيو جنهن بعد ”سنڌ جي قدرتي آفتن کان بچاءُ ۽ امداد وارو ايڪٽ 1958ع (اولهہ پاڪستان جو 1958ع جو ٽيٽيهون ايڪٽ ۽ ايڪٽ جي فقري 3 تحت جاري ڪيل مجيل موثر هدايتون) جي صورت ۾ قانون ۽ هدايت نامو جاري ٿيا. 1971ع ۾ اوبر پاڪستان جي اسان کان الڳ ٿي بنگلاديش ۾ بڻجڻ باوجود 43 سالن ۾ جيڪا شئي تبديل نہ ٿي تہ اهو قدرتي آفتن وارو ايڪٽ هو جيڪو اڄ بہ پاڪستاني ايڪٽ بجاءِ ويسٽ پاڪستان ايڪٽ لکجي ٿو. انهن قانونن جي روشنيءَ ۾ ٿرپارڪر انتظاميا کي هيل بہ 15 آگسٽ کان ٿر ۾ رليف جو ڪم شروع ڪرڻ گهرجي ها. انسانن لاءِ کاڌ خوراڪ (ٿر جي اڪثر علائقن ۾ اٽي

جون چڪيون بہ ناهن اڌ قيمت تي ملندڙ 50 ڪلو گرام ڪٽڪ کي ماڻهو ڦڪيندا
ڇا؟) صاف پاڻي، دوائن، ڍڳ کان بچاءَ لاءِ گرم ڪپڙن ۽ مال لاءِ چاري جو بندوبست ٿيڻ
کپي ها. پر ائين نہ ڪيو ويو. خلق کي فطرت جي رحم و ڪرم تي ڇڏيو ويو.

**ذميوار ڪير؟**

هيلوڪي ڏڪار ۾ رڳو ٿرپارڪر ضلعي ۾ هن وقت تائين 150 معصوم ڪير
پياڪ ٻارڙا مري چڪا آهن. جيڪڏهن نبل ڳورهارين عورتن توڙي 60 سالن کان
مٿي ڄمار وارن بزرگن جي بک ۽ بدحاليءَ وگهي مرڻ جو ڪاٿو لڳايو وڃي تہ 15
آگسٽ کان وٺي 10 مارچ تائين اهو انگ سون مان وڏي هزارن ۾ پهچندو. جنهن لاءِ
حاڪمن کان اهو پڇاڻو ضرور ڪرڻ گهرجي تہ.

(1) 15 آگسٽ تائين 3 برساتون نہ پوڻ جي صورت ۾ ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر مخدوم شڪيل الزمان ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏيڻ لاءِ پنهنجي سفارش ڪهڙي تاريخ تي موڪلي هئي؟

(2) ٿر جي ڊي سي جي اهڙي سفارش ڪمشنر ميرپورخاص معرفت وڃڻي هئي، جيڪڏهن ڊي سي کان اهڙي سفارش موڪلڻ وسري وئي يا ڪن "مصروفيتن" ڪري ان ۾ دير ٿي تہ پوءِ ڇا ڪمشنر ڊي سي کان ڪو پڇاڻو ڪري اهڙي سفارش ڪرائي رليف ڪمشنر کي موڪلي هئي؟

(3) ڊي سي ٿر ۽ ڪمشنر ميرپورخاص پاران موڪليل سفارش پهچڻ کانپوءِ رليف ڪمشنر ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏيڻ لاءِ ڪهڙي "قانوني پيچيدگي" جو منهن ڏسڻو پيو. جو ان کي ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏيڻ ۾ سڄا سارا 7 مهينا لڳي ويا.

(4) سنڌ واسين کي ٻڌايو وڃي تہ سنڌ جي قدرتي آفتن واري ايڪٽ 1958ع تي رليف ڪمشنر ۽ صوبائي ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي جي سربراهہ عمل ڪندي رليف لاءِ ڪهڙا ڪهڙا اپاءَ ورتا؟ اڌ قيمت تي 25 ڪلو گرام ڪٽڪ في خاندان (5 ڀاتي) ورهائڻ کانسواءِ انهن ٻيون ڪهڙيون سفارشون ۽ تجويزون ڏنيون هيون؟ هيل سنڌ ۾ گرمي پد هڪ ڊگري سينٽي گريڊ تائين ڪري پيو هو ڇا مسڪين ٿرين کي ٿڌ توڙي ٿڌ سبب ٿيندڙ بيمارين کان بچائڻ لاءِ ڪي اپاءَ ورتا ويا هئا؟

(5) ٿر پارڪر ضلعي ۾ وري ننڍيون ننڍيون رياستون (تعلقا) ناهڻ لاءِ عوامي نمائندن پاران هڪ سال کان ڪيڏ تہ ڪيڏي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ ڇيلهار کي ڇاڇري کان ڪاٽي مٺيءَ حوالي ڪيو ويو. ڏيپلي کي ڪاٽي اسلام ڪوٽ تعلقي ۾ ۽ ڇاڇري کي وڏي ڏاهلي تعلقي کي تہ جنم ڏياريو ويو پر ٿر جي اڪيلي مٺي تعلقي اسپتال کي ضلعي هيڊڪوارٽر جو درجو ڏيارڻ ۾ ڪهڙي رڪاوٽ هئي؟ ننگر پارڪر، ڇاڇري ۽ ڏيپلي جون اسپتالون اڄ بہ ديهي صحت مرڪز کان وڏي

تعلقي اسپتالون ڇو ناهن ٺيون؟ نئين ٺهيل اسلام ڪوٽ تعلقي ۾ هيلي پيڊ ۽ ايئرپورٽ ناهڻ لاءِ تہ "وسيلا" ميسر ٿيا، پر اتان جي رورل هيلٿ سينٽر کي اپ گريڊ ڪرڻ ۾ ڪهڙي مشڪلات هئي؟ ڏاهلي تعلقي جي هيڊ ڪوارٽر ۾ تہ تعلقي اسپتال تہ ڇا پر رورل هيلٿ سينٽر بہ ناهي. ماٺهواڄ بہ ڪينسر رورل هيلٿ سينٽر جا پنڌ ڪن ٿا.

(6) ٿر ضلعي جي 50 سيڪڙو آبادي عورتن تي ٻڌل آهي، جڏهن تہ 20 سيڪڙو وري ٻار آهن. 70 سيڪڙو انهيءَ آباديءَ (10 لک انسانن) لاءِ ٿر ضلعي ۾ هڪ گائناڪالاجسٽ يا ٻارن جي بيمارين جو ماهر ڊاڪٽر مقرر ڪرڻ ۾ ڪهڙي قانوني رڪاوٽ هئي؟ صحت کاتي جو سيڪريٽري، ڊائريڪٽر جنرل، ڊائريڪٽر ۽ ڊي ايڇ او اهو ٻڌائي سگهندا تہ ڪنهن ماهر ڊاڪٽر کي "زبردستي يا سزا طور" ٿر بدلي ڪرڻ بجاءِ ڪنهن ڊاڪٽر جوڙي کي ٿر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪنهن اين جي او يا ڇاڇري ۾ هلندڙ مشن اسپتال جيان مراعتون آڇيون ويون هيون؟ (ڇاڇري ۾ هن وقت عيسائي برادريءَ جي مالي سهڪار سان شاندار اسپتال کولي وئي آهي، جتي ڊاڪٽر ڊريگو جي گائناڪالاجسٽ نياڻي، نوابشاهہ جي نوجوان ڊاڪٽر جوڙي سميت 6 ڊاڪٽر ڪم ڪري رهيا آهن. اسپتال ۾ 10 سالن تائين جي ٻار جو علاج، دوائون ۽ ايسٽائين جو ڪاڌ خوراڪ مفت ڏني وڃي ٿي. مختلف اين جي اوز پاران ٿر ۾ ڪم ڪندڙ هڪ درجن ڊاڪٽرياڻين کي 70 هزار کان هڪ لک رپيا پگهار، شهري علائقن ۾ گهر، گاڏي ۽ موبائيل فون ڏنا وڃن ٿا.) هن وقت سنڌ ۾ هزارين ڊاڪٽر ڊگريون هٿن ۾ کڻي روزگار جي ڳولا ۾ آهن، جڏهن تہ ٿر ۾ ڊاڪٽرن جون 185 منظور ٿيل پوسٽون خالي پيل آهن، جن کي پرڻ وارو ڪير ناهي!

(7) ٿر مان هن وقت 3 ايم اين اي، 5 ايم پي اي ۽ هڪ وزير ايوانن ۾ ٿر جي نمائندگي ڪن ٿا، جن کي ايم اين اي/ ايم پي اي فنڊ مان ساليانو 6_6 ڪروڙ ملن ٿا. ڪئين ڏهاڪن کان ايوانن ۾ پهچندڙ اهي عوامي نمائندا پنهنجن ووٽرن کي اهو ٻڌائڻ جي "زحمت" ڪندا تہ انهن هر سال ملندڙ 48 ڪروڙن جي "خطير رقم" ٿر کي "گل و گلزار" ڪرڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي ۽ ڪيئن ڪيئن خرچ ڪئي؟

(8) وفاق توڙي سنڌ ۾ حڪمران جماعتن سان تعلق رکندڙ 8 عوامي نمائندا اهو ٻڌائي سگهندا تہ انهن پنهنجي تڪ ۾ پنهنجي عوام سان ڪيترو وقت گذاريو ۽ ٿر جي مسئلن تي انهن ايوانن ۾ ڪيترا منٽ ڳالهايو؟ ڪهڙا بل، ٺهراءُ ۽ قرار دادون پيش ڪيون ۽ پاس ڪرايون؟

(9) ڪامورن ۽ چونڊيل عوامي نمائندن کانپوءِ ٿر ۾ ٽيون وڏو سيڪٽر سول سوسائٽي (اين جي اوز) جو آهي، ٿر ۾ برسات کانپوءِ اپري ايندڙ کنڀين جيان اين جي اوز

جو وڏو لشڪر لتل آهي، جن لاءِ ٿر هڪ "وڏي مارڪيٽ" آهي. ٿر جي ٿوهن جيان انهن اين جي اوز جا بہ مختلف "رنگ روپ" آهن. ڪي ملٽي نيشنل آهن تہ ڪي نيشنل آهن. ڪي ٿر جي ناليءَ ۾ هلن ٿيون تہ ڪي وري برادرين جي نالي ۾ پانهن ٻيلي ٻڌجن ٿيون. حالت تہ اها آهي جو سالن کان ٿر مان الوپ ٿي ويل "ميڊيائي اين جي او پهلوان" بہ اوچتو چرڪ ڀري اٿي ٿر جي درد ڪٿا جا قصا ٻڌائڻ شروع ٿي ويو آهي. انهن عالمي ادارن/ اين جي اوز کي "زچہ بچہ" جي کاڌ خوراڪ ۽ سنڀال لاءِ طاقتور ٽانڪ، مڇر دانيون، صابڻ، ٽوال، کير پياڪ ٻارڙن لاءِ کير ۽ ٻيون گهربل دوائون ملن ٿيون. ڪڏهن اسانجي ڪنهن چونڊيل نمائندي ۽ انتظامي عملدار انهن کان "عوام دوست ڪارڪردگيءَ" بابت پڇاڻو ڪيو آهي؟ واضح رهي تہ ڪنهن ڊي سي يا ايس پي جي "اين او سي" کانسواءِ ڪوبہ ادارو يا اين جي او ضلعي ۾ ڪم ڪري نٿي سگهي.

(10) انسانن کانپوءِ ٿوري گهڻي "پچار" ٿر واسين جي آمدنيءَ جي ٻئي وڏي وسيلي چوپائي مال جي ٿي وڃي، ٿر ۾ 50 لک کان وڌيڪ اٺ، ڍڳيون، ٻڪريون ۽ رڍون آهن. اٺ ۽ ڍڳيون اميرن ۽ ٻڪريون توڙي رڍون غريبن جون ساٿي سمجهيو وڃن ٿيون. ڏڪار ۽ گرمين ۽ سردين ۾ رڍن ۾ ماتا، ٻڪرين کي ٻرڪي (جنهن دوران ٻڪري ڍگهي رڙ ڪري مري ويندي آهي) ۽ انن ۾ وري کاجي (خارش) جي بيماري اپري اچي ٿي، جن جي علاج لاءِ سڄي ٿر ۾ رڳو 17 وٽرنري ڊاڪٽر مقرر ٿيل آهن. جيڪي نہ رڳو انهن ڍورن پر مورن، ڪڪڙن سميت مختلف پکين، هرڻن جو بہ علاج ڪندا آهن. پر هيل شايد هنن دوستن کان بہ وسري ويو تہ ٿر ۾ ڏڪار آيل آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هن وقت ٿر ۾ ٻڪرين ۽ رڍن جا رڳو ڍانچا پيل نظر اچن ٿا.

## هاڻ ڇا ڪجي؟

فرانس جي راڻي ماڻهن کي بک مرندو ڏسي پنهنجن وزيرن کان پڇيو هو تہ "هي ماڻهو نبل ڇو آهن، بک وگهي مري ڇو رهيا آهن؟" جنهن تي وزيرن ادب مان نوڙي چيو هو تہ. "هنن وٽ کائڻ لاءِ ماني ناهي". جنهن تي راڻيءَ مرندڙ ماڻهن کي "بيوقوف" ڪوٺيندي چيو هو تہ. "ماني ناهي تہ ڇا ٿي پيو اهي ڪيڪ کائين!!"

ٿر ۾ هن وقت ڪارو ڏڪار آيل آهي، 15 آگسٽ تائين 3 برساتون پوڻ تائين ٿر ۾ اها ئي حالت رهندي، اهڙي صورت ۾ اسانجي پاليسي سازن کي رڳو ٿر واسين کي هڪ ڀيرو 50 ڪلو گرام ڪڻڪ "مفت" ۾ ورهائي اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ بيمار ٻارن جو علاج ٿي ويندو. انهن کي ننڍي ۽ ڊگهي مدي واري رٿابنديءَ سان اڳتي اچڻو پوندو. جنهن لاءِ ڪجهہ تجويزون عرض رکجن ٿيون:

- ٿر ۾ عوامي (اين جي او) توڙي سرڪاري سطح تي ٿيندڙ سمورن فلاحي توڙي

ترقياتي ڪمن جي نگراني لاءِ ”ون ونڊو آپريشن“ جي طرز تي ٿر اٿارٽي ناهڻ گهرجي تہ جيئن مالي توڙي انساني وسيلن جو زيان نہ ٿئي ۽ نہ ئي وسيلن جي ورڇ ۾ ڪنهن سان ڪا زيادتي ٿئي. انهيءَ اٿارٽي جو چيئرمين توڙي 50 سيڪڙو ميمبر ٿر جاوا، عوامي ماڻهو، اديب، تعليمدان، سماج سڌارڪ ۽ 50 سيڪڙو وري عوامي نمائندا ۽ ڪامورا هجن (سازدا جهڙي اٿارٽي ناهڻ کي ”اٽي تي چٽي“ سمجهيو ويندو).

- ٿر لاءِ 10 سالن جي اسپيشل پيڪيج جو اعلان ڪيو وڃي.
- ٿر مان ملندڙ ڪوئلي، گرينائيٽ، چائنا ڪلي، گگرال، لوڻ ۽ جڙي ٻوٽين جو ڪاٽو لڳايو وڃي.
- سموربون پراڻيون ليزون ۽ ٺيڪا رد ڪري نون ونندڙن کي پابند ڪيو وڃي تہ اهي گرينائيٽ، چائنا ڪلي، لوڻ جا ڪارخانا ٿر ۾ هڻندا، ان لاءِ ٿر ۾ ڏيپلي تعلقي ۾ ساموندي پٽيءَ وٽ اسپيشل انڊسٽريل زون ناهي سگهجي ٿو.
- ٿر ڪول جي بلاڪ 2 تي ڪم ڪندڙ اينگرو گروپ توڙي ڪول اٿارٽي کي پابند ڪيو وڃي تہ اهي ٿر جي هر يوسي جي هڪ هزار جي آباديءَ واري ڳوٺ ۾ رورا وسموس پلانٽ لڳائين.
- ٿر ڪول پاور پلانٽ جي فعال ٿيڻ تائين اينگرو گروپ ٿر ۾ تعلقي سطح تي سولر ۽ ونڊ مل پارڪ ناهي ٿر واسين کي مفت بجلي فراهم ڪري.
- ٿر ڪول لاءِ گهربل مائننگ ۽ پيٽروليم مائننگ انجنيئر پيدا ڪرڻ لاءِ اهي مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ٿري شاگردن کي Adopt ڪري سندن خرچ کڻن.
- ٿر جي شهر چاڇري ۾ 50 ڪمرن جي مونو ٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ جي عمارت تيار آهي، ڪول اٿارٽي فوري طور تي اتي ٿر ڪول ووڪيشنل ٽريننگ جا پروگرام شروع ڪرائي، اڻ پڙهيلن لاءِ ڊرائيوري، ڪوتائيءَ جا ڪورس ۽ پڙهيلن لاءِ شارٽ ڪورس شروع ڪرائي وظيفا ڏنا وڃن.
- ٿر مان مستقل طور تي ڏڪار ختم ڪرائڻ لاءِ سنڌ سرڪار هڪدم واپڊا سان رابطي ۾ اچي ريٽي فيلڊ ڪئنال پراجيڪٽ مڪمل ڪرائي.
- ٭. مکي فراش وتان ٿر لاءِ هڪ اسپيشل واهہ کڊيو وڃي.
- ٭ٿر جي هٿ جي هنرن جي مارڪيٽنگ، سياحت (خاص طور تي ٿر سفاري)، ماڳ مڪانن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ اثرائتا اپاءَ ورتا وڃن. مڊل مين جو ڪردار ختم ڪري ٿر جي هنرمندن کي مختلف سفارتخانن ۾ مقرر ڪمرشل اتاشين ذريعي عالمي مارڪيٽن ۾ موڪليو وڃي.
- سنڌ فيسٽول جيان ٿر فيسٽول ڪرايو وڃي.

- ٽر وارن کي علم جي زيور سان سينگارڻ لاءِ ٽر ۾ ٽر انجنيئرنگ يونيورسٽي، ٽر ميڊيڪل يونيورسٽي، ٽر ايرڊ زون يونيورسٽي سميت مختلف ادارا کوليا وڃن (هن وقت نوشهرو فيروز ۾ يونيورسٽي کولڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽي، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ شهيد بينظير يونيورسٽي نوابشاهه پاڻ ۾ اٽڪيل آهن، پر اهي ٽر اچڻ لاءِ تيار ناهن).
- ٽر ايئرپورٽ کي ڪمرشلائيز ڪيو وڃي.
- پاري نگر بندرگاهه کي بحال ڪري ٽر ۾ معاشي انقلاب آڻي سگهجي ٿو.

پچاڙڪا لفظ:

- ٽر ڏڪار جي ذميوارن کي رڳو بدلي ڪرڻ ڪا سزا ناهي، واقعي جي عدالتي جاچ ڪرائي ذميوارن کي نوڪرين مان ڪڍي ڪين "ترم ياترا" ڪرائي وڃي.
- ٽر ۾ مقرر ٿيندڙ آفيسرن کي پهرين هڪ مهيني تائين ٽر ۾ رهي اتان جي مسئلن کان واقف ڪرايو وڃي. ڪين ٽري ٻولي ڳالهائڻ سيکاري وڃي، جنهن بعد ڪا مقرري ڪئي وڃي.
- حقيقت ڪهڙي به هجي پنهنجن ماروئڙن سان سچ ڳالهايو وڃي.

## 15 اپريل کانپوءِ سڄي سنڌ "ٿر" ٿي ويندي؟

اپريل مهيني جو نالو ذهنن ۾ تري اچڻ سان اپريل فول جو ذڪر/ خاڪو سامهون اچي ٿو. آئون پنهنجن شروعاتي لفظن ۾ سنڌ سرڪار جي اختيار ڏٺين، آبپاشي کاتي جي مهندارن توڙي سنڌ واسين کي خبردار ڪريان ٿو ته 15" اپريل کان سنڌ ۾ پاڻيءَ جو هڪ نئون بحران سامهون اچي رهيو آهي، جنهن ۾ فصل ته پري رهيا پر ماڻهن کي به پيئڻ لاءِ پاڻي نه ملندو".

### هن وقت جي صورتحال:

اڃو هاڻي سڌجندڙ واپڊا اختيارين جي غلط رٿابندين ۽ "بي اختيار اختياري" ارسا جي هٺ ڌرمين سبب ملڪ جا 2 وڏا آبي ذخيرا منگلا ۽ تربيلا ڊيم هلندڙ مهيني جي ٽئين هفتي ۾ ٻڙيءَ (ڊيڊ ليول) تي پهچڻ وارا آهن. ڊيمن جي تر ونڻ سان صورتحال Run of river واري ٿي ويندي، جنهن کي اسان سولي سنڌيءَ ۾ ائين چئي سگهون ٿا ته اسان جي سموري ڪار وهنوار جو دارو مدار سنڌو ۽ ان کي پريندڙ ندين تي هوندو ۽ "اسان فطرت جي ٻلي" هونداسين. هن وقت سنڌو چناب، جهلم ۽ ڪابل دريائن جو وهڪرو 60 کان 70 هزار ڪيوسڪ جي لڳ ڀڳ آهي، جڏهن ته ربيع جي بيٺل فصل ۽ مارچ جهڙي گرم مهيني ۾ انسانن، توڙي جهنگلي ۽ آبي جيوت لاءِ ڏيڊ لک

ڪيوسڪ پاڻي گهربل آهي. ارسا جي انگن اکرن موجب, جهلم ۽ چناب دريائن جا وهڪرا 15 کان 20 هزار ڪيوسڪ جي وچ ۾ هلي رهيا آهن, جڏهن ته پنجاب سنڌوءَ سميت چئني دريائن مان 55 هزار ڪيوسڪ پاڻيءَ جي ڪٽت ڪٽي رهيو آهي. ٻئي طرف سنڌوءَ ۽ ڪابل جا گڏيل وهڪرا 35 کان 45 هزار ڪيوسڪ هوندي به سنڌ کي سندس انڊينٽ کان گهٽ, صرف 35 هزار ڪيوسڪ پاڻي ڏنو پيو وڃي. چشما بئراج وٽان ملندڙ اهو پاڻي تونسا وٽان رستي ۾ چوري ٿيڻ, تــوڙي گرميءَ جي صورت ۾ آبي بخارن (Losses) ۾ بدلجڻ بعد گدو بئراج تي 30 هزار ڪيوسڪ جي صورت ۾ پهچي رهيو آهي. گرمي پد ۾ واڌ سان گڏ انهن لاسز ۾ پڻ اضافو ٿي رهيو آهي. سياري ۾ 12 کان 16 سيڪڙو ٿيندڙ لاسز (پاڻي زيان) ڪانءُ جي اک ڪڍندڙ گرميءَ واري مند ۾ وڌي ڏيڍوڻا ٿي ويندا آهن. اهڙي صورت ۾ چشما وٽان ملندڙ پاڻيءَ ۾ ڏينهون ڏينهن واڌاري بجاءِ گهٽتائي ٿي ايندي.

## بحران ڪيئن جنم ورتو؟

ملڪ ۾ تازي پيدا ٿيندڙ پاڻي بحران جي ڪارڻن جا پيرا کڻڻ سان خبر پوي ٿي ته ارسا جي فني توڙي صلاحڪاري ڪاميٽين ربيع جي مند لاءِ پلان جوڙڻ وقت پاڻيءَ جي موجودگيءَ جا غلط اندازا لڳايا هئا. پاڻيءَ جي 15 سيڪڙو کوٽ ڏيکاري سنڌ جي آبادگارن کي ٻِپ ڏيئي ڪڻڪ جي پوکي گهٽ ڪرائي وئي, جڏهن ته ان جي ابتڙ پنجاب جي آبادگارن کي وري "اشارو" ڪري مني جر جي نالي ۾ وڏ ۾ وڏ ڪڻڪ اپائڻ جي صلاح ڏني وئي. پنجاب جي ڪڻڪ کي ٻيو ۽ ٽيون پاڻي ڏيڻ لاءِ وري ارسا وارن ربيع جي آخري مهيني ۾ وري اها "نويد" ڏني ته پاڻيءَ جي واهپي تي ڪنٽرول, برساتن توڙي برفباريءَ جي ڪري پاڻيءَ جو واهپو گهٽجڻ ڪري پاڻيءَ جي کوٽ 15 سيڪڙي مان گهٽجي 7 سيڪڙي تي پهچي وئي آهي, جنهن ڪري هاڻ ربيع جي بيئنل فصلن کي گهربل پاڻي ملي سگهندو. نه صرف اهو پر سنڌ کي آڳاٽي خريف لاءِ گهربل پاڻي به ڊيمن ۾ ڪيري اوور ڪري بچائي سگهبو. ارسا جي اهڙي اعلان تي سنڌ جي آبپاشي کاتي جا ڪامورا (سنڌ ۾ آبپاشيءَ جو ڪو به وزير ناهي, انهيءَ کاتي جو قلمدان سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه حوالي ٿيل آهي). ٻي اونا ٿي سمهي رهيا, جڏهن ته ٻئي پاسي پنجاب جي آبپاشي کاتي جي "چالاڪ ڪنسلٽنٽس" جي صلاحن تي هلندڙ اتان جي ڪامورن پنهنجي پرڳڻي سان "نمڪ حلالي" ڪندي ارسا جي پاڻي کوٽ گهٽجڻ واري اعلان جو ڀرپور فائدو ورتو. هنن اضافي انڊينٽ ڏيئي تربيلا جو ڇوڙ وڌرائي چشما- جهلم ۽ تونسا- پنجند لنڪ ڪئنالن ذريعي سنڌوءَ جو پاڻي "چوسي" ورتو.

واپڊا هائوس لاهور ۾ مقرر هڪ انجنيئر نالو نه کڻڻ جي شرط تي ٻڌايو ته, پنجاب کي ربيع جي بيئنل فصلن کي گهربل پاڻي ڏيارڻ ۾ واپڊا جي وڏي صوبي سان

تعلق رکندڙ ڪامورا شاهي پڻ "پيش پيش" رهي. انهن ڪامورن، بجلي وارن وزيرن ۽ مشيرن (هن وقت پاڻي ۽ بجلي واري وزارت ۾ هڪ وفاقي وزير خواجا آصف، مملڪتي وزير عابد شير علي ۽ هڪ صلاحڪار آهي) کان وٺي اعليٰ اختيارين جا ڪن پريا تہ ڊسمبر ۽ جنوريءَ جي لوڊشيڊنگ کي منهن ڏيڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ سستي بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ کين رڳو تربيلا جا گيٽ کولڻ جي "اجازت" ڏني وڃي. پنجاب پرڳڻي سان تعلق رکندڙ وزير ۽ مشير "اپڻا گرائين" (پنهنجا ڳوٺائي/ پنهنجي صوبي جا) ڪامورن جا عوام کي سستي بجلي فراهم ڪرڻ وارا انگل ڪيئن نٿي پورا ڪري سگهيا! ائين سنڌ ۾ سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن جي بنديءَ وقت تربيلا مان وڏيڪ پاڻي ڇڏي پنجاب جي بينل فصلن کي "فل پاڻي" پياريو ويو جڏهن سنڌ جي بينل ڪٽڪ کي بيو (ڪتي ڪتي وري ٿيون) پاڻي ڏيڻ جو وارو آيو تہ چشما بئراج جي "ضروري مرمت" جو بهانو بڻائي سنڌ کي سڄا سارا 3 هفتا پاڻيءَ ڌڙي لاءِ سڪايو ويو. چوڻ وارا تہ اهو بہ چون ٿا تہ پنجاب جي فصلن. ڊنڊين ڊورن جي ضرورت جو پورائتو ٿيڻ بعد ارسا ۾ وينل اختيار ڌڻين واپڊا ۽ پنجاب آبپاشي کاتي جي ڪامورن کان "گرين سگنل" ملڻ بعد اهو رينگٽ شروع ڪيو تہ "بابا" موسمي تبديليءَ" سبب سياري جون گهٽ برساتون پوڻ، تڏ سبب برف جي نہ رجڻ توڙي بين معاملن جي ڪري ربيع ۾ پاڻيءَ جي 15 سيڪڙي مان گهٽجي 7 سيڪڙي تي پهتل کوٽ بيهر وڌي 10 سيڪڙي تي پهچي وئي آهي. ساڳئي وقت "پير تي ڏونڪو هڻي" اهو بہ چيو ويو تہ سنڌ جي آڳاٽي خريف لاءِ تربيلا ۽ منگلا ۾ اضافي پاڻي بچائڻ تہ پري رهيو پر بئي ڊيم 15 مارچ تي ئي خالي ٿي ويندا، جنهن کانپوءِ سمورا معاملا دريائي وهڪرن تي هوندا، پوءِ سنڌ جاڻي، سنڌ وارا جاڻن.

## ڪجھ سوال:

(1) ربيع لاءِ فني توڙي صلاحڪاري ڪاميٽين ۾ پلان پهچڻ وقت ارسا چيئرمين رهندڙ سنڌ جو عيوضي ڪٿي هو ۽ هن ڇا پئي ڪيو؟

(2) ارسا جو عيوضي اهو بڻائي سگهندو تہ سنڌ ۽ پنجاب جي جائز انڊينٽ (1991ع واري ناهہ موجب) کان وڌيڪ ڊيمن مان پاڻي ڇو ڇڏيو ويو؟ ڇا واپڊا وارن پاڻي ڇڏڻ جو اهو فيصلو پنهنجي طور تي ڪيو يا ان ۾ ارسا جو راضپو شامل هو؟

(3) فيبروريءَ ۾ جڏهن ارسا اختيارين "نمبر گيم" جي ڪيڏ ڪيڏي پاڻيءَ جي کوٽ 15 مان گهٽائي 7 سيڪڙو هجڻ جو اعلان ڪيو تڏهن سنڌ سرڪار جو ارسا ۾ موڪليل نمائندو انهيءَ "گورک ڌنڌي" کي ڇو سمجهي نہ سگهيو؟ زميني حقيقت جي ابتڙ ٿيل انهن اعلان تي، ان سنڌ جي عوام کي تہ ڇڏيو پنهنجي سنڌ حڪومت کي بہ آگاهہ ڪرڻ ڇو واجب نہ سمجهيو؟

(4) ارسا وارن جڏهن 15 مارچ تائين ڊيم خالي ٿيڻ جا دهل پٽي وڃايا، تڏهن ارسا ۾ سنڌ جي انهيءَ سفير ڪو احتجاج ڪيو؟ ڇا هن ارسا جي "اندروني" ميٽنگ جو ڪو بائيڪاٽ ڪيو. ڪو احتجاجي خط لکيو؟ ڇا هن استعيفا جو ڪو دڙڪو ڏنو؟ ايستائين جو هن سنڌ حڪومت کي بہ اهڙي آگاهي ڏيڻ جي بہ زحمت نہ ڪئي.

(6) سنڌ جو آبپاشي کاتو رڳو بوڏن وقت ئي پاڻي صورتحال جي شيٽ جاري ڪرڻ لاءِ جاڳندو آهي. سڄي ساري ڊائريڪٽوريٽ تي ٻڌل انهيءَ شعبي عوام کي آگاهي ڇو نہ ڏني؟

(7) آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري سرڪاري عملدار هجڻ ڪري شايد ميڊيا سان نٽي ڳالهائي سگهيو. ساڳي ريت سيڊا جي ايم ڊي کي شايد پنهنجي عوام (آبادگارن) کي آگاهي ڏيڻ جو مينڊيٽ نہ هو پر ڇا انهن ٻنهي همراهن ربيع جي پڇاڙڪن ۽ خريف جي شروعاتي ڏينهن ۾ سنڌ جي فصلن، ماڻهن ۽ ڍورن سان ٿيندڙ "ويڌن" بابت سنڌ جي آبپاشي واري وزير (ٻيهر ٻڌايان تہ انهيءَ وزارت جو قلمدان وزير اعليٰ وٽ آهي) کي صورتحال کان آگاهہ ڪيو؟

(8) هن سڄي منظر نامي ۾ ڪروڙن جي بجيٽ ڪٽيندڙ "بيربل ثاني" آبپاشي ڪنسلٽنٽ ڪٿي رهجي ويا هئا؟

(9) سنڌ جي اختيار ڌڻين تر ۾ آيل ڏڪار کي تہ "قدرتي آفت" قرار ڏيئي فطرت جي ٻلي ڪري ڇڏيو پر سنڌوءَ جهڙو شير دريا هوندي سنڌ ۾ ٿيندڙ انهيءَ نئين هٿرادو ڏڪار (سوڪهڙي) کي اهي ڪنهن جي کاتي ۾ وجهندا؟

## ڇا ٿيڻ وارو آهي؟

سپت سنڌو (7 دريائن جي سر زمين) جي ڊيلٽا ۾ واقع سنڌ جو 62 سيڪڙو حصو ايرڊ زون آهي، جيڪا تر، ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ناري تي ٻڌل آهي. سنڌ جي نقشي تي نظر ڦيرائڻ کان خبر پوي ٿي تہ ٿر وارو ريگستاني علائقو ٿرپارڪر (مڪمل)، عمر ڪوٽ ضلعي جي 25 ريگستاني ديهن سانگهڙ ضلعي جي اڇڙي ٿر، خيرپور جي ناري، سکر جي صالح پٽ، گهوٽڪيءَ جي خانڳڙهہ ۽ ڏهرڪي تعلقن تي ٻڌل آهي. ساڳي ريت ڪاڇي ۽ ڪوهستان جو جابلو سلسلو وري جيڪب آباد، قمبر، دادو، ڄامشورو، ٺٽو ۽ ڪراچي تي پکڙيل آهي. سنڌ جي بہ ڀاڱي ٽي حصي جو دارو مدار برساتن، نئين، چشمن تي آهي. برساتن جي گهٽ وسڻ ۽ گرمي پد ۾ واڌ سبب انهن علائقن جي کوهن جو پاڻي کارو ٿي ويو آهي، جڏهن تہ چشما سڪي ويا آهن يا گهٽ پاڻي ڏيڻ لڳا آهن. اهڙي حالت ۾ انهن علائقن جا رهواسي هيل 15 جولاءِ تائين، برساتون وسڻ تائين سخت ترين سوڪهڙي کي منهن ڏيندا. سنڌ جي باقي 38 سيڪڙو علائقي مان 8 سيڪڙو وري ڪڇو آهي، جتي جر ڪجهہ منو هجڻ توڙي

دريائي وهڪرا ويجها هجڻ ڪري ڪي بهتري جا امڪان آهن. رهجي ويل 30 سيڪڙو سنڌ جو سمورو نظام واهن تي آهي. سنڌ کي ڊيم خالي ٿيڻ کانپوءِ بہ 2 هفتن تائين ڊيمن جو پاڻي ڪي قدر ملندو رهندو. 20 مارچ تي سنڌوءَ جي تر ونڻ بعد گڊو وٽ 10 اپريل تائين 20 هزار ڪيوسڪ پاڻي مس پهچي سگهندو. سنڌ کي ارسا ۽ واپڊا وارا ايترو پاڻي بہ ڏين تہ وڏي ڳالهہ هوندي. ايتري پاڻيءَ مان 3 وڏا بئراج (پانڊ ليول برقرار رکڻ) توڙي انهن مان نڪرندڙ 14 وڏا شاهي واهہ وهائڻ، توڙي ان پاڻيءَ کي زيان ٿيڻ Evaporation کان بچائڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ نہ ٿيندو. سنڌ واسين کي سولي سنڌيءَ ۾ اهو ٻڌائيندو هلان تہ اپريل مهيني ۾ اسان وٽ فقط اڪيلي نارا ڪئنال جي وهڪرن جيترو پاڻي مس هوندو جنهن کي پرڳڻي جي 14 ڪئنالن ۾ وهايو ويندو. اهو پاڻي خريف جي ناٽي وارن فصلن ڪپهہ، ساريون، ڪمند ۽ مرچ پوکڻا تہ پري رهيو 5 ڪروڙ عوام جون پيئڻ جون ضرورتون پوريون مَس ڪري سگهندو.

### ذميوار ڪير؟

سنڌ سان ٿيندڙ انهيءَ ڏاڍ مڙسيءَ جا واپڊا ۽ ارسا وارا تہ 100 سيڪڙو ذميوار آهن، پر ڇا ارسا ۾ ويٺل سنڌ جو نمائندو سيد مظهر شاهہ، سنڌ جو آبپاشي سيڪريٽري بابر آفندي ۽ سنڌ جي آبپاشي واري وزارت جو قلمدان سنڀاليندڙ پنهنجو پاند آجو ڪرائي سگهندا؟ سيڊا جي ايم ڊي احسان لغاري کي تہ آبادگار توڙي آبپاشي کاتي وارا ڪنهن "ليکي" ۾ ئي آڻڻ لاءِ تيار ناهن.

### هڪ عظيم غلطي

پ پ پ جي چونڊيل حڪومت کي 5 سال وفاق ۽ سنڌ ۾ "راج سنگهاسن" نصيب ٿيو هينئر بہ سنڌ جي "راج گادي" شهيد محترمہ جي پارٽيءَ وٽ آهي. آبپاشي ماهر ٻڌائين ٿا تہ سنڌ ڇائي هجڻ جي دعويدار پرويز مشرف ڊڪٽيٽر هوندي بہ پنهنجي دور ۾ سنڌ ۾ پاڻي کوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ آڳاٽي خريف ۾ پنجاب کان اڌارو پاڻي وٺي ڏيڻ توڙي ارسا ۾ سنڌ کي ڊبل نمائندگي ڏيارڻ واريون "روايتون" وڌيون هيون. سندس سجي دور ۾ ان تي عمل بہ ٿيندو رهيو پر پ پ پ جي گذريل اقتداري دور جي اڌ ڌاري ارسا ۾ وفاق جي سنڌ جو ڊوميسائيل رکندڙ نمائندي جو مدو پور ٿيڻ بعد نئون نمائندو رکرائڻ ۾ اجائي ڍيگهہ ڪئي وئي. اڍائي سالن جو عرصو پنجاب سان تعلق رکندڙ فلڊ ڪميشن جي چيئرمين کي ارسا ۾ وفاقي ميمبر طور ويهاري هلايو ويو ۽ جڏهن وفاق ۾ پ پ پ جي حڪومت پڇاڙيءَ تي پهچي رَهي هئي، تڏهن کين وري ارسا ۾ وفاقي نمائندگي خالي هجڻ جو خيال آيو جنهن لاءِ انجنيئر عباس لغاريءَ جي نالي جي سفارش ڪئي وئي پر بعد ۾ معاملا هٿن مان نڪري طاقتور ڪامورن جي ور چڙهڻ بعد سنڌ کي مشرف پاران ارسا ۾ فيصلا سازي لاءِ ڏنل "ترپ

جو پتو” ڪسجي ويو. ماهر سوال ڪن ٿا تہ بين ڪي ڏوراپا يا مهڻا ڏيڻ بجاءِ 5 سال وفاق ۽ 6 سالن کان سنڌ ۾ اقتدار ۾ رهندڙ سنڌ جي پارٽي ٻڌائي تہ انهن ارسا ۾ سنڌ کي اڪيلو ۽ نڌڻڪو ڇو ڪرايو؟

## ايمرجنسي جو اعلان

. ايمرجنسي يا ”ڪُو“ (ڪاھ) لفظ ٻڌي ڇرڪ پرڻ جي ضرورت ناهي، ڪنهن وڏي حادثي جي صورت ۾ اسپتال ۾ ايمرجنسيءَ جو اعلان نئين ڳالهہ ناهي. بلاول ڀٽو زرداريءَ سنڌ فيسٽيول جي اعلان وقت ”ڪلچرل ڪُو“ (ثقافتي انقلاب) جو نعرو بلند ڪري اهو واضح ڪيو هو تہ ”ڪُو“ جي معنيٰ مثبت بہ نڪري سگهي ٿي. هاڻ پاڻ اصل مطلب طرف اچون تہ سرڪار کي بہ عوامي مسئلن طرف ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ”واٽر ايمرجنسي“ جو اعلان ڪرڻ گهرجي.

. شروعاتي طور تي پيئڻ جي پاڻي پهچائڻ کي اوليت ڏني وڃي، پڇڙي وارن فصلن ميرپورخاص، عمرڪوٽ، سانگهڙ جي ڪپري تعلقي، بدين، ٺٽي، سجاول، ٽنڊي محمد خان، ٽنڊي الهيار ۽ حيدرآباد جو خاص خيال رکيو وڃي.

. پيئڻ جي پاڻيءَ مان ونجهيون هڻي پوکيءَ لاءِ ٿيندڙ پاڻيءَ جي چوري توڙي پاڻيءَ جي زيان کي روڪيو وڃي.

. سنڌ جي سمورن مڪاني ادارن کي هينئر کان ئي پنهنجا تلاءُ ڀري رکڻ لاءِ چيو وڃي.

. سکر ۽ روهڙي شهرن ۾ بئراج جي بنديءَ وقت هميشہ پاڻي بحران جنم وٺندو آهي. هيل اپريل ۾ بہ ڊسمبر جهڙي صورتحال هوندي. اهڙي صورتحال ۾ نسانسڪ انتظاميا (هاڻي نسانسڪ جا سمورا انتظامي توڙي مالي اختيار ڊپٽي ڪمشنر وٽ آهن) فوري طور تي دريائي وهڪري تائين پاڻي جي پائيپ لائين وڇائي.

. سيني خراب ٽيل فائر برگيڊ گاڏين کي تيار ڪرايو وڃي تہ جيئن ڪن علائقن ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ جي کوٽ توڙي اوچتو باهہ لڳڻ جي واقعن (اونهاري ۾ باهہ جا واقعا وڏي ويندا آهن) تي ضابطو آڻي سگهجي.

. پاڻي کوٽ سبب متاثر ٿيندڙ مهاڻن، خاص طور تي ساموندي پٽيءَ جي مهاڻن جي کاڌ خوراڪ، دوا درمل جو خيال رکيو وڃي.

پڇاڙڪا لفظ

ٿر ۾ مرندڙ ٻارڙن، ڳورهارين عورتن ۽ پيرسن ماڻهن جي موت جا منظر ٽي وي اسڪرين توڙي روبرو ڏسندڙ حاڪمن کي هاڻ بہ سجاڳ ٿي 5 ڪروڙ سنڌ واسين جي مالڪي ڪرڻ لاءِ اٿي کڙو ٿيڻ گهرجي. ساڳئي وقت پنهنجن ماروئڙن سان سچ ڳالهائڻ گهرجي.

# ٿرين جي سورن جي ڪهاڻي حڪمرانن کي ڪڏهن سمجهه ۾ ايندي؟

علي اڪبر راهمون

ٿر ۾ ان جهڙن ٻين خشڪ ۽ باراني علائقن جا مسئلا باقي خطن کان مختلف هوندا آهن ۽ انهيءَ ڪري ئي دُنيا ۾ اهڙن علائقن لاءِ جدا رٿائون ۽ پاليسين جي روشني ۾ خاص منصوبابندي ڪئي ويندي آهي، جو تہ اتي موجود ماڻهن لاءِ بنيادي سهولتون، ترقياتي رٿائن تي ايندڙ خرچ ۽ پوءِ سهولتن جي مسلسل فراهمي لاءِ رقم ۽ افرادي قوت بہ وڌيڪ کپندي آهي پر خرچ پکي/بجيٽ کان وڌيڪ وس وارن جي هڪ سياسي سوچ ۽ پُختي ارادي جي ضرورت هوندي آهي، جيڪا باقي ڏکين ڪمن جي پورائي ۽ وسيلن جي حاصلات کي يقيني بڻائيندي آهي پر بدقسمتي اها آهي جو گهڻو ڪري اهڙن خطن جي ماڻهن جو جديد دور کان پوئتي هجڻ ڪري هو جديد فائدا وٺڻ ۽ سياسي تڪسات جي داءُ پيچ واري ويڙهہ ۾ هارائي ويندا آهن، جنهن ڪري دنيا ڀلي وڃي چنڊ کان پوءِ مريخ تي پهچي پر انهن خشڪ علائقن جا ماڻهو بنيادي سهولتن جي اڻهوند واري ڳُتي جي ڳاراٽي ۾ قوهہ جوانيون گل ڪري ڇڏيندا آهن يا جيون کي ڪا معنيٰ نہ ڏئي سگهندا آهن، جن لاءِ شايد شيخ اياز چيو هو ”تڙياسين دامن صحرا ۾ خوشبو ئي اجائي وئي...!“

ٿرپارڪر ضلعي ۾ تازو ٿيل معصوم گلن جهڙن ٻارڙن جي موت جي خبرن تي، جن جي ميڊيا ۾ پڙڪيل باهہ سنڌ جي حڪمران پارٽيءَ جي مهندار جي حڪم تي سنڌ جو وڏو وزير ٿرپارڪر پهتو ۽ ڪامورن سان گڏ انهن ٿر جي ”وڏن ماڻهن“ سان مليو آهي، حقيقتون معلوم ڪرڻ لاءِ ڪامورن ۾ چونڊيل عيوضين بند ڪمري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون سنڌ جي وڏي وزير کي ٻڌايون ۽ هو وري ڪهڙي ”حال حقيقت“ ٻڌي ڪجهہ ڪامورن کي معطل ڪري راجڌاني پهتو هو پر شايد ڪيس اندازو ڪونہ هو تہ سندس ”پنهنجن ماڻهن“ جي خبرن جي ابتڙ هن ميڊيا جي دور ۾ ائين حقيقت کي لڪائڻ ڪو ايڏو سولو ڪونهي. ٿر ۾ سرڪار کي ميڊيا معرفت نظر ايندڙ بک، بدحالي ۽ موت جا ڪجهہ سبب ڪاوش معرفت هڪڙي ٿر واسي هئڻ جي ناتي بيان

ڪرڻ فرض سمجهان ٿو. 15 آگسٽ 2013ع تائين برساتون نہ پوڻ سبب پاليسي موجب ٿر کي ڏڪار ستيل علائقو قرار ڏيڻو هو پر ٿر ۾ ڪجهہ هنڌن تي برسات پوڻ سبب سرڪار علائقي کي ڏڪار ستيل قرار نہ ڏنو جڏهن تہ اڌ قيمت تي ڪڻڪ ڏيڻ وارو سلسلو بہ سياسي اعلانن ۾ اٽڪيل اقدامن جي ور چڙهي ويو. نتيجي ۾ لوڙيو وري ٿر جي ماڻهن آهي. اها ڪا نئين ڳالهہ بہ ڪونهي ڇو تہ 2000ع ۾ 2001ع واري ڏڪار ۾ بہ سرڪار ۾ ڪامورن جو اهڙو ئي رويو هو. جنهن دوران ٿر جي صحافين ڪرين حقيقتن تان پردو کنيو ۽ انهيءَ وقت بہ (47) ماڻهن جي وائرل بيمارين سبب مرڻ جون خبرون آيون هيون. ڪامورا ۽ وقت جي سرڪار صحافين تي چڙي وئي هئي ۽ ان وقت جي گورنر ميرپورخاص ۾ پريس ڪانفرنس ۾ ٿر جي صحافين تي ڇتا الزام هنيا هئا ۽ اهو چئي وينو هو تہ ٿر ۾ ماڻهو بيمارين نہ پر بک سبب مري رهيا آهن. اهو ايڏو وڏو اعتراف هو جو دنيا حيران ٿي وئي، تہ هن ٽيڪنالاجي جي دور ۾ بہ ماڻهو بک وگهي مري رهيا آهن!

ٿر ۾ کاڌ خوراڪ جي صورتحال تي هڪ نظر: ٿرپارڪر ۾ (15) لک کان مٿي انسان ۽ (55) لک کن جانور آهن. هتان جي ماڻهن جي آمدني ۽ خوراڪ جو مکيہ ذريعو چوپايو مال آهي. جيڪو ڏڪار پوڻ سبب سخت متاثر ٿيو آهي. جنهن جون خبرون ميڊيا ۾ اچي چڪيون آهن. وزير صاحب بہ دورا ڪيا آهن. سندن هدايتن تي وئڪسين جيڪا (6) مهينا اڳ ۾ ٿيڻ گهرجي ها. اها ڪٽي لائيو اسٽاڪ ڊپارٽمينٽ جون گاڏيون ٿر جي شهرن ۾ ائين ڦيرا ڏئي رهيون آهن. جيئن مئل جانور تي ڳجهون لامارا ڏينديون آهن. تازو هڪ غير سرڪاري تحقيق موجب ٿر ۾ 5 سالن کان گهٽ عمر جي ٻارڙن ۾ کاڌي جي شديد کوٽ سبب ڪمزور ٿيل ٻارڙن جو تناسب (8.4)سيڪڙو آهي. جنهن ۾ ڇاڇري تعلقي ۾ اهو انگ 13 سيڪڙو آهي. جيڪو سنڌ صوبي جي حساب سان تمام وڏو انگ آهي. اهڙي ريت وچولي درجي جي کاڌ خوراڪ جي کوٽ جو شڪار ٿيل ٻارڙن جون ٿرپارڪر ضلعي جي لحاظ کان 19.1 سيڪڙو آهي. جنهن ۾ ڇاڇري تعلقي جو انگ 26. سيڪڙو ننگر پارڪر 24 سيڪڙو. جڏهن تہ مٺيءَ ۾ 12.9 سيڪڙو. اسلام ڪوٽ تعلقي ۾ 17 سيڪڙو ۽ ڏيپلي جو انگ 15.8 سيڪڙو آهي. اها ڇتي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن برسات نہ پوندي تہ گاهہ پنو نہ ٿيندو ۽ مال متاع کي کائڻ لاءِ ڪجهہ ڪو نہ ملندو ۽ جي وري کير، ڏهي ۽ مکڻ نہ هوندو. تہ ٿر ۾ ماڻهن لاءِ خوراڪ جي قلت ٿيندي ۽ آخرڪار ٿر جو ماڻهو ۽ خاص طور ٻار عورتون ۽ ٻڍڙا وڏيڪ بيمارين جو شڪار ٿيندا. کاڌ خوراڪ رڳو ماني ملڻ جو نالو ناهي پر مسلسل گهربل خوراڪ جو علائقي ۾ هجڻ. ماڻهن جي رسائي يعني قوتِ خريد ۽ واپرائڻ جا هڪ جيترا ۽ هڪجهڙا ذريعا هجڻ ئي صحتمند زندگي گذارڻ جو نالو آهي.

وڌندڙ سماجي بدحالي: ٿرپارڪر ۾ سماجي صحت جي حوالي سان بدتري جو اندازو انهي مان لڳائي سگهجي ٿو ته 2011ع ۾ 24 خودڪشيون 2012ع دوران ڪل 35 خودڪشيون ۽ 2013ع دوران 29 خودڪشيون رڪارڊ ٿيون. اهو واقعو به اجا ڪنهن کي وسريو ڪونهي، جنهن ۾ ڪانئيو جي جوڙي (زال مڙس) غربت کان تنگ اچي زندگي جو ڏيئو گل ڪيو هو. ڇا اهو حڪمرانن جي ڪارڪردگي تي سواليه نشان ڪونهي. هلندڙ سال ته پهرين 2 مهينن ۾ ئي 6 خودڪشيون رڪارڊ ٿيون آهن ۽ خبر ناهي ته اهو انگ ڪٿي دنگ ڪندو ٿر جهڙي پرامن علائقي ۾ 2012ع دوران 9 قتل ٿيا هئا، جڏهن ته 2013ع ۾ 13 انساني جانيون موت جي ننڊ سمهاريون ويون. سماجي علم جا ڄاڻو سمجهن ٿا ته اهي نشانيون ڪنهن به صورت ۾ ڪنهن سماج جي بهتريءَ جا اهڃاڻ نه آهن ۽ انهيءَ جا تمام خراب نتيجا نڪرندا.

وقت جي گهرج: خاص طور تي سنڌ سرڪار جو فرض ٿئي ٿو ته هو پنهنجي خراب حڪمراني جي نتيجي ۾ بدلجندڙ حالتن کان انحرافي ڪرڻ بدران حقيقتون مڃي ۽ نه صرف صوبائي سرڪار پر وفاقي حڪومت کي به قائل ڪري ته اها وسيلا مهيا ڪري ۽ ٿر واسين جي ناسور بڻجي ويل ڏڪار واري مسئلي کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ جٽادار پاليسيون ۽ منصوبا جوڙي. ته جيئن لکين ماروئڙا سک جو ساهه کڻي سگهن ۽ ڪنهن گورنر ۽ وڏي وزير کي هرويرو ٿر جا پنڌ نه ڪرڻا پون. اهو سڀ ڪجهه تڏهن ٿيندو جڏهن حڪمرانن جي ترجيحات ۾ ٿر واسين جي بنيادي مسئلن جي حل واري ايجنڊا هوندي.

# هي اسان جو ٿر آهي ڇا؟

## اياز لطيف پليجو

هي ٿر نه ناهي. شايد ايٿوپيا جي ڪاري ڏڪار ستيل آبادي آهي! يا شايد نازين جي گهيري ۾ آيل ايني فرينڪ واري ڪا ڪيمپ آهي! يا فلم ”وال“ جا ڪي منظر آهن! يا گورن جي 100 سال حڪمرانيءَ وارو ڏکڻ آفريقا آهي! هي اسان جو ٿر نه ناهي. جيڪو سنڌ ۽ پاڪستان جي مستقبل جو تحفظ پيو سڏيو وڃي. اسان جو ٿر، جنهن جي 19600 چورس ڪلوميٽرن مان 9000 چورس ڪلوميٽرن هيٺان ڪارو سون يعني ڪوئلو آهي ۽ ان ئي ڪربين ربين جي ڪوئلي جي آڌار تي ملڪ بجليءَ جي بحران مان نڪرڻ جا خواب پيو ڏسي ۽ ايندڙ سوين سالن تائين توانائيءَ ۾ پاڻ پرو ٿي پيو سگهي. اهو ٿر، جنهن جي پِٽن تان آڪاس ڏانهن نهاريندي شيخ اياز چيو هو.

ٿَتيءَ ۾ گهڙو ڪا پيري تي پئي،
لڙي سونهن ڇمڪا ڪري تي پئي
اُني جي هوا ۾ ڪنيا مور پَر
ٻڪي ٻيل هر هر نري تي پئي

ان ساڳئي ٿر جي ڪوهن جو اڄ پاڻي سڪل آهي. ٻيلون ۾ مور مري چڪا آهن ۽ ٿر ۾ سهاڳڻيون ۽ نينگريون بک، بيماري ۽ بيوسيءَ ڪري جوان عمريءَ ۾ جهور پوڙهين جيان هڏن جا پڃرا پيون ڏسجن. هن ئي ٿر ۾ ننگر پارڪر، اسلام ڪوٽ، ڇيلهار، پالوا، ڪلوئي ۽ ويرا واهه ۾ جيڪي ڪچهريون، نعرا، جذبا ۽ ٿهڪ ڏسندو هئس، اتي اڄ بک جي بدمست ديو هيٺان جسمن سان گڏ سڄي ٿر جون مرڪون، جذبا، سڏ ۽ پڙاڏا به ڳڙڪائي ڇڏيا آهن.

هيءَ مٺي جي سول اسپتال آهي. ٻارن جي وارڊ ۾ سخت گندگي ۽ لاوارثيءَ جي حالت ۾ هڪ هڪ بيڊ تي ٽي ٽي روئندڙ ۽ سڏڪندڙ ٻار ليٽيل آهن. هڪ انتهائي ڪمزور ۽ هڏن جي مٺ بيمار ٻار جي امڙ کان پڇيان ٿو ”هن جي عمر 6 يا اٺ مهينا هوندي؟“ جواب ملي ٿو ”4 سال.“ منهنجي دل ۽ دماغ سخت ڊپريشن جي شڪنجي ۾

نيوڙجيو وڃن. اڃا ڪالهه تہ سڀ حڪمران هتي آيا هئا. فوٽو سيشن، قافلا، بوفي، بريفنگون، اعلان...... پر اسپتال ۾ نہ ڪو ذميوار ڊاڪٽر آهي، نہ ڪا ڳائناڪالاجسٽ ۽ نہ ٻارن جي بيمارين جو ڪو ماهر. هڪ هائوس جاب ڪندڙ نوجوان ڊاڪٽر انيل ڪمار کان پڇيان ٿو "ٻيا ڊاڪٽر ڪٿي آهن؟" پريشانيءَ وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ٿو ڇڏي. آئون سيڪريٽري هيلٿ دراني، ايم ايس پرڳڙي ۽ پي ايم اي جي صدر ڊاڪٽر ثمرينا سان رابطو ڪريان ٿو. ٽيئي ڄڻا 24 ڪلاڪن ۾ انتظام ڪرڻ جي اميد ڏيارين ٿا. ڪجهہ غير سرڪاري تنظيمن جي اڳواڻن، چيف سيڪريٽري، سيڪريٽري سروسز ۽ جنرل ايڊمسٽريشن کي فون ڪريان ٿو. ڪجهہ آسرو ملي ٿو. پر واري بيڊ تي هڪ امڙ پنهنجي ٻار کي کڻي مون کي لوڏي ڏيکاري ٿي، "ادا ڏس، هي پنهنجو ٻت پاڻ جهلي نٿو سگهي." 2 سالن جو ٻارڙو ٻڪ ۽ گردن توڙ بخار جو شڪار ٿيو آهي. انتظاميا کي چوان ٿو تہ هن کي ڪراچي موڪليو. واعدو ڪن ٿا، پر ايمبولنس ناهي. واعدو پورو ٿيندو؟ ٻن ٻارن کي دل جي تڪليف ٿي پئي آهي، پر انهن کي دل جي بيماريءَ بدران بخار جي دوا پئي ملي. مائرون چانورن جا ٻہ گرهہ کائين پيون. پر ٻارن لاءِ ڪا بہ خوراڪ ناهي. يا اهي ٻار اسپتال وارا چانور کائين يا انهن جا پيئر ڪٿان امداد واري 5 ڪلو ڪٽڪ هٿ ڪري پوءِ پيهارائي اچن.

انيل کان پڇان ٿو "ساڳئي بيڊ تي ٽي ٻار ستل آهن. انهن جون بيماريون تہ هڪ ٻئي کي منتقل ٿينديون!" "برابر، پر بسترا ناهن" جواب ملي ٿو. آءِ سي يو جو پڇان ٿو. ڪوبہ آءِ سي يو ئي ڪونهي، وارڊ ۾ 20 رپيا ڪرائي تي ڪجهہ ڪٿون پيل آهن. هي شايد اهو ٿر آهي، جتان جي ڊوميسائيل تي هزارين نوجوان ڊاڪٽر بڻيا آهن. اسپيشلسٽ ٿي ڪروڙين پيا ڪمائين، سرڪاري آفيسر ٿيا آهن، آمريڪا، ڪينيڊا، آسٽريليا ۽ انگلينڊ ۾ گهر اڏيا اٿن. پر اهي پنهنجي ڳوٺائين جي هنن اذيتناڪ گهڙين ۾ ڪٿي آهن؟ زڪوات فنڊ جي اسپتال ۾ استعمال لاءِ پڇان ٿو. جواب ملي ٿو تہ اهو مسلمانن کي ڏيئي سگهجي ٿو ڪولهين، ڀيلن ۽ ميگهواڙن کي ڪيئن ڏجي؟ سنڌ جي درجن کن اقليتي ايم اين ايز ۽ ايم پي ايز ۽ وزيرن مان ڪوبہ موجود ناهي، ارب پتي هندو سيٺيون بہ گم آهن، گادي نشين، گڙنگ وڏيرا گم. ايڌي، سيلاني ۽ ٻيا خيراتي ادارا گم. وڏيون اين جي اوز ۽ عالمي ڊونرز گم. شايد هينئر بيس لائين سروي ڪندا ۽ پوءِ جڏهن مائرون لاش کڻي گهر پهچنديون تہ پوءِ دوائون آڻيندا.

ڏيپلي جي اسپتال ۾ انتظام ڪجهہ گهٽ خراب ناهن ۽ ڊاڪٽر بہ ڪجهہ بهتر آهي، شايد ان ڪري جو سڄي رش مٺيءَ ڏانهن آهي. پر وارڊ ۾ ننڍڙا ٻارڙا رُکي ماني پيا کائين. ها باقي ڊائريا جي مريض ٻارن کي مناسب ڊريون لڳل آهن. ڏيپلي جي ڊاڪٽر سان ڳالهايان ٿو هو واعدو ٿو ڪري تہ اڄ شام کان زڪوات فنڊ مان هر ننڍڙي ٻار کي پاءُ ڏريو کير سان ڏنو ويندو ۽ هڪ ڪيلو بہ فراهم ڪندا. سيڪريٽري هيلٿ

۽ ايس ايس پي ٿر، رليف جي وزير ۽ ٻين سان رابطو ڪيم. فيصلو ٿيو تہ زڪوات فنڊ مان هر مذهب جي ٻار کي امداد ملندي، ڪو بہ متڀيد نہ ٿيندو. ڏسجي تہ ڪيترو عمل ٿو ٿئي. هڪ ٻار کي فنز (جهٽڪا) پئي آيا. ان کي ڪراچي ڪٺائي وڃڻ لاءِ چيم تہ ٻڌايائون تہ ڏيپلي جي ايمبولينس منيءَ ۾ آهي. سفر ڪندي مني، اسلام ڪوٽ، ڏيپلي جي رستن ۽ ڳوٺن ۾ سواءِ مٽل ڊورن ۽ ڏوڙ اڏاريندڙ پراڊو ۽ ويگو گاڏين جي قافلي جي ڪنهن بہ اين جي او يا سرڪاري کاتي يا بحريہ گروپ جي ڪابہ ڪيمپ يا امداد نظر نہ ٿي اچي. هڪ جاءِ تي آرمي جي ميڊيڪل ڪيمپ ڪم ڪري پئي پر اتي سيڪيورٽي انتظامن جي ڪري ماڻهو ڪجهہ محتاط آهن. پر تڏهن بہ قطارن ۾ مرد ۽ عورتون امداد ۽ دوائن لاءِ اڳتي وڌن پيا.

عارف، وسند ۽ مصطفيٰ کان پڇان ٿو هيڏا اعلان ٿيا آهن، ڪجهہ تہ ٿيو هوندو؟ چون ٿا تہ 60 هزار ڪٽڪ جي ٻورين مان اجا فقط 9000 ورهايون اٿن. سي بہ پسنديده علائقن ۾. هاڻ 5 يا 10 ڪلو ڪٽڪ ماڻهو ڪٿان پيهارائين ۽ اها 10 ڪلو ڪٽڪ بہ 4 ڏينهن ۾ ختم ٿي ويندي. وزيرن ۽ عملدارن جا قافلا بہ هاڻي ختم ٿي چڪا. ميڊيا بہ ڪنهن نئين معاملي ۾ الجهي ويندي. پوءِ؟ اٽو ڪٿان ايندو؟ پاڻي ڪٿان ايندو؟ دوائون ڪٿان ايندي‌ون؟ اجا تہ گرمين ۾ حالتون ۽ سوڪهڙو وڌيڪ شديد ٿيندا. ڇا هنن سان بہ اهو حشر ٿيندو، جيڪو غوثپور، ڳڙهي خيرو، قبو سعيد خان، سجاول ۽ خيرپور ناٿن شاھہ وارن سان ٿيو هو؟!!

ٿر جي آبادي 1998ع واري آدمشماريءَ موجب 11 لک آهي، پر موجوده آباديءَ جو اصل انگ 18 لک کان وڌيڪ آهي. ٿر ۾ 5000 کان وڌيڪ ڳوٺ آهن. انهن مان امداد اجا 500 ڳوٺن تائين بہ ناهي پهتي. ڪوئلي، گرينائيٽ، چائنا ڪلي، لوڻ، گگرال ۽ ڪارونجهر جبل جي سنگ مر مر جي خزاني جا مالڪ ٿري اڄ اتي جي لپ ۽ پاڻي ڍُڪ لاءِ سڪن پيا. اهڙو مثال شايد سڄي دنيا ۾ نہ ملي. هيستائين ٿر ۾ ڏڪار سبب 165 ٻارڙا فوت ٿي چڪا آهن. اهي انگ اکر سرڪاري اسپتالن جا آهن. پر فوت ٿيل ٻارن ۽ ٻين جو حقيقي انگ ان کان بہ ٻيڻو ۽ ٽيڻو آهي. هزارين جانور، ٻڪريون، رڍون، ڍڳيون ۽ اٺ مري چڪا آهن. ٻئي طرف ڏڪار جي ڏائڻ پير پير ۾ ڏيئي هاڻ اڇڙي ٿر ۽ ڪوهستان ڏانهن وڌي پئي. گهوٽڪي، سکر، نوابشاھہ، خيرپور ميرس جي سرحدي علائقن تي مشتمل اڇڙو ٿر ۽ جهمپير، جنگشاهي، براد آباد، مال ماڙي ۽ واهي پانڌيءَ وارو ڪوهستان بہ ڏڪار ۽ نا اهلي جي نشاني تي آهن. ڇا انهن سان بہ اهڙو حشر ٿيڻو آهي؟ ضرورت آهي تہ هن وقت ايمرجنسي بنيادن تي امداد ڳوٺن تائين پهچڻ گهرجي. ماڻهن جي علاج ۽ خوراڪ سان گڏ انهن جي چوپائي مال جون دوائون ۽ خوراڪ پڻ ڏني وڃي. ٿرپارڪر جهڙي علائقي ۾ گورنمينٽ جي ملازمن جو فقط 75 روپيا ڊيزرٽ الائونس آهي، انهي کي وڌائي 5000 ڪيو وڃي. ٿر ۾

انڊسٽريل زون، ريلوي ٽريڪ ۽ ڪينال آندو وڃي ۽ هتي نئين يونيورسٽي کولي وڃي ۽ مال پڙيون لڳايون وڃن. ٿر جي ماڻهن جو معاشي وسيلو ڌڻ ۽ موسمي برساتن واري زراعت تي آهي. گورنمينٽ ٿر جي مستقل حل جو پلان جوڙي، هن سڄي تباهيءَ جي عدالتي جاچ ٿيڻ کپي. ملوث ڪامورن، چونڊيل نمائندن کان غفلت جو پڇاڻو ڪري جوڳيون سزائون ڏنيون وڃن. ٿرپارڪر جي سيني هيلٿ ۽ وٽرنري سينٽرن تي دوائن جي فراهمي ۽ اسٽاف جي مقرري ڪئي وڃي. ٿر پارڪر ضلعي ۾ صرف هڪ ئي سول اسپتال آهي، پر ريڪارڊ ۾ 3 تعلقه هيڊ ڪوارٽر، 31 بي ايچ يو ۽ 82 ڊسپينسريون آهن. سڄي ضلعي جي 18 لک آباديءَ جي اڌ 9 لک عورتن کي ڏسڻ لاءِ هڪ به اسپيشلسٽ گائناڪالاجسٽ مقرر نه آهي. 15 لک آباديءَ کي ڏسڻ لاءِ صرف هڪ ڪارڊيولاجسٽ مقرر آهي، ڪوبه نيورولاجسٽ مقرر نه آهي. سيني جي بيمارين، هڏي، ٻارن جا اسپيشلسٽ نه آهن. ڊسپينسريون ويران آهن، وٽرنري جا سينٽر صرف رڪارڊ تائين محدود آهن. دوائن جي مليل بجيٽ مان ڪابه دوا نه ورتي ويندي آهي ۽ نه ئي مال کي ٽڪو لڳي ٿو. لائيو اسٽاڪ ۽ فوڊ ڊپارٽمينٽ وڏيرن جي رحم ڪرم تي ڇڏيل آهن ۽ اسڪول ويران آهن. وزير، آفيسر ۽ اين جي اوز وغيره به منيءَ کان موٽيو وڃن. ڳوٺن ۾ ڪير به وڃڻ لاءِ تيار ناهي. ٿر کي فورن خوراڪ، ٻارن جي لاءِ کير، پاڻي سان گڏ ڊاڪٽرن جي ضرورت آهي. ان سڄي صورتحال کي تبديل ڪرڻ لاءِ جنگي حڪمت عملي جي ضرورت آهي. ڇا سنڌ ۾ وفاقي حڪومت ۽ امدادي ادارا ان لاءِ تيار آهن؟ ڇا اسين سنڌ ڇاوا خود تيار آهيون؟

# ٿرَ ۾ ڏڪار: سبب ۽ مستقل حل

نوراحمد جنجهي

ٿرپارڪر جنهن جي تاريخ، جاگرافي، ثقافت، سونهن، سوڀيا، سخاوت ۽ سجاڳي سيني کان نرالي آهي. هن خطي ۾ موجود واريءَ جون ڀٽون، پارڪر جو سنواٽو مٿيهاٽو ميداني پٽ، ڪارونجهر جو جهونو جبل، رڻ ڪڇ جي لوٽاني ڏُٻڻ، رڻ سان لڳندڙ وٽ جي پٽي، ٻئراجي پٽ سان لڳندڙ ڪس جي ڪور ڪنڌي ۽ وٽ جي وچ ۾ سامروٽي جو پرڳڻو، ڪاٺڙ جو اونهي پاٽيءَ وارو علائقو، ڪاٺڙ، پارڪر ۽ ڪنٺي جي وچ ۾ ڊاٽ جو ڊول پاڳو، سامروٽي، پارڪر، مهراڻي ۽ ڊٽ جي وچ ۾ ڪنٺي جو پرڳڻو يا مرڪزي ٿر، ٻئراجي خطي جي منهن ۾ ايندڙ مهراڻي جو ملهائتو ملڪ، اهڙا حصا آهن، جيڪي گڏجي ٿرپارڪر جي هستيءَ کي وجود بخشين ٿا. ٿرپارڪر جي آبهوا سياري ۾ سرد، اونهاري ۾ گرم، وسڪاري ۾ خوشگوار ۽ بهار ۾ خوشبودار ٿئي ٿي. گرميءَ جي مند ۾ ڏينهن پلي ڪيڏو به گرم ٿئي، پر رات پرينءَ جي نيڻن وانگي ۽ نرپل رڻ جهڙي ٿئي ٿي. ٿرپارڪر جي ماڻهن جي مزاج ۾ ساٽيهه جي سڪ، انسانن سان الفت جهڙا املهه گڻ اتم حد تائين موجود آهن.

ٿرپارڪر تي ڪيترائي حاڪم آيا، جن ۾ ڪي ڏيهي هئا ته ڪي پرڏيهي پڻ، جن کي ڪجهه ڏينهن اقتدار نصيب ٿيو پر پوءِ سندن حالت اهڙي ٿي، جو اڄ سندن ڏس پتو به نٿو ملي.

هتان جو انتظام به مختلف هنڌن جهڙوڪ ڀڄ، حيدرآباد، عمرڪوٽ، ميرپورخاص مان گهمندو ڦرندو 1990ع ۾ اڇي، (هڪڙي نامياري عورت مِنان المعروف مني پاران ٻڌايل سندس نالي سان مشهور ٿيل) شهر مٺي پهتو. هن ضلعي ۾ انتظامي طور پهرين 4 تعلقا يعني مٺي، ڏيپلو، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر هئا. جن ۾ وري مٺي تعلقي مان ڪجهه ٽپن تي مشتمل اسلام ڪوٽ تعلقو ۽ ڇاڇري تعلقي جي ڪجهه ٽپن تي مشتمل ڏاهلي تعلقو نروار ڪيا ويا. سيني تعلقن جا هيڊڪوارٽر ساڳي نالي واري شهر ۾ آهن. جڏهن ته رڳو ڏاهلي جو هيڊڪوارٽر ڪيمي جي پار ڳوٺ ۾ آهي. هن باراني خطي جون ڪجهه ديهون نهري پيچ تي پڻ آهن.

گرم آبهوا واري هن علائقي جي ماڻهن جو گهڻو تڻو گذران يا ٿڻ تي آهي يا وري

ڪرڻ تي. يعني باراني زراعت ۽ ڏڻ ڌارڻ تي آهي. برسات پوڻ کان پوءِ ٿرپارڪر جي ڌرتي گل گلزار بڻجي پوندي آهي. سمورا پٽ سائي گاهه ۾، چادر اوڍيل ڪنوار جيان نظر ايندا آهن. انهن نظارن کي ڏسندڙ اکيون عمر ڀر اهڙن من موهيندڙ منظرن کي وساري نه سگهنديون آهن. هتي موجود وڻن ۾ ڪنڊي، جار، روهيڙو ڪرڙ اڪ، ٻوهه، کپ، توهر، ڦوڳ، ڪانڪهه، گانگهيٽي، گگرال، ڪونيٽ، تانڪارو، موراڙي ۽ ٻيا وڻ شامل آهن. جيڪي مال جي چاري توڙي انسانن لاءِ غذائيت جو به ڪم ڏين ٿا. ولين ۾ چيڙا ول، گدرا ول، توها ول، چانهان ول، پڳڙا ول، گهوڙا ول ۽ گاهن ۾ انيڪ قسمن جا گاهه ۽ ٻوٽا ٿين ٿا. اهي گاهه ٻوٽا توڙي وڻ ٽڻ موسمي ۽ آبهوائي سٽن کي سهڻ جي صلاحيت رکن ٿا. جيتوڻيڪ ڪي ٻوٽا گهٽجندا وڃن ٿا، جهڙوڪ ڦوڳ، توهر ۽ ڪانڪهه وغيره. ڪي نوان وڻ پڻ ٿوري عرصي ۾ ٿر جي ريتيلي ڌرتي کي ڌارين وانگر پيلي رهيا آهن، اهڙن وڻن ۾ ديوي نمايان آهي.

جانورن ۾ چوپائي مال کان سواءِ، بارگير جانور ۽ جهنگلي جانور به آهن. جهنگلي جانورن جو تعداد ڏينهون گهٽ ٿيندو وڃي ۽ اهي اڻلڀ ٿيندا وڃن، جيئن هرڻ، روجهه، سهو وغيره. جنهن جو مک سبب ٻاهر جي ماڻهن پاران اچي شڪار ڪرڻ آهي. اڻلڀ جيوت ۾ جهنگلي گڏهه پڻ آهي، جيڪو ننگرپارڪر جي رڻ ڪڇ واري پٽيءَ ۾ ليي ٿو. پکين ۾ مور، تتر، ڪانءُ، ڳيرو، ڪبوتر، گگهه، پيرب ۽ پرديسي پکي تلور اچي وڃن ٿا.

موسمي ڦيرگهير جي نعري نروار ٿيڻ کان اڳ به ٿرپارڪر ۾ آبهوائي ۽ ماحولياتي تبديليون اينديون رهيون آهن. اهڙين تبديلين ۾ ڏڪار، سوڪهڙو يا ڪارو ڏڪار قابل ذڪر آهن. وسڪاري جي مند جي پڇاڙيءَ وقت جڏهن گاهه سڪل هوندو آهي، تڏهن انساني غفلت ۽ لاپرواهيءَ جي ڪري ڏنءُ لڳڻ جا ڇڙوڇڙ واقعا ٿيندا آهن، پر باهه لڳڻ جا اهڙا واقعا تمام گهٽ ٿيندا آهن. باهه لڳڻ جا مهينا مئي ۽ جون ٿيندا آهن، جڏهن تيز هوائون لڳنديون آهن. ان لاءِ ماڻهو چوندا آهن ته انهيءَ وقت دوران ٿاندو اڏامي ٿو. اهڙي قسم جا باهه جا واقعا به ماڻهن جي لاپرواهي ۽ غلطي جو نتيجو هوندا آهن. ٻوڏ جا واقعا ٻنهه نه هئڻ جي برابر ٿين ٿا. ڏڪار اهڙو مظهر آهي، جيڪو وقفي وقفي سان واقع ٿئي ٿو. جنهن جي نتيجي ۾ بک، بدحالي، بيماريون پيدا ٿين ٿيون. تازو غذائي کوٽ سببان ٻارن جي موت جي صورت ۾ پيدا ٿيل هنگامي حالت تي بحث ڪرڻ کان اڳ، اچو ته هن علائقي ۾ سڪ ساليءَ جي تاريخ تي هڪ نظر وجهون.

ٿرپارڪر ۾ جيڪي مشهور ڪارا ڏڪار آيا آهن، تن ۾ چيني جو ڏڪار، چنو ڏڪار انتهائي ڳرو ۽ پيانڪ اثر رکندڙ ڏڪار تي گذريا آهن، جن ۾ نه انسانن لاءِ اناج هو نه جانورن لاءِ چارو، جيتوڻيڪ ماڻهن وٽ پئسو وغيره موجود هو پر اناج ۽ چارو

اٿليپ هئا. ايئن هر ڏهاڪي ۾ 3 يا 4 سال ڏڪاريل رهندا آيا آهن. 87ع ۽ 88ع دوران پيدا ٿيل ڏڪاري صورتحال مختلف ڊرين جو ڌيان ڇڪايو ۽ غير سرڪاري ادارن جي شروعات ٿي. ٿرپارڪر رورل ڊيولپمينٽ پروجيڪٽ جهڙو منصوبو عمل ۾ آندو ويو. جيڪو اڳتي هلي ٿرديپ جي نالي سان نروار ٿيو. ان کان اڳ ڀانهن ڀيلي جي نالي سان هڪ تنظيم ٿرپارڪر ۾ ڪم ڪري رهي هئي. هڪڙو عام ڏڪار ٿئي ٿو ته ٻيو ڪارو ڏڪار. ڪاري ڏڪار ۾ راڻين جا ڪنگڻ ڊرا تي پوندا آهن. يعني ڪاڌي جي کوٽ ايتري شديد ٿي پوندي آهي. قحط ساليءَ جي اهڙي صورتحال کي فارسي شاعر شيخ سعدي هن ريت بيان ڪيو آهي:

چنان قحـــط سالي، شد اندر دمشق
ڪ ياران فراموش ڪردند عشق.

يعني هن سال دمشق جي شهر ۾ اهڙي ڪاري قحط ڪر ڪنيو. جو يارن عشق ڪرڻ ڇڏي ڏنو. عشق به ڊئو سان آهي، بک بڇڙو ٺوڙ آهي. دانا ديونا ڪريو ڇڏي. ساهه کي سدائين ڳيپي جي ڳولا رهي آهي، بکئي پيٽ دوران حسن جي حس به گهٽ ڪم ڪندي آهي. جيئن شيخ اياز چيو آهي:

سدا آهي ســـــــاهه کي، ڳيپي جي ڳولا،
ڊئو بنا ڊولا، ڪانهي ساڃهه سونهن جي.

سوڪهڙي جي بک ۽ بدحالي ماڻهوءَ کان الائي ڇا ڇا کسي ٿي ڇڏي. ماڻهو پنهنجو الهه تلهه وڪڻي پنهنجي ۽ پنهنجي مال جي ڪاڏ خوراڪ جو بندوبست ڪري ٿو. جڏهن قصو اڃا اڳتي ٿيي ٿو ته هو پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي، بئراجي علائقن ۾ وڃي پکا اڏي ٿو. ٿر ۾ پوندڙ ڏڪار ۾ پڻ اهڙي لڏپلاڻ واري صورتحال پيدا ٿئي ٿي.

موجوده هنگامي حالت جو مک روپ ٻارن جو موت آهي. يقينن ابهم ٻارن جو ايئن مرڻ هڪ وڏو سانحو آهي. جنهن جي جيتري مذمت ڪجي گهٽ آهي. انهي واقعي جو مک سبب ڪاڌي جي کوٽ بيان ڪيو پيو وڃي، جيڪو ڪنهن حد تائين درست آهي، پر ٻيو اهم سبب سني حڪومتداريءَ جو فقدان آهي. سرمائيواد جي بازار جيڪا بنگلي سان اچي لڳي آهي، تنهن دنيا جي هر شئي کي ٻوليءَ تي چاڙهي ڇڏيو آهي. وڪرو ۽ وڪرو لڳو پيو آهي. دنيا نفعي پوبان ڇتي ٿي ڪاهي پيئي آهي. ڪارپوريشنس جي ڪاري حڪمرانيءَ هيٺ هلندڙ دنيا جو مارڪيٽي چرخو ابتو گهمي يا سبتو، ٻاٻاڻي گهرٽ وانگر ٻنهي پڙن مان اٽو ئو ڏئي. نفعي جو ڪٽيو ڪائيندڙن وري ٻيا ادارا ناهيا، جيڪي ٻاڻ کي غير منافعي بخش لکرائي. جيڪو نفعو ڪمائين ٿا يا دنيا جي هلچل ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن، تنهن تي هاڻي سڄي دنيا ۾ آڱريون کڄڻ لڳيون آهن. آبهوائي ڦير گهير يا ڪلائيميٽ چينج جي بينر هيٺ به دنيا ۾ ڪافي ڏنڌو شروع ٿيو آهي. ڪاڌي جي کوٽ بابت لاڳاپيل عالمي ادارو به

پنهنجين رپورٽن ۾ معلومات ڏيندو رهندو آهي. ٿر ۾ ڪاڏي جي کوٽ پيدا ٿيڻ ڪو انوکو واقعو ناهي. هن وقت ته ڪافي روڊ رستا آهن. مواصلاتي نظام به موجود آهي، مال لاءِ چارو به ميسر آهي، نه ته اڳيي جڏهن ڏڪار ۾ ڪڻ داڻي جي کوٽ هوندي هئي ته ماڻهو ڏٿ کائي گذارو ڪندا هئا. تنهن ڪري کين ڏوٿي سڏيو ويندو هو. ڏٿ وڻن ٽڻن ۾ ٿيندڙ اهڙا ميوا يا ٻاڙون وغيره هوندو هو. جيڪو اڪيلي رڃ طور واپرايو ويندو هو. اهو ڏٿ غذائي ضرورت کي پورو ڪندو هو ۽ ماڻهو ڏڪئي وقت کي ڏٿ جي زور تي ڪاٽي ايندا هئا. ڏٿ ۾ جيڪي وڻون شامل هيون، تن ۾ پيرون، ڏونرا، پڪا، پيپون، پرٽ، مرٽ، مريڙو، ٻگرو، سگريون، ڪونيٽ جا پڙلا، ڦوگيسي، پُسي، ڪونڊير وغيره قابل ذڪر آهن. ڪاڏي جي کوٽ بابت جيڪي رٽائون هلن ٿيون، تن ۾ عالمي ادارن پاران شروع ڪيل "راڄن جي سرواڻي هيٺ هلندڙ شديد غذائي کوٽ بابت رٽا" مشهور آهي، جنهن تحت هڪڙو سائنسي پروٽوڪول ڪتب آڻيندي، بک سٽيل ٻارن جي درجي بندي ڪندي، سندن پرگهور لڏي ويندي آهي. اهڙي غذائي کوٽ سڄي دنيا ۾ پکڙجندڙ آهي. سنڌ جون سموريون ٻهراڙيون توڙي شهرن جي اوسن پاسن کان آباد پيڙهيل طبقا، انهيءَ غذائي کوٽ جو شڪار آهن. صحت جي سهولتن جو نه هجڻ ۽ پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جهڙي نعمت کان محرومي انهيءَ مامري کي اجا به وڌائي ٿي.

ٿرپارڪر جي هاڻوڪي صورتحال به ان قسم جي غذائي کوٽ جو نتيجو ۽ انتظامي نااهلي جو چٽو مثال آهي، جنهن کي ميڊيا نه چاڻ کهڙي ايجنڊا تحت ايترو مٿي کنيو آهي، جو هڪ اخبار سرخي لڳائي ته ٿر ۾ ماڻهو چوڏا ۽ مرچ کائڻ تي مجبور. ان کان سواءِ چينلن جون ڊش لڳل گاڏيون مک هنڌن تي ايئن منيءَ ۾ بيٺل نظر ٿيون اچن، جيئن جنگ جي ميدان ۾ ٽئنڪون بيٺل هونديون آهن. ڳالھ مان ڳالهوڙو ٿيندي ڳالھ اتي وڃي پهتي آهي، جو هاڻي ته صورتحال جو تير ڪمان مان نڪري چڪو آهي، سيد ۽ پير هڪٻئي تي الزامن هڻڻ ۾ پورا آهن. هي وقت الزام بازيءَ بدران بالغ نظر سرواڻي جو مظاهرو ڪندي، مسئلي کي حل ڪرڻ ۽ ان لاءِ کي جٽادار اپاءَ وٺڻ جي ضرورت جو آهي، جيئن ايندڙ وقت ۾ اهڙي حالت پيدا ٿيڻ يا ڪرڻ جو ڪنهن کي موقعو نه ملي.

1. ٿرپارڪر ضلعي لاءِ هڪڙو جامع ڪنٽينجنٽ پلان هجي، جنهن ۾ سمورن پهلوئن کي نظر ۾ رکندي رٿابندي ڪئي وڃي، جيڪو پلان اڳي جڙيل آهي، ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪندي، علائقي جي ضرورتن مطابق بنايو وڃي. ٿرپارڪر جي حيادار ثقافت جو ان ۾ خاص خيال رکيو وڃي، خاص طور رليف جي ڪم ۾ اهڙو طريقيڪار اختيار ڪيو وڃي، جنهن سان ماڻهن جي عزت نفس محفوظ رهي.
2. سهائتا جو ڪم ٻن حصن ۾ ورهائيندي، چوٿي ۽ ڊگهي مدت جي رٿابندي ڪئي وڃي. انهي رٿابندي ۾ مقامي وسيلن توڙي مهارت کي پڻ ڪتب آندو

وڃي

3. ايماندار، ديانتدار ۽ غير جانبدار ماڻهن تي مشتمل واهرڪاري ۽ بحالي جون ڪاميٽيون ناهيون وڃن. انهن ڪاميٽين جي تربيت ڪئي وڃي. انهن ڪاميٽين ۾ عورتن جي نمائندگي کي يقيني بڻايو وڃي.
4. روڪ امداد کان پاسو ڪندي، سمورين رقمن کي ترقياتي رٿائن ۾ تبديل ڪيو وڃي. اهڙين رٿائن ۾ مک منصوبا پيئڻ جي پاڻي، ماءُ ۽ ٻار جي صحت، تعليم، چوپائي مال جي سار سنڀال ۽ واڌ ويجهه جا منصوبا هئڻ گهرجن.
5. واهرڪاري ۽ بحالي جي ڪم ۾ صرف ايماندار ۽ ساک وارن عملدارن کي لڳايو وڃي. انهي ڪم ۾ رُڌل ڪامورن کي پروٽوڪول جي ڪم کان آجو ڪيو وڃي
6. سڀني اسپتالن ۾ غذائي کوٽ جي جاچ جا خاص وارڊ قائم ڪيا وڃن.
7. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهندڙ ٻارن جي صحت جي نگهداشت جو خاص خيال رکندي، وقت به وقت انهن جو ماهر ڊاڪٽرن کان معائنو ڪرايو وڃي
8. ڳورهارين عورتن جي صحت ۽ غذائيت جي باقائدگيءَ سان جاچ ڪئي وڃي. جم ۽ ان کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ ڇهن مهينن تائين، ماءُ ۽ ٻار جي سائنسي اصولن پٽاندر سار سنڀال ڪئي وڃي.
9. قابل ڳوناڻين عورتن جي دائي طور تربيت ڪرائي وڃي. جيڪي ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻيون هتان جي ڊوميسائل جي ڪوٽا تي چونڊيا ويا آهن، تن کي واري واري سان هتي مقرر ڪيو وڃي ۽ ڊاڪٽرن کي گهرجي تہ اهي انهي خدمت کي فرض سمجهندي، ڌرتيءَ جو قرض لاهڻ لاءِ رضاڪاراڻي جذبي سان اڳتي اچن.
10. راڄن جي ماڻهن کي هنگامي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ سکيا ڏني وڃي ۽ انهن جي تنظيم ڪاري ڪرڻ لاءِ سهولتون ڏنيون وڃن. اهڙي تنظيم سازي کان پوءِ انهن تنظيمن کي مستقل بنيادن تي هلايو وڃي
11. غير سرڪاري تنظيمن کي بہ اسپيشلائيزيشن جي لاڙي کي لبيڪ چوندي ڪو هڪ يا بہ ڪم پنهنجي هٿ ۾ کڻڻ گهرجن ۽ سيئي اين جي اوز گڏجي هڪ گڏيل پليٽفارم وسيلي ماڻهن جي مدد ڪن ۽ هڪٻئي جي سهائتا طور ڪم ڪن، نہ ئي هڪٻئي جي رقيب طور يا چٽاڀيٽي ڪندڙ طور.
12. پيئڻ جي صاف پاڻي جو فوري انتظام ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ ڪافي بيماريون آهن، جن جو سبب رڳو صاف ۽ مٺي پاڻيءَ جو نہ هجڻ آهي. انهي ڪم لاءِ رورس آسموسس پلانٽ. برساتي پاڻي کي گڏ ڪرڻ ۽ واهن جي پاڻي کي پائيپ لائين وسيلي پهچائي، مسئلو حل ڪري سگهجي ٿو. راڄن جا ماڻهو بہ ان ۾ پائيواري وارو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

13. چوپائي مال ۾ بيمارين جا انيڪ سبب آهن. جن ۾ غذائي کوٽ، موسمي وائرس، ٻاهران آيل مال مان لڳندڙ بيماريون اهم آهن. ڪراچي يا ٻين مال پڙين تان جيڪو مال موٽي ٿو اهو جيڪڏهن متاثر هجي ٿو ته باقي سڄي ڳوٺ جي مال تي به ان جو اثر ٿئي ٿو.
14. متاثر چوپائي مال کي ٽڪا لڳايا وڃن. ٿر ۾ جيڪي مال جا ڊاڪٽر بيروزگار آهن، انهن کي روزگار ڏيندي ٿر جي وڏن ڳوٺن ۾ اسپتالون کوليون وڃن. ان سان گڏوگڏ راڄن جي اهڙن ڏاهن جي به سائنسي بنيادن تي تربيت ڪرائي وڃي جيڪي مال جي بيمارين جو علاج ڪري رهيا آهن. انهن جي تجربي ۽ لوڪ ڏاهپ مان تمام گهڻو فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو.
15. هٿ جي هنرن کي صنعت طور هٿي ڏياري وڃي جيئن معاشي پاٽيرائيءَ ڏانهن وک وڌي سگهي
16. ٿرپارڪر ۾ ماحولياتي سير تفريح کي متعارف ڪيو وڃي.
17. ٿرپارڪر جي پڙهيل ۽ هنرمند نوجوانن کي سکيا ۽ روزگار ڏياريو وڃي. يونيورسٽين ۾ پڙهندڙ ٿرپارڪر جي شاگردن کي اسڪالرشپ ڏني وڃي، نه ته به گهٽ ۾ گهٽ ڪين في کان آجو قرار ڏنو وڃي
18. سڀني ادارن ۾ ٿرپارڪر جي شاگردن جي داخلا توڙي روزگار ۾ شرطن جي نرمي ڪئي وڃي، خصوصن ميڊيڪل ڪاليجن ۾ نياڻين جي داخلا ۾ ان نقطي جو خاص خيال رکيو وڃي.
19. غربت کي غريب لاءِ مستقل نه ڄاتو وڃي، غريب شاهوڪار ۽ شاهوڪار غريب ٿيندا رهن ٿا، اهو زماني جو دستور آهي. ماڻهن ۾ ان قسم جي جاڳرتا پکيڙي وڃي، جيئن اهي پنهنجي عزت نفس کي قائم رکندي، پنهنجي اهليت کي آزمائين، موقعا حاصل ڪري پنهنجو مستقبل روشن ڪن.
20. چوپائي مال جي تحقيق لاءِ ادارا قائم ڪيا وڃن، جيڪي ٿر جي حالتن سان مطابقت رکندڙ جنسن کي نروار ڪن. هٿرادو ٻج رکائڻ واري طريقي سان اهڙو ڪم آساني سان قابل عمل آهي.
21. ٿرپارڪر جي جامع ترقيءَ لاءِ مستقل بنيادن تي هڪ ادارو قائم ڪيو وڃي، جنهن کي ترقيءَ جي عمل سان گڏوگڏ تحقيق جو ڪم به سونپيو وڃي. گهڻ رخي تحقيق وسيلي هتان جي قدرتي وسيلن، ماحوليات، ثقافتي ورثي، لوڪ ڏاهپ وغيره کي نروار ڪندي، علائقي جي جوهر کي علائقي جي ڀلي لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو.

انهن سڀني ڪمن ڪارن ۾ ٿر جي رهاڪن ۽ گهڻگهرن کي اڳتي وڌي قدم ۾ قدم ملائي ڪم ڪرڻو پوندو تڏهن وڃي ترقيءَ جو خواب تعبير ٿيندو ۽ ٿر هڙن هاڃن کان محفوظ رهي سگهندو.

# سنڌ جو ڏڪار ۽ قيادت

سيد طلعت حسين

اسان حڪومتي ٽوٽ ڀڄ جا ڪئين مظاهرا ڏٺا آهن. بلڪ ايترا ڏٺا آهن جو هاڻ ياد ڪرڻ به ڏکيو ٿي پيو آهي ته انهن سڀني مان حيرت انگيز ڪهڙا هئا. بدقسمتي سان اهو نه ختم ٿيندڙ ٽوٽ ڀڄ وارو سلسلو هر ڏينهن تيزي سان وڌي رهيو آهي. اهو عمل آهستي ٿيندي به نظر نه اچي رهيو آهي. سنڌ حڪومت کي ٿي ڏسو. خوراڪ جي کوٽ سبب 130 جي لڳ ڀڳ ٻارن جي مرڻ جي خبر ٻين مسئلن سان گڏوگڏ هڪ وڏي مسئلي کي جنم ڏئي ڇڏيو آهي، جنهن متعلق عوامي نمائندا ڪو فيصلو نه ڀيا ڪري سگهن. هي فيصلو ٻارن جي موت کي بيان ڪرڻ جو آهي. سموري حڪمت کي ڪتب آڻيندي به حڪومت اهو فيصلو نه ڀئي ڪري سگهي ته انهيءَ کي خوراڪ جي کوٽ چيو وڃي يا بدلجندڙ موسم جو نتيجو بيان ڪيو وڃي يا اهو چيو وڃي ته انهي غربت واري علائقي ۾ ايئن ٿيندو رهندو آهي. ڏڪار جي خبر سامهون آئي ته هر پاسي امدادي ڪئمپ لڳايا ويا. وڏي وزير نيم خماريل حالت مان نڪري ترت متحرڪ ٿي ويو. پنهنجن مشيرن ۽ ويجهن دوستن سان انهيءَ علائقي ۾ وڃي پهتو. هڪ اڌ ننڍي آفيسر کي معطل ڪيو ڪنهن کي ڪن پڪڙي ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين. ڪنهن کي ڌمڪي ڏنائين ۽ ڪنهن کي ڇنڊ ڀڃي. امداد جو به اعلان ڪري ڇڏيو پر جڏهن انهي سموري هنگامي ۾ اها شئي سامهون آئي ته ڏڪار واري تهمت سياسي طور هڪ شرمناڪ اسڪينڊل ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي ته مختلف قسم جون ترديدون ۽ وضاحتون سامهون اچڻ لڳيون. هاڻي ٻڌايو پيو وڃي ته ڏڪار نه. ڪجهه خشڪ سالي هئي. موسم جي خرابي ۽ ڪجهه ڪٽڪ جي مقامي طور فراهمي جي نظام ۾ ڪمزوري هئي. خشڪ سالي تي موسميات کاتي وضاحت ڪري ڇڏي، انهيءَ علائقي جي برسات جي سراسري معمول مطابق آهي. موسم تبديل ٿيڻ ڪري انهي ٻارڙن جي مرڻ ۾ ڪو وڏو ڪردار ادا نه ڪيو. ظاهر آهي جيڪو به ٿيو انهيءَ جو تعلق انسان جي ٺاهيل انهيءَ نظام سان آهي، جنهن ۾ انسانيت نالي ڪا به شئي ناهي. سموري پاڪستان ۾ مختلف حلقن جا مسئلا ڪجهه اهڙا ئي آهن. پر سنڌ ۾ جيئن ته

سياسي طور پنهنجن حقن جو ادراڪ رکندڙ جو عمل بين صوبن جي پيٽ ۾ گهرو آهي. تنهنڪري هتي اهڙي قسم جو واقعو ٿيڻ خاص طور تي افسوسناڪ آهي.

قائم علي شاهه جي حڪومت، شهباز شريف جي حڪومت وانگر ڇهين سال ۾ داخل ٿي رهي آهي. سنڌ مان پيپلز پارٽي پنهنجن اتحادين سان سياسي عمل تي پنهنجي گرفت بدترين حالتن ۾ ڪمزور ٿيڻ نه ڏني. يلي انهيءَ اتحاد جي نوعيت ڪجهه به هجي، وقتي ضرورتن تحت جڙندڙ لاڳاپا به سياسي پارٽين کي زميني حقيقتن جي ويجهو رکن ٿا. بينظير ڀٽو جنهن افسوسناڪ حالتن ۾ به رب کي پرتي، انهيءَ کان پوءِ پيپلز پارٽي جي سنڌي قيادت جذباتي طور هتان جي عام ماڻهن سان پنهنجو تعلق وڌيڪ گهرو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. پوءِ صدر آصف علي زرداري جي دور ۾ ته اهي سمورا علائقا انهيءَ سياسي باغ وانگر استعمال ٿيندا رهيا. جنهن جو هر ميوو نفعي ۽ نقصان جي کاتن ۾ لکيو ويندو آهي. ٻين لفظن ۾ هو پنهنجي خاندان، جن جا ٻار پنهنجون ۽ پنهنجي مائرن جون ضرورتون پوريون نه ٿيڻ جي ڪري وقت کان اڳ زندگي جي جنگ هارائي ويا. ڏورانهن علائقن ۾ رهڻ باوجود هر هڪ جو سياسي ريڊار موجود هو. اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته انهن حالتن ۾ انهن تي ڪرندڙ تڪليفون انهن نمائندن جي نظرن کان اوجهل هجن. جيڪي هر وقت پنهنجي وطن واسين جي حقن جي تحفظ جي تسبيح پڙهندا رهندا آهن.

پر ايئن ٿي ٿيو ڇاڪاڻ ته حقيقت دعوائن کان بلڪل مختلف آهي. سنڌ جا اصل واسي جن کي ٻين صوبن جي استحصال واري خوف ۾ سالن کان وڪوڙي رکيو ويو آهي. اصل ۾ پنهنجي نام نهاد مسيحائن جا سياسي غلام بڻيل آهن. انهن جو سياسي استحصال جذبا اڀاري ڪيو ويندو آهي. انهن جي بک ۽ ذلت کي انهيءَ ڪري برقرار رکيو ويندو آهي، جو انهن تي مڙهيل طبقن جا سياسي نعرا گونجي رهيا آهن. ڪڪڙ ۽ چانور انهن گهرن کان پري رکيا ويندا آهن ته جيئن اهي مقامي طاقت ۽ ظالمن جا پير ڇهندا رهن ۽ سدائين اهو محسوس ڪن ته اهو سيڪجهه ڪرڻ کان سواءِ اهي ساهه به نٽا کڻي سگهن. اهي ووٽ به پنهنجي مجبوري ۽ بيوسيءَ ۾ انهن کي ڏين ٿا، جيڪي پنهنجي استحصال جي ڪري انهن جي ٻارن جو روح قبض ڪن ٿا. هي هڪ عجيب غريب سياسي سلسلو آهي، جنهن ۾ بي مراد ماڻهو مرادون ماڻڻ لاءِ انهن وڏيرن جون حاضريون ڀرين ٿا، جيڪي انهن جي تباهيءَ جا ذميوار آهن. سمورا وسيلا سياسي بازيگرن طرحين طرحين جا حيلا هلائي پنهنجي هٿ ۾ رکيا آهن. سنڌي تاش جي پتن وانگر آهن، جن کي هر ماڻهو پنهنجي مرضي موجب کيڏي ٿو. انهيءَ سموري تماشي جي پاڙ تائين پهچڻ لاءِ توهان کي تحقيق ڪرڻ جي ضرورت ناهي. جيڪي سياستدان هر وقت سنڌ جي استحال جي ڳالهه ڪن ٿا، انهن جي رهڻي ڪهڻي ته ڏسو. ذخيرا سون جا هجن يا خوراڪ جا، ٻنيءَ ٻاري جي وسعت هجي يا پورهيتن جو انگ هر جاءِ تي توهان کي دولت، راحت ۽ عياشي نچندي نظر ايندي آهي. پر ننڍائي جي حالت اها آهي، جو ته ڪڪڙ ڪيڙن کي کائڻ لاءِ فراهم ڪئي

وئي. انسان جي ٻارن تائين پهچائڻ جو انتظام نہ ڪندا آهن. گهوڙن کي مربا ڪارائي پاليندا آهن. سنڌين جي اولادن کي ڇيٽو ڇونڊڻ تي لڳائي ڇڏيو آهي. هن نياڳي نظام کي ثقافت جو نالو ڏئي قابل دفاع يا قابل قبول بڻايو ويندو آهي. جڏهن ڪو تنقيد ڪندو آهي تہ انهيءَ کي سنڌ صوبي خلاف سازش قرار ڏيندا آهن. جڏهن انهن جي نعرن جي ڪوڪلائپ کي سامهون آندو ويندو آهي تہ هر گهر تي پنهنجو جهنڊو لهرائڻ لڳندا آهن. ڪو سياسي پير آهي تہ ڪو گادي نشين آهي. ڪو انگريز جو بڻايل جاگيردار آهي ۽ ڪنهن قتل ڪري زمينون سنڀاليون آهن. ڏڪار جو سبب هي ماڻهو آهن. قدرت وسيلا سڀني لاءِ برابر پيدا ڪيا آهن. ڪنهن کي ڪنهن ٻئي تي فوقيت ناهي ڏني. ڪنهن کي پنهنجي وسيلي جو داروغو ناهي بڻايو. قدرت جا امتحان بہ سڀني لاءِ برابر آهن. پر زمين تي انصاف جي کوٽ، لالچ، حرص ۽ ظالمن جي قبيلي انسان کي جانورن کان بدتر حالت ۾ رکندي پنهنجي طاقت کي جيئدان ڏنو آهي.

دنيا ۾ هڪ تحقيق موجب اصل جمهوريت جي هوندي ڏڪار واري صورتحال هوندي بہ ماڻهو بک نتا مري سگهن. ڇاڪاڻ تہ ڏکين ترين حالتن ۾ بہ ڪنهن بہ جاءِ يا انهيءَ جي ڇوڌاري وسيلا يا موقعا يقينن موجود هوندا آهن. جن کي وقت سر ورهائي حالتن کي قابو ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ وقت سر ورهاست ۾ ڪرنگهي جي هڏي جو ڪردار نمائندگي جو اهو نظام آهي. جيڪو ماڻهن جي ووٽن ۽ انهن جي مرضي سان ترتيب ڏنو ويندو آهي. اصل جمهوريت ڏڪار خلاف سڀ کان وڏو ۽ اثرائتو بند آهي. انهيءَ پٺماني کي ونون تہ توهان پاڻ ئي طئہ ڪري وٺندا تہ اسان وٽ ڪهڙي ۽ ڪنهن جي جمهوريت آهي. جڏهن ماڻهن جون بنيادي ضرورتون پوريون نہ ٿين ۽ اهي سدائين خراب حالت ۾ رهن تہ انهي نظام کي جمهوري نظام چوڻ ڏوهہ جي زمري ۾ اچي ٿو. انهن حالتن ۾ سنڌ جي قومپرستن جي بہ ذميواري بڻجي ٿي، جيڪا انهن پوري نہ ڪئي آهي. سنڌ جي پيسيل عوام کي سني متبادل قيادت جي ضرورت آهي. اهي ماڻهو جيڪي نظرياتي طور ماڻهن جي مسئلن کي سمجهن بہ ٿا. حل ڪرڻ جي لاءِ جستجو جو رستو بہ ڄاڻن ٿا. انهن کي پنهنجو ڪردار ترت ۽ اثرائتي انداز سان ادا ڪرڻ گهرجي ها. پر ايئن نہ ٿيو. بيانن تي زور گهڻو آهي. ڪم تي گهٽ. انقلابي تحرير ۽ تقرير جي گهٽائي آهي. زمين تي منظم ڪم جي کوٽ آهي. دنيا جي تاريخ ۾ انقلابي. تحرير کان وڌيڪ عمل ۽ تقرير کان وڌيڪ تنظيم تي دارومدار رکندا آهن. مائوزي تنگ هارين اندر رهي انهيءَ انقلاب جو بنياد رکيو. جنهن چين جي تاريخ ئي تبديل ڪري ڇڏي. جيڪڏهن هو شهرن ۾ ويهي فقط فلسفي جو پرچار ڪندو رهي ها تہ چين اڄ بہ چينگ ڪائي شيڪ جي ڇوٽين نسل جي هٿ ۾ هجي ها. ڏڪار کان بچڻ جو هڪ ئي طريقو آهي، انهيءَ طبقي جي هٿ مان طاقت واپس وٺڻي پوندي. جنهن پاڪستان وانگر هتي بہ بربادي جو ماحول پيدا ڪيو آهي.

# موسمي تبديليون، ڏڪار ۽ ادارن جو ڏيوالپڻو

## ناصر علي پنهور

سنڌ پرڳڻي جي 60 سيڪڙو ايراضي صحرا ۽ بيابانن تي مشتمل آهي، 68 هزار اسڪوائر ڪلوميٽر تي ڦهليل اهي علائقا ٽن حصن ٿر، نارا ۽ ڪوهستان ۾ ورهايل آهن. هي علائقا ملڪ جي مجموعي ايراضيءَ جو 17 سيڪڙو آهن، هتي زندگيءَ جو دارومدار برساتن تي آهي. برسات هر سال مختلف مقدار ۾ پئي ٿي. سراسري طور تي ڪجهه علائقن ۾ گهٽ ۾ گهٽ سئو ملي ميٽر برسات رڪارڊ ٿي آهي. برسات جولاءِ کان سيپٽمبر تائين پئي ٿي. برسات پوڻ سان مال لاءِ چارو به ٿئي ٿو ته زراعت به ٿئي ٿي. ترائين ۾ پاڻي گڏ ڪيو وڃي ٿو. پر فيبروري کان خشڪيءَ جو مدو شروع ٿئي ٿو. مال جو چارو به ختم ٿي وڃي ٿو ۽ پاڻي به ختم ٿي وڃي ٿو مني پاڻيءَ جي کوٽ پورو سال رهي ٿي ۽ هر ٽئين سال کانپوءِ ڏڪار اچي ٿو. موسمن جي تبديليءَ جي ڪري برساتن جي مقدار توڙي وقت ۾ ڦيرو آيو آهي، جنهن جو سڌو اثر زراعت ۽ چوپائي مال تي پيو آهي. نتيجي ۾ معاشي ۽ سماجي طور تي اتي رهندڙ ماڻهو وڏيڪ ڏکيائين کي منهن ڏين ٿا. ٿر جي ماڻهن جو گذر سفر به زراعت ۽ چوپائي مال تي آهي ۽ ڏڪار جي حالت ۾ زراعت ۽ چوپايو مال سخت متاثر ٿين ٿا. فصل نه ٿيڻ ڪري خوراڪ جي کوٽ ٿئي ٿي، جنهن سان انساني غذا متاثر ٿئي ٿي. بيماريون جنم وٺن ٿيون. علاج جي مناسب ۽ بروقت سهولت نه هجڻ ڪري انساني جانيون ضايع ٿين ٿيون. بيمارين جي ڪري چوپايو مال مري وڃي ٿو جيڪو هتان جي ماڻهن جي مکيه ملڪيت آهي. جهنگلي جيوت سميت پورو ماحولياتي نظام متاثر ٿئي ٿو. گذريل ڪيترن سالن کان ٿر جي سونهن واريا سن علائقن جو اهو ئي حال آهي.

موسميات کاتي موجب ٿر ۾ گذريل سال ٽيهه سيڪڙو گهٽ برسات پئي ۽ گذريل سال کان ئي ٿر ۾ ڏڪار جهڙين حالتن جا اطلاع به اچي رهيا هئا. اهو ئي سبب هو جو گذريل سال ٿر جي اهم فصل گوار کي سخت نقصان پهتو. هڪ غير سرڪاري

اداري پاران ان سلسلي ۾ ٿر جي 14 يونين ڪائونسلن ۾ ڪيل تحقيق موجب گذريل سال گوار جو پنجاهه سيڪڙو فصل تباهه ٿي ويو. ان جو وڏو سبب سيپٽمبر مهيني جي آخر ۾ پيل برسات آهي. ان برسات سبب ماحول ۾ گهِم پيدا ٿي. جنهن سان جيتن کي گُوار جي فصل تي حملو ڪرڻ لاءِ ڀرپور ماحول فراهم ٿيو. باقي پنجاهه سيڪڙو گوار جو معيار گهٽ هجڻ ڪري مارڪيٽ ۾ اگهه ڪري پيو. گوار تي اهڙي قسم جي جيتن جو حملو پهريون دفعو ڏٺو ويو. مقامي ماڻهن کي جيتن کان بچاءَ جي طريقن بابت به ڄاڻ نه هئي ۽ نه ئي زراعت کاتي پاران کين اهڙي ڪا بروقت ڄاڻ فراهم ڪئي وئي. ماڻهن جو گذر سفر ۽ پوري سال جي کاڌ خوراڪ ان ئي فصل سان ڳنڍيل آهي. جيڪڏهن وقت سر زراعت کاتو تحرڪ وٺندي جيتن کان بچاءَ جا طريقا ماڻهن تائين پهچائي ها. ته وڏي نقصان کان بچي سگهجي ها.

ڏڪار هوندئن ته مڪمل آباديءَ کي متاثر ڪري ٿو. پر عورتون ۽ ٻار ڏڪار جا اثر وڌيڪ ڀوڳين ٿا. موسمن ۾ تبديلي جي ڪري جتي ٻيا علائقا متاثر ٿي رهيا آهن. اتي ٿر جهڙو حساس ماحولياتي خطو به متاثر ٿي رهيو آهي. مجموعي طور تي ڏڪار جهڙين حالتن ۾ اضافو ٿي رهيو آهي ۽ هاڻي اها ڳالهه تسليم ڪئي پئي وڃي ته. ڏڪارن جو اهو سلسلو مستقبل ۾ به جاري رهندو. ڏڪار ۽ ٻين آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هميشه ايڊهاڪ واري پاليسيءَ تي عمل ڪيو ويو آهي. سنڌ جي 60 سيڪڙو ايراضيءَ ۾ رهندڙ آباديءَ لاءِ سرڪار وٽ نه ڪا رٿابندي آهي ۽ نه ڪا ترجيح آهي. ادارتي ڊيولپمينٽ جي اها صورتحال آهي ته سازدا جهڙو ادارو. جنهن جو مقصد صحرائي علائقن کي ترقي وٺرائڻ هو. سو به تباهه ڪري ختم ڪيو ويو. هاڻي هنن پوئتي پيل ۽ ڏتڙيل علائقن لاءِ ڪو به هڪ الڳ ادارو ناهي. جيڪو هنن علائقن جي ترقيءَ لاءِ مستقل بنيادن تي سائنسي طريقي سان ڪم ڪري. جيتوڻيڪ هاڻي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مرڪز توڙي صوبن ۾ اٿارٽيون ٺهيل آهن ۽ آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاليسيون ۽ فريم ورڪ به موجود آهن پر ڪنهن به آفت کي منهن ڏيڻ لاءِ اهي ادارا بروقت ڪو عملي مظاهرو نه ٿا ڪن. هڪ نه ٻئي سال ڏڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ ايمرجنسيءَ جي بنياد تي رليف جون سرگرميون شروع ڪرڻ بدران ٿر کي ڏڪار کان مستقل ڇوٽڪاري لاءِ عملي قدم کڻڻ جي ضرورت آهي.

هاڻي جيئن ته موسمن ۾ تبديليءَ جي ڪري گهٽ برساتن جي اڳڪٿي ڪئي پئي وڃي. ان لاءِ هاڻي کان ئي ماڻهن ۾ انهن موسمي ۽ ماحولياتي تبديلين کي منهن ڏيڻ جي سگهه پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهڙي صورتحال ۾ زراعت وڌيڪ ڏکي ٿيندي ۽ زراعت جي متبادل لاءِ اهڙن وسيلن کي تلاش ڪرڻو پوندو. جنهن سان ماڻهن کي گذر سفر مهيا ٿي سگهي. ڏڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪومت قومي فنڊ قائم ڪري. ته جيئن خوراڪ جي تحفظ. زراعت. چوپائي مال ۽ پاڻي جي ذخيرن کي هٿي وٺرائي

سگهجي. برساتن جي گهٽ وڌ پوڻ جي حوالي سان ماڻهن کي اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جو بندوبست ڪيو وڃي ۽ ان ڏس ۾ ڪميونيڪيشن ٽيڪنالاجي توڙي ميڊيا کان ڀرپور فائدو وٺي سگهجي ٿو ته جيئن اڳواٽ ماڻهو اهڙيون تدبيرون اختيار ڪن، جنهن سان ڏڪار سميت ٻين آفتن جي اثرن کي گهٽائي سگهجي.

هڪڙو دور هو جڏهن ٿر واسين جو آواز سرڪار تائين پهچائڻ لاءِ مسڪين جهان خان کوسو ٿر ۾ اڪيلو نڪرندو هو پر هاڻي پرنٽ، اليڪٽرانڪ ۽ سوشل ميڊيا، جتي صورتحال جي سنگيني بابت سرڪار کي بروقت آگاهه ڪري ٿي، اتي ماڻهن کي صحت، تعليم، زراعت، چوپائي مال جي بهتري ۽ ڏڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ ڀرپور معلومات فراهم ڪري ماڻهن ۾ سجاڳي ۽ شعور پيدا ڪرڻ ۾ به اهم ڪردار ادا ڪرڻ جي طاقت رکي ٿي. سرڪاري توڙي غير سرڪاري ادارن کي ٿر جي متاثر ماڻهن جي بحالي لاءِ مسڪين جهان خان کوسي واري جذبي تحت ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

*Daily Kawish- Hyderabad- March 20th, 2014*

# ٿر ۾ ڏڪار

خالد ڪنڀار

ڀاڻ واري ٿر جي سول اسپتال مٺي مان ٻارن جي مرڻ واري خبر رپورٽ ٿيڻ کان پوءِ ڏڪار واري ڳالهه انهي ڪري بـ بحث هيٺ آئي جو رپورٽ اهين ٿيو تـ اهي ٻار ٿر ۾ گذريل سال پيل ڏڪار جي ڪري پيدا ٿيل غذا جي کوٽ سبب هي جهان ڇڏي ويا. اتان ٿي انهي بحث بہ جنم ورتو تہ هڪڙا چون ڏڪار آهي ٻيا وري چون ٿر ۾ ڏڪار هو ئي ڪونہ انهي بحث انهي ڪري بـ جنم ورتو تـ اها ڏڪار واري ڳالهہ ميڊيا تي تمام گهڻي دير سان آئي . آگسٽ ۾ جيڪا ڳالهه ٿيڻ ڪپجي ها انهي تي وري مارچ ۾ واويلا ٿي . اهو بہ اهين راتو رات سو اها ڳالهه هضم ڪرڻ جهڙي هئي ڪونہ . خير جيڪو وزير اعلئ کي بريفنگ ڏني وئي انهي ۾ بہ اها ڳالهہ ڪئي وئي تـ ٿرپارڪر ۾ هن سال 180 ملي ميٽر برساتون پيون ۽ اهي مٺي ۽ ڇور ۾ رڪارڊ ڪيو ويون انهي ڪري ٿر ۾ ڏڪار نـ هو. انهي تي ڀاڻ ٿورو جهنگ جي ماڻهن واري ڳالهہ هڪڙي پاسي رکي اهو ڏسون تـ ڏڪار ۽ سڪار جي فرق کي ٿورو سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون . توڙي جو هيل ٿرپارڪر جي ڪافي علائقن ۾ سنو وسڪارو هو.

وسڪاري جي موسم آهي 15 جون کان وٺي 15 آگسٽ جي وچ ۾ 80 ملي ميٽر جو ويهه ويهه ڏينهن جي وقفي سان ٽي برساتون ٿيون پون . ۽ برساتون بـ جيڪڏهن هڪ هفتي ۾ 80 ملي ميٽر نـ پر هڪ يا وڌ ۾ وڌ بہ ڏينهن ۾ پون تـ انهي ۾ بـ جولاءِ ۾ تيز هوائون لڳنديون آهن جيڪڏهن جون جي برساتن ۾ پوکيل فصل جا سلا ۽ ايڙيل گاھ جا سلا لٽي ويون تـ اڳئين برسات بـ ناڪاره ٿي ويندي آهي. ٻي ڳالهہ تـ جيڪڏهن ٻي برسات بہ ٻي انتها گهڻي پئي تہ بہ اڳئين برسات ناڪاره ٿي ويندي سو رڳو برساتون پوڻ بـ سڪار جي علامت ناهي ڪڏهن برساتون ڏڪار بـ آڻي سگهن ٿيون. ٻي ڳالهہ تـ سرڪار جيڪا 180 ملي ميٽر جي ڳالهہ ڪري پئي انهي کي جيڪڏهن اجان ٿورو واضع ڪري تـ اهي برساتون ڪيترن ڏينهن جي وقفي وقفي سان ۽ ڪيترا ملي ميٽر ۽ ڪيتريون پيون تـ پوءِ وسڪاري يا ڏڪار واري ڳالهہ کي مڃرائي سگهندي. انهي کانپوءِ اچو انهي ڳالهہ تي تـ اها ڦگر آهي مٺي ۽ ڇور جي هاڻ

جتي برسات ماپڻ وارو گيج لڳل هوندو آهي اهو گيج اتي جي ئي برسات کي ماپيندو آهي. جيڪڏهن گيج مٺي شهر ۾ لڳل آهي ته اهو صرف اتي وسندڙ برسات کي ئي رڪارڊ ڪندو. انهي کان پليبن هڪ ڪلوميٽر تي چند ب نه ڪري انهي کي رڪارڊ نه ڪندو. ۽ جهنگ جا ماڻهو چاڻن ٿا ته ٿر ۾ هڪڙي سيم ۾ برسات هوندي آهي ته بي سيم نوٽ لڳي پئي هوندي آهي. سو اهو به هڪڙو وڏو سوال پنهنجي جڳهه تي موجود آهي. بي ڳالهه اتي لڳل گيج هڪ ته انهن جي حالت خراب آهي بيو ته اهي صرف ۽ صرف 80 ملي ميٽر برسات جا آهن سو ڪيتري ب وڌيڪ برسات پوي پر انهن جو انگ 80 تي بيٺل هوندو. اهي سوال پنهنجي جڳهه تي آهن. انهي کان پوءِ ٿر جا مختلف اٺ طبعي ڀاڱان آهن. انهن اٺ ئي ڀاڱن ۾ مختلف حسابن سان برساتون پون ٿيون.

هاڻ اچو انهي ڳالهه تي ته مٺي ۾ رپورٽ ٿيل ٻار جو جيڪو خوراڪ جو مسئلو رپورٽ ٿيو. انهي تي به به رايا مسلسل رهيا هڪڙا انهي راءِ جا هئا ته ٻارن کي کهڙي خوراڪ جي کوٽ اهي هيل پيل شديد سيءِ جي ڪري مئا. انهي سيءِ جي سٽ نه سهي سگهيا. بيماري جي ڪري مئا. اها ڳالهه به سهي آهي ته اهي ٻار بيماري سبب مئا پر انهي راءِ کي مڪمل رد نٿو ڪري سگهجي ته ٿر جي ٻارن ۾ خوراڪ جي کوٽ ناهي . سڀ کان پهرئين جيڪو ٿر جا ماڻهو ۽ مال پاڻي واپرائن ٿا انهي جي ڇا حالت آهي اهو پاڻي به بيماري جي وڏي جڙ آهي. ته ٿريا جيڪو کارو ويهه پاڻي پيئڻ کان پيئندا پيا اچن . اهو پاڻي انسان ته گهوريو پر پکي پکڻ ۽جيت جانور جي پيئڻ جهڙو به ناهي .اڪابرن جو چوڻ اهو آهي ته هو وڏين تحقيقن کانپوءِ انهي نتيجي تي پهتا آهن.

انهي پاڻي جا انسان جي صحت تي انتهائي وڏا خراب اثر پون ٿا.صحت جي عالمي اداري ڊبليو ايچ او جي مقرر ڪيل حد موجب پيئڻ جي پاڻي ۾ لوڻيات جي موجودگي وڌ ۾ وڌ 1500 پي پي ايم کان مٿي نه هئڻ گهرجي. هو چوڻتا ته جيڪو پاڻي ٿر ۾ پيئڻ لئه واپرايو وڃي ٿو انهي ۾ گهٽ ۾ گهٽو ڪري لوڻيات جو مقدار 5000 پي پي ايم تائين آهي سو انهي ۾ ٿريا الهي ڪئين پيا ساه کڻن هنن جو چوڻ آهي ته ٿر جو پاڻي کارو هجڻ جو ڪارڻ انهي پاڻي ۾ ڪئلشم،مئگنيشم،سلفيٽ،ڪاربونيٽ ۽ باءِ ڪاربونيٽ آئينز يا برقياتي پرماڻ نالي واراڪيميائي موجود آهن جيڪي هتان جي پاڻي ۾ هتان جي سوڊيم ۽ ڪلورائيڊ جي زرڙن ۾ ڦير ڦار آڻين ٿا پاڻي ۾ انهن جو مقدار وڌائي ٿا ڇڏين . هڪڙي وري بي ڳالهه ٿر ۾ جيڪو پاڻي استعمال ڪيو وڃي ٿو. انهي ۾ فلورائيڊ مادو پڻ وڏي مقدار ۾ موجود آهي .جيڪو پاڪستان ۾ صرف ٿر جي پاڻي ۾ ئي ملي ٿو. ۽ انهي ڪري ٿر جي پاڻي جو مجموعي 89 سيڪڙو پاڻي انسان جي استعمال جي قابل ناهي.زمين جي تح ۾ 0.06 کان 0.09 سيڪڙو تائين مرڪبات معدنيات ۾ موجود آهن جيڪي هائيڊرو لاسز جي عمل سان پاڻي ۾ شامل

تي وجن ٿيون. فلورائيڊ جو 15 ملي گرام في ليٽر کان وڌيڪ هجڻ جي صورت ۾ هڏن ڏندن ،گلي ۽ ٻڪين جون بيماريون ٿين ٿيون. ڪڏهن ڪڏهن تہ انسان جو هڏائو ڍانچو ٻي ڍولو ٿي وڃي ٿو.هو تہ اهو چون ٿا تہ انهي سان مٽي جوسور حمل ضايع ٿئي ٿو ۽ اهو پاڻي واپرائڻ سان ٽريا وائڙا بہ ٿي سگهن ٿا. هاڻ ٽر ۾ ماڻهو 7 کان 31 ملي گرام في ليٽر فلورائيڊ مليل پاڻي واپرائين ٿا.سو وائڙا تہ اوريان رهيا ڏٽ چريا ٿيڻ ڪپن.

انهي ڪانپوءِ اهو اهين تہ ٿر غذائي ڪوٽ وارو علائقو آهي. انهي ڪري جو اهو خشڪ ۽ واريا سو آهي. جتي جيڪڏهن وسڪارو ڀرپور هجي تڏهن بہ غذا جي ڪوٽ رهندي ئي رهندي انهي ڪوٽ کي ڀرپور وسڪارو بہ پورو ڪري نہ سگهندو انهي ڪري جو وسڪاري جو پئدا ٿيندڙ ڀاجيون وڌ ۾ وڌ ٽريا بہ مهينا استعمال ڪندا آهن. اها ڀاجين جي سيزن هلي ئي بہ مهينا تي چا اهي ٻن مهينن جو ڀاجيون ٿر جي غذايت واري کوٽ کي پورو ڪن ٿيون. انهي ڪانسواءِ ٿر ۾ ٻاجهر ڪاڏي لئہ ٻوڪي وڃي ٿي. پر چا ڏڪارن ۾ ٽريا فاڪن تي هجن ٿا چا. اهي ڪجهہ سوال آهن ضرور. هتي صرف هڪڙي ڳالهہ ڪري سگهجي ٿي. تہ ٽريا پنهنجي ڪاڏي پيتي ۾ انتهائي سادا آهن. اهو سادو ڪاڏو هنن جي پيٽ جي ٻک تہ ختم ڪري ٿو پر اهو انهن ٽرين جي وٽمن جي پورائي ڪري اهين ممڪن ناهي. اڪرلي ۾ مرچ ڪٽي مٽي جهڻ جي چنڊ ڏئي ويلو ٽارين تا ڏينهن جو جهڻ ۽ رات جو ٽورو گهٽو ڪير بس اهو ئي هڪڙي ٽرئي جو ڪاڏو آهي. ۽ ٽر جو عورتون مردن جي پيٽ ۾ اجان بہ وڌيڪ ساديون آهن انهي ڪري حاملہ عورتون جڏهن پنهنجي ڪاڏي تي ڌيان نٿيون ڏئين يا انهن جي شهرن تائين پهچ ناهي جو سايون ڀاجيون گوشت ۽ فروٽ استعمال ڪن يا اجان ٽر ۾ اهو ڪلچر ناهي متعارف ٿيو انهي ڪري اهي عورتون ڪمزور ٻارن کي جنم ڏين ٿيو. ۽ ٻاڻ بہ ڪمزور هجن ٿيو. انهي ڪاڏي تي بہ ٽر جو اڪثر عورتون کوهن مان ورت چڪي پاڻي ڪيڻ کان وني جنڊ تي اٽو پيهڻ ۽ مال وجهي کان وني انهي سمجهو سڄو ڏينهن هڻ هٽان ۾ هجي ٿي. انهي ڪري اهو ڪمزور ٻارن کي جنم ڏي ٿي. ٽر جي عورت مرد جي پيٽ ۾ وڌيڪ ڪمزور آهي. ۽ ٽر جو مينيو ٽر جي غذائي کوٽ ۽ ڪمزوري جو وڏي ۾ وڏو سبب ٿي سگهي ٿو.

انهي ڪانپوءِ انهي ٽر ۾ اهڙو پاڻي واپرائيندڙ ۽ ڪاڏي جي کوٽ واري علائقن ۾ پاڻي ۽ ڪاڏي جي ڪري پئدا ٿيندڙ بيمارين کي روڪڻ لئہ 2200 اسڪوائر فٽ واري ٽر جي 2400 ڳوٺن ۾ پنڌرنهن لک جي آدم شماري لئہ صحت جي سهوليت لئہ 139 صحت جا سرڪاري يونٽ آهن. 31 بيسڪ هيلٽ يونٽ ۽ 31 ڊسپينسري آهن. انهن ۾ ٻهراڙي وارن اسپتالن ۾ ڪو بہ ڊاڪٽر وڃڻ لئہ تيار ناهي هاڻ اوهين ويهي اندازو لڳايو انهن ماڻهن جو علاج ڪئين ٿيندو. انهي سڄي ٽر ۾ صرف مني ٻارن جا بہ اسپيشل ڊاڪٽر آهن. جن جي بہ اوپي ڊي جي بجاءِ رات جو ڊيوٽي آهي. سو

اتي اهڙا ئي مسئلا پئدا ٿيندا.

هيل ته ڪٽي بارن جي رپورٽ ٽيڻ جي ڪري گهڻا معاملا هڪڙي پاسي ٿي ويا توڙي جو هن ڏڪار واري رڙ ڪان پهرئين رڏن ۾ ماتا جي بيماري هئي جيڪو وائيرل انفيڪشن آهي جنهن جي ڪري هزارن جي تعداد ۾ رڍون مئيون پر اهي ايتريو رپورٽ نه ٿيون نه ئي وري ڪنهن سيريس ورتو ويو ڍڳين ۾ بيماري هئي ٻڪرين ۾ سامهاڙي جي بيماري هئي. ٿر ۾ سٺ لک چوپايو مال آهي ۽ اهو ترين جي ڪمائي جو اڪيلو ذريعو آهي. انهي تي ايتري ڌيان نه ڏنو ويو آهي. ۽ ايندڙ رليف ۾ به هيستائين مال ڪي نظر انداز ڪيو ويو آهي. مال ئي نه رهندو ته پوءِ ترين جو ڇا ٿيندو.

رهي ڳالهه هنن مهينن ۾ لڏ پلاڻ جي ته اها ڏڪار جي ڪري ٿي رهي آهي يا هڪ ته جن علائقن ۾ برساتون ناهن پيون سو اهي ته اڳ ۾ ئي لڏپلاڻ ڪري ويا هوندا ٻي ڳالهه ته هئينر جن علائقن ۾ برساتون پيون به آهن اهي به ڍڳي کي ڪاهي ضرور بئراج ويندا هوندا.جو جو ڍڳي لئہ ڪجهه به نه هوندو گهٽي لڏپلاڻ ٿر مان ڪن ئي ڍڳي ۽ پيل ٿا. پيل ڏڪار هجي يا وسڪار سنڌ ضرور ويندو گهڻا ٿريا پيل ته سنڌ ۾ گهر ناهي به ويهي رهيا آهن . ٻي ڳالهه ته هي هلي پئي ڪٽڪ ۽ سارين جي لاباري جي موسم سو سکر کان وني لاڙ تائين گهڻي ڀاڱي لاباروٽريو ئي ڪندو آهي ٿريا لاباري جا نيڪا ڪٽندا اهن مردين عورتين لابارو ڪرڻ لئہ بئراج ڏانهن ايندا آهن. ۽ راڄن جون ڍڳيون انهي ڪري به ڪاهي ايندا آهن جو سارين جي پالارڪٽڪ جا پيلاڙ چاريندا آهن. سو هئيروڪي لڏپلاڻ جو سبب اهو آهي. باقي ٿر مان ماڻهو گهڻ ڍڳي وڌيڪ لڏپلاڻ ڪري ٿي.

اسان وٽ وري جنهن سال به ڏڪار ايندو آهي ته انهي جو هل وري ڪٽڪ واري امداد بابا رليف ته هنگامي حالتن ۾ ڏبو آهي مثال ٻوڏ يا زلزلي جي صورت ۾ ڏڪار ۾ رليف ڇو سو به ڪٽڪ هلو هيل ته سهي بارن ۾ سڄي ٿر ۾ بيماري آهي پر اهو ڪو مستقل حل ته نٿو ڏڪار جوڪو مسقل حل لئہ پلان هجي جنهن ۾ پاڻي ۽ انفرااسترڪچر ۽ ڪمائي جو ٻيو ڪو ذريعو ترين کي ڏجي . وڌيڪ وس وارا واس وارا آهن.

# خدا کان فقط اڄوڪي ماني جو فرياد

نصرت جاويد

پنهنجو هر ڪالم لکڻ کان اڳ مون کي سدائين وڏي پريشاني ۽ بيچيني پوڳڻي پوندي آهي. پهرئين تہ سمجهہ ۾ ناهي ايندو تہ ڪهڙي موضوع تي لکان. اهو طئہ بہ ٿي وڃي تہ اهو خيال ستائيندو آهي تہ انهيءَ موضوع جي حوالي سان ڪا نئين ڳالهہ ڪيئن ڇئجي. آئون پنهنجن ڪوڙ سارن ڪالم نگار دوستن جو دل جي گهرائيءَ سان ٿورائتو آهيان. جو انهن جي لکڻين کي گڏريل ٻن ٽن ڏينهن کان وڏي غور سان پڙهڻ کان پوءِ نيٺ مون کي خبر پئي تہ ڪامياب فلمن وانگر ڪالم نگاريءَ جو بہ هڪ خاص فارمولو آهي. پر انهيءَ تي دسترس حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪالم نگار جون ڏکيائيون سوليون ٿي پونديون آهن.

اڄ جو ڏڪاريل ٿر. هاٺوڪن ڏينهن ۾ اسان جو تمام گهڻو ڌيان طلبي ٿو. مون کي بہ انهيءَ باري ۾ جهڳي هٽڻ گهرجي. تہ شروعات ڪريون ٿا حضرت عمر رضہ جي انهيءَ قول کان. جنهن ۾ هن فرات نديءَ جي ڪناري ڪنهن جانور جي مرڻ جو ذميوار بہ پنهنجي ذات کي قرار ڏنو هو. انهيءَ فقري کان شروع ڪرڻ کان پوءِ پر شيطان جي ڏنل وسوسن سان پيريل منهنجي ذهن ۾ ترت خيال آيو تہ اميرالمومنين هوندي حضرت عمر رضہ اقتدار مطلق جو حامل هو. سندس رعايا جي گهڻائي اسلام جي ڪري اجاگر ٿيندڙ انقلابي ۽ انساني جذبن سان پيريل هئي. اسان وٽ سياسي نظام بنيادي طور برطانيا جو ڏنل آهي. ڪئين سالن تائين اسان اهو طئہ نہ ڪري سگهياسين تہ پاڪستان ۾ اصل اقتدار ڪنهن وٽ آهي. نيٺ جڏهن اهو طئہ ٿي ويو تہ هڪ چونڊيل وزيراعظم چيف ايگزيڪيوٽو هوندو آهي تہ انهيءَ جي اصل "اوقات" اسان کي افتخار چوڌري صاحب جي سپريم ڪورٽ هر ڏينهن ڏيکارڻ شروع ڪئي. شايد انهيءَ عذاب کان بچڻ لاءِ سمورن سياستدانن ڏينهن رات محنت کان پوءِ آئين ۾ 18هين ترميم شامل ڪئي ۽ گهڻو اقتدار صوبن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو. مڪمل صوبائي خودمختياريءَ کان پوءِ نواز شريف کي ٿر جي ڏڪار جو ذميوار قرار نٿو ڏئي

سگهجي. فقط سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه کي سموري تنقيد کي منهن ڏيڻ گهرجي. شاهه صاحب پنهنجي ڪوتاهي جو اعتراف ته ڪري رهيو آهي، پر ڏوهه سرڪاري آفيسرن کي به ڏئي رهيو آهي، جن ڪيس وقت سر آگاهه نه ڪيو ۽ سرڪاري گدامن ۾ پيل ڪڻڪ ضرورتمندن تائين نه پهچائي. قائم علي شاهه کي انهيءَ اعتراف کان پوءِ پوريءَ ريت معاف ناهي ڪيو ويو پر اسان کي ياد اچڻ شروع ٿي ويو آهي ته ٿر جي انتظاميا جو اصل چڱو مڙس ته مخدوم امين فهيم جو پٽ هو. امين فهيم سياسي سان گڏ روحاني اڳواڻ به آهي. ٿر ۾ سندس تمام گهڻا مريد آهن. جيڪي پنهنجي سائين کي به نوٽ به ڏيندا آهن ۽ ووٽ به. پيري مريدي جي حوالي سان مخدوم امين فهيم جو مقابلو انهيءَ علائقي ۾ شاهه محمود قريشي ۽ پير پاڳاري سان آهي. امين فهيم ۽ سندس اولاد ٿر ۾ نظر ايندڙ بک کان لاتعلق رهيا ته شاهه محمود قريشيءَ کي ڪنهن نه ڪنهن ريت ميدان ۾ اچڻ گهرجي ها. ڪجهه ئي هفتا اڳ هو عمران خان کي ساڻ ڪري عمرڪوٽ ويو هو. مون کي پورو يقين آهي ته غوثيه تحريڪ جي پوئلڳن ٻڌايو هوندو ته ٿر هن سال معمول کان گهٽ برسات ٿي آهي. شاهه محمود قريشيءَ کي گهرجي ها ته هو "الله خير ڪندو" کان ڪم نه وٺي ها. عمران خان کي خبردار ڪندي هو ماڻهن جي مصيبتن کي نوجوانن جي چاهه، رقم ۽ تنظيم سان حل ڪرڻ جي عاليشان شهرت رکي ٿو. پير پاڳارو اهڙن معاملن ڪا گهڻي دلچسپي نٿو وٺي، هونءَ به ٻڌو آهي ته سندس مريدن جو گهڻو انگ پاڪ - ڀارت سرحد جي هن پاسي نه، پر هن پاسي آهي.

ٿر ۾ ڏڪار جو ذڪر ڪندي اسين يقينن انهيءَ شاندار مانجهاندي جو حوالو ڏيڻ تي مجبور آهيون، جنهن ۾ ملائي ڪباب ۽ برياني وغيره به ٿالهن ۾ پيري رکيا ويا هئا. قائم علي شاهه ۽ سندس ساٿين بک جي ماريل ٻارن جي مائرن سان ملڻ کان پوءِ وڏي سفاڪي سان انهن ٿالهن کي وڏي وحشت سان خالي ڪيو. شاهه صاحب جي انهيءَ سفاڪي جي نواز شريف جي انهيءَ ڪاوڙ سان ڀيٽ ڪرڻ به ضروري آهي، جنهن جو اظهار وزيراعظم انهيءَ وقت ڪيو جڏهن ڪيس اطلاع ڏنو ويو ته ماني تيار آهي. حضرت عمر رضه جو حوالو شاهه صاحب جو مانجهاندو ۽ مخدوم امين جي خانداني بيحسي جو بار بار ذڪر ڪالم کي بور ڪري رهيو آهي. انهيءَ ڪري ڪجهه بگ پڪچر تي نظر رکندڙ منهنجن ساٿين انهيءَ معاملي تي غور ڪرڻ شروع ڪيو آهي ته اندرين سنڌ جي باقي ووٽرن وانگر ٿر وارن به پيپلز پارٽيءَ جهڙي ڪنهن نه ڪم جي، بدعنوان ۽ عوام جي بنيادي ضرورتن کان ظالماڻي حد تائين بي خبر سياسي جماعت کي ووٽ ڏيڻ جي عادت ۾ چو ورتل آهن. اهو سوال ڪندي منهنجا ڪوڙ سارا دوست دانشور اهو وساري ويهندا آهن ته 1988ع کان نام نهاد "شهري سنڌ" سدائين ايم ڪيو ايم کي چونڊيندي اچي. پيپلز پارٽي کي ته 1990ع واري ڏهاڪي

۾ پوءِ بہ 2 پيرا اقتدار کان پري رکيو ويو پوءِ جنرل مشرف پهرين سنڌ مهر خاندان ۽ پوءِ تر جي ارباب غلام رحيم حوالي ڪري ڇڏي. ارباب رحيم صاحب جي محبت ۾ تر جي ماڻهن هڪ اردو ڳالهائيندڙ شوڪت عزيز کي جيڪو معاشي معجزا آرائي جي صلاحيتن سان مالا مال هو. قومي اسيمبليءَ جي هڪ تڪ کان تاريخي اڪثريت ۾ ڪامياب ڪرايو ويو. تر ۾ ڏڪار ارباب رحيم ۽ شوڪت عزيز جي اقتداري دور ۾ بہ آيو هو. انهيءَ جا اثر هاڻوڪي ڏڪار کان وڌيڪ خطرناڪ هئا. پر ميڊيا بہ ايترو متحرڪ ۽ چوڪس نہ هئي، ڪا خاص "خبر" نہ ٿي سگهي.

تاريخ ۽ تفصيلن ۾ جيڪڏهن منجهي پئون تہ غور فڪر ڪرڻو پوندو. انهيءَ جو اسان وٽ وقت ناهي. اسان کي تہ قائم علي شاهہ کان استعيفيٰ وٺڻي آهي. کيس سرڪاري اختيارين تر جي صورتحال جي باري ۾ پوري ريت آگاهہ ڪري ڇڏيو هو. پر هو ذرو بہ هيڏانهن هوڏانهن نہ ٿيو. قائم علي شاهہ جي استعيفيٰ گهرندي شيطان جي ڏنل منهنجي وسوسن سان پريل ذهن ۾ اهو خيال اچي ويو آهي تہ هڪ سياستدان چوڌري نثار علي خان بہ آهي. هو 1985ع کان قومي اسيمبليءَ لاءِ ٿيندڙ هر چونڊ ۾ حصو وٺي ڪامياب ٿيندو اچي. شاهہ صاحب وانگر هن جو ڳاٽيتو "آثار قديمہ" ۾ بہ نٿو ڪيو وڃي. رب جي شڪر سان دائمي جوان نظر اچي ٿو ۽ پنهنجي وزارت جي ننڍين ننڍين معاملن جي باري ۾ بہ خبردار هجڻ جو دعويدار آهي.

ڪجهہ هفتا اڳ سندس هڪ ماتحت آفيسر پارليامينٽ جي ميمبرن کي ٻڌايو هو تہ اسلام آباد پاڪستان جو سيني کان وڌيڪ غير محفوظ شهر بڻجي چڪو آهي. هتي چيني پاسن کان پابندي پيل تنظيمن جا سليپرز سيلز پکڙجي چڪا آهن. پنهنجي ماتحت آفيسر جي ڏنل ان بريفنگ جي بئي ڏينهن چوڌري صاحب ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ٽي وي اسڪرينن تي نروار ٿيو ۽ وڏي فخر سان اها دعوي ڪري ڇڏي تہ سندس محنت سبب اسلام آباد امن امان جي حوالي سان هڪ اهڙو قلعو بڻجي چڪو آهي، جنهن کي شڪست نٿي ڏئي سگهجي. سندس انهيءَ دعوي جي ڪجهہ ئي ڏينهن کان پوءِ اسلام آباد جي عدالتن تي حملو ٿي ويو. مون اجا تائين ڪنهن ڪالم نگار کي انهي ڳالهہ تي اچرج ڪائيندي ناهي ڏٺو تہ ٽيڪسلا ۽ راولپنڊي جا ووٽر 1985ع کان چوڌري نثار کي ڇو چونڊرائيندا اچن. شايد انهيءَ ڪري جو هو پنهنجي ڪم سان ڪم رکي ٿو. هن ڪنهن "پونوهار فيسٽيول" ڪرائڻ جي نالي تي وقت ضايع ناهي ڪيو پر اصل سبب ڪجهہ ٻيو آهي. جيڪو آئون عوام ۾ فساد جي خوف سبب لکڻ جي همت نٿو ڪري سگهان. منهنجو مقصد هڪ ڏينهن وارو ڪالم لکي خدا کان اچوڪي ماني ڏيڻ جو فرياد ڪرڻ هو. اهو فرياد مون ڪري ڇڏيو باقي رب خير ڪندو.

# ٿر ۾ ڏڪار، ڪڙو پاڻي ۽ ڪڙيون حقيقتون!

## عاجز جمالي

پرهه جي هير لڳي رهي هُئي، سج جي پهرين ڪرڻي اڃا ٿر جي ريگستان کي چُهيو بہ نہ هو جو اسين ”نئين ڪوٽ“ کان مٺيءَ ڏانهن وڌي رهيا هُئاسين. ميرانجهڙي موسم، صبح ساجهر ريگستان ۽ رڻ ۾ ڪيئن هوندي آهي ۽ مٺيءَ جي ويجهو ٿيندي ئي روڊ جي ٻنهي ڪنارن تي مور ڏسي اسان جي ٽيم جا ڪئميرا مين صفا چريا ٿي پيا هئا. پر ڪين اها خبر ڪانہ هُئي تہ مور ايڏو هوشيار پکي آهي جو ڌارين جي ٽور کي سمجهي ويندو آهي. روڊ تي گاڏي بيهڻ سان ئي مور ڊوڙڻ لڳا. صبح جي نيرن وقت مٺي پهچڻ تي عجيب منظرنامو هُجي. هوٽل تي رش، شهر جي چوڪ تي رش، پئنٽون ۽ شرٽون پاتل ماڻهو، وڪ وڪ تي اين جي اوز جون ڪئمپون، رنگ برنگي ڪپڙا پهريل رپورٽر چوڪريون. اڌ پوريل اکين سان سڀ ڪجهہ ڏسي سوچڻ لڳس تہ ڇا هي ”مٺي“ آهي يا ڪا ”پڪنڪ پوائنٽ.“

مٺي جي نالي سان ٿر جي مناظر ۽ مٺن ماڻهن جو تصور ذهن ۾ اچي ٿو پر ”ڏڪار“ جي ڪوريج ڪندڙ ميڊيا منجهہ ڏڪاريل رويا پڻ ڏسڻ ۾ آيا. اهو سڀ ڪجهہ ڏسڻ تائين مون رڳو ٿر جي ڏڪار بابت خبرون پڙهيون، رپورٽون ڏٺيون پر هر ڪنهن ماڻهوءَ جو مشاهدو الڳ هوندو آهي. مان ٿر ۾ پهريون ڀيرو ڪو نہ آيو هوس. گذريل سال مورن جي مرڻ وقت بہ ماڻهن ٿر ۾ ڏڪار جي اڳڪٿي ڪئي هئي. ان کان اڳ مان 2005ع ۾ بہ ٿڌهن ٿر ويو هوس جڏهن ڏڪار جو منظر هو. شوڪت عزيز چونڊ مهم هُجي يا پرويز الاهي جو جلسو. 2008ع جون چونڊون هُجن يا چوپائي مال ۾ بيمارين جو مسئلو ڏهہ ٻارهن سالن ۾ ڏهہ ٻارهن ڀيرا ٿر وڃڻ جو موقعو مليو. پر هن ڀيري ”منظرنامو“ بدليل هُو. پر مون ڏسڻ سان ئي اها ڳالهہ محسوس ڪئي تہ هي ميلو رڳو مٺيءَ ۾ هوندو. ڇو تہ صحافتي زندگيءَ ۾ اهڙا ڪوڙ موقعا ڏٺا جو ڪنهن شهر ۾ ميلو هوندو آهي.

گذريل سال آواران ۾ آيل زلزلي وقت بہ اهو ئي منظر هو تہ سڄي ميڊيا آواران ضلعي اسپتال ۾ موجود هُئي. تيئن مٺي ۾ بہ ميلو هو. 2010ع ۽ 2011ع جي ٻوڏ

دوران بہ مون ڏنو ھو تہ ميڊيا جا دوست جتي ھوندا آھن اُھي سمجھندا آھن تہ سڀ ڪجھہ اتي ئي آھي. ان ڪري پاڻ اھو ئي ارادو ڪيو تہ منيءَ کان ٻاھر نڪرڻو آھي. ناشتي کانپوءِ اسان جي ميزبان دوستن ولي محمد نھڙيو ۽ سڪندر ھاليپوٽو سان ملڻ کانپوءِ ٿورو تازو توانو ٿيڻ کانپوءِ سلام ڪوٽ (جنھن کي زبردستي اسلام ڪوٽ بڻايو ويو) جو رستو ورتو. منيءَ کان اسلام ڪوٽ ڏانھن ويندڙ روڊ جو مرمتي ڪم جاري آھي ان سبب روڊ جي حالت ڪا سُٺي ناھي پر روڊ تي گاڏين جا قافلا جاري آھن. اڄڪلھہ ٿر ۾ ”وي آءِ پيز“ جي گھڻائي آھي. مٺي شھر تہ وي آءِ پيز جو شھر بڻجي ويو آھي. اوھان تصور ڪريو شھر جو ايس ايڇ او چوڪ تي ڪرسي لڳائي سڄو ڏينھن وينو ھوندو آھي. عام طور تي ائين ايس ايڇ او کي نہ ڏٺو ھوندو. خاص ڪري سول اسپتال مٺي تہ وي آءِ پيز جي آماجگاھہ بڻيل آھي. وزير، مشير، ڪامورا، اين جي اوز، آرمي، نيوي، سڀ کان وڌي ڳالھہ تہ امدادي سامان جو انتظار۔ ھر وقت بہ ٽي سئو ماڻھو اسپتال ۾ وينل آھن. اھا خبر پئي تہ اسپتال ۾ داخل ڪجھہ مريض بہ ان آسري تي داخل آھن تہ ڪٿان ڪا امداد ملندي، وزير، وڏو وزير اچن پيا، ڪجھہ نہ ڪجھہ ملندو ان ڪري اسپتال ۾ ئي داخل رھڻ گھرجي. اسلام ڪوٽ ڏانھن ويندي ڪجھہ ڳوٺاڻن کان حال احوال ورتا. ڪير بہ ماڻھو اھا ڳالھہ مڃڻ لاءِ تيار ناھي تہ ڪين ڪا امداد ملي ھُجي. اھا ساڳي صورتحال مون کي 2011ع جي ٻوڏ دوران بہ نظر آئي. نئين ۽ مڪلي ۾ ھر ماڻھو چوندو ھو اسان کي ڪجھہ بہ نہ مليو پر سندن تنبوئن ۾ کائڻ پيئڻ جي سامان جا ڍير لڳا پيا ھئا. اسلام ڪوٽ شھر ۾ ھڪ صوبائي وزير ٽرڪ ڪٽائي آيو پر ماڻھو ايترا گڏ ٿيا جو ڪجھہ ماڻھن ۾ سامان ورھايو ويو. سوين عورتون ۽ مرد وينا ھُجن. پوليس الڳ، وزير موصوف جا ھٿياربند گارڊز الڳ. دابو ايڏو ھُجي جو ماڻھو سڀ ھراسجي ھڪ ڪنڊ ۾ ويھي رھيا. وزير جو قافلو واپس ويو تہ ماڻھن ڳالھائڻ شروع ڪيو. ڪئميرا جي سامھون اچي چوڻ لڳا تہ اقربا پروري ٿي آھي ڪجھہ خاص ماڻھن کي امداد ملي آھي. عام ماڻھن کي نہ ملي آھي. ھڪڙي ھمراھہ چيو تہ سامان ھڪ گھر ڏانھن کڻائي ويا اتي بند ڪري ھڪ ڪمري کي تالو ھنيو ويو آھي. اوھان ھلي ڏسو. ظاھر آھي تہ اسين ڪنھن جي گھر ۾ ڪيئن وڃي پئي سگھياسين.

سلام ڪوٽ کان رات جو مٺي واپسي ٿي. صبح جو مارننگ شو ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ مان ٽيم پھتي ھُجي. اردو ميڊيا ۾ نالو ڪمائيندڙ سنڌي اداڪاره صنم بلوچ جي مارننگ شو جو ميلو پڻ صبح جو ئي اسپتال ۾ لڳي ويو. ان ئي ڏينھن سنڌ جو وڏو وزير پڻ اسپتال ۾ اچڻو ھو. وڏو وزير ان رات منيءَ جي سرڪٽ ھائوس ۾ رھيل ھو. ھڪ ڏينھن اڳ جڏھن ھو مٺي پھتو تہ مان دربار ھال ۾ سندس پريس ڪانفرنس ۾ موجود ھوس. مون ئي ڪانئس مخدوم جميل الزمان ۽ جام مھتاب ڏھر بابت سوال پڇيو ھو. قائم علي شاھہ جيڪو جواب ڏنو ان کانپوءِ مخدوم امين فھيم جي حامين وڏي

وزير خلاف مظاهرا ڪيا. محسن ٻير ان ئي پريس ڪانفرنس ۾ قائم علي شاهه کان استعيفيٰ جو سوال ڪيو هو. سيد وراڻيو تہ "اوهان کي استعيفيٰ جو ڏاڍو شوق آهي." صنم بلوچ جي شو ۾ پڻ اسين وڏي وزير کي اسپتال ۾ براهه راست اچي ڳالهائڻ لاءِ چيو پر ان وقت اسان لاءِ تاج حيدر "ايم ايم ڊي" جو لفظ ايجاد ڪيو. "ميڊيا مئنيجمينٽ ڊزازسٽر". تاج حيدر تڙ ۾ سڄي امدادي آپريشن جو انچارج آهي. هو نهايت ئي شريف ماڻهو آهي. ان ڪري سنڌ ۾ تاج حيدر لاءِ تمام گهڻو احترام آهي. سندس نيت تي ڪو شڪ ناهي پر "بيورو ڪريسي" کي ڪير لغام ڏيندو. تڙ ۾ ڏڪار کان اڳ جي صورتحال جو يا ٿلهي ليکي تڙ ۾ خراب حالتن جا ذميوار تڙ جا ڪامورا آهن يا تڙ مان چونڊيل نمائندا. تڙ جي سڄي "ڪامورا شاهي" "سياست زده" آهي. مون ڏنو آهي تہ تڙ ۾ ڊاڪٽر، تڙ ۾ ماستر ۽ ٻيا سرڪاري ملازم سڀ سياست زده آهن. تڙ ۾ مقرر ٿيل ڊاڪٽرن جو وڏو انگ ٻاهر آهي. ان لاءِ "ويزا" جو لفظ استعمال ٿيندو آهي. ان ڪري ظاهر آهي تہ تڙ جو مستقل مسئلو تاج حيدر جي وس کان مٿي آهي. تاج حيدر جو چوڻ آهي تہ "قيادت" (شايد آصف زرداري) جو ڪيس حُڪم آهي تہ "تاج ڀائي ڪو اهڙو ڪم ڪرڻو آهي جو آئينده سال اهڙي صورتحال نہ ٿئي ۽ تڙ جي مسئلي جو مستقل حل ڳولڻو آهي. تڙ جي مسئلي جو مستقل حل ڇا آهي؟ ان سوال جو جواب اڳتي هلي ٻڌائيندس پر اسان ڏيپلي ۾ جيڪو ڪجهه ڏٺو ان مان اوهان اندازو ڪري سگهو ٿا تہ تڙ جا مسئلا ڪيئن سياست زده آهن ۽ ڪامورا ڪيئن ڪرپٽ آهن؟

مني کان ڏيپلي ڏانهن ويندي مون کي 1988ع جي عام چونڊن جو زمانو ياد پيو اچي. جڏهن اسين شهري نوجوان ڪامريڊ ڄام ساقيءَ جي چونڊ مهم هلائڻ لاءِ تڙ پهتا هئاسين. ڄام ساقيءَ جي مقابلي ۾ تڙ جا ٻہ روايتي خاندان هئا. ارباب خاندان جو ارباب امير حسن ۽ لاٽ خاندان جو غلام محمد لاٽ سندس مقابلي ۾ هُئا. تڏهن اڃا روڊ ڪو نہ هو اسان مني مان ڪيڪڙي تي چڙهي نعرا هڻندا ڏيپلي روانا ٿياسين. شام ڌاري ڏيپلو شهر کان ٻہ ٽي ڪلوميٽر اڳ اسان جو ڪيڪڙو خراب ٿي ويو. اتي ريگستان ۾ ئي اسان کي رات ٿي وئي. خير اليڪشن هارائڻ کانپوءِ وڏا انڪشاف ٿيا هئا تہ اسان وٽ جيڪي ڪيڪڙا گاڏيون ڀاڙي تي هيون تہ انهن جا ڊرائيور يا مالڪ يا تہ اربابن جا ماڻهو هئا يا لاٽن جا. جن هٿ وني اسان جون گاڏيون خراب ڪيون هُيون. تڙ جي هر ڳوٺ ۾ ماڻهو چوندا هئا تہ ڄام ساقيءَ جهڙو بهترين ماڻهو ڪونهي پر اليڪشن ۾ ڪامريڊ ڄام ساقيءَ چند هزار ووٽ کنيا هئا. تڙ جي قسمت جا فيصلا اڄ بہ ارباب، لاٽ يا ملاڻي جي هٿ ۾ آهن.

ڏيپلو ۾ ميمڻ برادري جي اڪثريت آهي. سنڌ جي ڪامورا شاهي جا وڏا نالا ڏيپلي جي ڌرتيءَ مان پيدا ٿيا. منهنجي ذهن ۾ تہ بس محمد عثمان ڏيپلائي جو نالو

گونجي رهيو هو. هن وقت ڏيپلي ۾ مٺي تعلقي جو ايم اين اي فقير شير محمد بلالاڻي آهي ۽ ڏيپلي جو ايم پي اي ارباب غلام رحيم آهي. شام ڏاري اسين ڏيپلي جي سول اسپتال جي شاندار عمارت ۾ داخل ٿياسين. اسپتال جي سُني حالت هُئي. صفائي سُترائي پڻ هُجي. هتي خيبر پختونخواهه مان ليڊي ڊاڪٽرز پهتل هجن. نيويءَ جون ”گائنا ڪالوجسٽ“ پڻ اچي وڃن هيون پر ڏيپلي سان واسطو رکندڙ سمورا ڊاڪٽرز ۽ ليڊي ڊاڪٽرز ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ نوڪريون ڪن پيا يا نجي ڪلينڪون هلائين پيا. مون کي هڪ ڊاڪٽر ٻڌايو ته سائين ڪراچي ۾ ماهوار ٻه ادائي لک روپيا ڪمائيندا آهيون. ڪهڙو لاچار پيو آهي جو پنجاهه سٺ هزار جي پگهار تي ٿر ۾ ڪم ڪريون. سوال ته پنهنجي جڳهه تي اهم آهي پر اسان جي ڌرتيءَ جو اسان تي ڪو قرض به هوندو آهي. جيڪا ماءُ اسان کي ڄڻيندي آهي ان لاءِ خدا چيو آهي ته ان جي پيرن ۾ جنت آهي. دنيا جي هر مذهب ۽ انسانيت جي هر فلسفي ۾ ماءُ جي خدمت جو درجو اُتم آهي. تيئن ئي ڌرتيءَ جي خدمت ڪرڻ به اسان تي لازمي آهي. ڏيپلي جي سرڪاري اسپتال سان لڳ هڪ نئين شاندار عمارت تعمير هيٺ آهي. خبر جي تلاش ۾ صحافيءَ جي اک ڪٿي ته اٽڪي سگهي ٿي. مون اها عمارت ڏٺي ته اڌ ۾ رڪيل آهي ڏهه ٻارنهن ڪمرن تي ٻڌل هن شاندار بلڊنگ بابت چاڻ ورتي ته خبر ملي وئي. رات 9 وڳي مون ئي لاٿيو ڳالهايو. سول اسپتال جو ايم ايس ڊاڪٽر منظور ميمڻ پڻ مون سان گڏ بيٺو هو. هي ڏيپلي جي ”ميٽرنٽي هوم“ جي عمارت آهي جنهن تي 60 لک روپيا لاڳت اچي چُڪي آهي پر گذريل ادائي سالن کان عمارت جو ڪم اڌ ۾ رڪيل آهي. ٺيڪيدار پڄي ويو آهي. معلومات ڪرڻ تي خبر پئي ته خالد ميمڻ نالي ٺيڪيدار سينيٽر گل محمد لاٽ جو ويجهو مائٽ آهي. فون نمبر هٿ ڪري چاٽايل ٺيڪيدار سان پڻ ڳالهايو پر سندس چوڻ هو ته سرڪار بل روڪي ڇڏيا آهن ان ڪري ڪم مڪمل نه ٿي سگهيو آهي. ايم ايس منظور ميمڻ ٻڌائي ٿو ته ميٽرنٽي هوم لاءِ اسٽاف مقرر ٿيل آهي. ليڊي ڊاڪٽرز جون آساميون به خالي پيل آهن پر باقي سمورو اسٽاف مڪمل آهي پر عمارت نه هُجڻ سبب ميٽرنٽي هوم ۾ ڪو به ڪم نه ٿو ٿئي. عمارت جي تعمير ادائي سالن کان رُڪيل آهي. مون ڪانئس پڇيو ته جيڪڏهن هتي ويم جو ڪيس اچي ته پوءِ ڇا ڪندا آهيو؟ منظور ميمڻ ٻڌائي ٿو ته هتي جيڪي ايل ايچ وي يا دايون آهن اُهي ڪيس ڪرائيندي‌يون آهن يا پوءِ مريضن کي مٺي سول اسپتال موڪليو ويندو آهي يا حيدرآباد.

حيرت جهڙي ڳالهه ته اها آهي ته ضلعي هيڊڪوارٽر مٺيءَ جي اسپتال ۾ به ”گائنا ڪالوجسٽ“ ڊاڪٽر ڪانهي. رات جو شريف ميمڻ ڏيپلائي جا مهمان هئاسين. شريف ميمڻ منهنجو فيس بوڪ دوست آهي. ڪراچيءَ ۾ ملندو رهندو آهي. سندس مهمان نوازي اسان کي سڄي حياتي ياد رهندي. چو جو ان رات اسان سان گڏ

حليم عادل شيخ جي پوري رليف ٽيم ۾ ڪجھ ٻيا ميڊيا جا دوست پڻ شريف ميمڻ جا مهمان هئا. اوطاق جي اڱڻ تي کٽن جي قطار هُجي. شريف ميمڻ جو والد بزرگ ٻڌائي ٿو تہ ٿر ۾ ڏڪار ڪا نئين ڳالھ ڪانهي پر اڳي حڪومتن جا ماڻهو امداد سُٺي نموني ورهائيندا هئا. هي ٻڌائي ٿو تہ محمد خان جوڻيجو جي دور ۾ ڏڪار ۾ سامان زبردست نموني ورهايو ويو هو جو هر گهر تائين سامان پهتو هو. سندس چواڻي تہ سامان ورهائڻ جو ڪم رورينيو وارن ۽ اسڪولن جي ماسترن جي هٿ ۾ هوندو هو. لسٽون ٺهنديون هيون پوءِ ابا هر ڪنهن کي سڌي سڌي سامان ڏيندا هئا پر هاڻي تہ امدادي سامان جي نالي تي ماڻهن سان جُنيون ٿين پيون. توبھ توبھ. الله رحم ڪري"

ڏيپلي ۾ ٻئي ڏينهن صبح اسان پاڻيءَ جي مسئلي جو حل ڳولڻ لاءِ نڪتاسين. ڏيپلي ۾ بہ ٻين علائقن وانگر کارو پاڻي آهي. شهر کان ٿورو پنڌ تي پٽ مٿان واٽر سپلاءِ اسڪيم جي هڪ وڏي ٽانڪي ٺهيل آهي. اتي پهتاسين تہ خبر پئي هن ٽانڪيءَ ۾ منڙائو ڪئنال ۾ ڪلوئي شاخ کان ايندڙ پائيپ 2010ع جي ٻوڏ ۾ ڀڄي پيا. پوءِ ان جي مرمت لاءِ ڪوشش نہ ورتي وئي. هي 28 ڪروڙ روپين جو منصوبو آهي، جيڪو ارباب غلام رحيم جي دور ۾ مڪمل ٿيو هو ۽ ٻن سالن تائين ڏيپلي شهر کي پاڻي فراهم ڪندو رهيو. هاڻي ڪروڙ سوا جو خرچ آهي. اڳوڻي ڊپٽي ڪمشنر مخدوم شڪيل الزمان واعدو بہ ڪيو هو تہ واٽر سپلاءِ ذريعي پاڻي فراهم ڪنداسين. جو تہ شهرين پاڻي نہ ملڻ خلاف احتجاج بہ ڪيو هو. شهر ۾ هاڻي هڪ آر او پلانٽ ڪم ڪري پيو. جيڪو کاري پاڻي کي سنو بڻائي پيو. هتان ماڻهو مشڪون يا گڏھ گاڏن تي ٽانڪيون ڀري شهر ۾ وڪرو ڪندا آهن. ٿر ۾ آر او پلانٽس جو بہ وڏو قصو آهي. اڳوڻي وزيراعظم يوسف رضا گيلاني جي پٽ جي ڪوشش سان هڪ ڪمپنيءَ کي اربين روپين جو ٺيڪو ڏنو ويو هو. هن پلانٽس جي ذريعي کارو پاڻي مٺو ڪري ماڻهن کي فراهم ڪرڻو هو. ڪجھ شهرن ۾ پلانٽس لڳا ئي ناهن ۽ جتي لڳا آهن اُتي گهڻا پلانٽس خراب پيا آهن. ان ڪمپنيءَ جو بہ مٺي شهر ۾ اسٽال لڳل آهي. مون کي ٿر جي هڪ اديب ٻڌايو تہ سائين هنن بہ ٿر جي نالي تي اربين روپيا ڪاڏا آهن. ڏيپلي جي مثال مان اوهان سمجهي ويا هوندا تہ پاڻيءَ جو سوال سڀ کان اهم آهي. غربت اڳي ئي آهي، مائرون ٻارن کي ٿڃ پيئاري نہ ٿيون سگهن ۽ ٻار کارو پاڻي پيئن ٿيون. گهٽ خوراڪ کائين ٿيون. نوان چانور ٻار خوراڪ نہ ملڻ سبب ڪمزور ٿي وڃن ٿا ۽ بيمار ٿي وڃن ٿا. آسپاس جي ڊسپينسري ۾ ڪو ڊاڪٽر ناهي نہ ڪي دوائون آهن. ننگرپارڪر جي ڀراڙيءَ مان ان بيمار ٻار کي مٺي پهچڻ تائين بہ ڏهاڙا لڳي وڃن ٿا، اُهي رستي ۾ ئي دم ڏين ٿا. هن ڏڪار جي ماحول ۾ اڪثر ننڍي عمر جا ٻارڙا فوت ٿيا آهن. سال جي عمر تائين جا. جنهن جو ڪارڻ علاج نہ ملڻ ۽ غربت آهي پر اصل ڪارڻ ڪامورا شاهيءَ جي نااهلي ۽ سرڪار جو خراب انتظام. سُٺي عملداري نہ

هجڻ آهي.

پيئڻ جي پاڻي ۽ صحت جي سهولتن جي کوٽ سان گڏ ٻيو اهم مسئلو غربت ۽ بيروزگاريءَ جو آهي. اها صورتحال لڳ ڀڳ سڄي سنڌ جي ٻهراڙين سان لاڳو آهي. روزگار لاءِ آيل نوجوانن تي منيءَ ۾ لٺيون وسايون ويون. پوليس ۾ ڀرتين لاءِ اشتهار ڏنو ويو. سڄي ٿر مان ٻه اڍائي هزار نوجوان انٽرويوز کان هڪ رات اڳ جو ئي پهچي ويا. جنهن گهر ۾ اسان رهيل هئاسين اتي ٻه ننگرپارڪر جا پنج ڇهه نوجوان آيل هئا. هو صبح جو ساجهر پوليس لائين پهچي ويا پر کين عين وقت تي ٻڌايو ويو ته انٽرويوز ملتوي ٿي ويا. هنن نوجوانن روڊ تي احتجاج شروع ڪيو. ايس ايس پي منير شيخ سمجهائڻ آيو پر سندس موجودگيءَ ۾ لاٺي چارج شروع ٿي وئي. اسان هي سڀ منظر رڪارڊ ڪرڻ ڪانپوءِ نوجوانن کي شهر جي چوڪ ڏانهن ويندي ڏٺو. هي پريس ڪلب وٽ مظاهرو ڪرڻ ويا پئي پر شهر جي چوڪ تي شلوار قميض پهريل پرائيويٽ ماڻهن کي ڏٺو جيڪي هنن نوجوانن تي لٺيون وسائي رهيا ها ۽ کين لتون هڻي رهيا هئا. خبر پئي ته هي مهاراجا هئا ۽ ايم پي اي مهيش ملاڻيءَ جا ويجها مائٽ هئا. جيڪي شهر ۾ پنهنجو دابو جمائي رهيا هئا. کين پوليس به ڪو نه روڪيو.

مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو ته اسان جي دوست ”جڳديش ملاڻي“ جي خاندان جا ماڻهو ٿري نوجوانن جي توهين ڪري رهيا هئا. مون کي مهيش ملاڻي ته نه ملي سگهيو پر مون تاج حيدر کي اها سڄي ڳالهه ٻڌائي. روزگار کانسواءِ ٻيو مسئلو چوپائي مال جي چاري جو سوال اهم آهي. 15 لک آباديءَ جي ٿر ۾ هن وقت ڏهه ٻارنهن لک ماڻهو هوندا پر اتي جانورن جو انگ 50 لک آهي. چارو نه هجڻ سبب مالوند ماڻهو لڏپلاڻ ڪرڻ تي مجبور ٿيندا آهن. اها صورتحال ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ناري ۾ به هوندي. جڏهن لڏپلاڻ ماڻهو ڪندا آهن ته اسين ”سنڌ“ ٿا وڃون. ”سنڌ“ تصور آهي خوشحالي ۽ سرسبز هجڻ جو. آباد هجڻ کي ”سنڌ“ چئبو آهي. درياهه جي وهڪري ۽ بئراج آباديءَ کي هو ”سنڌ“ چوندا آهن پر کين ڪير سمجهائي ته سنڌ جا اڪثر علائقا ڏڪاريل آهن. ٿر ٻڃي چُڪا آهن. جانورن لاءِ قدرتي گاهه کي گؤنچر چوندا آهن. ميدانن تي ڦٽندڙ هن گاهه يعني چراگاهن تي وري چڱن مڙسن جو قبضو آهي. قبضا مافيا ٿر ۾ به آهي ۽ ٿر ۾ به سرڪار انهن کي ڪجهه نه ٿي ڪري سگهي. سرڪار پاران وقت تي ”ڏڪار“ جو اعلان نه ڪرڻ پڻ ڪامورا شاهيءَ جو ڪمال آهي. روينيو جي آفيسرن جو اعليٰ مثال آهي. حيرت جهڙي ڳالهه اها آهي ته سينئر ميمبر بورڊ آف روينيو ۽ رليف ڪمشنر ته پنهنجي آفيس ۾ ئي ڪو نه ايندو آهي. روينيو جو سيڪريٽري موڪل تي ويل آهي. ايڊيشنل رليف ڪمشنر حيدرآباد ۾ آهي سڄو ڪم اُهو هلائيندو رهيو. آگسٽ ڏاري تياريون ڪرڻ گهرجن ها. خوراڪ کاتي جي گودامن ۾ پيل سرڪاري ڪڻڪ سستي اگهه تي ورهائڻ لاءِ ڪو فيصلو نه

ڪيو ويو. جنهن سبب ممڻ مچي ويو.

ٿر ۾ ڏڪار ڪنهن طوفان جي شڪل ۾ ڪو نہ آيو جو ختم ٿي ويندو بلڪ هي مستقل مسئلو آهي. هميشہ جو مسئلو آهي. جڏهن بہ سانوڻ مند ۾ وسڪارا نہ ٿيندا. ٿر جي ريگستانن تي برسات نہ پوندي تہ ڏڪار جهڙي صورتحال رهندي هتي علاج, غربت, پيئڻ جي پاڻي, مال جي چاري ۽ بيروزگاريءَ جو ڪو مستقل حل ڳولڻو پوندو. اهي سڀ بهتر حڪمراني ۽ بهتر عملداريءَ ۾ ٿي سگهندا آهن. سنڌ ۾ هر هنڌ ڪرپشن, اقرباپروري, سياسي مداخلت جو سلسلو جاري آهي.

ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ۾ ميڊيا ۾ رانيات بند ٿي ويندا. وي آءِ پيز جي ڊوڙ ويهندي. هر ڪو ٿر کي وساري ويهندو. اين جي اوز جون نمائشي ڪئمپون بہ پٽيون ويندبون. فوٽو سيشن بہ ختم ٿي ويندا. ماڻهن کي خيرات ۾ ملندڙ مانيءَ جون ڪئمپون بہ بند ٿينديون. راشن ورهائڻ جو سلسلو بند ٿي ويندو. سرڪار چوندي تہ هڪ لک 62 هزار متاثر خاندانن ۾ ڪٽڪ جون بوريون ورهائجي ويون. تاج حيدر بہ منيءَ مان ڪراچيءَ پهچي ويندو. سڀ ڪجهہ جيئن جو تيئن رهجي ويندو. ٿر ۾ بک, بدحالي, غربت, بيماريون, ڪڙو پاڻي ۽ صبح ساجهر مورن جو رقص بہ جيئن جو تيئن هوندو. اسين سڀ پنهنجي ڪرت سان لڳي ويندا سين. ايندڙ سال ڏسي رهندا سين.

## ٿر ۾ ڏڪار ڊوڙ ئي ڊوڙ

گذريل سال جڏهن ٿر جي مورن ۾ بيماري پئي تہ سنڌ جي جهنگلي جيوت جي کاتي کي خيال آيو تہ چو نہ صحافين کي ٿر جو دورو ڪرايو وڃي. ڪراچي مان قافلو مٺي پهتو. اسين پهرين ڏينهن مٺي جي پرپاسي ۽ ٻئي ڏينهن ڪجهہ اندرين علائقن جو دورو ڪيو جتي مئل مورن کي ٿر جي واريءَ ۾ پُوريو ويو هو يا هڪ هنڌ ننڍڙا ٻارڙا مئل مورن جي لاشن کي رسيءَ ۾ ٻڌي گهلي رهيا هئا. هو راند ڪيڏي رهيا هئا. اسان جون ڪئميرائون ڏسي ڳوناٽا ڪنڌ لاڙيل بيمار مورن کي اسان وٽ کڻي آيا. هر هڪ ماڻهوءَ اهو پئي ٻڌايو تہ ٿر جي مورن جو ڪو بہ علاج ڪو نہ پيو ٿئي. جيڪو علاج ٿي رهيو آهي ان سبب وڌيڪ مور مري رهيا آهن. تڏهن سنڌ سرڪار جي جهنگلي کاتي جو چوڻ هو تہ ايترا مور مُئا ئي ناهن جيترا ميڊيا ۾ رپورٽ ٿيا آهن پر اسان جو تڏهن بہ خيال هو تہ مرندڙ مورن جو انگ رپورٽ ٿيندڙ مورن کان بہ وڌيڪ آهي. منهنجي ذهن ۾ تڏهن بہ اِهو سوال هو ۽ اڄ بہ آهي شايد هميشہ رهندو تہ آخر اسان جي سماج ۾ حڪومتون يا حڪومتي ادارا نقصان ٿيڻ وقت ڪنهن بہ نقصان يا ان ۾ مرندڙ ماڻهن جو انگ لڪائيندا ڇو آهن. مثال ڪنهن اهم رياستي ادارن جا ماڻهو ڪنهن حادثي ۾ بہ مري وڃن تہ ان جو انگ گهٽائي ظاهر ڪيو ويندو ۽ چيو ويندو تہ ميڊيا خوف ڦهلائي رهيو آهي. اهڙا ڪيترائي واقعا ۽ حادثا مون کي ياد آهن پر اڄ جو موضوع ناهن.

ڪڏهن ٻئي پيري ٻڌائيندس ته اهو ڇو ٿيندو آهي؟ سو جهنگلي جيوت جو ڪاتو اسان کي مٺي وچي سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ مانيون ڪرائڻ باوجود مرندڙ مورن جو انگ گهٽائي نه سگهيو ۽ اسان جو دورو ڪيس وڏيڪ مهانگو پئجي ويو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هڪ آفيسر ٻڌايو هو ته "سائين اسان توبهه ڪئي آئينده اوهان کي دورو ڪرائڻ کان." اسان کي هڪ ڳوٺ ۾ شام ٿي چُڪي هئي. رمضان شريف جو مهينو هو گهڻن ماڻهن کي روزو کولڻو هو. ڳوٺ وارن پنهنجي وس آهر روزو کولڻ جو سُنو بندوبست ڪيو هو پر اتي ڳوٺ جي چڱي مڙس هڪ زبردست ڳالهه ٻڌائي جيڪا اڄ سال ڏيڍ ڪانپوءِ سچ ثابت ٿي پرئي مڙس جو چوڻ هو ته "راڻي کيت" جي بيماري ضرور آهي پر تر ۾ مورن جو موت اصل ۾ کاڌ خوراڪ ۽ پاڻي جي کوٽ جي سبب ٿي رهيو آهي ۽ تر ۾ "ڏڪار" جا اشارا آهن. ڏڪار سبب بيمارين به وڌي رهيون آهن. هو همراهه روزي سان هو ۽ هُن چيو ته مان روزي سان آهيان. اسان جي ڳوٺ ۾ ته صرف به مور مُئا آهن پر اوهان مورن بدران سرڪار کي ڏڪار ڏانهن ڏيان ڇڪايو ائين نه تر ۾ مورن ڪانپوءِ ماڻهو به مرڻ نه شروع ٿين. سرڪار وانگر ميڊيا جو رويو لڳ ڀڳ ساڳيو آهي. حادثو ٿيڻ ڪانپوءِ اسين ٻرڙات ڪندا آهيون رانياڻن ۾ حادثو ته دٻجي ويندو آهي پر نوان ڊراما ضرور شروع ٿيندا آهن. جيئن اڄڪلهه مٺيءَ ۾ ڊرامن جي موسم آهي. ٿرپارڪر ۾ ڏڪار جي صورتحال بابت گذريل مهيني ڏيڍ کان سنڌي اخبارن ۾ خبرون اينديون رهيون. سنڌي ٽي وي چينل به ڪجھ عرصي کان ٿر جي سرڪاري اسپتالن ۾ بيوسيءَ جا داستان رپورٽ ڪندا رهيا آهن پر هاڻي حاڪمن لاءِ شايد اخبارن ۾ ڇپندڙ خبرون شايد بي معنيٰ ٿي وڃون آهن يا واقعا ايڏا گهٽا ٿي ويا آهن جو حاڪم "بي حس" ٿي ويا آهن بلڪ واٽر پروف گهڙين وانگر اُهي مضبوط "احساس پروف" شخصيت جا مالڪ بڻجي ويا آهن. سنڌن جسمن مان "احساس" داخل ٿي دلين تائين پهچي ڪو نه ٿا سگهن. ڇو ته سنڌن ووٽرن کي اسٽيبلشمينٽ "پانچ ساله گارنٽي ڪارڊ" لکي ڏنو آهي ته اوهان جا حڪمران پنج سالن تائين سڙي ٻري مري ڪو نه ٿا سگهن ۽ اسٽيبلشمينٽ اسان کي اها گارنٽي به لکي ڏني آهي ته اوهان جي قسمت کي تبديليءَ جو ڪو به خطرو ڪونهي ڇو ته اوهان سنڌي مضبوط اعصاب شڪن ماڻهو آهيو اوهان جمهوريت پسند آهيو ترقي پسند آهيو روشن خيال آهيو. ان ڪري اوهان جي تقدير "احساس پروف" حاڪمن کي برداشت ڪري سگهي ٿي. اوهان سدائين صبر سان برداشت ئي ته ڪندا آيا آهيو. اوهان صوفي جو آهيو. اوليائن. درويشن سان گڏ پِٽن. سيدن. زردارين. شريفن. کهڙن ۽ جرنيلن کي به برداشت ڪريو. ٿر ۾ هڪ مهيني دوران 130 ٻارڙا فوت ٿيڻ جي رپورٽ تي حڪمران اکيون بند ڪري چون پيا نه بابا. ميڊيا... بس ٻيو سڀ خبر آهي. ٿر کي ڇڏيون ٿا. سنڌ جي ڪنهن به ضلعي مان انگ اکر گڏ ڪيو. جيڪڏهن هر مهيني سئو ٻارڙا فوت نه ٿيندا

هجن تہ پوءِ چئجو سرڪاري اسپتالن جي حساب سان تہ سنڌ سڄي ڏڪار ۾ آهي.
ٻارڙن ۾ ڊائريا، ٽي بي، مليريا، ڪنگهہ، بخار جهڙيون بيماريون تہ عام ڳالهہ آهن. غربت
سبب ڪاڌ خوراڪ جو مسئلو تہ سڄي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ موجود آهي. ڪاڇي ۾ پيئڻ جو
صاف شفاف پيئڻ جو پاڻي ڪٿي آهي. بک جو مسئلو تہ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ عام آهي
جتي بک هوندي اتي گهٽ خوراڪ تہ ملندي ۽ جڏهن ٻار کي سندس گهرج کان
خوراڪ گهٽ ملندي اتي بيمارين سبب موت جي شرح تہ وڌندي لازمي. حقيقت ۾ هر
ڪو منيءَ جي ميلي تائين پهچي ٿو. ننگرپارڪر، ڇاڇري ۽ ڏيپلي جي ڏورانهن
علائقن ڏانهن ڪير ويندو؟ ميڊيا ۾ بہ ميلي ۽ رش ۾ خوش. ٿر ۾ ڏڪار اچڻ نئين ڳالهہ
ناهي ۽ ٿر ۾ نہ سرڪار جي بي حسي نئين ڳالهہ آهي، اتي بک ۾ پاهہ تي ماڻهن جو
مرڻ بہ نئين ڳالهہ ناهي. بس نئين ڳالهہ بک ۽ بدحالي جي گليمرائيزيشن آهي.
وزيراعظم ۽ بلاول جڏهن مٺي اچن ٿا تہ سڀ رستا بند ٿين ٿا. وي آءِ پي پروٽوڪول،
گاڏين جي ڊوڙ، انتظاميہ ۽ پوليس ۾ ٿرٿلو. نہ ڏڪار رهندو نہ ان جو نالو. سڀ ڪجهہ
ڊوڙ ۾ ڊوڙ تي ويندو. جڏهن اها ڊوڙ ويهندي پوءِ سيني ادارن وٽ گڏيل رقمن جي لٽ مار
شروع ٿيندي. ڪير ٿو ڄاڻي تہ ڪراچيءَ جي مهتا پئلس ۾ عورتن جي ڀلائي واري
کاتي ڀاران رٿيل ”ٿر شو“ نہ رڳو ملتوي ٿيو پر اهو شو نہ ٿيڻ باوجود 32 لک روپيا خرچ
ٿيا. عورتن جي ترقيءَ جي وزير روبينہ قائمخاني ”ٿر شو“ لاءِ رليون، ٿري لباس ۽ ٿري
عورتن جا تيار ڪيل ڪپڙا ڪراچيءَ جي زينب مارڪيٽ ۾ ڪنعيا لال جي دوڪان
مان خريد ڪيا. هي شو ٿر جي عورتن جي ترقيءَ لاءِ 8 مارچ تي ٿيڻو هو. سنڌ سرڪار
”ٿر شو“ لاءِ 50 لک روپيا منظور ڪيا هئا. جڏهن ٿر ۾ ڏڪار جي واويلا وڌڪار ٿي تہ
وڏي وزير مائي روبينا کي سڏائي چيو تہ اهو پروگرام ملتوي ڪريو. صرف هڪ ڏينهن
اڳي پروگرام ملتوي ڪرائي وڏي وزير باقي 18 لک روپيا تہ بچائي ورتا پر ڪنهن بہ
روبينا قائمخاني کان اهو سوال نہ ڪيو تہ ٿر جي غريب هنرمند عورتن جي نالي تي
ٿيندڙ ”ٿر شو“ ۾ 32 لک روپيا ڪيئن خرچ ٿي ويا. ڇا ڪير ان جي تحقيقات
ڪرائيندو. نہ رڳو عورتن جي ترقيءَ جو کاتو پر رليف کاتو بہ ساڳيو ڪم پيو ڪري.
ٿرين کي ڪڻڪ جي فراهمي ۽ ان ڪڻڪ جي ڍاڙي جي مد ۾ ساڍا 33 ڪروڙ روپيا
منظور ٿيا آهن پر وڏي وزير تڏهن سستي ڪڻڪ لاءِ بہ ڪروڙ روپين جي امداد جو
اعلان ڪيو هيو پر روينيو کاتو هڪ ڏينهن ۾ ساڍا 33 ڪروڙ روپيا ناڻي کاتي مان
منظور ڪرائي آيو. خبر ناهي تہ اها رقم ڪٿي خرچ ٿيندي. اڃا صوبائي ڊزاسٽر
مئنيجمينٽ اٿارٽي (پي ڊي ايم اي) چوي ٿي تہ ڪيس ٿر جي ماڻهن جي امداد لاءِ ناڻو
کاتو رقم جاري نہ پيو ڪري ڪيس پڻ ڪروڙين روپيا جاري ڪيا وڃن. چو تہ سندس
چوڻ آهي تہ اصل ڪم تہ ڪري ٿي پي ڊي ايم اي ٿو. صحت کاتو الڳ پئسا گهري
پيو. مطلب تہ سنڌ جو هر کاتو پئسا پئسا پيو ڪري. سنڌ ۾ 2010ع ۽ 2011ع ۾ آيل

ٻوڏ ڪانپوءِ ترقياتي رٿائن جي رقمن مان ٿيل ڪٽوتي سبب اڃا تائين ترقياتي رٿائون اڻ مڪمل آهن يا شروع ئي نہ ٿي سگهيون پر وري ٿر ڏڪار سبب سنڌ جي مالي سال جي بجيٽ تي اثر پوڻو آهي. وري ترقياتي ڪم رُڪجڻا آهن. سنڌ جي وڏي وزير هڪ معصوماڻي ڳالهہ ڪئي تہ ڪيس اصل صورتحال کان اڻ ڄاڻ رکيو ويو. ڪيس ڪير چوي تہ بادشاهہ گذريل مهيني ڏيڍ کان سنڌي ميڊيا رڙيون ڪري رهي هئي. ٿر ۾ ماڻهن جي حالت خراب آهي پوءِ بہ جيڪڏهن وڏي وزير کي بي خبر رکيو ويو تہ انهن سڀني ماڻهن کي گهر اماڻيو وڃي. وڏي وزير جي هڪ ٻي صلاحڪار شرميلا فاروقي فرمايو آهي تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد جا ڊاڪٽر تہ ٿر وڃڻ ئي نٿا چاهين. هي ڪمال جي سرڪار آهي جنهن جي ڳالهہ سندس ملازم مڃڻ لاءِ تيار ناهن. هڪڙي وزير چيو تہ ڪٽڪ تہ گودامن ۾ پيل آهي پوءِ خبر ناهي ماڻهن کي ڇو نہ ڏني وئي؟ هي سڄي وائڙائپ ڪهڙي طرف اشارو ٿو ڪري. ائين پيو لڳي تہ ڄڻ هي سڀ ماڻهو ڪنهن ٻئي جهان مان آيل هجن ۽ ٿر جا وارث ڪولهي، ڀيل، ميگهواڙ، خاصخيلي، هنگورا، ڪوسا، ڪنهن ٻئي جهان جي مخلوق هُجن. امدادي ادارن مان ڪين اوپرائپ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ پلئہ پيو. ٿر ۾ ارباب، لاٽ، ملاڻي، راهمان سياست جا نيڪيدار آهن اُهي سڀ ٿري آهن. آخر ڪين ٿر جي حالت تي ڇُهنڊڙي ڇو نہ لڳي؟ سرڪار کي ڇڏيو سول ادارا ڏڪار کان اڳ ڇو ماٺ رهيا. ڏنو وڃي تہ سڄي سنڌ ۾ هڪ جهڙي صورتحال آهي. جهڙي ڏوڙ تهڙي ڇائي. ٻوڏون هجن، طوفان هُجن، ڏڪار هُجي يا ٻيون ڪي آفتون.

*Daily Ibrat, Hyderabad*

# ٿر ۾ ڪهڙا ٿاڪ.......!؟

عمر قاضي

ٿر ته منڍ کان وٺي هن ملڪ جو مظلوم ترين حصو رهيو آهي. اهو خطو جيڪو موجوده دور ۾ به بنيادي سهولتن کان محروم هجي. ان جي درد جو سبب جيڪڏهن صرف سرحدي علائقو هجڻ هجي ها ته پوءِ واڳها بارڊر وارا سمورا علائقا ايترا سجا هجن ها جو اتي پراپرٽيءَ جي ڪا قيمت نه هجي ها پر اوهان پنجاب واري سرحدي علائقي ۾ ٿورو اڳهه پڇي ڏسو. اوهان کي پنهنجو پاڻ خبر پئجي ويندي ته اهي علائقا جيڪڏهن پارت سان سرحدي رشتو نه رکندا هجن ها ته ايترا خوشحال نه هجن ها پر چولستان ۽ ٿر جو مقدر سدائين ساڳيو رهيو آهي. پر چولستان جو معاملو ان ڪري به ڪجهه مختلف آهي جو ان صحرائي علائقي ۾ ايتري انساني آبادي نه ٿي رهي، جيتري ٿر ۾ آهي. ان ڪري ٿر صرف صحرائي منظرن وارو خطو ناهي پر ان ۾ وسندڙ ماڻهو انهن جا لوڪ گيت، انهن جو مخصوص ڪلچر ۽ انهن جا ناچ ۽ ويس وڳا! ببين ماڻهن لاءِ دلچسپيءَ جو سبب رهيا آهن. مون کي معلوم آهي ته هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي دلچسپيءَ جو ڪارڻ الڳ الڳ رکندو آهي. ان ڪري جيڪو ڪارڻ جاويد جبار جو آهي، اهو آرٽسٽڪ مزاج رکندڙ ان نوجوان جو نه هوندو جيڪو وسڪاري دوران منيءَ کان وٺي ڪارونجهر تائين سموري ٿر کي چشمن چائيندو آهي. پر اها به حقيقت آهي ته جيتري محبت ۽ اڪير ٿر لاءِ مون شيخ اياز ۾ ڏٺي، ايتري ببيو ڪنهن ۾ به نه رهي آهي. اياز ادبي ٻوليءَ جي حوالي سان نه پر سچ پچ به ته ٿر جو عاشق هو. ان ڪري هو پنهنجي شاعريءَ ۾ جهڙي ريت ٿري لوڪ گيتن جي ڌنين کي سنڀاليندو هو ۽ جهڙي ريت هو ٿر جي ريتن ۽ رسمن کي علامتي انداز سان پوري سماج لاءِ پيش ڪندو هو هن جو اهو عمل تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي ڪيئن ٿو بيهي؟ ان سوال جو جواب ته ايندڙ وقت ئي ڏيندو پر چا هي وقت به ان سچائيءَ کان انڪار ڪري سگهندو ته اياز جو ٿر سان تمام گهڻو ۽ گهرو پيار هو. اهو ئي سبب آهي جو هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جو عنوان به ٿر جي پسمنظر وارن لفظن ۾ لکيو ته "ڪٿي نه پيجبو ٽڪ مسافر"!

پر جھڙي ريت ھن پنھنجي نظم ۽ نثر ۾ ٿر جي علامتن کي موتيءَ جي داڻن وانگر پوبو آھي. ان سان تہ جڻ ھڪ مالھا جڙي وئي آھي ۽ اھا مالھا آھي، اياز جي اھا شاعري، جنھن ۾ صرف لفظ ناھن پر انھن ۾ ھڪ لڳاتار موسيقي آھي. ھڪ ڌن آھي. ھڪ وجت آھي. ان کي پڙھندي اھو محسوس ٿيندو آھي تہ جڻ انسان صحرا ۾ سفر ڪري رھيو آھي. حالانڪ پنھنجي صحت ۽ ٻين سببن جي ڪري شيخ اياز ٿر جا گھڻا سفر نہ ڪري سگھيو ۽ ھڪ اڌ ڀيرو ئي پٽن مان ٿي آيو ھو پر ھن جي روح ۾ ريگستان جي رڃ سدائين رھي. ان ڪري ھن جڏھن اھو نظم لکيو ھو تہ:

"منيءَ تي جيئن ٻاڪ ڦٽي ٿي
پٽ پٽ آ ڳاڙھي گل گلاب جان
ھن ڏرتيءَ جي خواب جان"

يا ھن جو اھو نظم ڪيترو نہ شاندار آھي، جنھن ۾ ھو ٿر جي لوڪ گيت واري لئہ ۽ ترنم تي پنھنجو پورو گيت لکي ويو آھي. جنھن جا ٻول اڄ بہ تمام گھڻا مشھور آھن. اھو گيت جنھن جي جھونگار آھي تہ "ھڙڪ ھلو، ڏيما ھلو" اھو سڀڪجھ ايترو سھڻو نہ ھجي ھا، جيڪڏھن اياز جو ٿر سان عشق نہ ھجي ھا. ڪجھ اھم ترين ڳالھيون صرف عشق ئي راس رکي سگھندو آھي.

اسان کي اياز جي معشوق سرزمين ھيئن اوچتو ياد نہ اچي ھا، جيڪڏھن اسان جي ميڊيا اوچتو ٿر کي تمام وڏو اشو بڻائي پيش نہ ڪري ھا. ان ڪري مون پنھنجي ڪالم جي ابتدا ۾ ئي لکيو ھو تہ ٿر سدائين سورن ۾ رھندڙ سرزمين آھي پر اسان جي رياست ۽ رياست جي دادلي ڏر ميڊيا کي جيستائين اھا ياد اچي! ھن وقت تہ ٽي وي کولِ تہ سڄو ملڪ ٿر لڳو پيو آھي. ھر چينل تي ٿر جو تذڪرو آھي ۽ ھر اينڪر پرسن ٿر جي حوالي سان پنھنجن خيالن جو اظھار ٿو فرمائي. جڏھن تہ ٿر ۾ ھميشہ ڏک رھيا آھن. ٿر ڪڏھن بہ سکيو ناھي رھيو. پر ميڊيا ۽ حڪومت وارا پنھنجي مرضيءَ جا مالڪ آھن. انھن کي جڏھن مھر پوي تہ پنھنجي پاران ان جو اظھار بہ ڪندا ۽ نہ ڪرڻ چاھين تہ انھن کي ڪنھن جي پرواھہ نہ ٿيندي ۽ انھن سدائين اھو ڪيو آھي. جو تہ اسان کي اھي ڏينھن بہ ياد آھن. جڏھن ٿر جي واٽن تي پالتو جانور مئل نظر ايندا ھئا ۽ ٿر مٿان ڳجھون اڏامنديون ھيون پر حڪومت کي ان دور ۾ بہ ڪا پرواھہ نہ ٿي ۽ اھڙا موقعا بہ آيا جو پاڻيءَ ۽ داڻي جي اڻاٺ سبب ٿر جي سون خاندانن کي لڏي پيو ۽ ھو قافلا ناھي لڏيندا نظر ايندا ھئا پر حڪومت ڪا ڪيمپ نہ ھنئي پر ھن ڀيري تہ ٿر کي امداد ڏيڻ جي حوالي سان باقاعدي ھڪ مقابلي جو منظر پيش ٿي رھيو آھي. ڇا وفاقي حڪومت، ڇا سنڌ حڪومت، ڇا فوج؟ ھاڻي سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس ان معاملي تي پاڻمرادو نوٽيس وٺي چڪو آھي ۽ ميڊيا ۾ تہ صرف بحريا ٽائون جي مالڪ ملڪ رياض جو تذڪرو ھلي رھيو آھي. جڏھن ھيا بہ

ڪيترائي پراسرار طريقي سان امير تي ويل ماڻهو پنهنجي ڪاري ناڻي کي ٿر ۾ امدادي ڪم ڪري اڇو ڪرڻ جي چڪر ۾ آهن. پر اسان خوش آهيون. ڪنهن به طرح سان ۽ ڪنهن به وقت ۽ ڪنهن به ريت انهن سيني کي اهو ٿر ته ياد آيو. جيڪو اياز جي گيتن جو پسمنظر رهيو آهي، جنهن لاءِ اياز لکيو آهي ته:

"ٿر ۾ ڪهڙا ٿاڪ
ٽڪن جا
ٿر ۾ ڪهڙا ٿاڪ؟
واري ساري واٽ
نه ڪائي ڇانو
نه ڪائي ڇاٽ
مٿان آ ٿاڪ
ٽڪن جا
ٿر ۾ ڪهڙا ٿاڪ
لٿي نه تن جي اڃ
وراٽي ڪا نه
سموري سڃ
وڄن ٿا واڪ
ٽڪن جا ٿر ۾
ڪهڙا ٿاڪ؟"

اياز پنهنجي ان نظم ۾ صحرا جي روح جي ترجماني ڪئي آهي. جنهن کي به صحرائي سفر جو تجربو هوندو، ان کي معلوم هوندو ته صحرا ۾ ڪڏهن به ٽڪجي نه ويهبو آهي. اهو ئي سبب آهي جو لطيف لکيو هو ته:

"اٿي رائو ريل، وينين تان واري وري"

ان ڪري ٿر هڪ مسلسل مسافريءَ جي تقاضا ڪري ٿو ۽ مسلسل مسافريءَ جو مطلب آهي ته مسلسل جدوجهد!

پر اها جدوجهد، اها مسافري جن سخت حالتن ۾ هجي ٿي، اهي حالتون ئي ان جدوجهد کي معتبر ۽ مٿانهون ڪن ٿيون. اهو ئي سبب آهي ته اياز لاءِ ٿر ڪوئي قابل رحم خطو نه پر مسلسل جدوجهد جي علامت هوندو هو. پر اسان جڏهن به ٿر ڏانهن ڏٺو آهي، تڏهن اسان جا لفظ ۽ اسان جا لهجا اهڙا هوندا آهن، جهڙا هڪ مسڪين جي لاءِ ان ماڻهوءَ جا جيڪو پاڻ کي اجايو وڏو سمجهي ۽ مٿي ۾ هوا پري هلي! اسان کي ٿر طرف اهڙين اکين سان نه ڏسڻ گهرجي، جن اکين ۾ ترس ۽ رحم هوندو آهي. پر اسان کي ٿر طرف هڪ عظمت واري نگاهه رکڻ گهرجي ۽ اسان جو تاثر اهڙو هجڻ گهرجي،

جهڙو عظيم شين لاءِ هوندو آهي. چو تہ صحرا سدائين عظيم هوندا آهن. انهن ۾ جيڪي تنهائيون هونديون آهن ۽ انهن جي رهواسين جو جيڪو آسمان سان رشتو هوندو آهي، اهو انهن کي تمام گهڻو رومانوي بہ بڻائيندو آهي. جڏهن تہ حڪومت جي حوالي سان منهنجو خيال اهو آهي تہ حڪمرانن کي ترُ طرف ائين ڏسڻ گهرجي، جيئن احساس جرم واريون اکيون ڏسنديون آهن. چو تہ ترُ جي ماڻهن کي هن دور ۾ سرحدي علائقي جو بهانو بڻائي، کين زندگيءَ جي بنيادي سهولتن کان محروم رکڻ واري روش رڳو مجرماڻي نہ پر سخت مجرماڻي آهي.

# ٿر ۾ رڳو ٿوھہ بہ ڪونهي

ڊاڪٽر منير پيرڳري

اڄڪلھہ ٿر صدين وانگي "ڏڪار" جي ور چڙھيل آھي. پر ٿر جو ماڻھو اھڙي ڏڪار کي سوين سالن کان منھن ڏيندو آيو آھي. انھن ۾ ان ڪان بہ وڏي ڏڪار کي منھن ڏيڻ جي صلاحيت موجود آھي. ٿر جا سوين ڪردار آھن، جن کي پڙھڻ سان اھو اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ ٿر ڇا آھي، ٿر ۾ ڪيئن جياپو ڪبو آھي ۽ ان کي ڪيئن منھن ڏبو آھي. جتي پئسي وارا ملاڻي، ارباب، راڻا ٺاڪر آھن ۽ مخدومن، پيرن ۽ سيدن جون اتي پيريون مريديون آھن. ايئن اتي روپلو ڪولھي، مسڪين جھان خان کوسو جھڙن جون اڻمٽ يادون پڻ موجود آھن. پر ٿر ۾ ھڪڙو بيو بہ پاسو آھي، جنھن کي اين جي اوز جو نالو ڏيو سول سوسائٽي جو نالو ڏيو يا ڪو بيو ڳالھہ ڪنھن حساب سان ساڳي وڃي بيھندي. جڏھن اين جي اوز جو ذڪر اچي تہ ڊاڪٽر سونو ڪنگھاراڻيءَ جو نالو نہ اچي، اھا بيواجبي ھوندي. اڄ تہ ٿر جي اھا تصوير بہ ماڻھن سامھون آڻيون تہ ٿر جو ھي پاسو ڪيئن آھي. ان ٿر لاءِ ڪھڙو ڪردار ادا ڪيو آھي ۽ ٿر جو ھو ڪھڙو حل ٻڌائين ٿا. اچو تہ سونو جي ڪھاڻي، ان جي زباني اوھان کي ٻڌايان.

سونو ڪنگھاراڻي، جنھن کي سنڌ ۾ اين جو اوز جو دادلو بہ ڇيو ويندو آھي ۽ ڪي ڪي ھن کي اين جو اوز جو شھزادو بہ سڏيندا آھن. ٿر جي محڪوم ميگھواڙ برادري سان تعلق رکندڙ جنھن کي شيڊولڊ ڪاسٽ، ڪي دلت، ڪي شودر، ڪي نيچ ذات سڏين ٿا. ھن کي چٽي طرح ياد آھي تہ ڪيئي ماڻھو انتھائي نفرت ۽ ڏڪار وچان چوندا ھئا تہ "ڏسو سائين، ميگھواڙ جو بہ پٽ ٿو پڙھي". ھن جي جم جي تاريخ سنڌس ماءُ "آسان" (ھاڻي فوت ٿي چڪي آھي) مطابق ھندو مھيني "جنم اشٽمي" وسپت رات (ھن ڇو ھندو مذھب جي مھيني ۽ ڏينھن جو ذڪر ڪيو ۽ سنڌي مھيني جو نہ ٻڌايو! ان سوال جو جواب اھو ئي ٻڌائي سگھي ٿو يعني ڊاڪٽر سونو) جو ڄائو ھو. باقي شناختي ڪارڊ ۾ سندس جنم ڏينھن 2 مارچ 1956ع لکيل آھي. ھو ڳوٺ سڙھہ جوٽيجو يونين ڪائونسل "جھرمريو" تعلقو ڏيپلو ۾ ڄائو ھو. ھن جو حسب

نسب هن ريت آهي: سونو-والم-ڪنگهار- ٻانيٽو. ڪنگهار ڏاڏي جي ڪري هي ڪنگهاراڻي سڏجن ٿا. هن کي ست ڀائر هئا. انهن مان چار وفات ڪري چڪا آهن. پرائمري تعليم منڙيو سومرا. انون ڪلاس اسلام ڪوٽ ۾ مٺترڪ مٺيءَ مان ڪئي.

هو ٽنڊو ڄام يونيورسٽيءَ ۾ ويو. پر هڪ هزار رپيا في گڏ ڪرڻ لاءِ ٽنڊو غلام علي ۾ هڪ ذات جي خاصخيلي وٽ ڌوٻي گهاٽ تي ڪپڙا ڌوئڻ لڳو. ڌوٻي کيس پنجاهه پئسا في ڪپڙي جا ڏيندو هو. اتان ڪجهه سئو گڏ ڪري "ڪٽڪ جي گدام" تي حمالي ڪيائين. پوءِ هو سيٺ ڪندن لعل وٽ 150 رپيا مهيني تي منشي گيري ڪرڻ لڳو. اتان کان ٿي سيٺ هريرام وٽ مارڪا منشي (يعني گدام ۾ ٻورين تي نشان هڻڻ وارو) مقرر ٿيو. هاڻي هن وٽ هڪ هزار رپيا ڪنا ٿي ويا ۽ هو سڌو ٽنڊو ڄام يونيورسٽي (ان وقت اهو ڪاليج هوندو هو) آيو. اتي نور محمد سيال پرنسپال هو. تنهن چڙٻ ڏيندي کيس چيو ته "ڪاليج ۾ داخلا جو وقت ختم ٿي ويو آهي. هاڻ آيو آهين؟" پوءِ سونو چيو ته "داخلا لاءِ پئسا گهرجن. اهي ڪمائڻ ويو هئس. ان ڪري دير ٿي ويئي". نور محمد سيال کي ڏاڍو ترس آيو هن فورن داخلا ڏني ۽ خرچي لاءِ ڏيڍ سئو هٿ ۾ ڏنائين. اسي رپيا ماهوار اسڪالرشپ منظور ڪئي وئي. هو پڙهندو به هو ۽ شام جو ٻارن کي ٽيوشن به پڙهائيندو هو. آخرڪار ڊي وي ايم ٿي ويو ۽ نوڪري به ملي ويئي. پر هن نوڪري نه ڪئي ۽ اڳتي پڙهڻ يعني ماسٽرس ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ٽنڊو ڄام يونيورسٽي ۾ وائيس چانسلر عبدالقادر انصاري هن کي ليڪچرار مقرر ڪيو. هاڻ هن وٽ پگهار هو. هن جي پڙهائي به هلي پئي. شام جي وقت ۾ پرائيويٽ ڪلينڪ کولي.

هن کي ڪيترن ئي پرائيويٽ ادارن پنهنجو ڪنسلٽنٽ ڪري مقرر ڪيو. انهن ۾ وڏي صنعتڪار فاروق سومار کان وٺندي نبيلي ڪمپني تائين. آصف زرداريءَ جي پريتم آباد جي ڪيٽل فارم کان وٺندي نواز شريف جي رائيونڊ جي فارمن لاءِ هي ڪنسلٽنٽ رهيو. هو اڄ به دعوي سان چوي ٿو ته ڪو ڍور چاليهه ڏينهن جو حامل هجي ته هو رڳو هٿ هڻي، بنا ڪنهن سائنسي ٽيڪنڪ جي اهو ٻڌائي سگهي ٿو ته اهو ڍور حامل آهي يا نه؟ ان ۾ هو اڄ به وڏو ماهر آهي. هن 18 گريڊ ڪميشن جو امتحان ڏنو پر پبلڪ سروس ڪميشن جي هڪ ٽيڪنيڪل آفيسر اڍائي لک رشوت وٺي ٻئي اميدوار کي پاس ڪيو. اڪيڊمڪ ڪيريئر ۾ به دفعا فرسٽ ڪلاس ڪڍڻ جي باوجود کيس ايڊوانس سيلري نه ڏني ويئي. ان هن کي صدمو رسايو. 1987ع ۾ هن نوڪري تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي.

جس کيت سي دهقان کو ميسر نه هو روزي،
اس گوشه گندم کو جلادو (اقبال)

اين جي اوز ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ پنج اسپتالون هلائيندو رهيو. نومبر

1992ع ۾ اين آر ايس پي ۾ هن پروگرام آفيسر آف لائيو اسٽاڪ لاءِ درخواست ڏني. انٽرويو وٺندڙ نجم صديقي ۽ شعيب سلطان اتي ويٺي هٿ ملايو. ڪنهن ڪونه ڏنو ته سونو هيٺئين ذات جو ماڻهو آهي. هن کي احترام ۽ برابري ملي ۽ ميرٽ کي ڏنو ويو. ايئن اين آر ايس پي ۾ هليو ويو. اتان هو "Save the children" ۾ هليو ويو. هن مشهور مصور خدابخش ابڙو کان نئين تنظيم جو لوگو ٺهرايو ۽ عبدالرحمان نقاس (ڪاٻي ڌر سان لاڳاپيل شاعر) سان گڏجي، نئين تنظيم "ترديپ" جو بنياد وڌو. چار ٻارن يعني امر شيام، امرديپ، امرتا ۽ امر پريت جو هي پيءُ آهي. هو لڳ ڀڳ پنجن کنڊن جا ملڪ گهمي چڪو آهي. هو ارڙنهه ڪلاڪ ڪم ڪندو آهي. ٿرپارڪر سان لاڳاپيل ۽ هندو هئڻ ڪري پاڪستاني ادارا هن تي چوڪسي رکن ٿا. جڏهن ته مخالف سونو کي انهن جو "Paid agent" سمجهن ٿا. سياست ۾ هن کي ذوالفقار علي ڀٽو وڻيو. باقي بينظير ڀٽو جي شهادت تي ڪافي رنو هو. بانسري هن کي تمام گهڻي وڻندي آهي ۽ ڊولڪ تي مشتمل موسيقي به هن کي جهومائي وجهي ٿي. نصرت فتح علي هن جو پسنديده فنڪار آهي. ترديپ کي هن ٿاهيو، هڪ زبردست اداري ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. 15_5_2010 ۾ بقول هن جي ته ترديپ جي بجيٽ چوڏهن سئو ملين هئي. ڇهه سئو ملازم هئا. چاليهه آفيسر ۽ هڪ سئو ڏهه والنٽيئر هئا. هاڻ ترديپ جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر سنڌ جو اهم ماڻهو ظفر جوڻيجو (سنڌ جو انتهائي پڙهيل لکيل ماڻهو) آهي. ڊاڪٽر سونو تي سنڌ جا ماڻهو ناراض به آهن ته خوش به آهن. ڪاوڙيل ان ڳالهه تي آهن ته هن ذڪار سٽيل ترين جي آڙ وٺي اين جي اوز وسيلي ڪروڙين رپيا ٺاهيا ۽ پوءِ هنن مسڪين ترين کي ننڍا ننڍا قرض ترديپ وسيلي ڏنا ۽ پوءِ ڳرا وياج ورتا ۽ نه ڏيڻ جي صورت ۾ پوليس هٿان ٻڌرايو." ڊاڪٽر سونو وٽ ان لاءِ ڪجهه پيا دليل آهن. جڏهن ته ڪجهه ماڻهو خوش ان ۾ آهن ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پلي محروم طبقي جو ڇو نه هجي، پر جي هو محنت ڪري ته هو بلڪل ايئن اڳيان وڌي سگهي ٿو. جيئن ڊاڪٽر سونو وڌيو آهي. ڊاڪٽر سونو سان ڳالهائيندي ڪٿي ڪٿي هن ۾ هڪ مخصوص قسم جي هندو پرستي محسوس ٿي. سنڌ جو ڪلچر صوفي، لبرل ۽ انسانيت جو آهي. ڪٿي ڪٿي اهو به هن ۾ ڏسڻ ۾ آيو ته پنهنجي ڪميونٽي جي ڀلائي ڪرڻ ڪو ڏوهه نه آهي. پر ان جي گهيري ۾ تنگ رهڻ واري نفسيات خراب نتيجا ڏيئي سگهي.

ڊاڪٽر سونو ٿر ۾ اهو حصو آهي، جنهن کي "فارين ڊونرس" جي دولت "غربت" کي ڪيش ڪرائڻ جو جتن ڪيو آهي. جتي هو پاڻ به مسڪين ۽ محروم رهيو آهي ۽ اڄ به ڪيترين ئي اين جي اوز جو هو سربراهه آهي، پر ٿر ۾ هن پنهنجن پئسن سان ڪو اسڪول يا ڪا اسپتال ناهي کولي. اهو اين جي اوز لاءِ وڏو نقص آهي. هن ضرور ٻاهرين ملڪن جي ملڪيت مان ٿر ۾ ڪم ڪرايا آهن. پاڻي کان ويندي

بجلي تائين. ننگر پارڪر جي ننڍن ننڍن ڊيمن تائين وڏا ڪم ڪيا آهن. پر اسان پاڻ انفرادي طور تي ڇا ڪيو آهي؟ اهو وڏو سوال آهي. جنهن ڪري ٿر جو ماڻهو سنڌ جو ماڻهو اين جي اوز ڪلچر کي آئيڊيل نٿو سمجهي.

انهن سمورين ڳالهين باوجود ڊاڪٽر سونو جو هڪ وڏو ڪردار آهي. جنهن ٿر جي ڪيس کي انٽرنيشنل ڊونرز وٽ بهترين انداز ۾ پيش ڪيو. انهن کي مجرايو ۽ اتي سيٽرپ ڪرائي. هن وقت به "سنڌ ايڪسپريس" فورم ۾ جيڪي حڪومت کي تجويزون ڏنيون آهن. ٿر ۾ آيل ڏڪار جي مستقل حل لاءِ به اهي نهايت ڪارآمد آهن ۽ انهن تي عمل ڪجي ته وڏو ڪم ٿي سگهي ٿو. ٿر ۾ ڏڪار جي ڪري، ٿر جو عظيم ڪلچر، ان جا عظيم ڪردار ٿورا پاسيرا ٿيو وڃن. نه ته هو ڪلچر، تهذيب ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

ڪيئي پڙا ڪنجرا، چنيون ٿيون چمڪن،
ٿڏيءَ ٽريچن، مون من رتو رنگ ۾
(شيخ اياز)

ٿر ۾ رڳو ٿوهر نه آهن. رڳو برپٽ بيابان ڪونهي. رڳو بک، بيماري ۽ تباهي ڪونهي. ٿر ۾ وڏو تهذيبي ورثو موجود آهي. ڪارو سون به آهي ته مسڪين جهان خان کوسو به آهي ته ڊاڪٽر سونو به آهي.

# ٿر ڏڪار: هٿرادو يا قدرتي

اختر حفيظ

ڪجهه ڏينهن کان اوچتو ئي اوچتو ٿر مان ڏڪار ظاهر ٿي پيو آهي. جڏهن ته ٿر اسان جي ملڪ جو اهو خطو آهي جتي ڪڏهن به حالتون بهتر نه رهيون آهن. اتان جي ماڻهن ۾ غذا جي کوٽ، پاڻي جو مسئلو، بيروزگاري، صحت توڙي تعليم جي سهولتن جي اڻاٺ ٿر واسين جي زندگي جو اهم حصو آهن. ٿر جا ماڻهو وسڪاري تي گهڻو ڀاڙيندا آهن. جڏهن به برساتون پونديون آهن ته ٿر جي واري سائي ٽيڙ لڳندي آهي ۽ جيڪڏهن برساتون هڪ مخصوص وقت تائين نه پون ته پوءِ حالتون ڪجهه خراب ٿيڻ لڳنديون آهن، پر ٿر ۾ ماڻهو رڳو برسات جي آسري نه رهندا آهن بلڪ اهي پنهنجي لاءِ ٻاجهر، ڀاڄيون ۽ ٻيون شيون ذخيرو ڪري رکندا آهن ته جيئن انهن جو گذر سفر آرام سان ٿيندو رهي. جڏهن حالتون وڌيڪ خراب ٿي وينديون آهن ته پوءِ اهي سنڌ جي ٻئراجي علائقن ۾ مزدوري ڪرڻ لاءِ پهچڻ شروع ٿي ويندا آهن.

هاڻ جنهن ٿر جو منظر اسين ميڊيا تي ڏسي رهيا آهيون، انهي مان لڳي ائين رهيو آهي جڻ اتي ڪا زندگي ئي نه آهي، ماڻهو اتي هاڻ اتي موت جي منهن ۾ اچي ويا آهن. اها هڪ سادي ڳالهه آهي ته اتي ٻارڙا توڙي عورتون غذا جي کوٽ جي ڪري فوت ٿيندا رهندا آهن پر هن ڀيري اهو معاملو ميڊيا تي ايترو ته اڀاريو ويو آهي جو انهي کان پوءِ ٿر ۾ ڄڻ موت جو راڪاس ڦيرا ڏئي رهيو آهي. پر ڏڪار لفظ کي ورجائي ورجائي اهو تاثر قائم ڪيو ويو ته اتي واقعي به ڏڪار آهي. جڏهن ته اصل معاملو هڪ ٽي وي چينل جي رپورٽر انهي وقت منظر عام تي آندو جڏهن مٺي اسپتال جي ايم ايس کان هن کي داڻو پاڻي نه ملي سگهيو ۽ پوءِ هن هڪ ”بيباڪ“ صحافي جو ڪردار ادا ڪندي سموري ملڪ جي انتظاميه توڙي اردو ميڊيا جو منهن ٿر ڏانهن موڙي ڇڏيو ۽ اسان جي سنڌ حڪومت به اکيون ڀٽيون ته ڪٿي واقعي ٿر ۾ ڏڪار ته نه اچي ويو آهي. ميڊيا جي نمائندن کان وٺي حڪومتي نمائندا اتي پهچڻ شروع ٿي ويا. پر هي اصل ۾ هڪ هٿرادو ڏڪار آهي جنهن کي اسان جي انتظامي ادارن پاڻ پيدا ڪيو آهي. ڳالهه رڳو ٿر جي نه آهي سنڌ جو ڪهڙو اهڙو شهر ۽ ٻهراڙي آهي جتي انتظامي نااهلي جي ڪري ماڻهو نه مري رهيا آهن. هيستائين اسان جا انتظامي ادارا ڪهڙي

ريت ماڻهن جي وات جو گرهہ ٿري پنهنجي پيٽ ۾ وجهي رهيا آهن اهو تہ اسين سڀ جاڻون ٿا.

جيڪڏهن ٿر ۾ ڏڪار واري صورتحال هجي ها تہ پوءِ سموري ٿر جا ماڻهو انهي لاءِ چون ها تہ واقعي بہ ڏڪار آهي پر جڏهن ٿر واسين کان پڇيو وڃي ٿو تہ ڏيو خبر ڏڪار جي؟ تہ اتان جواب ملي ٿو ڪهڙو ڏڪار؟ اسان وٽ تہ ڪو ڏڪار نہ آهي. جيتوڻيڪ اتي حالتون واقعي خراب آهن پر ايتريون خراب نہ آهن جيترو انهن کي پيش ڪيو ويو آهي. اين جي اوز جو هڪ وڏو جار ٿر ۾ ڪم ڪري رهيو آهي، جيڪو ڪارونجهر تائين پکڙيل آهي. انهن جي ڪاغذي ڪارروائي ۾ ڪڏهن ٿر جو ماڻهو بک وگهي نہ مئو آهي بلڪ انهي کي روزگار کان وٺي قرض وٺڻ جي بہ سهولت مليل آهي. پر هاڻ ڪا بہ اين جي او اها ذميواري پاڻ تي کڻڻ لاءِ تيار نہ آهي تہ ٿر ۾ حالتون خراب آهن. هاڻ بہ جڏهن حڪومت انهي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهي آهي تہ انهي جو بہ سڀ کان وڏو فائدو اين جي اوز کي ٿيندو جيڪي هر وقت نوٽن لاءِ پنهنجا کيسا خالي رکنديون آهن.

اڄ کان ڪافي سال اڳ آمر پرويز مشرف جي دور ۾ جيڪو ڏڪار اعلانيو ويو هو، اهو واقعي بہ حقيقي ڏڪار هو جنهن کي حل ڪرڻ لاءِ حڪومتي انتظاميہ ۽ عام ماڻهن مدد ڪئي هئي. پر هاڻ ٿر اهو ٿر نہ رهيو آهي. هن وقت ٿر ۾ ڪوئلو بہ آهي، جنهن تي دنيا جي سرمائيدارن جي نظر آهي. جن کي هن وقت ٿر ۾ پنهنجا خيما کوڙڻا آهن. هڪ اندازو اهو بہ آهي تہ ٿر جي غربت کي ڪيش ڪرائي اهي پنهنجي سرمائي جي اتي سيڙپ ڪرڻ چاهين ٿا ۽ ماڻهو اتي تمام گهٽيون زمينون بہ وٺي رهيا آهن. مستقبل ۾ ٿر جو نقشو ئي ٻيو هوندو.

هن وقت حڪومت ماڻهن کي امداد وسيلي رليف ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. انهن کي روڪ پئسا بہ ڏنا پيا وڃن. ٻارڙن جي انهن مائٽن کي پئسا ملي رهيا آهن جيڪي بيمارين سبب گذاري ويا پر اتي حالت اها آهي جو ماڻهو اهي پئسا حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن جيئرن ٻارن کي مئل ڄاڻائي ڊاڪٽرن کان ڊيٿ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري رهيا آهن. يعني هڪ ڀيرو ٻيهر ٿري ماڻهن کي پنڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي. جڏهن تہ ٿر جي مسئلي کي مستقل بنيادن تي حل ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ اهو تڏهن ئي ٿي سگهي ٿو جڏهن اتي انتظامي طور معاملن کي بهتر ڪيو وڃي. سنڌ حڪومت هاڻ اتي ڊاڪٽرن کي ٻيڻي پگهارن تي رکڻ ۽ روزگار ڏيڻ جو اعلان ڪري چڪي آهي پر اهو سڀ ڪجهہ اڳ ۾ بہ ٿي سگهيو پئي جنهن ۾ اجايو اهڙا اعلان ڪرڻ جي ضرورت ڪونہ هئي.

هاڻوڪي واويلا کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ضرور ٿيو آهي جو ايندڙ وقت ۾ سنڌ حڪومت انهي حوالي سان محتاط رهندي، جنهن جي ڪري امڪان

آهن تہ ٿر ۾ انتظامي طور ڪا بهتري اچي. پر اصل سوال اهو آهي تہ اتي اهڙيون حالتون ڇو پيدا ٿيون. انهي جو سادو جواب اهو آهي تہ حڪومتي ادارن جي ڪارڪردگي ڪنهن بہ ريت اتي بهتر نہ رهي آهي. بلڪ اتي ماڻهن جو بکيو رهڻ ۽ مرڻ هڪ عام ڳالهہ آهي. تنهنڪري ٿر کي انتظامي طور پاڙيرو ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ اهو ڪم ڪا اين جي او نتي ڪري سگهي ٿي چاڪاڻ تہ اين جي اوز سموري سنڌ کي ڇور ٻڌجي انهي جو رت چوسي رهيون آهن پر انهي کي حڪومتي مشينري وسيلي ئي حل ڪري سگهجي ٿو. انهي لاءِ ضروري آهي تہ حڪومت ٿر جون حالتون بهتر ڪرڻ لاءِ انتظامي ڏڪار کي سدائين لاءِ ختم ڪري تنهن کان پوءِ ئي قدرتي ڏڪار کي بہ منهن ڏئي سگهجي ٿو.

# مختصر
# درد جو ڪو ديس ناهي!

سرمد عزيز

پلا اُن ماءُ جي درد کي ڪير سمجهي سگهندو، جنهن پنهنجي معصوم لختِ جگر کي ٻُک ۽ بيماريءَ ۾ لُڇندي ۽ تڙپندي ڏٺو هوندو! ۽ سندس ان پيڙا جي پيمائش به ڪير ڪري سگهندو، جنهن پيڙا کي سهي هن معصوم جو دُنيا ۾ وجود آندو ۽ اُن ئي معصوم جو ننڍڙو وِجود سندس اکين آڏو جڏهن بي جان ٿيو هوندو، ته تنهائيءَ ۾ سندس آخري سُڏڪا يقيناً اُن جيجل جو جِيءُ جهوريندا هوندا!

بُلند محلون ڪو هوتي هي آرزوئي چراغ،
يہ جهونپڙي هين يهان دِل جلائي جاتي!

اها حقيقت آهي ته اسان دُنيا جي ڪٺي ڪهڙي به ڪُنڊ ۾ وڃون، اسان کي 'درد' ساڳئي روپ ۾ نظر ايندو، مطلب ته درد جو ڪو ديس ناهي هوندو! اهو ساڳيو درد هن وقت اسان کي هن ڪشورِ حَسين جي خوبصورت خِطي ٿر ۾ نمايان نظر ايندو، ٿر ۾ ڏُڪار ۽ غذائي کوٽ سبب هيستائين 150 کان مٿي معصوم ٻار ٻُکَ ۽ بيماريءَ سبب تڙپي تڙپي هميشہ لاءِ اَبد جي ننڊ سُمهي چُڪا آهن. حالانڪ سندن مائرن کي ته اجا اهو گمان ئي نہ هوندو ته، ڪانئن اهي نِماڻا نيڻ هميشہ لاءِ رُسي ويا آهن. پر بهرحال اِنَ حقيقتن کي تسيلم ڪرڻو پوندو ته اسان جي بيحسي ڏسي اُنهن معصومن کي ڌرتيءَ پنهنجي پاڪر ۾ پڪوڙي ورتو آهي. اُنهن معصوم ٻارڙن مان ڪيترن جو موت طبعي ناهي ٿيو، دراصل حڪومتِ وقت جي سُستي، نااهلي ۽ ڪوتاهيءَ سبب هن المئي جنم ورتو آهي. پر جي انهن معصومن جو موت طبعي ناهي، ته يقيناً اهو ڏوهہ آهي ۽ اهو ڏوهہ قتل جي ذمري ۾ اچي ٿو. پوءِ پلا هنن معصومن جي قتل جي ايف آءِ آر ڪنهن خلاف ڪٽرائجي؟!!

حڪومتي ڪارندا، جيڪي ٿر ۾ ان ڏُڪار کي 'قدرتي آفت' جو ليبل چنبڙائي پاڻ کي هر ذميواريءَ کان آجو قرار ڏئي رهيا آهن. تن کي اهو ٻڌائڻ به ضروري آهي ته اهي قدرتي آفتون دُنيا جي ٻين خطن ۾ به اچن ٿيون پر اُتي جون حڪومتون نہ ته ڪي ايڏيون اکين ٻُور آهن ۽ نہ وري عوام جي اُن درد کان لاتعلق. اُتي وقت سر قدرتي آفتن

جي وَر چڙهيل اُنهن ماڻهن جي سهائتا ٿيڻ سبب نقصان ڀِنهہ گهٽ ٿئي ٿو پنهنجي پاڙيسري ملڪ جو ئي مثال وٺو جتي صحرائي علائقي ۾ جڏهن بہ حالتون سَنگين ٿينديون آهن، تہ اُتي حڪومت حرڪت ۾ اچي ويندي آهي، پر پاڻ وٽ اول تہ سنڌ جي "وڏي" وزير کي اها صورتحال 'نارمل' نظر آئي پر بعد ۾ جڏهن هن ميڊيا تي ٿر جي اصل تصوير ڏٺي، پوءِ وڃي هن اهو تسليم ڪيو تہ واقعي اها 'غلطي' اسان جي ئي ڪاتي ۾ آهي. آخرڪار وفاقي سرڪار بہ سُجاڳ ٿي، سپريم ڪورٽ بہ نوٽيس ورتو نيٺ سڄيءَ دُنيا جون نظرون جڏهن ٿر ۾ کُتيون، هر پاسي کان حڪومت تي تنقيد ٿي، تڏهن وڃي رڳو سنڌ سرڪار پنهنجي ان 'ننڍڙي' غلطيءَ جو اعتراف ڪيو ۽ ٿر جي واهر لاءِ 10 ڪروڙ رپين جو اعلان ڪيو وزير اعظم صاحب بہ ٿر لاءِ هڪ ارب رپين جي پئڪيج جو اعلان ڪيو ان بعد مختلف ادارا بہ ٿر جي ماڻهن جي 'درد' کي سمجهي ميدان ۾ لهي پيا آهن.

ٿر ۾ وزير اعظم صاحب جي دوري دوران بہ هڪ عجيب و غريب حالت نظر آئي، پريس ڪانفرنس دوران، جڏهن پي ايم صاحب حال احوال وٺي رهيو هو تہ سنڌ جي سائين بادشاهہ بجاءِ ڪنهن سنجيدگيءَ جو مظاهرو ڪرڻ جي، اهو چيو تہ "هنن (ٿري) عورتن تہ گهونگهٽ ئي نہ کوليو اهو تہ وزير اعظم صاحب کي ڏسي پوءِ هٽايو آهي!".سائينءَ جي اها ڳالهہ وقتي طور تي تہ ڪيئي ماڻهن جي وِندر جو ذريعو بڻي هوندي پر ان ڳالهہ جو تعلق ٿر جي درد سان قطعي ڪونهي، مورڳو حيرت تہ ان تي آهي جو اسان جا حُڪمران، جن ماڻهن جي ووٽ جي بدولت بادشاهي ڪرسين تي براجمان ٿيا آهن، سي پنهنجي رعيت جي رهڻي ڪهڻي ۽ ڪلچر کان بہ واقف ناهن!! اها ڳالهہ تہ تسليم ٿي چُڪي تہ ٿر جو الميو حڪومتي نااهليءَ جو نتيجو آهي پر ان نَلهي امداد سان ٿر واسين جا سُور قطعي ڪونہ گهٽبا، اها سَڪڻي امداد ٿر جي ماروئڙن جي سُورن جو مستقل سامان هرگز نٿي ٿي سگهي. ان لاءِ حڪومت کي وسيع تر حڪمتِ عملي جوڙڻي پوندي، ٿر جا اهي چونڊيل نمائندا، جن جي اقتدار ۾ اچڻ بعد اهم مقصد پنهنجا نوازي رهيو آهي، پنهنجن ماڻهن ۽ ڪميونٽيءَ کي نوڪريون ۽ مراعتون وٺي ڏيڻ آهي، انهن صاحبن کي ٿر جي ماڻهن جي ووٽ جو حق ادا ڪرڻو پوندو ٿر جا اصل رهاڪو اهي ڊاڪٽر حضرات، جيڪي حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ پنهنجون مهانگيون ڪلينڪون کولي ٿر کي الوداع چئي چُڪا آهن، انهن کي پنهنجي ديس جي واهر لاءِ وَرڻو پوندو، اهي سماجي ادارا، جن لاءِ ٿريا، 'بلينڪ-چيڪ' بڻيل آهن ۽ جن جون تصويرون ڏيکاري هو ڊونرز کان ڪروڙين رپين جا فَنڊ حاصل ڪن ٿا، تن کي بہ ذاتي طور تي ٿر جي ماڻهن جي واهر لاءِ پنهنجو وقت وقف ڪرڻو پوندو، ٿر ۾ اُن الميي جو اهم سبب بنيادي توڙي صحت جي سهولتن جي اڻهوند آهي، ٿر فقط مٺي، ڏيپلو يا اسلام ڪوٽ ناهي پر ٿر جا اهي ڏورانهان علائقا، جن تي

آسانيءَ سان نظر بہ نتي پهچي، اُتي جي صحت مرڪزن کي لڳل تالا هٽائي انهن کي مڪمل فنڪشنل ڪرڻو پوندو. ٽر ڪول منصوبي تي سڀ کان پهرين ٿر جي ماڻهن جو حق تسليم ڪرڻو پوندو. ٻي اهم ڳالهہ تہ واقعي بہ جي حڪومت ٿر واسين جي خير خواهہ آهي، تہ بجاءِ ماڻهن کي امداد جو آسرو ڏئي، منجهن هٿ ڏگهيرڻ جي عادت وجهڻ جي، انهن لاءِ مستقل روزگار جا وسيلا پيدا ڪيا وڃن. ٿر ۾ هٿ جي هُنر جي خاص اهميت آهي. گَجَ، رِليون، ڀَرَت، ڀرت ڀريل چادرون توڙي ٻي Embroidery کي بہ ترقي وٺرائي سگهجي ٿي. ٿر جون ناريون جيڪي سادي ڪپڙي تي پنهنجي محنت ۽ هُنر سان خوبصورت منظر چِٽين ٿيون، تن جي هُنر جو قدر نہ پيو ٿئي، مڊل مين اهي شيون سَستي اگهہ ۾ وٺي وڏن شهرن جي واپارين کي 500 واري شئي 5000 ۾ وڪرو ڪن ٿا. حڪومت کي هٿ جي هُنرن کي بہ هٿي وٺرائڻي پوندي، مقامي ماڻهن جي رسائيءَ کي وڏين مارڪيٽن تائين ممڪن بڻائڻو پوندو، نوجوانن جي روزگار لاءِ ديرپا بندوبست ڪرڻا پوندا. تڏهن ئي ٿر جي ماڻهن جي دردن جڳ ڪجهہ درمان ٿي سگهندو. نہ فقط رياست پر سنڌ جي هر سجڻ کي ڏُکيءَ ويل پنهنجن ڏوٿين جي مدد لاءِ اڳتي وڌڻو پوندو. ٿر جي ماڻهن جي اکين مان اُهي لڙڪ تڏهن ئي ختم ٿيندا، جڏهن سندن درد جو احساس هر ماڻهوءَ کي ٿيندو ۽ جي ان درد جو احساس اسان کي اڃا بہ نہ ٿيو، تہ هن قسم جا معصوم سوال اسان کان بہ ٿي سگهن ٿا، جن جو جواب شايد ئي ڪنهن وٽ هجي!

ننڍڙو ٻار ماءُ کان ٿو پڇي تہ: "امان! اسان زمين تي ڇا لاءِ آيا آهيون؟!
ماءُ تي جواب ڏئي: "پُٽ! ٻين جي مدد لاءِ، ٻيو ڇا جي لاءِ؟!"
وري ٻار ٿو پڇي: "امان! پوءِ ٻيا ڇا لاءِ آيا آهن؟!"

*Daily Kawish Hyderabad- march 14th, 2014*

# ٿر جي درد ڪٿا، سنڌ ڪٿا آهي!

حميد سُومرو

ٿر ملڪ سميت سنڌ جي غريب ترين ضلعن ۾ شمار ٿئي ٿو ان مان آدم بوءِ جون خبرون آهن. اڄ انهي ٿر ۾ مائي ڀاڳي جي "ڪڙي نيم ڪي نيچي هون "جي گيت جو راڄ ناهي پر موت جو راڄ آهي. ٿر ۾ ڪاڏي جي ڪوٽ سبب ڪجهه مهينن ۾ 123 ٻار اجل جو شڪار ٿي ويا آهن جُڏهن ته گذريل ٻن مهينن ۾ موت جي منهن ۾ وڃندڙ ٻارڙن جو تعداد 60 ڪان مٿي چڙهي ويو آهي. 15 لک ڪان مٿي آبادي واري ٿر ۾ طبي سهولت جو عالم اهو آهي ته ٻارڙن جي ماهر ڊاڪٽرن جي اڻهوند ڪارڻ بيمار ٻارڙا حيدرآباد ريفر ٿي رهيا آهن. ٿر جي گهرو معيشت لاءِ ڪرنگهي جي حيثيت واﻻ ريندڙ اناج برساتن نه پوڻ ڪارڻ پٽ تي اچي پيئي آهي جڏهن ته انهي معيشت جو ٻيو وڏو حصو 60 لک جي وڏي انگ ۾ چوپايو مال مهاڙي جي بيماري وگهي موت جي منهن ۾ وڃڻ جون خبرون لڳاتار اخبارن ۾ اچي رهيون آهن. جڏهن ته ٿر ۾ برسات گهٽ پيا نه پوندي آهي ته ان کي آفت سٽيل قرار ڏيئي کين اناج جي سهائتا ڏيڻ ماضي کان جاري آهي. گُذريل سال به ڪجهه علائقن کانسواءِ ٿر جي اڪثر علائقن ۾ بارش گهٽ پوڻ ڪارڻ اهو مطالبو ميڊيا ۾ پئي آيو ته ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏنو وڃي، پر سنڌ حُڪومت ڪنهن جي چوڻ ۽ ڪنهن کي راضي ڪرڻ خاطر اهو معاملو ٽاريندي پئي آئي. نتيجي ۾ باهه ينيت ٻڌجي ميڊيا ۾ ظاهر ٿي ته سنڌ جي وڏي وزير قائم علي شاهه جي ڪن تي به جونءِ چري، هن ٿر جو دورو به ڪيو ۽ اعلان ڪيائين ته ضلعي جي گودامن ۾ خوراڪ جي ڪوٽ نه بلڪ مقامي انتظاميه جي غفلت سبب ٻڪ گهرن ۾ ڪاهي پيئي آهي. جڏهن ته صحت جي سهولتن جي اڻاٺ ڪارڻ موت به ٿيا آهن. ضلعي ٿر جي ستن ڪامورن جن ۾ ڊپٽي ڪمشنر ٿر ,ايس ايس پي ٿر، ميڊيڪل سپرينٽينڊينٽ مٺي شامل آهن، کي ڏوهي قرار ڏيئي معطل ڪيو ويو آهي. هر خاندان کي 50 ڪلوگرام ڪڻڪ جي فراهمي جو اعلان ٿيو آهي، هڪ ڪروڙ جون دوائون ڏيڻ جي ڳالهه به ٿي آهي،ضلعي جي گودامن ۾ ڪڻڪ جو ذخيرو 60 هزار ٻورين مان

وڏائي هڪ لک ويهہ هزار ڪيو ويو آهي.

ٿرين جي سهائتنا جتي سنڌ حُڪومت کي ياد آئي آهي، اتي وفاقي حڪومت بہ مدد جو اعلان ڪيو آهي تہ حيدرآباد ڇانوٽي منجهان بہ امدادي سامان جي ٿر روانگي جا اطلاع آهن. انهي موقعي تي بحريہ ٽائون جو ملڪ رياض ۽ لشڪر طيبہ جو حافظ سعيد احمد ڪيئن ٿا ميڊيا ۾ اچي همدردي جتائي واهر ڪرڻ جو وجهہ ڇڏين. سنڌ حُڪومت پاران امداد جي ورڇ لاءِ مقامي ايم پي اي مهيش ملاڻي، اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ مقامي صحافين تي مشتمل ڪميٽي جوڙي ويئي آهي. انهي امداد جي صحيح ورڇ لاءِ تاج حيدر کي ٿر ۾ ترسايو ويو آهي. مسخريون تہ سنڌ جا واڳ ڌڻي اڳ بہ ڪندا رهيا آهن، پر ٿر جي موجوده انساني الميي ۾ هڪ مسخري اها بہ ڪئي ويئي آهي تہ 123 ٻارن جي موت جو ڪارڻ ۽ ذميوار ڳولڻ لاءِ هڪ انڪوائري ڪميٽي جوڙي ويئي آهي، جنهن جو سربراه سنڌ پوليس حيدرآباد ريجن جي ڊي آءِ جي ثناءُالله عباسي کي مقرر ڪيو ويو آهي. انهي المئي ۾ وڏي وزير تہ حڪومت جي نااهلي قبول ڪئي آهي ۽ مڃيو آهي تہ موت جو ڪارڻ بک ۽ طبي سهولتن جي اڻهوند آهي. پر جيڪب آباد مان قومي اسيمبلي جي ميمبر اعجاز جکراڻي جو چوڻ آهي تہ ٿر ۾ موت جو ڪارڻ ڏڪار ۽ بک نہ بلڪ ٿڌ آهي. اهڙي نموني جو وکر وِهائيندي شازيہ مري بہ نظر اچي ٿي تہ ٿر ۾ ٻارڙن ۽ عورتن جي موت جو ڪارڻ اهو آهي تہ ٿري ماڻهو پنهنجو علاج عطائي ڊاڪٽرن ۽ داين کان ڪرائين ٿا. انهي مامري تي فوري رد عمل پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن سنڌ جي صدر ثمرين هاشمي جو بہ آيو آهي، جنهن جو چوڻ آهي تہ ٿر ۾ غذا، دوائن، ڊاڪٽرن جي کوٽ جو ڪارڻ اتان جا ڊاڪٽر نہ بلڪ ڪرپشن آهي، جنهن جا ذميوار سنڌ حُڪومت جا چونڊيل نمائندا آهن. هر انيتاليهہ ڪلاڪن ۾ وزير اعليٰ هائوس مان وزيرن، ايم اين ايز، ايم پي ايز جي سفارش تي ڊاڪٽرن جي مقررين ۽ بدلين جا آرڊر جاري ٿي رهيا آهن. جڏهن گند تان ڍڪڻ لٿو آهي تہ ظاهر اهو ٿيو آهي تہ ٿر ۾ 186 ڊاڪٽرن جون آساميون خالي آهن. انهي ٿر ۾ عورتن جي بيماري جي ڪا ماهر ڊاڪٽر ڪونهي ۽ نہ وري ٿر ۾ ڪو ٻارڙن جو ڊاڪٽر آهي. اتي مقرر ڪيل لاتعداد ڊاڪٽر، وزيرن، مشيرن، ۽ عوامي نمائيندن جي سفارش تي ڪراچي ۽ حيدرآباد جهڙن وڏن شهرن ۾ ويٺا آهن يا وري ڊيوٽي چور آهن. سنڌ حُڪومت، وڏي وزير جي روش ۽ ان جي فيصلن تي جيڪڏهن خلق جو پارو چڙهي ٿو تہ اهو غلط ناهي، ڇو تہ هن حُڪومت تي سنڌ جي ماڻهن جي جان، مال، صحت،تعليم جي ذميواري آهي، جنهن کي انهي پورو نہ ڪري عوامي مينڊيٽ جي توهين ڪئي آهي. جنهن جو ازالو تہ شايد ممڪن ناهي، پر اها حُڪومت اهو ڪري سگهي ٿي تہ ذميواري قبول ڪرڻ کانپوءِ اها اخلاقي طور استعيفيٰ ڏيڻ جو اعلان ڪري، پر ائين ٿيندو ڪونہ، ڇو تہ اهو هتان جي حُڪومتن جو وڙ ڪونهي، جڏهن تہ

انهي نقصان جي ازالي لاءِ جيڪي اعلان ڪيا ويا آهن. اهي سرڪار جي نااهلي ڪان وڏيڪ چڙ ڏيارڻ جو ڪارڻ آهن.

سنڌ جو وڏو وزير قائم علي شاهہ چوي ٿو تہ ڊپٽي ڪمشنر خلاف ڪارروائي ڪرڻ تي مٿس دٻاءُ ايندو پر ڪيس ڪنهن جي پرواهہ ناهي. ٿر ۾ متاثر ماڻهن ۾ امداد ورهائڻ لاءِ ڪميٽي ۾ ان ماڻهو کي کنيو ويو آهي، جيڪو ٻُڌڻ ۾ اچي ٿو تہ ٿر جي اڇي ڪاري جو مالڪ آهي، جنهن جي سفارش تي ئي ٿر جا اڪثر ڪامورا سٽين عهدن تي وينا آهن. اهو ايم پي اي نيٺ ڇا ڪندو. 123 ٻارڙن جي موت جو ڪارڻ ڳولڻ لاءِ هڪ پوليس آفيسر کي مقرر ڪرڻ تي سنڌ جي وڏي وزير جي ذهني صحت تي اڳ ۾ ئي موجود شڪ وڏيڪ سگهارا ٿي ويا آهن. هن حُڪومت جا نمائندا ٿر جي المئي جي ڪهڙي انڪوائري ڪرائيندا، جن کي اهو چوندي شرم بہ نہ آيو تہ "ٿر ۾ موت جو ڪارڻ بک نہ بلڪہ ٿڌ آهي.." تہ ڇا بک جي ذميواري جيڪڏهن سنڌ حُڪومت جي آهي تہ اجهو فراهم ڪرڻ ڪنهن ٻئي مخلوق جي آهي. شازيہ مري جو ائين چوڻ تہ "ٿر جا ماڻهو عورتن ۽ ٻارڙن جو علاج عطائي ڊاڪٽرن ۽ داين کان ڪرائين ٿا" جيڪڏهن هوش جو اهڃاڻ آهي تہ ڇا اهو سيڪجهہ فراهم ڪرڻ سنڌ حُڪومت جي ذميواري نہ آهي. ڇا هي حُڪومت سموري دنيا سان ملينيم ڊيولپمينٽ گولز تي صحيح ڪندڙ نہ آهي تہ سال 2015 تائين هر ٻار کي تعليم ۽ صحت جي سهولت فراهم ڪئي ويندي، هر ويم ماهر دائي کان ڪرايو ويندو. ملڪ مان پوليو جو خاتمو آندو ويندو ۽ هڪ سال جي هر ٻار کي نين بيمارين کان بچاءُ جا حفاظتي ٽُڪا لڳايا ويندا. ٽي بي کي قابو ۾ آندو ويندو. هر گهر ۾ماني ڀِيي جي فراهمي يقيني بنائي ويندي، جنهن جو واعدو سنڌ جي حُڪمران پارٽي جي سربراهہ بينظير ڀُٽو ڪري ويئي هُئي. انهي منزل کي نيپال پورو ڪري ڏيکاريو آهي، جڏهن تہ بنگلاديش جهڙا غريب ملڪ بہ وس آهر عوام سان وفا ڪرڻ ۾ پاڪستان کان اڳيرا آهن. جنهن منزل کان پاڪستان تہ ڏور آهي، پر سنڌ تہ ڪوهين ڏور آهي. ڪجهہ ڏينهن اڳ ميڊيا ۾ جاري ٿيل سنڌ جي تعليم جا انگ اکر سنڌ حُڪومت جي ٻُڏي مرڻ لاءِ شايد اڄا ناڪافي آهن. سنڌ جي حُڪومت تمام گهڻا ڪم ڪيا هوندا، پر هڪ ڪم ڏاڍو جوش سان ڪيو آهي، هن باقي سنڌ کي بہ ٿر جهڙو بنائڻ ۾ ڪا ڪسر ڪونہ ڇڏي آهي.

سنڌ حُڪومت ستن ڪامورن کي ٿر جي المئي جو ذميوار قرار ڏنو آهن، پر ڇا اهو سچ ناهي جيڪو ڊاڪٽر ثمرين هاشمي چيو آهي. ٿر ضلعي جا ڪامورا مقامي پيپلز پارٽي جي نمائندن جا رکرايل آهن. انهن عهدن تي انهن کي رکرايو ويو هوندو، جيڪي عام ماڻهن بدران سندن ذاتي ڪم ڪري، جن جي بجيٽ تي ٻهريون حق عوامي نمائندن جو آهي. هيءُ روش پوري سنڌ ۾ زور شور سان جاري آهي. ٿر سميت

سنڌ جا سمورا ضلعا گهمي ڏسو سنڌ جي ضلعن کي ڪامورا نہ بلڪ عوامي نمائنده ۽ انهن جا ڪارندا پنهجي مخصوص گروهي مفادن هيٺ هلائي رهيا آهن. سپريم ڪورٽ انهي المئي تي نوٽيس ورتو آهي. پر اهو نوٽيس بہ بلدياتي چونڊن جي فرمان جيان عدالتي ڪارروائين ۾ ڪٿي گم ٿي ويٺو آهي. پر هڪڙو فرمان هڪ ڏينهن ضرور جاري ٿيڻو آهي. جيڪو ٿر جي انهن گگدام 60 لک جانورن پاران ايندو جيڪي پلال ۽ گاهہ جي اڻهوند سبب مري رهيا آهن. جيڪو 15 لک کان وڌيڪ ٿرين جي آهہ جو باهہ ۾ تبديل ٿيڻ جي شڪل ۾ سامهون اچڻو آهي. ٿر واسين جي انهن 123 معصوم ٻارڙن جي طرفان ٿيڻو آهي. جن جو موت اڄ جي هن شاهوڪار وسيلن واري دنيا ۾ ٿڏ ۽ بک وگهي ٿيو تہ دنيا کي ڏنڊين آڱريون اچي ويون ۽ دنيا حيرت ۾ تڏهن ونجي وئي جڏهن انهي المئي جي جاچ پوليس جي حوالي ڪئي ويئي. اي سنڌ تون ڪيڏي نہ اياڻي ۽ تنهجو اولاد ڪيڏو نہ سلڇڻو ۽ سياڻو آهي. ذوالفقار ۽ بينظير جي پيپلز پارٽي سان بہ اهڙو ئي حشر ڪرڻ جو وچن ڪيو ويو آهي. جهڙو لطيف جي ٻولي ۾ ظاهر ٿئي ٿو:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڊين جي،
تنين سندا پوئيان ،سيهي لهن نہ سار،
ڪُتون ڪُٽ لُوهار، هاٽي انهين پيٽيئين!

# ٿر جو ڏڪار يا اسان جو ذهني ڏڪار؟

ظفر امام

هتراڌو ڏڪار، ٻوڏ ۽ سوڪهڙو پيدا ڪرڻ هونءَ تہ هميشہ کان اين جو اوز جو ڪم رهيو آهي، پر هيل ميڊيا ٿر ۾ اهو ڪارو ڏڪار پيدا ڪري ڏيکاريو آهي. هڪ حيرتناڪ سنسني پيدا ٿي چڪي آهي. جنهن دوران ڪا منفرد ۽ متضاد راءِ رکڻ باهہ سان کيڏڻ مترادف آهي. پر پاڻ کي اها رسڪ کڻڻي پوندي. اصل ۾ ٿر ۾ هاٽوڪي بحران جا ڪيئي پاسا آهن. پر عجيب غيرذميداري جو مظاهرو ڪندي هر شئي کي گڏمڏ ڪري ان کي ڏڪار جو نالو ڏنو ويو آهي. ميڊيا ۾ رپورٽ ٿيل ڪيئي واقعا درست آهن. پر انهن ۾ سنسني جو بہ وڏو عنصر موجود آهي. جڏهن تہ حڪومت پاران پنهنجي دفاع ۾ چيل ڳالهيون جيڪڏهن سڀ جو سڀ صحيح نہ آهن، تڏهن بہ انهن جو هڪ چڱو خاصو حصو درست ضرور آهي. درست چاڻ جي کوٽ، ڪپت ۽ سنسني پنهي پاسي موجود آهي. يعني ٿر ۾ ڏڪار ڊڪليئر ڪرڻ جو وقت هوندو آهي آگسٽ وارو مهينو. تنهن وقت اسان جي سموري سنگت ڪٿي هئي ۽ خود سنڌ حڪومت پڻ؟ فيبروري - مارچ ٿر ۾ ان ڪاري ڏڪار جو وقت تہ بلڪل ڪونهي، جنهن جو ڏس ميڊيا ڏئي رهي آهي. تنهنڪري هي اوچتو اپريل ڏڪار سمجهہ ۾ اچڻ جهڙو ڪونهي. هر سال سوڪهڙو رهندو آهي. ٿر جي زندگيءَ ۾ اهو معمول آهي. اها بک، جيڪا اوچتو ئي اوچتو نہ صرف سموري سنڌي ميڊيا بلڪ اردو ميڊيا کي بہ نظر اچي وئي آهي، اها ٿر جي زندگي جو هڪ خاصو رهي آهي. سياسي پارٽيون ۽ مذهبي تنظيمون هن وقت پوائنٽ اسڪورنگ ڪري رهيون آهن. تحريڪ انصاف جهڙي پارٽي ٿر جي ڏڪار تي واويلا ڪري رهي آهي، اها پارٽي جنهن تازي جيٽ بمباري ڪانپوءِ لڏپلاڻ ڪندڙ اتر وزيرستان جي ماڻهن لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو!

اصل ڳالهہ ڇا آهي؟ ڇا ٿر ۾ هينئر واقعي شديد ڏڪار آهي؟ ڇا غذائي بحران ان سطح تي پهچي چڪو آهي جو ٻارن جو موت فقط ان وگهي ٿي رهيو آهي، يا ڪي ٻيا بہ سبب آهن؟

مٺي سول اسپتال ٿرپارڪر جي وڏي ۾ وڏي اسپتال آهي، پر صحت جي سهولتن کان وانجهيل آهي. تنهن هوندي بہ ان اسپتال ۾ ٻارن جو موت مڪمل طور تي نہ تہ غذائي کوٽ سبب ٿيو آهي، نہ رڳو بک وگهي. ٻارن جي موت جا ڪيئي سبب آهن، پر اسان وٽ تحقيقي صحافت جو رواج ڪونهي جو اها محنت طلب آهي. جڏهن تہ سنسني ڦهلائڻ آسان ڪم آهي. ميڊيا ۾ رپورٽ ڪيل 120 يا 130 جي لڳ ڀڳ موتن جي برعڪس جنوري 2014ع کان ويندي هلندڙ مهيني مارچ تائين فوت ٿي ويل ٻارن جو انگ 47 کان 48 آهي. جڏهن تہ اسان واري سنڌي توڙي "قومي" ميڊيا ان انگ کي غلط انداز سان سئو کان مٿي رپورٽ ڪري رهي آهي ۽ وڏي ڳالهہ تہ سڀ جو سڀ موت بک يا ڏڪار وگهي ٻڌايا پيا وڃن. جيڪا پڻ هڪ وڏي مس رپورٽنگ آهي. ڪا صحافتي ذميواري ٿيندي آهي، ڪا کوج ۽ تحقيق ٿيندي آهي. هتي ان ڳالهہ کان سنگت ڪوهين ڏور آهي.

اعتماد جوڳي ذريعن کان مليل چارٽ موجب مٺي سول اسپتال هلندڙ مالياتي سال جي پهرين ٻن مهينن ۾ ئي پنهنجي سالياني بجٽ کپائي چڪي هئي. ڇا ڪنهن بہ تڏهوڪي ايم ايس جناب ڊاڪٽر عبدالجليل پرگڙي کان اهو پڇڻ جي تڪليف ڪئي تہ اهو فنڊ ٻن مهينن جي اندر ڪيئن کپي ويو؟ ان تي ڪا انڪوائري ويهاري وئي؟ ان ڳالهہ جو بهتر جواب ڊاڪٽر عبدالجليل پرگڙي صاحب، سنڌس ٽيم ۾ شامل ڪلارڪ ڀواني صاحب ۽ اها سموري ٽيم ڏئي سگهي ٿي جيڪا ڊگهي عرصي کان اسپتال کي هلائي رهي هئي. ڊاڪٽر عبدالجليل صاحب ايم ايس جي عهدي تان فارغ ٿي ٿرپارڪر جو ڊائريڪٽر هيلٿ وڃي ٿيو. ان عرصي ۾ اها چارج ڊاڪٽر جواهر لال وٽ آئي. منهنجو سوال فقط هي آهي تہ مٺي سول اسپتال مان 120 کان مٿي ٻارن جو موت رپورٽ ڪندڙ ميڊيا هن ئي اسپتال ۾ ڊسمبر مهيني تائين ٿيل موتن تي ڇو خاموش رهي؟ صرف تڏهن ئي ڇو متحرڪ ٿي وئي جڏهن ڊاڪٽر جواهر لال وٽ ايم ايس جي چارج آئي؟ سمورا موت، جيڪي سموري سال ۾ ٿيا اهي ڊاڪٽر جواهر لال جي کاتي ۾ ڇو وڌا ويا؟ وڌيڪ اهو تہ سموري سال ۾ فوت ٿيل ٻارن کي صرف ٽن مهينن اندر بيماري، بک ۽ خاص طور تي ڏڪار وگهي فوت ٿيل ڇو ڄاڻايو ويو؟ ڇا ڊاڪٽر عبدالجليل پرگڙي ۽ سنڌس ٽيم سان گهٽي آءِ ڀڳت هئي ۽ ڊاڪٽر جواهر لال جي آفيس مان ڪي لفافا ٻاهر نہ پئي نڪتا؟ ڳالهہ ۾ وڏي مام آهي! ڪي سمجهو ئي سمجهن. ڊسمبر تائين اسپتال جي چارج ان ئي ڊاڪٽر پرگڙي صاحب وٽ رهي، جنهن کي هن وقت ٻيهر ايم ايس بڻايو ويو آهي، پر ڊسمبر تائين ٿيل موتن جو تعداد سيني کان وڌيڪ رهيو آهي. ميڊيا سمورو سال ڪهڙي مام تحت خاموش رهي؟

اسان واري ميڊيا جي ٻڌايل سبب، يعني صرف ۽ صرف ڏڪار جي برعڪس، سول اسپتال مٺي ۾ فوت ٿي ويل ٻارن جي موت جا اهم ڪارڻ هي بہ آهن.

1. Neonatal fetuses يا ڄمر وقت دائين پاران ٻارن جو ناڙو غلط نموني سان ڪٽڻ، پراڻو بليڊ استعمال ڪرڻ وغيره جي ڪري پيدا ٿيندڙ انفيڪشن وغيره. ٿر ۾ تربيت يافته مڊ وائيف جي کوٽ سبب ويمر دائيون ڪرائين ٿيون. جيڪڏهن شازيه مري يا روبينا قائمخاني اها ڳالهه ڪن ٿيون ته ان جو مطلب هرگز اهو ڪونهي ته هو لازمي طور تي غلط ڳالهه ڪري رهيون آهن ڇو ته هو حڪومت سان لاڳاپيل آهن. جذباتيت جو عنصر ٻاهر ڪيدي هن معاملي کي ڏسڻو پوندو. دائيون تربيت يافته نه هئڻ ڪري ٻار ۽ ماءُ ٻئي خطري ۾ پئجي وڃن ٿا. صفائي نه هئڻ ڪري انفيڪشن وڌن ٿا. مناسب سهولتون نه هئڻ ڪري ٻار خطري واري حالت ۾ اسپتال تائين پهچن ٿا. اسپتال ۾ مناسب سهولتون نه هئڻ سبب انهن جو موت واقع ٿي وڃي ٿو. سول اسپتال مٺي ۾ هيل تائين ٿيل موتن جون طبي رپورٽون ان ڳالهه جي تصديق ڪنديون.
2. Birth Asphyxia يا ٻار جو ٻڌل ڄمڻ، هن جو ڪارڻ به غير تربيت يافته دائين پاران ويمر ڪرائڻ سان گڏوگڏ مائرن جو غير صحتمند هئڻ پڻ آهي. اڪثر ٻار ڄمر وقت ٻڌل ڄمن ٿا، جنهن ڪانپوءِ جي اهي بچي به وڃن ٿا ته ڪين ڪيئي بيماريون لاحق ٿين ٿيون. ٿوري ڪي گهٽي عرصي بعد انهن ٻارڙن جو موت واقع ٿي وڃي ٿو.
3. Pneumoniaنمونيا جي بيماري اڪثر ڪري سردي ۾ واقع ٿئي ٿي. سول اسپتال مٺي ۾ وڏي تعداد ۾ ٻار، هنن سردين ۾، يعني هتايل ايم ايس ڊاڪٽر جواهر لال جي عرصي دوران انهيءَ بيماري ۾ پڻ فوت ٿيا آهن، جن کي پڻ اسان واري ميڊيا غلط رنگ ڏئي انهن کي فقط بک ۽ ڏڪار وگهي فوت ڄاڻايو.
4. Anemiaيا رت جي کوٽ واري بيماري، مٿئين سڀني بيمارين منجهان فقط هيءَ ئي هڪ بيماري آهي جيڪا غذا جي کوٽ يا ڏڪار سان سڌي ريت ڳنڍي سگهجي ٿي. اسان واري ميڊيا هڪ قسم جي Hype پيدا ڪئي آهي. ڇا انهن منجهان ڪنهن هڪ به سول اسپتال مٺي ۾ فوت ٿيل ٻارن جي موت جو سبب ڄاڻائيندڙ ميڊيڪل رپورٽون پڙهي ڏٺيون؟ ڳڻپ ڪئي وئي ته ڪيترا ٻار اينيميا وگهي فوت ٿيا؟

جنوري کان مارچ تائين اينيميا وگهي سول اسپتال مٺي ۾ صرف 3 کان 4 موت ٿيا آهن. ان جو مطلب ته 120 کان مٿي ٻارن جو موت بک/غذا جي کوٽ/ڏڪار سان ڳنڍيندڙ اسان واري ميڊيا واري سنگت اهو ڄاڻڻ جي تڪليف به نه ڪئي ته مٿئين بيمارين مان بک سان سڌي ريت ڳنڍيل بيماري فقط اينيميا آهي. جيڪا انهن ٽن مهينن ۾ مشڪل سان ڪي ٽي چار ٻار اجل جو شڪار ڪري سگهي آهي. هي انگ اکر مٺي سول اسپتال جي ميڊيڪل رپورٽن مان گڏ ڪيا ويا آهن. ٿر ۾ ڏڪار جيترو به

آهي. اهو هر سال معمول جو سوڪهڙو آهي. ان کان نہ وڌ آهي نہ گهٽ آهي. باقي هنن کي هاڻي اوچتو اهو پُورا اچي چڪو پيو آهي. ان پنيان وڏي رام ڪهاڻي آهي.

مٿي جاڻايل بيمارين کانسواءِ سول اسپتال مٺي ۾ ٻارن جي فوتگي جو ڪارڻ Pre-Term Birth يا وقت کان اڳ جمڻ، Low birth weight يا پيدائش وقت گهٽ وزن هئڻ پڻ آهن. تحقيقي صحافت جو اسان وٽ رواج ڪونهي، نہ تہ ٻارن جي موت جا ميڊيڪل سبب جاڻڻ کانسواءِ سڀ جو سڀ سڌي ريت ڏڪار جي کاتي ۾ ليکيا نہ وڃن ها. ها، اهو ضرور آهي جو مٿين بيمارين جو واسطو ڪنهن نہ ڪنهن طور تر ۾ هر وقت گهر ڪري ويٺل غربت ۽ ان سبب Malnutritionسان ضرور آهي. پر انهن جو سڌو ۽ فوري واسطو ڏڪار سان ڪونهي.

ان کانسواءِ اسان جي ميڊيا اهو Hype پڻ پيدا ڪيو آهي تہ ڏڪار وگهي ٿر مان لڏپلاڻ وڏي پئماني تي شروع ٿي چڪي آهي. مان سمجهان ٿو تہ اها پڻ هڪ وڏي مس رپورٽنگ آهي. مارچ جي مهيني ۾ ٿر جا سوين ڳوٺ هونءَ ئي ماڻهن کان خالي ٿيندا آهن ۽ ماڻهو بيراجي علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪندا آهن ڇو تہ اتي ڪڻڪن جو لابارو شروع ٿي ويندو آهي. ڳوٺن جا ڳوٺ هر سال هن ئي مهيني کان خالي ٿيڻ شروع ٿيندا آهن ڇو تہ پيل. ڪولهي ۽ اهڙا ٻيا محنت ڪش خاندان ڏهاڙي تي ڪم ڪرڻ لاءِ ٻارن ٻچن سميت لاباري لاءِ اسهي ويندا آهن. هاڻي جيڪڏهن ڪو انهيءَ معاملي کي بہ ڏڪار سان ڳنڍي ٿو تہ پوءِ اها پڻ وڏي بدديانتي ٿيندي. ٿر ۾ ڏڪار وگهي ڪا بہ وڏي پئماني تي لڏپلاڻ شروع ڪونهي ٿي. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪيسن کانسواءِ ساليانی معمول واري لڏپلاڻ ٿي رهي آهي.

اصل مسئلو ٿر ۾ هن وقت چوپائي مال ۾ پيدا ٿيل بيمارين ۽ انهن ۾ٽورن جو مرڻ آهي، جنهن تي مالوند ماڻهن جو گذران آهي. ان ئي سبب ماڻهو مشڪلاتن کي منهن ڏئي رهيا آهن. ان ڳالهہ جو واسطو ڏڪار سان مڙئي گهٽ ۽ لائيو اسٽاڪ کاتي جي نااهلي ۽ مناسب وقت تي ويڪسينيشن نہ ٿيڻ سان وڌيڪ آهي.

هينئر ڇا ٿيو آهي؟ ٿر جي هزارين ايڪڙن تي ڦهليل چراگاهن (گئوچرن) تي روينيو کاتي جي ڪرپٽ عملدارن سان ملي، بااثر سياسي شخصيتن قبضا ڪري ورتا آهن. مال کي چارو نہ مليو آهي ۽ مال مرڻ شروع ڪيو آهي. سچ جو علم هر وقت بلند ڪيو ويٺل قلم ڌڻين کان اها تڪليف ئي نہ ٿي آهي جو هو گئوچرن تي ٿيل سياسي شخصيتن جي قبضن تي ڪا هڪ بہ سني اسٽوري ڪري سگهيا هجن. هيل تہ ايئن بہ ٿيو آهي جو گئوچر تہ رهيا پنهنجي جاءِ، پٽن تي بہ پوک ڪئي وئي آهي. ايئن ٿر جو قدرتي ايڪوسسٽم شديد متاثر ٿيو آهي. مال بکون ڪاٽڻ ۽ بيمارين ۾ مرڻ لڳو آهي. ڪو انهن بااثر سياسي شخصيتن کان وڃي پڇي، جن جو واسطو حڪومتي پارٽي سان آهي، تہ انهن گئوچرن تي ناجائز قبضا ڇو وڃي ڪيا آهن. انهن

متان سياسي جهنڊا کوڙي هو ته جي سرزمين سان ڪهڙي محبت ڏيکاري رهيا آهن. هاٺي جڏهن پاڻي پل هينان وهي چڪو آهي، تڏهن ان تي واڳونءَ وارا ڳوڙها ڳاڙيا پيا وڃن.

ٿر ۾ ڏڪار جو شوشو ڇڏيندڙ بااثر سياسي ۽ حڪومتي شخصيتن، سول اسپتال مٺي سميت ننڍين وڏين اسپتالن ۽ بي ايچ يوز جا فنڊ پنهنجن لوپي ۽ نوڪي عملدارن سان ملي کائي ڇڏيا. نتيجي ۾ اسپتالن اندر سهولتن جي اڻ هوند پيدا ٿي پئي. بعد ۾ سندن لاءِ ناپسنديده ٻٽيل سول سرجن جواهر لال کي هٽائڻ ۽ وڏيڪ فنڊ گهرائڻ لاءِ ٻارن جي موت کي غلط نموني استعمال ڪيو ويو. پر هي هترادو "ڏڪار" پيدا ڪندڙن کي پاڻ کي به خبر ڪو نه هئي ته اهو مسئلو ان سطح تي وڏي ويندو جو ڪين ٿي ڳچي ۾ پئجي ويندو يا وري ميڊيا نوڙيءَ مان نانگ ناهي ڇڏيندي. هي مسئلو هاٺي وڏي وڻ تي ويو آهي. ملڪي سطح تي انهيءَ مسئلي تي سياست ٿي رهي آهي. جماعت اسلامي ۽ جماعت الدعوه کي به وارو ملي ويو آهي. سيني اچي مٺي شهر ۾ سرڪس وارو تنبو کوڙيا آهن. امداد جي جيڪا نئين کيپ پهتي آهي، ان سان سياسي شخصيتن ۽ بااثرن جا وارا نيارا ٿي ويا آهن. جو ته امداد ورهائڻ جو ڪم به سندن ذمي لڳو آهي. هي ته ايئن ٿيو جو گدرن جي واڙيءَ جو چوڪيدار گدڙ کي ڪيو ويو آهي!

جيڪڏهن هيءَ نااهل سنڌ حڪومت واقعي هن معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ سنجيده آهي ته ان کي شروعات پنهنجي پارٽي منجهان ٿي ڪرڻي پوندي. سڀ کان پهرين ته ٿر ۾ ڏڪار بابت اصل حقيقتون هٿ ڪرڻيون پونديون. ٻارن جي موت جا اصل طبي ڪارڻ جاچڻا پوندا. ان ڪانپوءِ امداد جي ورڇ جي شفافيت کي يقيني بڻائڻو پوندو. ۽ اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ سان گڏ ٿر ۾ پڻن ۽ گئوچرن تان پنهنجي پارٽي جي بااثرن جا ناجائز قبضا ختم ڪرائڻا پوندا. ٿر ۾ ڪٽڪ موڪلي، امدادي ڪيمپون لڳائي، ماڻهن کي سامان جي ٿيلهين پويان ڊوڙائڻ سان ٿر کي ڪو به رليف نه ملندو. جيڪڏهن امداد ڪرڻي آهي ته ٿر جي ڏورانهن ڳوٺن ۾ وڃي ڪرڻ گهرجي. مال جي ويڪسينيشن ڪرائجي، هيٺين سطح تائين صحت جي سهولتن کي ممڪن بڻائجي، اسپتالن مان ڪرپشن ختم ڪجي. روينيو کاتي کي لغام ڏجي، اهي سڀ قدم کڻڻ کانسواءِ ٿر ۾ ٻک ۽ موت کي مستقل طور تي شڪست نه ٿي ڏئي سگهجي.

# غربت جي مار

## علي حسن

هڪ ڊوڙ لڳي پئي آهي، اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ ريگستاني علائقي ٿرپارڪر ۾ ڪيترا ٻار فوت ٿي ويا آهن. ميڊيا فوت ٿيل ٻارن جو انگ ڳڻي رهي آهي. سببن تي روشني وجهڻ لاءِ ڪو تيار ناهي. سنڌ ۾ جيڪي بہ ريگستاني علائقا آهن، انهن مان ٿرپارڪر پنهنجي ايراضي جي لحاظ کان سڀني کان وڏو آهي. 22 هزار چورس ڪلوميٽر ايراضي آهي. ٻني ٻاري جو سمورو دارومدار سواءِ هڪ محدود علائقي واري آبادي ڪاسبي جي سمورو ٿرپارڪر ٻني ٻاري ۽ پيئڻ جي پاڻي تي ڀاڙي ٿو. ڪاسبو پاڪستان جي سرحد جي ويجهو آهي. جتي ماڻهو ٽيوب ويل استعمال ڪري بهترين پوکي ڪندا آهن. اڳوڻي صدر جنرل پرويز مشرف جي دور ۾ جڏهن ارباب رحيم سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو تہ پيئڻ جي پاڻي لاءِ پائيپ لائين نهري علائقي نئون ڪوٽ کان شروع ٿي، جيڪا اجا تائين پوري نہ ٿي آهي. روڊن جو بهرحال هڪ اهڙو ڄار ضرور تيار ٿيو آهي، جيڪو پنجن تعلقي هيڊڪوارٽرن کي هڪٻئي سان ملائي ٿو. ڪراچي ۾ 360 ڪلوميٽر جي فاصلي تي ٿرپارڪر جو هيڊڪوارٽر مٺي واقع آهي. انهيءَ کان پوءِ ننگر پارڪر تائين 200 ڪلوميٽرن جو سفر آهي. سوين ڳوٺ اڄ بہ اهڙا ئي آهن، جتان پڪي روڊن تي چڙهڻ لاءِ ڪئين ڪلاڪن تائين واريءَ ۾ هلندڙ چڪڙن تي سفر ڪرڻو پوندو آهي. ٿرپارڪر ۾ ٻين وڏن شهرن وانگر تعليمي ادارا ۽ اسپتالون موجود آهن. پر انهن جي ڪارڪردگي تي اهڙي ريت سواليہ نشان لڳل آهن، جيئن سنڌ جي ٻين شهرن جي تعليمي ادارن ۽ اسپتالن جي ڪارڪردگي تي لڳل آهن. قومي اسيمبلي هجي يا صوبائي اسيمبلي، ٿرپارڪر جي عوام جي نمائندگي موجود آهي. ٿرپارڪر ۾ ڪارو سون هجڻ جي اميد عوام کي بار بار ٻڌائي ويندي آهي، انهيءَ ڪوئلي مان بجلي تيار ڪرڻ جي منصوبن جو ذڪر بار بار ڪيو وڃي ٿو پر عملي طور صورتحال سامهون نہ آئي آهي. پيئڻ لاءِ پاڻي فراهم ڪرڻ لاءِ 30 سال اڳ سازدا نالي هڪ اهڙو بہ ادارو قائم ڪيو ويو هو جنهن کي ريگستاني علائقي ۾ پاڻي جو بندوبست ڪرڻو هو. سازدا ان وقت ڪرپشن جي ور چڙهي ويو. اداري کي

فعال ڪرڻ بدران انهيءَ کي دفن ڪرڻ ئي بهتر سمجهيو.

گذريل سياري ۾ سخت ترين سيءَ پيا. انهي دوران جيڪي ٻار پيدا ٿيا، انهن جي گهڻائي نمونيا جي بيماري ٿي. ڏورانهن علائقن ۾ ماڻهن کي عطائي ڊاڪٽر ملي ٿا وڃن. جڏهن اهي سندن خاطر خواهه مدد ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي وڃن ٿا ته اهي کين سرڪاري اسپتال وڃڻ جو مشورو ڏين ٿا. انهي وقت تائين جام دير ٿي چڪي هوندي آهي. جيڪي اسپتال پهچن ٿا، انهن کي ترت طبي امداد نٿي ملي سگهي، ڊاڪٽر موجود نه هوندو آهي. جيڪڏهن دوا موجود هوندي آهي ته انهيءَ جو اثر نه هئڻ برابر هوندو آهي. سول اسپتال مٺي جي قائم مقام سپرنٽينڊنٽ ڊاڪٽر جليل پرڳڙي جو چوڻ آهي ته گذريل سال فقط 195 ٻارن جو موت رڪارڊ تي آهي. جنوري، فيبروري، مارچ مهيني ۾ انگ حيران ڪندڙ حد تائين نه آهي. ڊاڪٽر جليل تازو ئي ڊسٽرڪٽ آفيسر به مقرر ڪيو ويو آهي.

سرڪاري اسپتال ۾ موجود رڪارڊ پنهنجي جڳهه تي، پر جيڪي موت اسپتال کان پري ڪنهن ڳوٺ ۾ ٿيا هوندا، انهن جي داخلا ته ڪٿي به نه هوندي. بهرحال انهن ئي نتيجن ۾ ٿيندڙ موت کي ميڊيا ڏڪار جو سبب قرار ڏنو. ڏڪار جو ٻڌي سيئي ڏکي ويا ۽ ٿرپارڪر ڏانهن هڪ ڊوڙ لڳي وئي. حڪومت، فوج ۽ سرنديءَ وارن ماڻهن ڪڻڪ ۽ دوائون موڪلڻ شروع ڪري ڇڏيون. حڪومت سميت ڪنهن وٽ ڪوبه منصوبو نه آهي ته آخر ضرورتمند ماڻهن جي مدد ڪهڙي ريت ڪئي وڃي. امدادي سامان مٺي هيڊڪوارٽر پهچائي انهن کي ڪهڙي ريت گدام ۾ پرڻ سان مدد جو مقصد حاصل نٿو ٿئي. ڪو ضرورتمند ماڻهو ڪهڙي ريت مٺي يا پنهنجي هيڊڪوارٽر ڪيئن پهچندو ۽ پاڙو ڪتان آڻيندو. انهي سامان کي ضرورتمند ماڻهن ۾ ورهائڻ مقصد جي حاصلات هوندي، پر ان لاءِ ته منصوبي جي ضرورت هوندي، جنهن لاءِ جيڪڏهن حڪومت تيار هجي ها ته ٿرپارڪر جي ماڻهن کي هي ڏينهن نه ڏسڻا پون ها. معدني وسيلن جي لحاظ کان ٿرپارڪر غريب علائقو نه آهي، هتي عالمي معيار جو گرينائيٽ پٿر موجود آهي، هتي چائنا ڪلي موجود آهي، هتي اهي وڻ موجود آهن، جن مان لوبان پيدا ٿيندو آهي. تعليم يافته ماڻهن جي انگ جي حوالي سان ٿرپارڪر جي ماڻهن جو وڏو انگ سرڪاري يا غير سرڪاري ادارن ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. سنڌ ۾ ضلعي ٿرپارڪر سان تعلق رکندڙ ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪندڙن جو وڏو انگ موجود آهي. جيڪڏهن اهي مهيني ۾ هڪ هڪ ڏينهن به دورو ڪن ته ماڻهن کي صحت جي حوالي سان درپيش مسئلن ۾ ڪمي اچي سگهي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر جا جذبا جوش هڻن ٿا ته اهي مٺيءَ جو قرض لاهڻ لاءِ هليا ويندا آهن. ٿرپارڪر جي تعلقه اسپتالن ۾ ڪنهن به قسم جي سهولت موجود نه آهي.

مختلف ڪاروباري ماڻهن جو انگ بہ ڪو گهٽ نہ آهي. ٿرپارڪر ۾ جنهن شئي ڪوٽ آهي. سا قابل عمل منصوبابندي آهي. ٿرپارڪر جي آبادي اڪثريت مالي لحاظ کان ڪمزور آهي، انهن کي تہ نانگ ڪکڻ جي علاج لاءِ بہ انجيڪشن قرض يا وياج تي رقم وٺي خريد ڪرڻو پوندو آهي. هتي وياج جو ڪاروبار وڏي پئماني تي هلي ٿو. انهيءَ ڪاروبار جي ڪري ماڻهو جبري پورهيي جو بہ شڪار ٿين ٿا. پنهنجن زيورن کان بہ محروم ٿي ويندا آهن. ٿرپارڪر کي غربت ماريو آهي. انتظاميا جي ٻڙي ڪارڪردگي ماريو آهي ۽ حڪمرانن جي عدم ڏيان ماريو آهي. اهڙي مار جو علاج ڪنهن سرنديءَ واري ماڻهو وٽ نہ آهي. تعليم، صحت، لائيو اسٽاڪ، رليف جو ڪاتو هجي يا ڪو ٻيو ڪاتو هجي، انهن جي ڪارڪردگي ٻڙي انهيءَ ڪري آهي جو لاڳاپيل وزير ڏورانهن علائقن جو دورو نٿا ڪن. سنڌ ۾ تہ وزيرن جي جيڪا ڪارڪردگي آهي، اها تہ هڪ مضمون جي گهر ڪري ٿي. ٿرپارڪر ۾ پوڪيءَ جو دارومدار برسات تي آهي. پهرئين برسات کان پوءِ زمين ۾ هر هلايو ويندو آهي ۽ ٻج ڇٽيو ويندو آهي. ٻئين ۽ ٽئين برسات کان پوءِ فصل تيار ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ٻئين يا ٽئين برسات وقت تي نہ ٿئي ۽ ضرورت کان وڌيڪ ٿي وڃي تہ پهرئين برسات کان پوءِ ٿيندڙ محنت ضايع ٿي ويندي آهي. جن زميندارن سان ايئن ٿيندو آهي، انهن وٽ بہ خوراڪ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ موجود هوندو آهي. جن وٽ ڪجهہ ناهي هوندو، اهي ئي ضرورتمند ۽ غريب ماڻهو آهن. انهن وٽ خوراڪ لاءِ ڪجهہ موجود ناهي هوندو. انهن جو مال متاع بہ پنهنجي مالڪ وانگر متاثر ٿيندو آهي. ڪڻڪ تہ انهن لاءِ ڪنهن سوغات کان گهٽ نہ آهي. چو تہ ٿرپارڪر ۾ ماڻهو ٻاجهر تي گذارو ڪن ٿا. انهن علائقن ۾ ڪڻڪ پيسائڻ بہ ڪنهن محنت کان گهٽ نہ آهي. ڪڻڪ جو اٽو 50 رپيا في ڪلو وڪامجي ٿو جنهن کي خريد ڪرڻ هارين ۽ مزدورن لاءِ ممڪن ئي ناهي هوندو جنهن وقت ۾ پوکي نہ ٿئي، تہ زندگي گذارڻ اجا بہ مشڪل ٿي ويندي آهي. انهن ماڻهن کي سندن گهرن جي ويجهو ئي امداد پهچائي وڃي تہ بهتر ٿيندو. هن تماشگاهہ ۾ حڪومت کي جيڪو ڪم جنهن انداز ۾ ڪرڻ گهرجي، اهي حڪومتن کان نٿا ٿين ۽ اهو ئي اسان جي مسئلن جو بنيادي سبب آهي، جيڪو هڪ کان پوءِ ٻئي الميي کي جنم ڏئي ٿو.

## رٿابندي ڪريو

ميڊيا جي ڪجهہ ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ ٿرپارڪر ۾ منجن مليو ۽ سيئي انهيءَ کي وڪڻڻ لاءِ نڪري آيا. هڪ اهڙو گوڙ ٿيو جو وزيراعظم سوڌو سيئن پنبڻ متي ڪري، اکيون متي ڪنيون. ڪنهن ڳٽيءَ جو دامن پڪڙيو، ڪنهن پڇتاءَ ۾ خاموشي اختيار ڪئي. سيني کان سنو پهلو اهو آهي تہ ميڊيا جي گوڙ سبب ئي حڪومت کي ڳٽي

ونئي وئي. پئسو پاڻي، ڪَڪڙ، دوا، سڀئي آنديون وڃون. گهڻن جو خيال هوندو آهي تہ مشهوريءَ جو سونهري موقعو آهي، هتان نہ وڃڻ گهرجي. ڪهڙا خيراتي ادارا، ڪهڙا مخير ماڻهو ڪهڙي حڪومت، سڀئي نمبر ناهڻ نڪري پيا. سيني سوچيو تہ ڪنهن منصوبي ڪان سواءِ انهن جي مدد يا خيرات سان ڏورانهين ريگستان ۾ صدين ڪان آباد ماڻهن جو مسئلو حل ٿي ويندو. هي سڀڪجهه ايئن ئي آهي. جو چار ڏينهن جي چانڊني ۽ پوءِ اونداهي رات آهي. پاڪستان جي غريب عوام جي قسمت بهترين آهي، جو اهي پنهنجن هٿن سان اهي ڪم ڪندا آهن. جيڪي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڪونہ ٿيندا آهن. پاڪستاني پنهنجي مزاج جي لحاظ ڪان وچ اوڀر، ڏور اوڀر، آفريڪا ۽ يورپ جي ڪئين ملڪن ڪان بهتر ماڻهو آهن.

انهن جو الميو فقط اهو آهي تہ انهن جا حڪمران ۽ حڪمرانن جي ماتحت عملو ڪنهن منصوبي ڪان سواءِ ڪم ڪندو آهي. جيڪڏهن منصوبا ناهيندا آهن تہ انهن تي عملدرآمد ڪوتاهي ۽ بدعنواني ايتريقدر ٿي ويندي آهي، جو منصوبو ڍير ٿي ويندو آهي. متاثر ماڻهن جي ڏک ۽ ميڊيا جو پيٽ ڀرڻ لاءِ اهڙيون ڪارروايون ڪيون وينديون آهن. اهي سڀئي ماڻهو واهہ واهہ ڪندا آهن ۽ انهيءَ ڪان پوءِ اونداهہ ئي اونداهہ هوندي آهي. سرڪاري آفيسرن جي بدلي اهڙي معنيٰ ٿي رکي، انهن ڪي ميدان ۾ بيهاري چو نٿو پڇيو وڃي تہ اوهان پنهنجي ذميواري ادا ڪرڻ ۾ ناڪام ڇو ويا؟ تہ وڃو يا گهر وڃو. پهرئين عمل ڇو نہ ڪيو. بي معنيٰ ۽ بي مقصد ڪارروائي يا اپاءَ بنا نتيجي رهن ٿا.

ريگستاني ٿرپارڪر غريب ۽ ٿڌي مزاج وارن ماڻهن جي ڌرتي آهي، انهن ۾ برداشت جي وڏي قوت آهي. درگذر هو انهيءَ ڪري ڪندا آهن. جو انهن جي ڪير نٿو ٻڌي. انهيءَ ڪري اهي وچڙڻ ڪان پرهيز ڪندا آهن. ميلن جا ميل پيادا هلندڙ پنهنجي زبان تي اف بہ نٿا آڻين. مٿن تي ميلن جا ميل پري ۽ ڇيلهہ تي پاڻيءَ جا گهڙا کڻي عورتون پنهنجي جفاڪشيءَ جو ڪو مٽ نٿيون رکن. کوهہ مان پاڻي ڀرڻ هر ڪنهن جي وس ۾ ڳالهہ ناهي هوندي. انهيءَ سموري ڏکي صورتحال جي باوجود جيڪڏهن اهي ڪجهہ چون نٿا. تہ انهيءَ جو مقصد اهو ناهي هوندو تہ اهي ڪجهہ چئي نٿا سگهن. جيڪڏهن حڪومت ڪجهہ ناهي ڪيو حڪومت جا وزير ناڪام رهيا آهن. جيڪڏهن سرڪاري آفيسر پنهنجي مستيءَ ۾ مگن رهيا تہ ٻين ماڻهن بہ هن علائقي ۾ ڪجهہ ناهي ڪيو. هالا جا مخدوم پنهنجن مريدن جي ٻل تي هتي چونڊون وڙهي ڪامياب ٿين ٿا. پير پاڳارو پنهنجن مريدن سبب ئي انهيءَ علائقي ۾ پنهنجو اثر رکي ٿو. ملتان جو شاهہ محمود قريشي بہ هن علائقي جي ماڻهن جو روحاني پيشوا چورائي ٿو. جيلاني بہ روحانيت جي پيش نظر هر پيري اليڪشن ۾ حصو وٺي ٿو. راجپوتن جو سربراهہ همير سنگهہ هجي يا نهڙي برادريءَ جو بااثر ارباب هجي، بنا

مقصد هن علائقي ۾ اچڻ ئي نتا. بس اليڪشن جو اعلان ڪري چڙهيو پوءِ ڏسو اهي ماڻهو اهڙيءَ طرح علائقي تي يلغار ڪن ٿا. ڇا انهن مان ڪنهن بہ بروقت آواز اٿاريو هو تہ ٿرپارڪر جي اسپتالن جي حالت تمام خراب آهي. يا ڪنهن اهو آواز اٿاريو هو تہ ڪاري پاڻيءَ کي مٺي پاڻيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ جيڪي بہ پلانٽ لڳا آهن، اهي ڪم نہ ڪري رهيا آهن. ڇاڪاڻ تہ ناڪاره پلانٽ لڳائي پئسا کيسن ۾ وڌا ويا. اڃا هاڻوڪي ڳالهہ تہ اها آهي جو اڳوڻي صدر آصف علي زرداري وزيراعظم نواز شريف جي موجودگي ۾ جلسي ۾ چئي رهيو هو تہ ٿرپارڪر مان ڦهريون پيرو پيپلز پارٽي سمورين سيٽن تي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. هن جو خيال هو تہ هو ٿرپارڪر جي ماڻهن جو خيال رکندا.

اهي پاڻيءَ جون بوتلون. اهي ڪڻڪ سان لڏيل ٽرڪ ۽ اهي دوائون ڪجهہ ڏينهن جي مسئلي جو حل تہ آهن. پر ڪنهن بہ حالت ۾ مستقل حل نہ آهي. انهن جي ورهاست حڪومت جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. بهتر ٿيندو تہ سموري امدادي سامان جي ورڇ جي ذميواري رينجرز کي ڏني وڃي. اهي سموري علائقي کي بهتر نموني سان ڄاڻن ٿا. سياسي ماڻهو پوءِ ڪئين سببن جي ڪري ناڪاميءَ کي منهن ڏين ٿا ۽ ماڻهو بہ شڪايت ڪن ٿا. ٿرپارڪر جي ڪجهہ علائقن ۾ ننڍا ڊيم تعمير ٿيڻا آهن ۽ ڪجهہ ٿيا بہ آهن. پر اهي انڪري ڪامياب نہ ٿي سگهيا آهن. جو عملدرآمد دوران اهي پئسا کيسن ۾ هليا ويا. ٿرپارڪر لاءِ نهايت ضروري آهي تہ جنگي بنيادن تي رٿابندي ڪئي وڃي. وزيراعظم يا حڪومت سنڌ طرفان ڳري امدادي رقم جو اعلان اهي نتيجا نہ ڏئي سگهندو. جنهن جي ٿرپارڪر جي ماڻهن کي ضرورت آهي. انهن پئسن جو وڏو حصو ڦرلٽ جي نظر ٿي ويندو. وفاقي حڪومت هڪ ارب رپين جو اعلان ڪيو آهي. انهيءَ رقم سان ڪو ڪارخانو قائم ڪيو وڃي. صوبائي حڪومت جنهن رقم جو اعلان ڪيو آهي. انهيءَ مان ڪو ٻيو ڪارخانو قائم ڪيو وڃي. نئون ڪوٽ کان ننگر پارڪر تائين 200 سئو ڪلوميٽرن جي فاصلي ۾ ڪن شين جا ننڍا وڏا ڪارخانا قائم ڪري سگهجن ٿا. پر شرط اهو آهي تہ اهو سيڪجهہ نجي هٿن ۾ هجي ۽ سمورو نظام ماڻهو پاڻ هلائين. ڪنهن بہ قسم جو سرڪاري آفيسر پاران عمل دخل نہ هجي. اُن تيار ڪرڻ جو ڪارخانو، هربل دوائن جو ڪارخانو، ڪپڙن جو ڪارخانو، گرينائيٽ تيار ڪرڻ جو ڪارخانو، چائنا ڪلي جو ڪارخانو، ڊيري فارمنگ، ڊيري جون شيون، لوڻ تيار ڪرڻ جو ڪارخانو، چمڙي جي سامان جو ڪارخانو، گهريلو دستڪاري، قالين اٽڻ، مال متاع پالڻ جو ادارو. مطلب گهڻو ڪجهہ ڪري سگهجي ٿو، پر غور فڪر جي ڳالهہ آهي.

جيڪي ماڻهو ڪرائي سگهن ٿا انهن وٽ ٻڌڻ جو وقت ناهي. جن کي منصوبابندي ڪرڻي آهي، اهي ڪميشن جي چڪر ۾ ايتري دير ڪري ڇڏيندا آهن.

جو منصوبا ٿي ناڪام ٿي ويندا آهن. سرڪاري آفيسر ته ايتريقدر ته غفلت ۽ غير ذميواري جو مظاهرو ڪن ٿا جو ڪو منصوبو ٺاهڻ لاءِ تيار ٿي نه آهي. سرڪاري آفيس ۾ فائل هلائڻ لاءِ پئسن جو ڦيٿو لڳائڻو پوندو آهي. ون ونڊو آپريشن تحت علائقا مقرر ڪيا وڃن. سرڪاري زمين الاٽ ڪئي وڃي. گڏيل امداد جي بنياد تي ماڻهن کي راضي ڪيو وڃي. اين جي اوز سهڪار ڪري سگهن ٿيون. پر گهڻيون انهيءَ ڳالهه ۾ دلچسپي رکن ٿيون ۽ مصروف به آهن. ته ماڻهن کي معمولي قرض ڏنا وڃن ته جيئن انهن جا دڪان هلندا رهن. وزيراعظم جنهن روزگار اسڪيم جو اعلان ڪيو آهي، انهيءَ تحت پنج ماڻهن کي جمع ڪيو وڃي. هڪ ڪروڙ رپيين جي ماليت جو منصوبو جوڙيو وڃي. ٿرپارڪر سان تعلق رکندڙ مشهور ڪارخانيدارن جي به رهنمائي حاصل ڪئي وڃي. ٿيڻ لاءِ ته سيڪجهه ٿي سگهي ٿو. هڪ تعميراتي اداري جي سربراهه مري ويل هر بار لاءِ پنج لک رپيين جي امداد جو اعلان ڪيو. انهيءَ جو اهو اعلان ساراهه جوڳو آهي. پر انهن کي اهي پئسا ايئن ڏيڻ بدران ڪنهن ڪارخاني جي قيام ۾ لڳائڻ گهرجن. جنهن جي منافعي ۾ انهن ماڻهن کي شامل ڪيو وڃي. جن کي اهي پئسا ڏيڻ چاهين ٿا. سوال اهو آهي ته اهو ڪري ڪير؟ ڊاڪٽر عبدالجبار خان المعروف ڊاڪٽر خان خيبرپختونخوا جي سياسي اڳواڻ خان عبدالغفار خان جو ننڍو ڀاءُ هو. اولهه پاڪستان واري حڪومت جو وڏو وزير مقرر ٿيو. جيڪب آباد جي هڪ عورت خط لکي شڪايت ڪئي ته پوليس سندس پٽ جي قاتلن کي گرفتار نه پئي ڪري. خط ڪيسي ۾ وجهي ڊاڪٽر جيڪب آباد ويو ۽ چيو ته قاتلن جي گرفتاري ڪيپي. ٻي ريل گاڏيءَ ۾ واپس لاهور روانو ٿي ويو. اهڙن حڪمرانن جي ضرورت آهي ۽ اهڙن ماڻهن جي ضرورت آهي. جن وٽ رب جو ڏنل گهڻو ڪجهه آهي. جيڪي اهي خدا جي مخلوق تي لٽائي دل جو سڪون حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ رب جي خوشنودي جا طلبگار هوندا آهن. هڪ جاءِ تي لنگر ورهايو پئي ويو. هڪ ماڻهو ٻن ماڻهن جي ماني گهري. خبر ورتي وئي ته ٻيو ماڻهو ڪٿي آهي. ته انهي ماڻهو هڪ پاسي اشارو ڪيو. جتي اهو ماڻهو ويهي ماني کائي رهيو هو. هن چيو ته هي ماڻهو پاڻيءَ سان ماني کائي رهيو آهي. انهيءَ لاءِ به ماني کپي. انهي تي ٻئي ماڻهو ٻڌايو ته هي لنگر انهيءَ ئي ماڻهو لڳايو آهي. اهو مسلمانن جو پهريون خليفو حضرت ابوبڪر صديق رضه جو واقعو آهي. رب جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ بهترين رستو خدا جي مخلوق جي خدمت وٺان ئي گذري ٿو.

# جي هڪ تنهنجو واعدو وفا تي پوي ها

## عبدالقادر رانٽو

جنهن ڏينهن کان ٿر جي ڪاري ڏڪار جون خبرون منظر عام تي آيون آهن. تنهن ڏينهن کان آءُ ٿر جي هن لڳ ڪانداريندڙ حالت کي لکڻ لاءِ سوچيندو رهيو آهيان پر هر ڀيري ناڪام ٿيان ٿو. حالت اها آهي جو جنهن مهل ڪاغذ قلم کڻي لکڻ جي شروعات ڪرڻ لاءِ ويهان ٿو ته مختلف ٽي وي چئنلن طرفان جيءُ جهوريندڙ ڏيکاريل هزارين منظر اکين آڏو اچيو وڃن. ڪنهن مهل مٺي جي اسپتال ۾ بيڊ تي ليٽيل ٽن معصوم ٻارڙن جو منظر اکين آڏو اچي ٿو. جنهن ۾ هڏاوان پڃرا بڻجي ويل ٻارڙن مان هڪڙو ٻارڙو پنهنجي وات ۾ ڪا آڱر وجهي چوسي رهيو آهي. ٻيو پنهنجا ٻي سَتا ۽ ساڻا ٽي ويل پير چورڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ته ٽيون وري بي حس و حرڪت اکيون کولي ڪنهن نامعلوم شيءِ کي پنهنجي نماڻين نگاهن سان ڏسي رهيو آهي.

ڪنهن مهل ڏسان ٿو ته ٻُکن ۽ ڏکن سبب ڏونهاٽيل جسم واري، ڪلهي تائين ٻانهين پاتل، مٽي واري پوتيءَ سان منهن ڍڪيل ڪا ٿري عورت پنهنجي ڏڪندڙ هٿن سان خيرات ۾ مليل چانورن جو گرهه کائي رهي آهي. ڪنهن مهل ڏسان ٿو ته ڪو ميرا ڪپڙا پاتل، سنوارت وڌيل ڪو اڌڙوٽ عمر جو مرد پنهنجي جگر جي ٽڪري جو ڪپڙن ۾ ويڙهيل لاش کڻي اسپتال کان ٻاهر نڪري ٿو. (جنهن کي 21 صديءَ جي سائنس ۽ "شهيد راڻي" جنهن کي ماروي ملير جي به چيو ويندو هو ان جي حڪومت جيئندان نه ڏيئي سگهي) سندس پنيان پڙو پاتل. اگهاڙن پيرن واري، ڏونهاٽيل جسم واري اکين مان نيرن جون نديون وهائيندڙ موت جو ڪاج ٻڌيل معصوم جي ماءُ لاچاري ۽ بي وسيءَ واريون وکون کڻندي نڪري ٿي. ڪنهن مهل ڏسان ٿو ته ڪا پراڊو گاڏي ڪنهن ڳوٺ جي پاسي مان لنگهي ٿي ته سوين مرد ۽ عورتون هٿن ۾ سجاٽپ ڪارڊ کڻي ان ڏانهن امداد جي آسري ۾ ڊوڙن ٿا ۽ گاڏي تيز رفتاري سان ڌوڙ اڏائيندي اڳتي نڪري وڃي ٿي. ڏٻرن جسمن، بکين پيٽن وارا ڊوڙندڙ مرد ۽ عورتون سهڪندي

سهڪندي هٿ متي ڪٽي دانهون ۽ پاڪارون ڪندا رهجي وڃن ٿا. ڪنهن مهل منهن تي زبردست پريشاني ۽ ڳڻتيءَ جو تاثر ظاهر ڪرڻ جي اداڪاري ڪندڙ خوبصورت زرق برق لباس پاتل چمڪندڙ چهرن سان وزيراعظم پاڪستان، وزيراعليٰ سنڌ ۽ بلاول ڀٽو زرداري ڪامورن جي لوڌ سان ڏسان ٿو جيڪي مني اسپتال گهمي رهيا آهن، امدادي ڪمن بابت معلومات وٺي رهيا آهن. اهي ۽ اهڙا ٻيا هزارين روح ڪي رانيوتا وجهندڙ منظر ذهن جي اسڪرين تي ڏسڻ ڪانپوءِ اکين اڳيان اونداهه اچيو وڃي ۽ متو چڪرائجڻ لڳي ٿو. ڪوشش جي باوجود ٿر جي درد ڳتا ڪِتان شروع ڪري ڪتي ختم ڪرڻ جي سٽاءَ ۾ ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ ڪاغذ قلم ڦٽا ڪري اکيون بند ڪري، پنهنجي وطن واسين ۽ پنهنجي بي وسي ۽ بد نصيبيءَ جي خيالن ۾ گم ٿي ويندو رهيو آهيان.

آءٌ سوچيان ٿو ته گذريل 43 سالن کان هتان ٿر کان ايم اين اي ۽ ايم پي اي چونڊجي اربين روپيا ڪمائيندڙ ۽ وزارتن جا مزا ماڻيندڙ پ پ جي وڏيرن جو ٿرين کهڙو ڏوهه ڪيو آهي جنهن جي کين سزا پئي ڏني وڃي؟ شرجيل انعام ميمڻ جنهن کي پهريون ڀيرو سنڌ اسيمبليءَ ۾ ٿر جي ووٽرن پهچايو هو ۽ پوءِ هو وزير به ٿيو هو ان کي ٿرين جي درد جو احساس آهي؟ منهنجو عقل جواب ٿو ڏئي اهڙن ماڻهن کي جيڪڏهن مجبورن ۽ بيوسن جو احساس هجي ها ته شاهوڪار سرزمين سنڌ جي شاهوڪار ترين ضلعي جي اهڙي حالت نه هجي ها. هي پير، مير، وڏيرا ۽ ڀوتار جيڪي ٿر جي قدرتي سونهن اجاڙي هرڻن ۽ مورن جا ننڍڙا ٻچڙا پڪڙائي پنهنجي ملڪي توڙي غير ملڪي دوستن کي تحفن ۾ به ڏيندا آهن ته پنهنجي محل نما گهرن ۾ رکي پنهنجي محلن جي سونهن ٻڻائيندا آهن. جن کي ٿر جي پکين ۽ جانورن تي رحم نٿو اچي انهن کي ٿرين جي معصوم ٻچڙن تي ڪو به رحم نه ايندو هوندو جي ائين نه هجي ها ته گذريل 43 سالن ۾ ٿرين جي ووٽن تي چونڊجي اربين روپيا ڪمائيندڙ سيئي ماڻهو ان ڪمائي جو چاليهون حصو ٿر تي خرچ ڪن ته جيڪو ٿر جي ماڻهن جي ڏڪاريل حالتن مان هميشه لاءِ جان ڇٽي وڃي ها ۽ سندس ڪمايل حرام ڪنهن حد تائين شايد حلال به ٿي پوي ها. آءٌ سوچيان ٿو ته ٿر جنهن جي سونهن جا خوبصورت ۽ دلڪش منظر لطيف سائين ۽ شيخ اياز کان وٺي گهڻو ڪري هر سنڌي شاعر پنهنجي پنهنجي انداز ۾ پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيا آهن ان کي ڪهڙي ڏوهه جي سزا ڏني پئي وڃي؟ حب الوطني جي علامت ماروي ۽ انگريزن جي جديد هٿيارن اڳيان نه جهڪندڙ ۽ ڪاتر سان ساٿن جهيڙيندي شهيد ٿيندڙ سنڌ جي سورمي روپلي ڪولهي جي وطن ۽ ويڙهيچن کان آخر ڪهڙي خطا ٿي آهي؟ پنهنجي آواز سُر ۽ گلي ۽ آلاپ ۾ سڄي ٿر جي صدين جو درد سمائيندڙ ۽ سانڍيندڙ مائي ڀاڳي ۽ صادق فقير جي ڌرتيءَ جي نياڻين ۽ معصوم ٻارڙن کي ڇو ٻکن ۽ بيمارين جي حوالي

ڪيو ويو آهي؟ ان جو وڏي ۾ وڏو سبب هي آهي تہ اسان پاڻ کي سجاڻي سگهيا آهيون ۽ نہ وري پنهنجي سڄڻن ۽ دشمنن کي سڃاڻي سگهيا آهيون. سوال هي بہ آهي تہ شاعر انوريءَ وانگر هر مصيبت ۽ آفت رڳو سنڌين مٿان ڇو ٿي نازل ٿئي. ان آفت جي اچڻ ڪانپوءِ آفت جي ماريل ماڻهن کي امداد جي نالي ۾ جنهن تذليل جو نشانو ٿو بڻايو وڃي ان جو تصور ڪرڻ سان ئي جسم مان سيڪڙاٽ نڪريو وڃن. مونکي ياد آهن 2010ع جون دريائي ٻوڏ ۽ 2011ع جون برساتي ٻوڏ انهن ۾ حڪومت جو ادا ڪيل ڪردار. انهن آفتن جي متاثر ٿيلن لاءِ حڪومت طرفان اعلان ڪيل امدادي رقمون اڃان تائين ڪين نہ مليون آهن. آءٌ خوددار ماروي، روپلي ۽ مسڪين جهان خان کوسي جي ديس واسين کي گذارش ڪندس تہ هي ڏکن، تڪليفن ۽ مشڪلاتن جي ماڪ جو ڍونگر لهي ويندو پر توهان جي مجبورين جو مونکي پورو احساس آهي. ڇاڪاڻ تہ 2010ع جي دريائي ٻوڏ دوران آءٌ پاڻ 8 مهينا دربدر ٿيو آهيان ۽ حڪومت جي امداد لاءِ لکين ماڻهن کي پوليس جون لنيون کائيندو ذلت جو نشانو بڻجندي ڏسندو رهيو آهيان. تنهنڪري ان تجربي بنياد تي چوان ٿو تہ توهان مهرباني ڪري بيرحم چونڊيل ميمبرن، وزيرن ۽ ڪامورن مٿان پنهنجو پاڻ کي تذليل جو نشانو بڻجڻ کان بچائجو. هي حڪمران ۽ ڪامورا پيٽ پرست آهن توهان ۽ اسان جا چونڊيل نمائندا جيڪڏهن اسان ۽ توهان سان ڪيل واعدا وفا ڪن ها تہ توهان ۽ اسان کي هي ڏينهن نہ ڏسڻا پون ها.

واجهائي وطن کي، آءٌ جي هت مياس
گور منهنجي سومرا، ڪج پنهوارن پاس
ڏيئي ڏاڏائي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس
ميائي جياس، تہ وڃي مڙهہ ملير ڏي
(شاهہ)

*Daily Jeejal-Hyderabad*

# ٿر جي ڏڪار جو مستقل حل ڳوليو

الهه بخش رانوڙ

ٿر جو ڏڪار ڪو نئون لقاءُ ناهي، پر اهو اهڙو Cycle آهي، جيڪو ڪڏهن اڳ ته ڪڏهن پوءِ ايندو رهندو آهي. ڏڪار واري صورتحال رڳو سنڌ جي ٿر ۾ نه رهي آهي، پارتي ٿر به ساڳي جاگرافيائي جسم جو حصو آهي. پر اتي ڊگهي مدي واري حڪمت عملي تحت ان مسئلي جو حل ڳوليو ويو. هن وقت ٿر ۾ اڻ ڳڻيون اين جي اوز سان گڏ حڪومتي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن. پر گذريل ڪجهه سالن کان اين جي اوز ۽ حڪومتي عملدارن ته سونيون ماڙيون اڏايون، پر ٿر جو مسڪين ۽ غريب عوام ساڳي بدحاليءَ واري زندگي گهارڻ تي مجبور آهي. ڪرپشن جڻ ٿر جي واري ۾ ملي وئي آهي، جنهن مان جان آجي ڪرائڻ آسان ناهي. وقت جا حاڪم به ڏڪار وارن ڏينهن ۾ پنهنجا پيٽ پرڻ لاءِ ٿر جي ڏکن ۽ پيڙائن جو راڳ الاپيندا آهن، هينئر به ائين ئي ٿي رهيو آهي. اهي جن کي ٿر جي جاگرافيائي بيهڪ جي به خبر ناهي، اهي ٿر جي ڏکن ۽ سورن جو ذڪر ڪندي واڳون وارا ڳوڙها ڳاڙين ٿا. سنڌ ۾ ٻوڏ جي تباهي هجي يا ڏڪار جهڙي صورتحال ان ذريعي ڪيترين ئي ٻين مصيبتن جنم ورتي رهيون آهن. ٻوڏ وارن ڏينهن ۾ طاهر القادري کان جماعت اسلامي، ٻيون انتهاپسند تنظيمون سنڌ جي انهن متاثر علائقن تائين پهچي ويون. هاڻ به ساڳيو خطرو موجود آهي. ٿر جي مختلف علائقن ۾ افغاني ۽ ٻين ڏارين جا ڪٽڪ آيا. جن جو زور رڳو مدرسا قائم ڪرڻ تي آهي. مدرسن جي هن چار ڇنيان اهڙيون قوتون آهن. جيڪي پاڪستان ۾ سدائين انتهاپسنديءَ کي هٿي ڏينديون رهيون آهن. هن وقت ٿرپارڪر، ميرپورخاص، نئون ڪوٽ ۽ ڏيپلي ۾ ٻهريان ئي انتهاپسندن جي موجودگي نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي.

ٿر جي بدحاليءَ ۾ جتي ڏارين جون "مهربانيون" آهن، اتي پنهنجن به گهٽتائي کانه ڪئي آهي. اهي ڏريون جن کي عوام اڳ ۾ ووٽ ڏيندو هو ۽ هاڻي ڏئي اقتدار جي ڪرسيءَ تي ويهاري ڇڪو آهي، اهي سمورا عوام جي اهنجن ۾ برابر جا شريڪ آهن. هن وقت ٿر کي ڪاڇي جيان اين جي اوز جو ديس سڏجي ته غلط نه ٿيندو.

اطلاعن مطابق هن وقت ٿر ۾ هڪ سو کان وڌيڪ اين جي اوز رجسٽرڊ آهن. جن مان چوٿڻ اين جي اوز جو نيٽ ورڪ "مارويٽڙا" جي نالي قائم آهي. انهن کي ساليانو اربين رپين جا فنڊز ملن ٿا. پر اهي خبر ناهي ڪيڏانهن وڃن ٿا. اين جي اوز ۾ ڪرپشن جو پراڻو چولي دامن جو ساٿ آهي. پر هتي صورتحال وڌيڪ ڳنڀير آهي.

هن وقت ڏڪار کان ٿورو گهڻو سمورو ٿر متاثر آهي. ڇاڪاڻ ته گذريل ٻن ٽن سالن کان سموري علائقي ۾ برساتون گهٽ پيون. پر هن وقت مٺي ۾ ڏيپلو اهڙا علائقا آهن. جيڪي وڌيڪ سوڪهڙي جو شڪار آهن. ٿر ۾ ٻارن جي فوتگي جو وڏو سبب خوراڪ جي کوٽ آهي.غربت جي ڪري ماڻهو ٻن ويلن جو ڳيو به کائي نٿا سگهن. مائرن کي جوڳي خوراڪ نه ملڻ جي ڪري. ان جو اثر معصوم ٻارڙن تي پئي ٿو. مائرون گهٽ وزن وارا ٻار پيدا ڪن ٿيون. صحيح خوراڪ نه ملڻ جي ڪري ٿر جي مائرن جي ٿڃ به سڪي وڃي ٿي. ان سان گڏ زهريلو پاڻي رهيل ڪسر پوري ڪري ڇڏي ٿو. زهريلو پاڻي پيئڻ جي ڪري پيٽ جي بيمارين کان وٺي ٻين خطرناڪ مرضن منهن ڪڍيو آهي ۽ ماڻهو جي جسم جو مدافعتي نظام به گهڻو متاثر ٿيو آهي. انڪري فوتگين جو انگ وڌي رهيو آهي. عورتن جي ويم دوران به ٿر ۾ عورتن ۾ موت جي رفتار تمام گهڻي آهي. ٻئي طرف سوين بنيادي صحت ۽ ٻيان مرڪز بند پيا آهن. اتي جيڪي ڊاڪٽر مقرر به آهن. اهي ڊيوٽي نٿا ڪن ۽ بااثر ماڻهن جا مائٽ هجڻ سبب يا وري به چار پئسا ڏئي ويزا تي آهن. عوام کي صحت جون سهولتون نه هجڻ جي باوجود اهڙو زهريلو پاڻي ملي ٿو. جنهن سان پوکي به ڪري نٿي سگهجي. اهڙو پاڻي ماڻهو باقاعدگي سان پيئن ٿا.

برساتن جي نه پوڻ سان رڳو بک ۽ بدحالي جنم نٿي وٺي پر سمورو زندگي جو وهنوار متاثر ٿئي ٿو. ٿر ۾ روزگار جا موقعا به محدود هجڻ جي ڪري ماڻهو تنگ دست رهن ٿا. بک ۽ بدحالي جي حالت اها آهي ته گذريل ٽن سالن ۾ ٿر جي مختلف علائقن ۾ غربت سبب 120 ماڻهو آپگهات ڪري چڪا آهن. جن جي زندگين جا ڏيئا وسامي چڪا آهن. پر وقت جي حاڪمن جي ڪن تي جونءِ به نٿي چري.

ٿر ۾ ماضي ۾ ۽ هاڻ جيڪا امداد موڪلي وڃي پئي، ان جي ورڇ به هڪ مسئلو رهيو آهي. حڪومتي توڙي غير سرڪاري طور تي ڪا به پاليسي ناهي. اهي جيڪي امداد ورهائين ٿا. اهي پاڻ مسئلا پيدا ڪن ٿا. اهو واقعو ڪنهن کان به نه وسريو هوندو ته ڪيئن اسلام ڪوٽ مان هڪ بااثر ماڻهوءَ جي گودام مان هزارين ٻورين ڪڻڪ پڪڙي وئي هئي. ان کان سواءِ سستي ڪڻڪ به هڙپ ٿي وئي. پر غريب ويچارا ساڳي عذاب ۾ آهن. هونئن به ٿر واسين جي مسئلي جو حل سستي ڪڻڪ ۽ امداد ۾ ناهي. ڏسڻ اهو گهرجي ته ٿر مان ڏڪار کي ڪهڙي ريت ختم ڪري سگهجي ٿو. ان لاءِ بنيادي مسئلن جي حل لاءِ حڪمت عملي جوڙڻي پوندي

ٿر جي وڏن مسئلن ۾ ماڻهن لاءِ خوراڪ ۽ جانورن لاءِ چاري جي ڪوٽ آهي، ٿرين جو گهڻو آڌار چوپائي مال تي آهي. جيڪڏهن اهو مري وڃي ته ماڻهن وٽ ڪجهه به نه بچندو. ان حوالي سان هندستاني ٿر جو ماڊل موجود آهي، جتي پڻ هر ٻئي ٽئين سال ڏڪار ايندو هو. ڀارتي ٿر اندر گانڌي ندي کوٽي وئي ۽ جانورن جي چاري جو بندوبست ڪيو ويو ۽ چاري جا ذخيرا رکيا ويا. ان سان گڏ انهي علائقي جي سياحتي صنعت کي به هٿي ونرائي وئي، اتي امن امان مسئلو خراب نه هجڻ جي ڪري ڏيهه توڙي پرڏيهه کان ماڻهن جي اچ وڃ وڌي. پر اسان وٽ ان حوالي سان ڪوبه ڪم نه ٿيو آهي. پيئڻ جي پاڻي جي اٿاٿ آهي ۽ زهريلو پاڻي ماڻهن کي پيئڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو. جيڪڏهن مٺي تائين پاڻي جون پائپ لائينون وڇايون وڃن ته ان مسئلي کي حل ڪري سگهجي ٿو. روزگار جا مقامي سطح تي وسيلا ڳولڻا پوندا، جنهن کان پوءِ ئي بهتري اچي سگهي ٿي. اهو حڪومت جو ڪم آهي ته اها صحت جي مرڪزن جي حالت بهتر بڻائي، گهوسٽ ماسترن جيان هاڻ ٿر ۾ گهوسٽ ڊاڪٽر به آهن. اونهاري جي مند ۾ جڏهن پاڻي جي کوٽ وڌي ويندي آهي، سمورا کوهه به سڪي ويندا آهن ته اهڙي صورتحال ۾ صاف پاڻي فراهم ڪرڻ جي ضرورت آهي، انهن ڏينهن ۾ درياهن ۾ جهجهو پاڻي ايندو آهي، مختلف هنڌن کان پاڻي ٿر ڏانهن Divert ڪري سگهجي ٿو پر هلي جي ڳچي ۾ گهنٽي ٻڌي ته ڪير ٻڌي!

ٿر ۾ ڪامورا هجن، مقامي بااثر ماڻهو هجن يا وري سياسي ماڻهو هجن، سڀئي هڪجهڙا آهن. انهن سڀني کي پنهنجا پيٽ پيارا آهن، انهن کي عام ماڻهو جو خيال ڪٿان ايندو. هن وقت ٻارن جي فوتگي ۾ جيڪو اضافو ٿيو آهي، ان جو بنيادي سبب به خوراڪ جي کوٽ آهي، باقي رهيل ڪسر صحت جا مرڪز پوري ڪن ٿا، جتي ڊاڪٽر لين ئي نٿا. سنڌ سرڪار هجي يا وفاقي حڪومت ان کي اهڙي حڪمت عملي جوڙڻ گهرجي ته جيئن ٿرين جي بک ۽ بدحالي مان جان آجي ڪرائڻ لاءِ انهن کي روزگار جا وسيلا فراهم ڪيا وڃن. ته جيئن اهي پنهنجن پيرن تي بيهي سگهن. ڪنهن به قوم يا عوام کي خيرات ڏئي ڪري فقير ته بڻائي سگهجي ٿو پر خوشحالي آڻي نٿي سگهجي. انڪري ٿرين سان فقيرن جهڙو سلوڪ نه ڪيو وڃي.

# ڏڪي ٿو ڏڪار

## نصير ڪنير

جيتوڻيڪ هاڻي اها ڳالهه پڌري ٿي چڪي آهي ته ٿر ۾ لڳ ڀڳ 135 ڪان وڌيڪ ٻارڙن جو موت ٿي چڪو آهي. اهي انگ اکر انهن ٻارڙن بابت آهن، جن کي ڪنهن نه ڪنهن سرڪاري اسپتال تائين پهچايو ويو آهي. جيڪڏهن ٿر جي 23 کان مٿي ڳوٺن جو جائزو ورتو وڃي ۽ معلومات کي گڏ ڪيو وڃي ته هوند اهو انگ اڃا گهڻو وڌندو ۽ هاڻي حڪومت سميت سياسي ۽ سماجي ڌريون انهيءَ ڳالهه تي گامزن آهن ته هن موت جي راڪاس واري جن کي ڪهڙي به طريقي بوتل ۾ بند ڪيو وڃي. پر بيماري جيڪا گهوڙي تي چڙهي آئي آهي، اها ويندي مينهن تي چڙهي آهي. انهيءَ ڪري جيستائين انهيءَ تي پورو ضابطو اچي، ايستائين شايد ئي ٿيندڙ موت جي شرح ۾ گهٽتائي اچي.

ٿر پاڪستان جو اهو واحد خطو آهي، جنهن کي جيڪر حسن، سونهن، قدرتي نظارن جي بنياد تي پيش ڪيو ويندو آهي تڏهن به خوب لفظن جي ويس ۾ ڍڪي پيش ڪيو ويندو آهي ۽ جڏهن بک، بدحالي، غربت ۽ جهالت طور پيش ڪيو ويندو آهي تڏهن به تمام گهڻن ڏڪارن لفظن جا نوحا پڙهيا ويندا آهن. جيڪڏهن نه ٿيو آهي ته رڳو انهيءَ خطي جو تدارڪ نه ٿيو آهي. توڻي جو جنرل مشرف جي اقتدار تي قبضي کان وٺي اڄ تائين ڪوئلي پويان، جيڪي فنڊ مليا، انهن جو ڳچ حصو ٿر ۾ به ڪتب آندو ويو آهي، پر ٿر نه ته پنهنجي حسن، قدرتي نظارن ۽ تاريخي ماڳن تحت ڪمرشلائيز ٿي سگهيو ۽ نه ئي وري پنهنجي غربت مان پاڻ آجو ڪري سگهيو آهي. نتيجي ۾ ٿر جو ماڻهو ڏينهون ڏينهن غربت جي گهاڻي ۾ پيڙهبو رهيو آهي. حڪومتي فنڊ، سياسي پسند ناپسند تحت ڪتب آندا ويا. انهيءَ ڪري اهڙو ڪوبه ادارو تعمير نه ٿي سگهيو جيڪو اهڙوڪي پيدا ٿيل صورتحال يا دائمي غربت ۾ ٿرين جو ٻير جهلو ٿي سگهي. اڪثر حڪومتي فنڊ روڊن، ڪميونٽي سينٽرن ۽ اسڪولن جي نالن ۾ ڪتب آندا ويا، جنهنڪري روڊ ناقص مٽيريل ۽ برساتن جي ڪري ڀڙئين سال ئي

تني ويا ۽ باقي اسڪول ۽ ڪميونٽي سينٽر بهترين اوطاقن ۾ تبديل ٿي ويا. انهيءَ ڪري اڄ بہ ٿر ۾ ڪابہ اسپتال اهڙي نہ آهي، جتي انهن مصيبت ماريلن جو تدارڪ ٿي سگهي، نہ وري ڪا فيڪٽري آهي، جتي هي غريب محنت مزدوري ڪري پنهنجن ٻچن جو پيٽ پالين. باقي وٿرنري يونيورسٽي ۽ اهڙا ٻيا تحقيقي ادارا تہ هتي ڪلهڻ ديواني جو خواب آهن.

سماجي شعبي جو حال ٿر ۾ ڪو اهڙو بهتر نہ آهي، ٿر ۾ مقامي، ملڪي ۽ عالمي ڪيترائي ادارا سڏي ارڙ سڏي ريت 1988ع کان هتي ڪم ڪري رهيا آهن، جن جا شعبا ئي غربت، صحت ۽ تعليم آهن. پر جيڪڏهن انهن شعبن کي ڏسجي ٿو تہ انهن تنهي شعبن جي حالت بري آهي. جڏهن تہ اهي ادارا ۽ انهن جا ڪارڪن ۽ مالڪ ڏاڍا سکيا ستابا آهن. انهيءَ ڪري انهن ٽنهي شعبن ڪوبہ اهڙو ڳڻائڻ جهڙو ڪم نہ ڪيو جيڪو اڄ ڏڪندن جي دردن تي ڦها رکي ها. اڄ جيڪا بہ صورتحال جڙي آهي، اهو الڳ بحث آهي. پر انهيءَ ۾ ترين لاءِ ڪجهہ ٿئي يا نہ ٿئي، پر حڪومت جي ڪامورن ۽ اين جي اوز لاءِ تہ پئسن جا در کلي ويا آهن ۽ اهڙي صورتحال لاءِ هي ٻئي ڏريون آتيون هونديون آهن. هي اڄوڪي خطرناڪ حالت ڪو رات وچ ۾ پيدا نہ ٿي آهي، انهيءَ کي ڪجهہ ڏينهن لڳا هوندا، انهيءَ لاءِ صحت کاتي پاران پوئين 14 مهينن جي ڏنل انگ اکرن کي جاچبو تہ اها ڳالهہ پڌري ٿي بيهندي تہ 413 ٻارن جو موت ٿيو آهي ۽ انهيءَ ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو پئي رهيو آهي. پر حڪومت ۽ ڪامورا انهيءَ ايندڙ حالت کان اڻڄاڻ بڻجي، پنهنجو ڪم سرانجام ڏيئي رهيا هئا. هميشہ جيان اهو سوچيو ويو تہ ڪجهہ ٿيندو تہ پوءِ ڏسنداسين. اهو تہ ميڊيا واويلا ڪئي ۽ اماڙي مان پنيٽ ٿي ويو نہ تہ اهو چاڪي جي ڏاند وانگي قصو پيو هلي ها. بهرحال ميڊيا انهيءَ اشو کي پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب ويئي. انهيءَ ڪري اهي عالمي ادارا جيڪي 11_2010ع جي ٻوڏ يا بلوچستان جي زلزلي تي بہ امداد ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا. اهي بہ ٿر ۾ امداد ڏيڻ لاءِ راضي آهن. جينوٽيڪ جنهن بہ مرلي وڄائي آهي، انهيءَ اهڙي تہ پيري وڄائي آهي، جو سڀ نانگ ريجهي پيا آهن. هاڻي ڪير ڪيترا نانگ پنهنجي ڪاري ۾ ٿو وجهي، اهو انهيءَ جي قابليت تي آهي. سال 2000ع ۾ بہ آيل وائرل انفيڪشن جو اشو ايئن اٿيو هو پر تڏهن حڪومت ۽ ميڊيا پاڻ ۾ چانديا مڱسي ٿي پيا هئا ۽ ڪيترن ڏينهن تائين ڳالهہ گهڙي ۾ پئي ڪانہ ۽ نہ وري ميڊيا ايڏو مضبوط هئي، جو پنهنجي ڳالهہ مڃرائي سگهي. پر هن ڀيري حڪومت کي سامهون وار ڪرڻ جو موقعو ئي نہ مليو ۽ اهي دوست جيڪي ميڊيا تي اچڻ لاءِ آتا هوندا آهن. انهن کي چئنلن ڪٽي ورتو جنهن کي ڪجهہ ڳالهائڻ بہ نہ ٿي آيو اهي بہ تجزين جا ماهر ٿي ويا. ڪير ڪنهن جي ونگار وهيو ان جي ڪنهن کي خبر ئي ناهي. بهرحال انهيءَ سان اهو ضرور ٿيو آهي، جو حڪومت بہ تڪڙو قدم کڻندي ترت اپاءِ ورتا آهن ۽

عالمي ادارن، فلاحي ادارن، سياسي تنظيمن، دفاعي ادارن ۽ بحريا تائون جي ترڪن سميت سيني جو رخ ٿر ڏانهن آهي. جيڪي هنگامي حالتن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ اچي رهيا آهن. هي صورتحال ايڏي بہ سنگين نہ آهي، جو ضابطي کان ٻاهر هجي يا ضابطي ۾ اچڻ تائين گهڻيون زندگيون ڳڙڪائي وڃي، پر جيڪڏهن ڪنهن بہ گهر جو هڪ ڀاتي ٿو وڃي تہ انهيءَ جي تہ سموري ڪائنات ئي اجڙي ويئي. انهيءَ ڪري پاڻ اهو ڪڏهن بہ نہ چاهينداسين تہ ايترو ڪجهہ ٿيڻ کان پوءِ ڪنهن حياتي جو ڏيئو اجهامي.

ٿر اهو خطو آهي، جتي سدائين ڪانہ ڪا مصيبت ڪر ڪنيو بيٺي آهي. ڪڏهن لڏپلاڻ، ڪڏهن ڏڪار، ڪڏهن برساتون، ڪڏهن بيماريون. مطلب ٿر شايد ئي ڪنهن سال ۾ آفت سٽيل علائقو نہ رهيو هجي. انهيءَ ڪري لطيف چيو آهي تہ "ڏکي تو ڏڪار، توڙي وسن مينهڙا" پوءِ دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ مئڪينزم ناهي، جنهن وسيلي هن خطي کي انهن آفتن کان ڇوٽڪاو ملي سگهي. هتي سوال اهو آهي تہ جڏهن دنيا مان "ماتا" ۽ ٻيون اهڙيون ڪيتريون ئي بيماريون ختم ٿي سگهن ٿيون تہ پوءِ 21 هزار چورس ڪلو ميٽرن ۾ رهندڙ انسانن کي لڏپلاڻ ۽ بيمارين مان آجو نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ لاءِ ڪا منصوبابندي نہ ٿي جڙي سگهي؟ ڇا حڪومت ۽ فلاحي ادارا اهڙي پاليسي بہ نہ ٿا جوڙي سگهن، جيئن هنن ابوجهن لاءِ تدارڪ ٿي سگهي يا اهي ڏريون پنهنجي ڏنڌي کي جاري رکڻ لاءِ اهو سيڪجهہ ڪرڻ ئي نہ ٿيون چاهين. هاڻي انهيءَ ڳالهہ تي سوچڻ گهرجي.

سال 2003ع ۾ اسان ڪجهہ دوستن ٿر جي 30 کان وڌيڪ اين جي اوز جي نيٽ ورڪ جي پليٽ فارم تان انهيءَ حوالي سان ڪوشش ڪئي تہ ڏڪار ڊڪليئر ڪرڻ جا اختيار ضلعي حڪومت يا ڪمشنر کي هجڻ گهرجن. ڇاڪاڻ تہ 15 آگسٽ تائين موسمي برساتون نہ پوڻ ڪري ٿر ۾ پوکي ۽ گاهہ نٿو ٿئي، جنهن ڪري ٿر جو مال ۽ ماڻهو ڏکين حالتن ۾ اچي وڃن ٿا ۽ اهو آبهوائي طور تي طئہ ٿيل آهي تہ آگسٽ کان پوءِ پوندڙ برساتون هن خطي لاءِ بي لاياڻيون آهن. انهيءَ ڪري اسان وٽ ٿيندو ايئن آهي، جو 15 آگسٽ تائين حڪومت برساتن جو انتظار ڪندي آهي. انهيءَ کان پوءِ ڊي سي، مختيارڪار کي سروي لاءِ چوندو آهي. اهو وري تپيدارن کي حڪم ڪندو. تپيدار معلومات گڏ ڪري مختيارڪار کي رپورٽ ڏيندا آهن. جيڪي ڊي سي کي ڏيندا آهن. سڄي ضلعي جي معلومات تحت ڊي سي رپورٽ رليف ڪمشنر سنڌ کي اماڻيندو آهي. جيڪو ڏڪار ڊڪليئر ڪندو آهي. انهيءَ سموري مرحلي ۾ وقت آگسٽ کان وٺي ايندڙ سال جي مئي تائين گذريو وڃي. تڏهن ڏڪار ڊڪليئر ٿئي ٿو ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪارروايون شروع ٿين ٿيون. مثان جون جولاءِ ۾ برساتون پون ۽ سمورو رليف حڪومتي ڪامورن جي ذات گرم ڪرڻ لاءِ ڪم اچيو

وڃي. پوءِ اهو سمورو سامان گدامن ۾ پيو سڙندو آهي. انهيءَ سموري حالت کي مدنظر رکي "ٿر ٻرات پاليسي" تي ڪم شروع ٿيو جنهن ۾ ڪجهه دوستن پنهنجي جذبي جي سچائيءَ سان ۽ ڪجهه دوستن پنهنجي مقصد تحت ڪم ڪيو. باراني علائقن جي سمورين تنظيمن ۽ اتان جي ڊي سي سان ميٽنگون ٿيون. مواد گڏ ڪيو اسيمبلي ميمبرن سان بحث ٿيا. پر اها رپورٽ نہ جڙي سگهي. نتيجي ۾ اڄ بہ ايئن ٿيو. پهرئين مارچ جي سنڌ ايڪسپريس ۾ رليف ڪمشنر جي خبر لڳي تہ ٿر کي آفت سٽيل علائقو قرار ڏنو ويو ۽ 5 مارچ جي اخبار ۾ 32 ٻارن جي فوت ٿيڻ جي خبر لڳي. جڏهن تہ اهو موت جو راڪاس گذريل 5 مهينن کان ٿر ۾ رچ ڪري رهيو هو. جيڪڏهن آگسٽ ۾ ڏڪار ظاهر ٿئي ها ۽ انهيءَ سموري صورتحال تي جوڳا قدم کنيا وڃن ها تہ اڄ اها حالت نہ هجي ها. نہ ميڊيا اڳي ٽيندڙ ٻارڙن جي موت کي رپورٽ ڪيو ۽ نہ حڪومتي ڪارندن انهيءَ جو نوٽيس ورتو. جيئن اعلان ٿيو تہ ٿر جي ڏڪار تي ۽ پير تي ڏونڪو لڳو. تنهن ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ حڪومت ۽ ٻيا ادارا حالتن کان نڪري ٿر لاءِ ڪو پاليسي پلان جوڙين. جيڪو مستقبل لاءِ هجي. نہ تہ اهڙيون آفتون سدائين ايندڙيون رهنديون.

# ولهون، ويلا، واءُ جوڳين جهليا جيءَ تي..!

## ماڪن شاهہ رضوي

گذريل سال 2013ع ۾ ملڪ جي موسميات کاتي وارن (ماهرن) جڏهن ڦوڪ ڏني هئي تہ هيل تمام گهڻيون برساتون پونديون. ايتريون جو سنڌ جا ماڻهو 2010ع جي دريائي ٻوڏ ۽ 2011ع جي برسات ۽ ايل بي او ڊي سم نالين واري تباهي بہ وساري ويهندا. ان ڪري سرڪار اڳواٽ بچاءُ لاءِ اپاءُ وٺي ۽ ان ڦوڪ پروگرام نہ رڳو عام اڳ ستايل ماڻهن کي ڊيڄاريو هو پر سنڌ سرڪار بہ ڊپ ۾ ونجي اڳواٽ اپاءُ وٺڻ لاءِ خزاني جا منهن کولي ڇڏيا هئا. (پوءِ انهن ڏوڪڙن جو ڪو حساب ڪتاب وري ظاهر نہ ٿيو. اها ٻي ڳالهہ آهي) پر موسميات کاتي جي ماهرن جي ان شوشي کي 90 سالن جي پوڙهي مائيءَ ٻڪاٽ اهو چئي رد ڪري ڇڏيو هو تہ "ابا! هيل مينهن ڪونہ وسندا. ڪارو ڏڪار ٿيندو ڇو تہ "ڪنوي وياه تہ وڃي ڏياه" يعني جي وبساک مهيني ۾ ڪنوڻ ٿي، ڪي چار ڪٽيون ونيون. تہ ان سال مِينهن ڏيهہ مان هليو ويندو. اصل ڪونہ وسندو. پر جديد سائنسي دور ۾. انهن وڏڙن جي ڳالهہ تي ڪير ٿو ڌيان ڏئي. سو برابر نہ ڪو پرپور مينهن وٺا نہ سُڪار ٿيا. ۽ ٿر ۾ ڪارو ڏُڪار ڪاهي پيو. پهرين مور مُئا. پوءِ ڍور مُئا ۽ نيٺ بک ۽ اُڃ وگهي هيستائين جي خبرن موجب. 150 کان مٿي معصوم ٻارڙا بہ حياتي هاري ويا. ميڊيا تي خبرون آيون تہ سرڪار کي بہ سڌ پئي تہ سڪي ستابي سنڌ جو ڇت ڌڻي سنڌ جو وڏو وزير بہ ٿر پهتو. پهرين تہ ڪامورن سائينءَ کي بہ "ليڪو" ڏنو. پر نيٺ سائين سمجهي ويو تہ همراهہ نوڪرين کي بچائڻ لاءِ هٿ پير پيا هڻن. سو آخر سڄي ڊويزن جي ڪامورن کي هيٺ مٿي ٿيڻو پيو. پر اهو عمل بہ حالتن جو علاج تہ ڪونهي. بدلي ڪامورن جو ڏاج هوندي آهي. اصل ڳالهہ مسڪين ماڻهن جي وات تائين رُڪي سُڪي ماني ۽ اگهائيءَ لاءِ دوا پهچائڻ آهي. اهي غريب مسڪين ٿري مارو ماڻهو جيڪي مُرشد لطيف جي دور ۾ جن واهوندن ورڻ جي مُند ۾ خوش هوندا هئا. ڇو تہ ٻاجهر، گوار، جوئر، چنئورا، ڇانهيون، پچي پونديون هيون. ڪٽڪ بٺراج واري ياڳي کان اڳ بہ ايندي هئي تہ هاڻي بہ اچي ٿي.

جيتوڻيڪ مرشد لطيف واري دور ۾ سنڌ ۾ ڪو بئراج سسٽم ڪونہ هو ڪٽڪ يا ساريون ۽ ٻيا فصل ڪلهوڙن پاران کوٽايل واهن، يا ڪوهہ تي لڳل نارن ۽

هُرلن جي پاڻيءَ تي ٽيندا هئا پوءِ به ڪوٽ ڪانہ ٽينديِ هئي. سنڌ ازل کان ئي زرعي ملڪ آهي پر هاڻي تہ بئراج جو پاڻي، جديد مشينريءَ تي پوکيون لبيون، ڳاهيون ويندڙ نيون جنسون، تيز رفتار گاڏيون، پڪا رستا، مٺي دريائي پاڻي پهچائڻ جون پائيپ لائينون، الاءِ تہ ڪهڙيون ڪهڙيون سهولتون بہ موجود آهن. پر ٿر جو معصوم ٻارڙو وري به بک ۾ اڄ ۾ مري ٿو. ڪير ورهاست ڪري؟ ڪير انهن تائين امداد پهچائي، هر ڪو ڊپٽي ڪمشنر بہ عبدالقادر منگي تہ ناهي، جيڪو جهنگ جهر جيپ ڊوڙائيندو، عام غريب ٿري ماڻهوءَ جي مسئلن کي سُلجهائيندو ۾ سندن ذهنن مان صدين کان ويٺل سرڪاري ڪامورن ۽ پوليس جو خوف ڪڍي.

ٿرپارڪر ضلعو اڳ مٺي، ڏيپلو ننگر پارڪر ۽ ڇاڇري تعلقن تي پکڙيل رهيو ۽ هاڻ هڪ وڏيڪ پنجون تعلقو ڏاهلي جوڙيو ويو آهي. سڄي ٿر ۾ اهم وسنڌين تائين روڊ رستا بہ آهن. يونين ڪائونسل سطح تي بہ ڪٽڪ ورهائجي سگهجي ٿي. حڪمران پلي منرل واٽر پيئن پر "واهہ" جو پاڻي تہ مسڪينن جو حق آهي. اهو بہ پهچائي سگهجي ٿو. ترپل مڇيون، ڪُڪڙ، ڪوفتا، برياڻيون، غريب ٿريا ڪونہ ٿا گهرن. هو رُکي ماني ساڳ سان بہ ڪاٽي جيئڻ جا جتن ڪري سگهندا آهن. نہ ڪميٽين جي ضرورت آهي، نہ لٽ ڌڪي جي. بس انسانيت جي ساڃاهہ رکندڙ ڪوبہ خدا جو بندو اها ورهاست ڪري سگهي ٿو. رڳو ان لالچي ٽولي کان پناهہ گهرجي، جيڪو بکئي جي وات جو گرهہ ۽ بيمار جي دوا ۾ بہ اکيون اڙايو ويٺو آهي. اهو سچ آهي تہ بي ايمان جي بک ڪڏهن بہ نٽي لهي پر جي حاڪم اک ڏسڻ واري هجي، نظر رحم واري سان گڏ نظرداري هجي، تہ منافق مفادي ٽولو ويجهو بہ ڪونہ ايندو. حياتي ۽ حڪومت سدائين نٽي هلي، سک سدا نہ رهيا. تہ ڏک بہ هميشہ ڪونہ رهندا پر نالو اهڙن حاڪمن جو تاريخ جو حصو بڻجيو وڃي. وزير اعظم نواز شريف مٺيءَ ۾ هڪڙو جملو چيو تہ، "آئون ماني ڪونہ کائيندس. ان مانيءَ جو خرچ غريب بکين ڏکين ٿرين کي ڏيو". هن جا اهي اکر ڪو مڃي نہ مڃي پر عام غريب بک ۾ ورتل ماروءَ جي من تي ضرور لکجي ويا هوندا. ائين جيئن هڪ آيل اها خبر تہ مڇي، ڪوفتا، تڪا، برياڻيون، بہ مڙسن مزا وٺي کاڌا.

شهيد محترمہ بينظير ڀٽو جو فرزند ۽ پارٽي چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري بہ مٺيءَ ۾ موجود رهيو جيڪو هن ڏکئي وقت ۾ غريب ماڻهن لاءِ آٿت ۽ اميد آهي. ڪاش پاڻ ڪجهہ ڏينهن مٺي ۾ وڌيڪ اچي رهي پوي، تہ گهٽ ۾ گهٽ ٿر جي عام ماڻهوءَ تائين امداد تيزيءَ سان پهچي سگهي ٿي، نہ تہ لطيف چواڻي:

ولهون، ويلا، واءُ، جوڳين جهليا جِيءَ تي،
اِجهو ري الله ڪونهي ڪاپڙين جو.

*Daily Kawish- Hyderabad- March 20th, 2014*

# ڏڪار جو مستقل حل!!..

## الياس ٿري

گذريل ٻن هفتن کان ڏيهي توڙي پرڏيهي ميڊيا جا نمائندا پاپازاري ڪئمرامين ۽ فوٽو گرافر ڊي ايس ايل لائيو گاڏين ساڻ ٿر ۾ لٿل آهن. ملڪ جا اقتدار ڌڻي ۽ زورآور ڪامورا پڻ ٿر ياترا ڪري رهيا آهن. پر رڪارڊ جي درستگي لاءِ اهو لکڻ ضروري آهي ته مٿيان سيئي همراهه ٿر تڏهن پهتا آهن. جڏهن ارنرو ڪان اڏاٽي ۽ ڪاسبو ڪان ڪيرٿي تائين هڪ سئو سٺ (160)ڪان وڌيڪ معصوم ٻارڙن جي موت جا تڏا وڇائجي چُڪا آهن ۽ مارئي جي ملڪ ۾ سوڳوار فضا ڇانيل آهن.

اهڙي ڀيانڪ صورتحال دوران ٻه سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه ڪي ان ڳالهه تي اعتراض آهي ته ٿري عورتن ان سان گفتو گهونگهٽ ۾ ڪئي ۽ جڏهن وزير اعظم نواز شريف پهتو ته انهن گهونگهٽ هٽائي ڳالهه ٻولهه ڪئي !ٿر جو ڏڪار اصل محبتون کهڙيون ڪٽي ايندو آهي. ڏڪار دوران ڪهڙا ڪلوڙ ٿيندا آهن ۽ ان مسئلي جو مستقل حل ڪهڙو هجڻ گهرجي. اڇو ته پاڻ ٿورڙو ان انتهائي اهم ۽ سنجيده مسئلي تي سوچيون ۽ ڪنهن نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريون.

هاڻ جيڪڏهن ذميوارين ۽ انجي مستقل حل طرف اچون ته ٿورڙو ملڪ جي سياسي سماجي حالتن جي دنيا ۾ ايندڙ تيز تبديلين طرف ٻه نظر ڊوڙائڻي پوندي پاڪستان جي سڀ کان وڏي ريگستاني صحرا ٿر جي سرحدي پٽي تي پرسان ٿي پاڙيسري ملڪ ڀارت جو ٿر موجود آهي .موسمون، ماڻهو ٻولي، ڪلچر ۽ سڀ ڪجهه هڪجهڙا ٿي ملندي .پوءِ اتي هر سال ايئن بي يارو مددگار ٿي ماڻهو چو نٿا مرن .اوهان کي اهو ٻڌي ۽ پڙهي حيرانگي وٺي ويندي ته ڀارت جي ٿر ۾ اتان جي حڪومتي سهڪار سان ماڻهو گگرال جي فصل طور ساليانو پوکي ڪن ٿا ۽ ڪروڙين رپيا گگرال جي فصل مان ناڻو ڪمائين ٿا. اسان جي ٿر ۾ گگرال جي وڻ کي زهريلي "ڪار بوليڪ ائسڊ "نالي ڪيميڪل سان ٽُڪو هٽي ان جو نسل ئي ختم ڪيو پيو وڃي .مشرف دور کان وني هيل تائين ٿر ۾ کارو پاڻي منو ڪرڻ جا سوين آراو پلانٽ لڳايا ويا .هڪ پلانٽ تي هڪ ڪروڙ جي لاڳت ڏيکاري وئي، حالت اها آهي جو نجي ڪمپني جي نااهل ڪامورن ۽ مقامي پٽيلن ۽ سماجي جمعدارن جي ملي ڀڳت سان ان پلانٽ کي هلائڻ لاءِ جنريٽر خاطر ملندڙ تيل کي وڪرو ڪيو وڃي ٿو .اهي پلانٽ

غلط پلاننگ ۽ فني مهارت جي اڀتڙ لڳايا ويا. جنهن سبب ملڪ جو اربين رپين جو ناڻو تباهه ٿي ويو ۽ فائدو به نه مليو.

ارباب دور ۾ مليل وزيراعظم ٿر پئڪيج جا 12ارب رپيا به رفو چڪر ڪيا ويا .ڪميونٽي سينٽرن جي آڙ ۾ وڏيرن ۽ ٿر جي پٽيلن اوطاقون ۽ ذاتي بنگلا تعمير ڪرايا .ٿر ۾ هڪ به گائينوڪلاجسٽ، چائلڊ اسپيشلسٽ مقرر نه ڪيو ويو .ويمر گهر موجود ناهن .ڪاڏو نه ملڻ سبب ٻارڙا جڏهن موت جي منهن ۾ وڃي رهيا هئا، تڏهن ٿر ۾ وڏي وزير جي ٽيمر وزيرن، مشيرن جي خوشامد لاءِ 40طعام تيار ڪيا ويا هئا .ملاڻي جي محلات ۽ موتي محل ۾ سينڊ وچ تيار پي ڪيا ويا ۽ ارباب صاحب جي ڪيٽ لاري، ڊوڙاوري ۽ ڇهون واڻر تي پهتل مهمانن لاءِ منزل واٽر ۽ شگر فري ڪولڊ ڊرنڪ کڃي پي ويا ۽ گل لاٽ صاحب پنهنجي ڪاروباري اسٽاڪ ايڪسچينج جي لاهن چاڙهن جا حساب ڪتاب ڪري رهيو هو .سول سوسائٽي جا نام نهاد اڳواڻ ۽ اين جي اوز جو طلسماتي لبادو اوڍي ٿر پهتل عالمي ڊونرن جا ياڙيتو ايجنٽ ليپ ٽاپس ذريعي ڊيٽاڳڏ ڪري رهيا هئا ۽ ”تڏن “ڪمرن ۾ ويهي نوان پراجيڪٽ لانچ ڪرڻ لاءِ حرفتي لڪيرن وارا سائنسي گراف تيار ڪري نيري، سائي، پيلي ۽ ڳاڙهي رنگ جا نشان ڏئي رهيا هئا .نيڪ اهڙين دل ڏوڏيندڙ حالتن ۾ به نيمبراج پيل ڪان وني پاروتي ڪولهڻ تائين سوين معصوم ٻارڙن جي لاشن کي ٿر واسي مائٽ پويتر ڌرتي جي آغوش ۾ لڪائي دفنائي رهيا آهن ۽ عالم اختيار کي ٽڪي جو به الڪو نه ٿيو پر حيرت ان تي آهي جو اقتدار ڏٽي ۽ ٽرين جي ووٽ تي هنيوڇيون هٽندڙ وڏيرا امداد جي ورهاست واري پٽيلي چڳ مڙسي لاءِ فوٽ پٽيون ڪٽي ڊگهي مدت تائين مال ڪمائڻ جا ماڻ ماپا طئي ڪرڻ جي چڪر ۾ رُڌل هيا.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي جو انهي ڏڪار ۽ قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مستقل بنيادن تي ڪا ديرپا پلاننگ ڪئي وڃي .ٿر واسين کي انهيءَ امدادي خيرات واري ڪلچر ۾ ڏڪڻ بجاءِ انهن جي هميشه لاءِ انهن محبتن مان چوٽڪاري لاءِ صحت، تعليم، روزگار جي وسيلن ۽ موجودگي لاءِ ڪي مستقل ڪوششون ٿيڻ کپن ۽ انهن سان ماٽيلي ماءُ وارو سلوڪ ڪرڻ بجاءِ پنهنجو سمجهي انهن کي به ڊفينس، بليو ايريا ۽ ٻين علائقن ۾ موجود سهولتن جهڙيون حالتون مهيا ڪري ڏنيون وڃن ۽ مالڪي توڙي وارثي نه ڪندڙ ڪامورن توڙي سياستدانن کان سيٽون ۽ ڪرسيون کسي ڪنهن مسڪين جهان خان کوسي جهڙي انسان کي اڳتي آندو وڃي پوءِ ڏسو ته تبديلي اچي ٿي يا ڪونه ٿي اچي .باقي رڳو فوٽو سيشن جو هيراڪ ٻڌجي پنهنجن جي ڦتن تي لوڻ ٻُرڪڻ جو اهو سلسلو جاري رکيو ويو ته تاريخ اهڙن حڪمرانن توڙي ڪامورن کي مير جعفر ۽ مير صادق جهڙن غدارن جي لسٽ ۾ شامل ڪندي ۽ چون ٿا ته تاريخ ڏاڍو بي رحم هوندي آهي، اها ڪنهن جو پورهيو جتي ضايع نه ڪندي آهي اُتي ساڳئي وقت اڇا ڪارا پڌرا ڪرڻ جو ڪم به ڪندي آهي.

# اصل مسئلو غريب جو آهي!!

## ارشاد لغاري

گهڻا سال اڳ پي ٽي وي جي ڪوئيٽا واري اسٽيشن تان هڪ ڊرامو هليو هو. ان ڊرامي جو ٿيم بہ لڳ ڀڳ ساڳيو هو جهڙو اڄڪلهہ ٿر ۾ آيل ڏڪار جي حوالي سان اسان جي سمورن ميڊيائي ادارن جي رپورٽن ۾ نظر اچي ٿو. پاڻ جنهن ڊرامي جو ذڪر ڪري رهيا آهيون تنهن ۾ مک ڪردار مرحوم حسام قاضي ادا ڪيو هو. حسام جيڪو جواني ۾ ئي جهان ڇڏي ويو ۽ ڏاڍو عاليشان اداڪار هو. تنهن ان ڊرامي ۾ اهڙو تہ پلو ڪردار ادا ڪيو هو جو وسري ئي ڪونہ ٿو. ان ڊرامي ۾ ٿئي ايئن ٿو جو ڪجهہ ميڊيا جا ماڻهو ۽ ڪجهہ غير سرڪاري تنظيمن جا ڪارڪن. جن کي پاڻ اين جي او وارا چوندا آهيون. سي بلوچستان جي غربت تي ڪا ڊاڪيومينٽري ٽائيپ ريسرچ ڪندي ڪجهہ غريب بلوچ عورتن جون تصويرون ڪيڏندا آهن ۽ ان تان اتي جي مقامي آبادي ڪاوڙجي پوندي آهي ۽ انهن ڪارڪنن کي جهلي ويهاري ڇڏيندا آهن. ان تي سڄي انتظاميا ٽرٽلي ۾ پئجي ويندي آهي ۽ پوءِ اختيارين ۽ سردارن ۾ ڳالهيون ٿينديون آهن. نيٺ حسام قاضي جيڪو هڪ سردار جو ڪردار ادا ڪري رهيو هوندو آهي. تنهن جي معرفت اهي اين جي اوز ۽ ميڊيا جا ڪارڪن ان شرط تي واپس ٿيندا آهن تہ جيڪي تصويرون ڪڍيون ويون آهن سي واپس ڪيون وينديون. ان ڊيل ۾ جڏهن ڳالهيون ڪامياب ٿي وينديون آهن تڏهن حسام قاضي جو آخر ۾ بلوچستان جي غربت ۽ اتي جي ريتن رسمن بابت هڪ يادگار ڊائيلاگ اڄ بہ پنهنجين يادگيرين ۾ محفوظ آهي. جنهن ۾ هو اين جي اوز ۽ ميڊيا جي ٽيم کي چوندو آهي:

"اسان کي خبر آهي تہ ڪنهن کي بہ اسان جي پٽريلن پڊن جي پيڙا سان ڪو بہ سروڪار ناهي. هتي جيڪي بہ اسان سان همدردي ڪرڻ لاءِ ايندا آهن تن جي پنهنجي پنهنجي ايجنڊا هوندي آهي. اسين هر تڪليف برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون پر پنهنجن بدترين مائرن جي چهرن جا گهنج وڪڻڻ جي اجازت ڪنهن کي بہ نٿا ڏيئي سگهون. چو تہ اسين ڄاڻون ٿا تہ اسان جي غربت وڪرو ٿي رهي آهي ۽ ماڻهو

اسان جي نسلن تي ڪاروبار ڪري رهيا آهن."

اهي ڏينهن ۽ اجوڪا ڏينهن پاڻ جڏهن بہ ميڊيا جي اسڪرين توڙي صفحن يا اين جي اوز جي پمفليٽس ۾ ڪنهن غريب عورت يا مرد توڙي معصوم ٻارن جي ليڙون ٽيل لباس ۽ اداس چهرن واريون تصويرون ڏسندا آهيون تہ خبر ناهي ڇو ڳالهہ برداشت ناهي ٿيندي ايئن ناهي تہ پاڻ ڪي جمود پرست آهيون ۽ هن ملڪ جي ان آڙيڪاپ جاگيردار ۽ سرمائيدار اقتداري طبقي جي سوچ جا حامي آهيون جيڪي اهو ڪڏهن چاهيندا ئي نہ تہ هن ملڪ جي عوام جو الميو دنيا جهان ۾ عيان ٿئي، ۽ متان متن ملامت ٿئي تہ هنن پنهنجن ماڻهن لاءِ ڪجهہ ناهي ڪيو. تنهن ڪري الميا لڪل ئي رهن تہ پلو ۽ نہ ڪو پاڻ سنڌ حڪومت جا ترجمان آهيون جو چئون تہ آفت سٽيل غريبن جون تصويرون سڄو ڪوڙ آهن. ڊرامو آهن. ايئن ناهي. پنهنجي دل ڳري ان ڪري ٿي ويندي آهي جو پاڻ ڄاڻون ٿا تہ اهي سڀ جيڪي غربت جي حادثن جا ماتمي آهن تن مان وڏي گهڻائي غريب جي يار آهي ئي ڪونہ. ڪجهہ ڳڻ جيترن ماڻهن کي ڇڏي ان ڪاروبار ۾ سڀ جا سڀ اهي ڏنڌوڙي آهن جيڪي هن ملڪ ۾ سدائين المين جا منتظر رهندا آهن. انهن کي انتظار هوندو آهي تہ ڪڏهن ٻوڏون اچن. ڪڏهن ٿا زلزلا اچن ۽ ڪڏهن ٿا ڏڪار پون تہ جيئن سندن ڪاروبار لاءِ موقعا پيدا ٿين. تنهن ڪري جڏهن جڏهن بہ اهڙا فرد يا تنظيمون سنڌ جي ڪنهن بہ علائقي جي سور ڪٿا پڙهي پٽيندا/پٽينديون آهن تہ پاڻ کي ڪاوڙ ايندي آهي. جيئن اڄڪلهہ ٿر جا سور وڪرو ٿي رهيا آهن.

ٿر جيڪو پنهنجي جنمن جي سرزمين آهي. تنهن جي ٻڪ ۽ ڏک کي پاڻ کيئن ٿا محسوس ڪريون سو اسان کي ڪنهن جي بہ اڳيان جتائڻ جي ان ڪري ضرورت ناهي جو اهو اسان جي پنهنجي وجود جو وڍ آهي. اسين ان ٿر لاءِ ڪري ڇا ٿا سگهون. سا الڳ ڳالهہ آهي. جنهن تي پنهنجي متان سدائين پاڻ ئي دانهين بہ رهيا آهيون تہ پاڻ کي مياري بہ سمجهون اٿئون پر ان سيڪجهہ هوندي بہ پاڻ ٿر کي سياسي پلاندن. ذاتي ڪاروباري مقصدن ۽ ناماچاري لاءِ گهٽ ۾ استعمال نٿا ڪري سگهون. جو پاڻ ڄاڻون ٿا تہ ٿر ڪڏهن بہ بک کان ناهي ڊنو. هي جيڪي ٿر جي المين تي ڪاروبار ڪري رهيا آهن تن کي مرشد جي مارئي کي ضرور پڙهڻ گهرجي.

ٿر جو آئين پنهنجي نظر ۾ مرشد جي اها سٽ آهي تہ:

"ڏونگها آڇ مَ تن کي، منگڻ مهڻو جن"

پر هتي اڄڪلهہ ايئن ناهي. هتي اسان جي حڪمرانن جي نااهلي جي ڪري جيڪو ٿر ۾ ماڻهن جي ننڌٽڪائي وارو پاسو ابريو آهي. تنهن جي آڙ ۾ نام ڪنين ماڻهن ٿر کي پنڻ تي هيرائڻ جي جيڪا ڪريل حرڪت سالن کان جاري رکي آهي. تنهن ٿر جي ماڻهوءَ مان اها مزاحمت ڪيڏي ڇڏي آهي جيڪا واريءَ جي پنڌ جي

مسافرن جي صدين کان سجاڳپ رهي آهي. چاهيون ته پاڻ به ٿا ته ٿر سدا آباد هجي، اتي سدائين مرڪون هجن ڇو ته هي جيڪو ابر آسري جيئندڙ سنڌ جو حصو آهي، تنهن لاءِ اسين هن ملڪ جي انهن حڪمرانن کان ڪهڙي اميد ڪري سگهون ٿا، جن تي مائي انجلينا جولي فتويٰ ڏيئي وئي هئي ته:

"هن ملڪ جي عوام جا سور اهڙن حڪمرانن جي هوندي ڪڏهن به ختم نٿا ٿي سگهن جيڪي ٿرٿلي سٽيل ماڻهن جي سهائتا تي ويچار وارن اجلاسن ۾ ست رڇيون اوير ڪري اٿندا هجن. جڏهن ته خيمن ۾ معصوم ٻار بکايل ماءُ جي سڪل ڇاتي کي بنا رس واري ڦار جيان خالي چوسي چوسي دم ڏيندا هجن."

ان تناظر ۾ پاڻ پنهنجي ٿر لاءِ ڪهڙي اميد ڪري سگهون ٿا ان حڪومت کان، جنهن ۾ ويٺلن ۾ ڪا دل ئي ناهي جو ڪنهن جو درد محسوس به ڪري سگهن.

بس پاڻ رڳو ايترو ڄاڻون ٿا ته اصل مسئلو غريب جو آهي، پوءِ اهو ٿر جو هجي يا ڪاڇي جو، اتر جو هجي يا لاڙ جو يا ڪٿي وچولي جو، اصل مسئلو جتي ڪٿي غريب سان آهي. مثال ٿر ۾ هي ڪو پهريون ڏڪار ته ناهي آيو ٿر ته سدائين سورن کي ڏاج ڪري ڪنيو آهي پر ڇا توهان اسان ڪڏهن اهو ٻڌو آهي ته ٿر جي ڪنهن ڏڪار ۾ ڪنهن رجپوت نڪر، راڻي، ڪنهن مير، ڪنهن پير، ڪنهن شاهه يا ڪنهن ٻي سرندي واري ارباب تي ڏکيو وقت آيو هجي!؟ نه. انهن تي ڪڏهن به ڏکيو وقت نه ايندو. هتي جيڪو به ڀوڳڻو آهي اهو غريب کي ڀوڳڻو آهي. تنهن ڪري هي سچو الميو جيڪو طبقاتي آهي، تنهن جو علاج ڪنهن به وقتي امداد واري سرڪاري يا غير سرڪاري تنظيم جي ان خيمي ۾ نٿو ٿي سگهي، جنهن مان ٿي حصا مٿان ئي مٿان هڙپ ٿي وڃن. هن هاڃي جو علاج ان نج لڳاتار جدوجهد ۾ آهي جنهن سان سنڌ مان سياست جي چوغي ۾ پيري مريدي جي نام نهاد نگيءَ جي ناهه واريون سيئي گاديون ختم ٿي وڃن. ماڻهو روحاني ۽ معاشي طور آزاد ٿي پنهنجن وسيلن جا پاڻ ملڪ ٿين. ٿر ۾ ته هاڻ گئو چر جا علائقا به ايئن قبضي ۾ اچي ويا آهن. جو اتي ڪنهن ويچاري ڀيل ڪولهي جي رڍ ٻڪري چري ئي نٿي سگهي، پوءِ پل ڪٿي وس جا ڏيهاڙا ئي ڇونه هجن. ان طبقاتي تضاد کي ڏسي ئي سنڌ جي رهبر اهو فرمايو هو ته:

"ڏکيءَ توءِ ڏڪار، توڻي وسن مينهڙا"

سو ٿر جي غريب ڪولهي ڀيل جو ٻار ته وس وارن ڏيهاڙن ۾ به مرندو رهي ٿو جو هنن لاءِ ايئن ڪا به اسپتال ناهي، ڪوبه ڊاڪٽر ناهي جيئن سنڌ جي هر غريب لاءِ صحت جي سهولت فقط خواب آهي. پاڻ ان راءِ جا آهيون ته ٿر جي قسمت به سنڌ جي هر اجڙيل ڳوٺ سان ڳنڍيل آهي، اها اوستائين تبديل نٿي ٿي سگهي جيستائين سڄي سنڌ ۾ تبديلي نٿي اچي.

# ٿر ۾ سنڌ انتظاميا جي وائڙائپ ۽ مرڪز ۾ دهشتگردن جو ڌاڪو

ابراهيم ڪنير

قومي اسيمبليءَ جو ٻه هفتا هلندڙ اجلاس هلڪي ڦلڪي قانونسازيءَ بعد پڄاڻي تي پهتو اجلاس هلندي اسلام آباد ۾ دهشتگرديءَ جو واقعو ٿيو. ٻهريون ڀيرو ملڪ جي سيڪيورٽي پاليسيءَ جو اعلان به ٿيو ۽ انهيءَ کي پارليامينٽ ۾ پيش ڪيو ويو. پارليامينٽ ۾ طالبان سان ڳالهين يا آپريشن، دهشتگرديءَ جي خاتمي، پرويز مشرف جي خلاف هلندڙ ڪارروائيءَ کان وٺي ٿر ۾ بد انتظامي، بک، بدحالي ۽ چونڊيل نمائندن جي نا اهليءَ ۽ لاتعلقيءَ جي ڪري ٿيل تباهيءَ وارا معاملا غور هيٺ آيا. جن معاملن تي پارليامينٽ جي اجلاس ۾ ويچار ٿيو انهن مان ڪجهه معاملن تي وقت جي حڪومت جواب ڏنو ڪجهه معاملن تي بلڪل چپ رهي. دهشتگردي يا طالبان جي معاملي تي وفاقي سرڪار بلڪل ائين مونجهاري، غير سنجيدگي ۽ ٻڌتر جو شڪار آهي، جيئن سنڌ حڪومت ٿر ۾ موت جي رقص تي وائڙي ٿي وئي آهي. سنڌي ميڊيا جي خبرن، رپورٽن تي ڌيان نه ڏيڻ جي هيراڪ سنڌ حڪومت يا پي پي وارو لڏو هاڻ انهيءَ جو نتيجو ائين ڀوڳي رهيو آهي، جو ڪي ٽي اين جي اٿاريل ٿر جو معاملو هاڻ نام نهاد قومي ميڊيا تي به ڇانئجي ويو آهي.

پر عالمي خابرو ادارن تائين به هاڻ رڳو سنڌ حڪومت جي "گڊ گورننس" جا قصا پيا ڳائجن. جيڪڏهن سنڌ جي پيپلز پارٽي حڪومت ٿر جي معاملي تي غير سنجيدگيءَ بدران ڪاوش ۽ ڪي ٽي اين تي رپورٽ ٿيل خبرن تي ئي نوٽيس وٺي ها ته ڪر هيتري خواري به نه ٿئي. هاڻ جڏهن سموري دنيا ۾ ٿر جي ٻارن جون تصويرون ايٿوپيا جي ٻارن سان ڀيٽائجي رهيون آهن ته شايد سنڌ سرڪار اک پٽي ۽ سنڌ جي لاءِ هڪ نئين شروعات ڪري، پر انهيءَ جو آسرو گهٽ آهي. ڇاڪاڻ ته ڪجهه "عوامي نمائندا" انهيءَ سموري صورتحال کي جنهن انداز ۾ پيش ڪري ٿري ماڻهن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪي رهيا آهن، انهيءَ مان ئي لڳي ٿو ته هو اڳتي ڇا ڪندا. اهو ٿيو سنڌ جو قصو مٿين سطح تي وفاقي سرڪار جي حالت به طالبان معاملي تي

بلڪل خراب آهي. اسلام آباد مٿان دهشتگردن جي وار، هنگو ۾ سٽن سيڪيورٽي اهلڪارن جي شهادت باوجود حڪومت جو رويو نرم کان نرم نظر اچي رهيو آهي، دهشتگرديءَ جون ڪارروايون جاري آهن. جڏهن تہ حڪومت ڳالهين جي راڳڻي نہ ٿي ڇڏي ڪجھ ڏينهن اڳ دهشتگردن سان ڳالهيون پهريون آپشن هو تہ آخري آپشن وري بہ آپريشن چيو پئي ويو پر هاڻ پهريون آپشن ۽ آخري آپشن ڳالهيون آهن. اسلام آباد جي دهشتناڪ واقعي کانپوءِ حڪومت دهشتگردن تي ڪک رکڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي ۽ دهشتگردن بدران ماڳهين عدالتي عملي ۽ پنهنجي پوليس جي پويان هٿ ڌوئي پئجي وئي آهي. هاڻ تہ طالبان جي حمايت ۾ تقريرون شروع ٿي ويون. مثال طور گهرو وزير جو اهو چوڻ تہ طالبان محب وطن آهن. يا وري اهو چوڻ تہ اسلام آباد جي ضلعي عدالت اندر جج کي گوليءَ جو نشانو دهشتگردن نہ بنايو پر سندس گارڊ جي هٿان گولي هلي وئي، انتهائي حيرت جوڳو آهي.

اسلام آباد واقعي کان پوءِ حڪومت جي دهشتگردن سان ڳالهين واري نيت ۾ ڪو بہ ڦيرو نہ آيو پر ڪجھ معاملا هيٺ مٿي ضرور ٿيا آهن. وزير اعظم پنهنجي جوڙيل ڪميٽيءَ جي جاءِ تي با اختيار فورم جوڙڻ جو فيصلو ڪيو آهي، ڪور ڪمانڊرن جي ڪانفرنس جي حوالي سان اهي خبرون اچي رهيون آهن تہ فوج نہ ٿي چاهي تہ طالبان سان ساڳي ميز تي ويهي ڳالهيون ڪري. ياد رهي تہ فوج هڪ ميز تي ويهي ڳالهيون نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي، باقي ”بي ميز“ جي حوالي سان ڪجھ نہ ٿو چئي سگهجي. افغانستان کي بچائڻ جي جنگ کان وٺي آمريڪا جي جيت واري لڙائي هجي يا ڪشمير کان وٺي ڪيترن ئي اهم معاملن تي انهن ادارن ساڳي ميز بدران پري واري ميز تان ئي مامرا هلايا آهن. حڪومت جو بہ اهو ئي موڊ آهي تہ ڪو بيو اچي انهيءَ صورتحال ۾ سندن ساٿ ڏئي. حڪومت پنهنجا آئيني اختيار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش بدران رڳو وقت ٽپائڻ جي لاءِ پنهنجي اختيارن تان هٿ کڻڻ جي لاءِ بہ تيار آهي.

طالبان سان ڳالهين جي لاءِ وزير اعظم جي ناهيل ڪميٽي غير فعال ڪرڻ جو مک سبب ڪميٽي جي بيوسي ۽ بي اختياري بڌائي پئي وڃي. بي ڳالھ اها تہ ڳالهيون آپريشن. آپريشن ڳالهيون ..... هڪ وزير جو هڪ موقف. ٻئي وزير جي ٻي ڳالھ. ملڪ جي چيف ايگزيڪيوٽو جو ماڳهين ٽيون موقف آخر ڇا ٿو ظاهر ڪري؟! گهرو وزير چيو آهي تہ طالبان محب وطن آهن. دفاع وارو وزير چوي ٿو تہ هاڻ جنگبنديءَ جي پيڪڙي ٿي تہ آپريشن شروع ٿي ويندو. جيڪڏهن هڪ لمحي جي لاءِ دفاع جي وزير جي ڳالھ تي اعتبار ڪجي تہ پوءِ وري بقول گهرو وزير جي تہ اڃان تائين آپريشن جو سوچيو ئي ناهي. جيڪڏهن اهو فيصلو ٿيو تہ پوءِ بہ هڪ هفتو فوج کي مقرر ڪرڻ ۾ لڳندو. انهيءَ کان سواءِ حڪومت جو ظاهر ظهور طالبان سان نرميءَ

جو رويو رڳو ڪين ڳالهين جي ميز تي آڻڻ جي لاءِ آهي. اسلام آباد جي ڌماڪي بابت وزير اعظم جون "را" تي شڪ واريون خبرون تہ طالبان کي صفا "ڪلين چٽ" ڏيڻ واريون آهن. هاڻ طالبان سان جنگ بلڪل مشڪل نظر اچي رهي آهي، ڇاڪاڻ جو انهن دهشتگردن کي جن قوتون حد کان وڌيڪ پروٽوڪول ڏياريو يا حڪومت کين جيتري منٿ ميڙ ڪئي آهي، انهيءَ مان طالبان هاڻ حڪومت جي برابريءَ کان بہ بہ قدم اڳتي نظر اچي رهيا آهن. ڇيو تہ اهو بہ وڃي ٿو تہ طالبان کان ڪم وٺندڙن کي سياسي حڪومت اهڙو ڪم ڪڏهن بہ نٿي ڏئي سگهي، انهيءَ جي ڪري هو سمجهن ٿا تہ انهن جي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي! ڳالهين جو ماحول جوڙڻ جي لاءِ هن حڪومت جي اڳيان اهڙو منظر نامو تيار ڪيو ويو آهي، جنهن مان اهو ظاهر ٿيندو هجي تہ طالبان خلاف ڪارروائي معنيٰ وڏي تباهي! شايد طالبان طرفان اربين ڊالرن جي معاشي تباهي ۽ پنجاهہ هزار ماڻهن جي قتل کان بہ ڪنهن وڏي تباهيءَ جو نقشو تيار ڪيو ويو آهي. هن صورتحال ۾ حڪومت سنڀاليندڙ سياسي پارٽي پنهنجي پاران ڪو بہ فيصلو ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نظر نہ پئي اچي.

(گاديءَ واري شهر ۾ ٿيل خودڪش ڌماڪن ۽ دهشتگرديءَ جا پيرا پاڻ ڪڻڻ بعد طالبان کان مدد جي خيرات وٺندڙ حڪومت مان ڪهڙي اميد لڳائجي تہ اها سموري ملڪ مان انتهاپسندي، فرقيواريت، نسلي ۽ مافيائن جي دهشتگرديءَ کي ختم ڪرائي سگهندي؟) اڄ اسلام آباد واقعي کي هڪ هفتو اچي ٿيو آهي پر 26 ايجنسيون رکندڙ حڪومت اجان تائين دهشتگردن جو کر پيرنہ ڳولهي سگهي آهي. هنگو ۾ ڌماڪو ڪندڙن کي بہ طالبان کان الڳ ڪري پيش ڪيو پيو وڃي، هاڻ تہ هر ڌماڪي پويان هڪ نئين ويڙهاڪ تنظيم سامهون اچي رهي آهي. بقول گهرو وزير جي، طالبان سميت مختلف 65 گروپ آهن..... جيڪڏهن اهي سڀ ڪارروايون ڪندا رهندا، انهن کي ڳالهين جي نالي تي ڇوٽ ملندي رهي تہ پوءِ واقعي ڪجهہ نہ بچي سگهندو. پارليامينٽ اندر جنهن اندازِ نڪ جي پڪائيءَ سان حڪومت طالبان کي معصوم۽ امن جا خواهشمند ڪري پيش ڪري رهي آهي، انهيءَ مان بہ اهو تاثر ملي رهيو آهي تہ حڪمران بس پنهنجو اقتدار بچائڻ جي پويان آهن. هزارين ماڻهن جي قاتلن کي پلي پانهن کان وٺي ڳالهين جي لاءِ ويهاريو وڃي پر اهو بہ ياد ڪرڻ ضروري آهي تہ سنڌ، بلوچستان ۽ ڪي پي ڪي دهشتگرديءَ جي ڪري ٻري رهيا آهن، انهن صوبن ۾ ڪرندڙ لاشن تي سوديبازي ايتري بہ سستي ناهي. اڄ نواز ليگ جي حڪومت ۾ خود حڪمرانن جو پنهنجو صوبو پلي بچي وڃي پر طالبان تي هٿ اهڙوئي هلڪو رهيو تہ بقول فراز:

چراغ سب کي بُجهين گي، هوا ڪسي کي نهين

kumbharibrahim@gmail.com

# ٿر: جتي اڃ، رڃ ۽ درد جا آکيرا آهن

## ثنا عباس دشتي

هونئن تہ سڄي سنڌ مهانگائي، بيروزگاري، بُک ۽ بدحاليءَ جي ٻاھ ۾ سڙي رهي آهي پر سنڌ جي صحرائي علائقي ٿر جا سُور ڪجھ سَوايا ئي آهن. ٿر جي ماروئڙن جي مايوس چهرن تي مُرڪ تڏهن ئي پَسي سگهبي آهي، جڏهن ويران واريءَ جي دڙن تي مِينهَن ڪڻيون وَسنديون آهن. اُن ويل سڄو ٿر فطرتي حُسن جي سائي چادر ويڙهي خوبصورت منظر پيش ڪندو آهي. مورن جا ٺهوڪا ۽ خوبصورت رقص دل کي راحت بَخشيندو آهي. پر جڏهن بانورا بادل بيوفائي ڪندا آهن ۽ جنهن سال ٿر ۾ وسڪارو نہ ٿيندو آهي، تہ هِي مارو ماڻهو پيرين پنڌ پنهنجي مال متاع سان گڏ ٻئراجي علائقن جو رُخ ڪندا آهن. قدرتي آفتون ۽ ڏُڪار تہ سڄي دنيا ۾ اچن ٿا پر اسان وٽ اهڙن ڏُڪار ۽ آفتن ستيل ماڻهن کي وڏيڪ سُور بدتر حڪمرانيءَ سبب سَهڻا پون ٿا. هن سال بہ ٿر ۾ بہ ڏُڪار آيل آهي، تازو ٿر ۾ ماروئڙن ۽ مال مٿان بدتر حڪمرانيءَ سبب آيل ڏُکين ڏينهن تي پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمين بلاول ڀٽو زرداريءَ پنهنجي ٽوئيٽر تي هڪ ميسيج جاري ڪيو ۽ ٿر ۾ معصوم ٻارڙن جي غِذا جي کوٽ سبب ۽ مال جي بيمارين ۽ چاري جي کوٽ تي سنڌ جي خوراڪ کاتي جي وزير کي دُبئي طلب ڪري ورتو. اسانجي ملڪ ۾ بدانتظامي ۽ بحرانن جي ذميوار وزيرن، مشيرن ۽ ڪامورن کي احتساب مان گذارڻ بدران انهن کي لنبن، دبئي ۽ سعودي طلب ڪري سندن کاتي جي بدانتظامي ۽ بي ڌيانيءَ جا ميڊيا ۾ ڦات ڇو ڦاٽا؟ يا ڳالھ ايستائين ڇو پهتي جو هر طرف کان سندن خلاف آواز اُٿڻ لڳو. هاڻي پارڻ وٽ حڪمران جماعتن جي اها روايت قائم ٿي وئي آهي تہ سندن بي ڌياني ۽ بدتر حڪمرانيءَ تي ڪنهن طرح سان ’ڪَڪَ‘ پيل هجن. ايستائين ٿرپارڪر جي سڄي حڪومتي مشينري اگهور ننڊ سُتل هئي، جيستائين وچي ميڊيا مٺيءَ جي اسپتال ۾ معصوم گُلڙن جي ڪومائجي وڃڻ واري خبر بريڪ نہ ڪئي. سنڌ جي وڏي وزير پهرين تہ ٿر جي دوري دوران بجاءِ ڪنهن رليف پئڪيج جي اعلان ڪرڻ جي، بيمارين ۽ اناج جي کوٽ وگهي ڏُکن ۾ گذاريندڙ ٿر جي وڏي آباديءَ جي آمدنيءَ جي اهم ذريعي چوپائي مال جي وڪري تي بہ 15 ڏينهن لاءِ پابندي لاڳو ڪري ڇڏي. پر ٻئي ڏينهن جڏهن سنڌ جي وڏي وزير کي

پنھنجي ماتحت عملي جي ڪوتاهيءَ جو احساس ٿيو ته هن ٿر لاءِ 10 ڪروڙ رپين جي پئڪيج جو اعلان ڪيو ان ڪانسواءِ وزير اعظم نواز شريف به نيشنل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي (NDMA) کي ٿر ۾ امدادي سرگرميون شروع ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو هو پاڻ به اڄ ٿر پهچي رهيو آهي. ٻئي طرف حالت اها آهي جو جنهن ڏينهن سنڌ جو وڏي وزير ٿر جي دوري تي پهتو ان وقت مٺيءَ جي چونڊيل نمائندن به مٺي جي اسپتال ۾ فوت ٿيل معصوم ٻارڙن واري معاملي ۽ مسلسل چوپائي مال جي مرڻ وارين خبرن تي پهريان ته پورو سچ ٻئي ڳالهايو پر جڏهن سندس ليڊر آف دي هائوس مٺي پهتو ته انهن به پنهنجي ٿر ۽ تڪ جي ماڻهن جو موقف بيان ڪرڻ بجاءِ اڌ سچ ڳالهائي باقي ٿر جي ماروئڙن جي زخمن تي لوڻ ٻُرڪڻ وارن جو موقف ئي ميڊيا اڳيان رکيو. اهڙن ماڻهن جي بيرحم روين ۽ پٿر دليءَ تي روئندي ئي شايد مشهور سماج سڌارڪ مدر ٽريسا ڪٿي چيو هو ته. ماڻهو اناج جي کوٽ سبب نه پر محبت جي ڏُڪار ۾ مري تا وڃن. شيخ اياز به ٿر جي مارو ماڻهن جي دردن جي عڪاسي پنهنجي لفظن ۾ ڪندي چوي ٿو ته:

هِي چونئرا جي چانڊوڪيءَ ۾، ڪاري ٿر تي بينا آهن،
پنهنجا پنهنجا ڏُکَ لِڪائي، ٻارَ ٻُڪايل چاتِي لاءِ،
رب رڳي لاءِ آتا آهن، چنڊ انهيءَ لاءِ ڪا شئي ناهي،
ڪيڏي سونهن سمي پيئي پر، منڊ انهن لاءِ ڪا شئي ناهي.

جيڪڏهن ٿر جي ماروئڙن جي دردن جو سنڌ حڪومت ۽ پيپلز پارٽيءَ جي نوجوان ليڊر بلاول ڀٽو زرداريءَ کي درمان ڪرڻو آهي ته. سڀ کان پهرين ان ڳالهه جي جاچ ٿيڻ گهرجي ته. سيپٽمبر 2013ع ۾ جاري ٿيل 60 هزار ڪٽڪ جون ٻوريون ورهائجي ڇو نه سگهيون؟ پيو ته. هڪ رليف ڪاتو به ٿيندو آهي. ان رليف ڪاتي جو هڪ وزير به مقرر ٿيل آهي پر اهو رليف ڪاتو ۽ ڪاتي جو وزير ڪٿي آهي؟ موسمي حساب سان ۽ فصل ٿيڻ ۾ اڃا 8 مهينا باقي آهن. پوءِ باقي رهيل سٺن مهينن لاءِ حڪومت ڪهڙي رٿابندي ڪئي آهي؟ ڏُڪار کي وڌيڪ ڪيئن منهن ڏبو ان لاءِ ڇا رٿيو ويو آهي؟ ڪجهه آفيسرن کي معطل ڪرڻ سان ٿر تان ڏُڪار ختم ٿيڻ جي ڪا به خاطري ناهي. سنڌ حڪومت ۽ ٿر جي چونڊيل نمائندن کي گهرجي ته. پنهنجي ماروئڙن جي غير مشروط خدمت ڪن. پيپلز پارٽيءَ جي ليڊر بلاول ڀٽو زرداري، جنهن مان اڪثريت کي وڏيون اُميدون آهن، کي سنڌ جي ثقافت تي توجهه ڏيڻ سان گڏوگڏ پنهنجي سنڌ حڪومت جي حڪمرانيءَ واري طرز تي به نگاهه رکڻ گهرجي ته. پيپلز پارٽيءَ جي پنهنجي هوم گرائونڊ سنڌ ۾ ڪارڪردگي ڪهڙي آهي!

# اڇو تہ هن ”مجرماڻي اعتراف“ تي ماتم ڪريون!!

ستار سروهي

سون ورني ٿر جي زمين، جنهن لاءِ ڪجھ مهينا اڳ ئي جڏهن وزيراعظم نواز شريف کي ٿرڪول پراجيڪٽ جي افتتاح وقت آندو ويو هو ۽ جڏهن هن هيليڪاپٽر مان لهي زمين تي پير رکيو هو تہ سنڌ جي وڏي وزير ڪيس اشارو ڪري چيو هو تہ ”ميان صاحب! جتي اوهان بيٺا آهيو اوهان جي پيرن هيٺيان سون آهي“. اڄ ان ئي ٿر ۾ معصوم ٻارڙن جا هڏپانيون نڪتل لاش پيل آهن. جن لاءِ هاڻي خود وقت جي سرڪار ”مجرماڻي غفلت“ جو اعتراف ڪري اهو ميڃي ورتو آهي تہ ٻارڙا خوراڪ جي کوٽ ۽ ان جي نتيجي ۾ جنم وٺندڙ بيمارين سبب فوت ٿي ويا آهن. دل چوي ٿي تہ اڄ انهن 130 کان وڌيڪ معصوم ٻارڙن جي موت تي هڪ اجتماعي ماتم ڪيون. جن اڃا زندگيءَ جا رنگ ئي نہ ڏٺا هئا تہ بک ۽ بدحالي سندن مقدر ۾ موت لکي ڇڏيو ۽ اهڙي ريت سنڌ اندر گڊ گورننس جا اهڙا تہ پول کُلي ويا آهن جو نہ چاهيندي بہ اقتدار ڌڻين کي ان جو اعتراف ڪرڻو پئجي ويو آهي.

دل چوي ٿي تہ ڊگهيون ڊگهيون ۽ جذباتي تقريرون ڪري ”مرسون مرسون سنڌ نہ ڏيسون“ جي پرڪيف نعرن مان نڪري ڇو نہ انهن ٻارڙن تي لکجي. جيڪي نالي ۾ تہ اربين ربين جي سون جهڙي ڪوئلي جي ذخيرن جا والي وارث آهن.پر ڪين ڪائنڊ لاءِ ماني ڳيو بہ نہ مليو ۽ نتيجي ۾ ڏينهن جا ڏينهن بکيو رهندڙ سندن ننڍڙو وجود هڪ هڪ تي موت جي منهن ۾ هليو ويو.پر اسان جي حاڪمن کي اقتدار جي اگهور ننڊ مان تيستائين جاڳ نہ ٿي، جيستائين ميڊيا ان سانحي تي ماتم نہ ڪيو. هن وقت بہ آئون جڏهن هي سٽون لکي رهيو آهيان، تڏهن منهنجي آڏو انهن معصوم ٿري ٻارڙا جا ٽڙپندڙ وجود پيل آهن. جيڪي علاج لاءِ اسپتالن ۾ سٽيل آهن. ڪي تہ طبي سهولتن کان ڪوهين ڏور پٽن ۾ ڪٽي درد کان ڇنگهي رهيا آهن.منهنجي آڏو انهن ٿري مائرن

جون نراسيل اڪيون آهن.جن لاءِ خود حاڪمن اهو اعتراف ڪيو آهي تہ خوراڪ جي نہ ملڻ سبب مائرن جون سندن ڇاتيون سُڪي ويون. ٻارڙن کي کير نہ ملي سگهيو ۽ اهي فوت ٿي ويا.

هن ڏڪار هونئن تہ ڪيئي سوال اڀاري ڇڏيا آهن پر وقت جي حاڪمن ۽ڪانئن ووٽ وٺندڙ سموري اعليٰ مخلوق جي روبن تان بہ ڄڻ پردو ڪڍي ڇڏيو آهي. هڪ پاسي ٿر ۾بدترين انساني الميو جنم وٺي چڪو آهي، لکين ماڻهو لڏپلاڻ جي عمل مان گذري رهيا آهن. گهر گهر ۾ ماتم برپا آهي تہ ٻئي پاسي انساني همدردي ۽ سماجي اخلاقيات کان محروم سياستدانن اهڙا بيان ڏنا آهن. جنهن تي جيترو ماتم ڪجي اهو گهٽ آهي، مثال طور جڏهن ڪاري ڏڪار ۾ ٿر اندر رڳو مهيني اندر 121 ٻارڙن جي فوت ٿيڻ واري خبر سڀ کان پهرين ميڊيا ذريعي منظرعام تي آئي تہ اسان جي حڪومت ان تي ڪو بہ تڪڙو ردعمل نہ ڪيو ٻئي ڏينهن وڏو وزير مٺي پهتو تہ کيس"سڀ خير" آهي جي بريفنگ ڏني وئي ۽ ان بريفنگ جي آڌار تي وڏي وزير چيو تہ ٿر ۾ ٻارڙا سردي ۽ نمونيا سبب مئا آهن. صورتحال نارمل آهي(جنهن جو بعد ۾ وڏي وزير اعتراف بہ ڪيو تہ کيس غلط بريفنگ ڏني وئي). وڏي وزير جي زبان مان"سڀ خير آهي" جا لفظ ڇا نڪتا، سنڌ جي حڪمران جماعت سان لاڳاپيل سمورن سياستدانن گهر ويٺي ئي ساڳيو راڳ آلاپڻ شروع ڪري ڇڏيو قومي اسيمبلي ۾ سڀ کان پهرين تہ سنڌ جي ميمبرن ان معاملي تي ڳالهائڻ بدران "رديءَ جي ٽوڪريءَ حوالي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇاڪاڻ تہ ان سان سندن ئي نااهلي ظاهر پئي ٿئي. ان ڪانپوءِ جڏهن پنجاب سان لاڳاپيل ڪجهہ ميمبرن ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو تہ سنڌ جي انهن ئي ميمبرن( جن کي سنڌ جي ماڻهن وڏي ناز سان ووٽ ڏئي ايوانن ۾ آندو. اندر ساڙيندڙ موقف اختيار ڪيو). شازيا مري( جنهن جو تعلق خود سانگهڙ ضلعي سان آهي، جتي جو اڇڙو ٿر هن وقت ڏڪار واري صورتحال کي منهن ڏئي رهيو آهي)ان سچ تسليم ڪري پنهنجي ناڪامين جو اعتراف ڪرڻ بدران وڏي بيرحميءَ سان اهو چئي ڏنو تہ ٿر ۾ ٻارڙا سيءَ سبب ۽ خاص ڪري عطائي ڊاڪٽرن کان علاج ڪرائڻ سبب فوت ٿيا آهن. شازيا مري، جيڪا اڳوڻي صوبائي وزير بہ رهي چڪي آهي، ان اها تصديق ڪرڻ جي تڪليف بہ نہ ڪئي تہ ٿر جي حقيقي صورتحال ڇا آهي؟ پر هن بيان ڏئي شايد پارٽيءَ جي هاءِ ڪمان کي پاڻ وٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، اگر مڃي بہ ونجي تہ ٿري ٻارڙا عطائي ڊاڪٽرن کان علاج ڪرائڻ سبب ئي فوت ٿيا آهن تہ شازيا مري جو اهو بيان ئي سندس ۽ سندس جماعت جي ڄڻ تہ ناڪاميءَ جو اعتراف ٻڌجي وڃي ٿو ڇاڪاڻ تہ ٿر جي ماڻهن کي صحت جون مناسب سهولتون فراهم ڪرڻ ڪنهن ٻاهرئين حڪومت جو نہ پر ان ئي حڪومت جي ذميواري آهي، جيڪا سنڌ اندر شازيا مري جي پارٽي جي آهي. ٿر جو ماڻهو اگر عطائي ڊاڪٽرن کان

علاج ڪرائڻ ۽ حڪمرانن جي بقول ڏاڍا قيمتا ڪرائڻ تي مجبور آهي تہ ان ۾ پهريان جو ڪهڙو قصور اها تہ حڪومت جي ذميواري آهي تہ اها کين صحت جون سهولتون فراهم ڪري پر حڪومت جي بيوسي اها تہ خود اختيار ڏٺي اهو اعتراف ڪن ٿا تہ ٿر ۾ طبي سهولتن جي شديد اڻاٺ آهي ۽ هتي ڪراچي ۽ حيدرآباد جو ڪو بہ ڊاڪٽر ڊيوٽي ڪرڻ لاءِ تيار ناهي.

هو جن جي اکين آڏو سندن گلن جهڙن ٻارڙن تڙپي تڙپي دم ڏنو هوندو ۽ وٽن بہ لڙڪ وهائڻ لاءِ اکين ۾ بہ پاڻي نہ بچيو هوندو انهن کي اها ڪيئن آٿت ڏجي تہ هاڻي اوهان فڪر نہ ڪيو. حاڪمين ۽ اختيار ڏٺي "جاڳي" پيا آهن. اوهان جي ڏکن سورن ۾ اهنجن ۾ ضرور گهٽتائي ايندي. هن وقت جڏهن سنڌ توڙي وفاق جا سمورا ادارا هاڻي ٿر اندر "امدادي سرگرمين" ۾ مصروف آهن ۽ سنڌ حڪومت علل اعلان پنهنجي ناڪاميءَ جو اعتراف ڪري چڪي آهي. تڏهن ڪاش اهي ٻارڙا. جيڪي ڏڪار وگهي فوت ٿي ويا. گهڙي کن لاءِ جيئرا ٿي پون تہ هوند کين ٻڌائي سگهجي تہ اوهان جي "قرباني" ڪانپوءِ سرڪار اوهان جي پونئرن جي سار سنڀال لاءِ پهتي آهي. اوهان لاءِ اعلان بہ ڪوڙ ٿيا آهن. جاچ بہ ٿيندي. ذميوارن جو تعين بہ ٿيندو.سزائون بہ ملنديون. انهن سوالن جا جواب بہ ڳوليا ويندا تہ اهي اين جي اوز جيڪي خصوصي طور ٿر اندر خوراڪ جي کوٽ سميت پسماندگي جي خاتمي لاءِ ڏيهي توڙي عالمي ادارن کان ڪروڙين رپين جا فنڊ وٺي "پنهنجي غريبي" ختم ڪرڻ ۾ مصروف آهن. اهي هن سموري عمل ۾ ڪٿي هيون؟ انهن جو پئسو ڪٿي خرچ ٿو ٿئي؟ ڪاش تڙپي تڙپي فوت ٿي ويل ٻارڙا ڪجهہ دير لاءِ ئي زندهہ ٿي پون تہ جيئن کين اها آٿت ڏئي سگهجي تہ وري ڪڏهن مارئي جي ديس جي ماڻهن کي ائين ڏڪر جهڙو موت مقدر ۾ نہ لکيو ويندو. چاڪاڻ تہ اسان جا حاڪم مرسون مرسون سنڌ نہ ڏيسون جو نعرو هڻندڙ آهن. رڳو هيءَ غلطي معاف ڪيو. اهي اڳتي اوهان کي ائين نڌڻڪو ٿي مرڻ نہ ڏيندا. چاڪاڻ تہ اوهان سون جهڙي ڌرتي جي سون جهڙن ذخيرن جا مالڪ آهيو ڪاش مري ويل اهي ٻارڙا ڪجهہ دير لاءِ ئي سهي.زندهہ ٿي سگهن!!

# ٿر جي حالت تي سياست نہ پر عملي طور ڪجھ ڪرڻ جي ضرورت ...

سليم جروار

روز نيوز چينلز ۽ اخبارن ۾ معصوم ٻارڙن جو ڏرا ڏيئي ويل اڪڙيون، معصوم چهرن تي مکين جا لامارا ۽ امڙين جي بي وسي ۽ حڪومتي بي حسي ڏسي انسانيت جو ڪنڌ شرم وچان جُهڪي ٿو وڃي، ھُو ان ڌرتي جا وارث آھن، جنهن جي قدمن هيٺ پيل ڪاري سون تي وڏيون ڏاڙون هنيون ٿيون وڃن جنهن ڪاري سون مان ايندڙ ڪجھ سالن ۾ توانائي جا ذخيره گڏ ڪرڻ جون دعوائون ڪيون وڃن ٿيون پر ان ڌرتي جي انساني اثاثن ۽ قوم جي ايندڙ نسل ڪي بڪ، بيماري ۽ موت جي منهن ۾ ڌڪڻ وارا بہ اهي حڪمران آھن، جن جي نا اهلي، غفلت ۽ غير ذميواري سبب هيستائين ڏيڍ سئو جي لڳ ڀڳ ٻارڙا پنهنجي امڙين جي آغوش ۾ چڙيون هٽندا دم ٽوڙي چڪا آھن.

سياسي مخالف ميڊيائي ميدان تي هڪ ٻئي تي سياسي حملا ڪري رهيا آھن، ڪامورا پنهنجون سيٽون بچائڻ جي چڪر ۾ پورا آھن، اها ڳالھ عالم آشڪار آهي تہ ڪنهن بہ ذميوار ڪي ڪجھ بہ نہ ٿيندو، وقتي طور ميڊيا جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ نوٽيفيڪشن جاري ڪري هڪڙن ڪي عهدن تي مقرر ڪيو ويندو تہ ٻين ڪي رپورٽ ڪرڻ لاءِ چيو ويندو پر ان انساني الميي جي ذميوارن جي نشاندهي ڪري ڪين ان جي سزا ڏيڻ جي جرئت ڪير بہ نہ ڪري سگهندو ڇو تہ اهي ”ڏاڍي سائين“ وارا آھن. بس نڌڻڪا ۽ لاورث آھن تہ اهي معصوم ٿريا جن ڪي هٿ وني هن حالت ۾ پهچايو ويو آهي.

ميڊيا جي نشاندهي تي ڇُرپر ۾ آيل حڪومتي ڌر ڪي ازخود ايڪشن ڪٺي ان ذميوارن ڪي باقاعده ڏوهاري قرار ڏيڻ گهرجي ڪٺي چاهي اهو ڪهڙو بہ وڏويا اثر رکندڙ آفيسر ڇو نہ هجي پر اهو ممڪن ناهي ڇو تہ انهن آفيسرن جا سياسي اثر آھن افسوس جو ڳي ڳالھ آهي تہ اهڙو انتظامي نيٽ ورڪ ۽ وسيلن باوجود ايڏو وڏو انساني الميو

تي ويو قدرتي آفتن جو اچڻ اچانڪ هوندو آهي پر اچ ڪلهه تہ بهتر انتظامي ڪارڪردگي باعث دنيا ان جا بہ گهٽ ۾ گهٽ نقصان برداشت ڪري ٿي اسان وٽ اهو ممڪن ئي ناهي پر ٿر جي موجوده صورتحال جا اشارا تہ مهينا اڳ ڏسڻ ڪپن ها. ڏڪار هڪ ٻن ڏينهن ۾ تہ نہ آئي آهي. بقول ارباب رحيم جي تہ آڪٽوبر ۾ برسات نہ پوڻ سان ئي ٿر کي ڏڪارزده علائقو قرار ڏنو ويندو هو. هن ڀيري ائين ڇو نہ ٿيو ان جو جواب حڪومت کي ڏيڻ کپي.

ڪالهه وزير اعظم نواز شريف مٺي جو دورو ڪري صورتحال جي بريفنگ ورتي هڪ ارب روپين جي امدادي پئڪيج جو اعلان ڪيو ۽ سنڌ حڪومت کي ڀرپور سهڪار جو يقين ڏياريو. اها مثبت ڳالهہ آهي پر وفاق پاران ۽ صوبائي حڪومت پاران مليل امدادي پئڪيج کي بهتر طريقي سان استعمال ڪرڻ جي ضرورت آهي، پر اهو تمام گهٽ ٿيو لڳي، ڇو تہ هيستائين مختلف وقتن تي سنڌ ۾ ٿيل امدادي ڪاروائيون سيني جي اڳيان آهن. هر شعور رکندڙ ماڻهو سوچي ٿو تہ آخر ميڊيا جي بريڪنگ نيوز تي تحرڪ ۾ ايندڙ حڪومت پاڻ مرادو ڪڏهن ڪمن کي پنهنجي وقت تي ڪندي. لڳي ٿو تہ ٿر جو دل ڏاريندڙ هي ڏڪار ۽ ان تي ڪم ڪرڻ جون دعوائون بہ ميڊيا تي ايندڙ خبرن تائين هونديون. خبرون ختم تہ سڀ ڪجهہ نيڪ. اهوئي سبب آهي جو اڪثر حڪومتي عملدارن جي واتان ٻڌو وڃي پيو تہ ميڊيا شين کي وڌائي پيش ڪري رهي آهي.

هڪڙن حڪومت جي ذميوارن جي اها بہ دعويٰ آهي تہ ٻار بک وگهي نہ پر سخت سردي ۾ فوت ٿيا آهن. ڪل جوڳي ڳالهہ آهي پر ڇاڪجي ڳالهائڻ وارو بہ ڪو سائين آهي ان جي ڳالهہ بہ غلط نہ هوندي. وزير اطلاعات فرمايو تہ ٿر ۾ ڪُل 49 ٻارڙا فوت ٿيا جيڪي سڀ بک ۽ غذائيت جي ڪمي باعث نہ ويا آهن. ٿر جي اهڙي صورتحال ڏسڻ بعد ان قسم جون ڳالهيون تہ حيرت ڏيارين ٿيون پر ڇا ڪجي؟ هن سموري معاملي سان لاڳاپيل بہ اهم وزير صاحبان تہ منظر عام تي ڏسڻ ۾ ئي نہ پيا اچن شايد ڪنهن اهم معاملن ۾ رڌل هوندا. رليف وارو صوبائي وزير مخدوم جميل الزمان ۽ خوراڪ وارو وزير ڄام مهتاب ڏهر صاحبن کان علاوه رليف ڪمشنر لالا فضل الرحمن جو پڻ ڪو ڏس پتو نہ پيو ملي.

ٿر ۾ آيل ڏڪار جي مڪمل ذميوار صوبائي حڪومت ۽ ضلعي انتظاميہ آهي، جن تي هرڪوئي کلي تنقيد ڪري رهيو آهي ۽ ٿيڻ بہ کپي. رياست جي ذميواري آهي تہ اهڙي صورتحال ۾ باحفاظت طريقي سان شهرين جي ڀرگهور لهي جنهن لاءِ حڪومت ئي ذميوار آهي. پر ڏڪار سٽيل ٿائرن لاءِ اسان مان هر ڪنهن کي سوچڻ گهرجي تہ اسان ڇا ڪيو؟

مهذب معاشرن ۾ شهري انفرادي ۽ اجتماعي طور تي اهڙن موقعن تي پنهنجو

ڪردار ادا ڪندا آهن. پر اسان ته سواءِ تنقيد جي ٻيو ڪجهه به نه ڪري سگهيا آهيون.سياسي. پارٽيون، قومپرست ڌريون سول سوسائٽي سواءِ بيان ڏيڻ ۽ ميڻ بتيون ٻارڻ جي ڪجهه به نه آهن ڪري سگهيا. مجون ٿا ته وسيلا ناهن پر شهرن ۾ امدادي ڪئمپون لڳائڻ کان وٺي، ماڻهن ۾ جاڳرتا ڦهلائڻ ۽ ٻين امدادي ڪمن تائين ڪوڙ اهڙا ڪم آهن جيڪي افرادي قوت سان ڪري سگهجن ٿا پر شايد اهڙن ڪمن جو سندن مقصدن سان تعلق نه آهي.

ڪجهه به آهي پر ترجا لکين انسان هڪ وڏي انساني الميي کي منهن ڏيئي رهيا آهن، سندن سهائتا ڪرڻ، مالي ۽ اخلاقي مدد ڪرڻ هر ضمير واري انسان جوڪم آهي، معصوم ۽ پتڪڙن ٻارڙن جو اهڙي ريت بي حسي باعث ضيان ٿيڻ انسانيت لئه هڪ وڏو چئلينج آهي.

هن موڙ تي سياسي مقصد حاصل ڪرڻ يا هن معاملي تي سياست ڪرڻ انسانيت سان وڏو مذاق هوندا، هاڻ حڪومت کي ايمانداراڻي طريقي سان تحقيق ڪري ذميوار ڌرين کي عملي سزا ڏيئي نئين تاريخ رقم ڪرڻ گهرجي. خالي انڪوائري ڪميٽين جو اعلان ڪرڻ سان داغ ڌوئي نه ٿا سگهجن. يا سڪٽن همدردي وارن تقريرن سان پنهنجو پاڻ کي صاف ۽ شفاف نه ٿو بنائي سگهجي. اگر ڪجهه ڪرڻو آهي ته اهو عملي طور تڏي تي ڪرڻ گهرجي نه ته اجايو ٽرين جي هن حال تي ڪنهن کي سياست ڪرڻ جو ڪوبه حق نه آهي. اهي ماروئڙا نسلن کان ان حالتن کي منهن ڏيندا آيا آهن ۽ اڳتي به ڏيئي ويندا.

*http://awamiawaz.com*

# ٿر جو ڏڪار ۽ حڪومتي نااهلي

زرار پيرزادو

- هاڻي اها حقيقت مڪمل طور تي وائکي ٿي چُڪي آهي تہ ٿر جي ڏڪار کي جاڻي واڻي نظر انداز ڪرڻ سبب ئي ايڏو هاڃو رسيو آهي.
- 156 ٻارن جو خوراڪ جي کوٽ سبب مري وڃڻ وارو واقعو ڪيس داخل ڪرڻ جهڙو آهي. چڱو ٿيو جو چيف جسٽس جيلانيءَ پاڻمرادو نوٽيس ورتو نہ ڪنهن کي اهڙي تڪليف نہ ڏني.
- بهرحال اهڙين نااهلين ۽ غفلت وگهي ٿيندڙ سانحن تي ٻاهرين ملڪن جون حڪومتون ۽ واسطيدار وزير استعيفائون ڏئي ڇڏيندا آهن.
- اسان جو وڏو وزير سُستائپ جو اعتراف تہ ڪري ٿو پر ان سُستائپ جي آخر سزا ڇا آهي يا اڳتي لاءِ ڪهڙي ضمانت آهي تہ اهڙي ڪوتاهي وري نہ ڏيکاري ويندي.
- حڪومتي وزيرن ۽ ڪامورن ۾ اهو رواجي تاثر آهي تہ ٻن ٽن ڏينهن جو ميڊيائي اشو آهي، همت سان مٿهن ڏجي پوءِ "رات گئي بات گئي" ٿي ويندي يعني سڌارو ناهي آڻڻو.
- ايئن بہ ناهي تہ ڪو ٿر ۾ پهريون دفعو ڪو اهڙو ڏڪار آيو آهي. يا پهريون ڀيرو ڪو اتان جي پکين ۽ مال ۾ بيماري پئي آهي يا پهريون دفعو اتي خوراڪ جي کوٽ سبب قيمتي انساني جانيون ضايع ٿيون آهن.
- ۽ ايئن بہ ناهي تہ ڪو پ پ پهريون دفعو اقتدار ۾ آئي آهي. وري جيڪڏهن قائم علي شاهہ کي ڏسجي تہ ان کي بہ سنڌ جي وزارت اعلىٰ جو وسيع تجربو رهيو آهي. ان جي صوبائي حڪومت کي تہ اصولي طور تي سڄي ملڪ جي ٻين صوبائي حڪومتن لاءِ مثالي هئڻ گهرجي. پر افسوس تہ بهتر کان بهتر ٿيڻ جي ڪوشش واري جذبي جو فقدان آهي. هڪ جاءِ تي بيهي وڃڻ جو تاثر آهي.
- ٿر ۽ ٿري عوام جي ڀلائي ۽ ترقي بابت جيڪڏهن ٿرين کان پڇبو تہ اهي چوندا تہ اتي ۾ لوٽ برابر وري بہ ارباب رحيم جي صوبائي حڪومت ۾ ڪجهہ ڪم

ٿيو هو ٿتي وارن کان پڇبو تہ چوندا تہ شيرازين عملي ڪم ڪيا آهن.

- بلاول ڀٽو زرداري جيڪو نوجوان آهي، نئون رت آهي. ٻاهرين دنيا ۾ رهي آيو آهي ۽ اتان پڙهي آيو آهي. سو گهٽ ۾ گهٽ ان ڳالهہ جو تہ نوٽيس وٺي تہ هتي ڪير بہ آخر پنهنجي ڊيوٽي چو نٿو صحيح معنيٰ ۾ ادا ڪري ۽ آئين توڙي قانون تي چو نٿو سختيءَ سان عمل ٿئي. جيڪڏهن بلاول ڀٽو زرداري اهي بہ ڪم ئي ڪرائي وجهي تہ سنڌ اندر انقلاب اچي وڃي.
- سو جيڪڏهن نااهل حڪومت هوندي تہ روز نت نوان گهوٽالا ۽ سانحا پيا پيدا ٿيندا. چوڻ لاءِ حڪومت تہ ڪٿي ايئن چئي سگهي ٿي تہ برساتن نہ پوڻ ڪري ڏڪار آهي پر جيڪڏهن ججهيون برساتون پونديون بہ تہ اهي بہ پنهنجي سرڪار لاءِ آفتون بڻجي پونديون. ”ڏکي توءِ ڏڪار توئي وسن مينهڙا“
- نواز شريف کي جڏهن حڪومت سندس شايان شان مانجهاندي جي دعوت ڏني تہ وزيراعظم وراڻيو تہ منهنجي مانجهاندي تي ٿيندڙ اهو خرچ ٿرين کي ڏنو وڃي. اهو رويو ئي اصل ۾ ٿر جي مسئلي جو حل آهي، جنهن جو پ پ حڪومت ۾ فقدان آهي.
- ايئن بہ ناهي تہ ٿر جو ڏڪار ڪو تازو ظاهر ٿيو آهي. رپورٽون آهن تہ ٿر ۾ ڏڪار ڇهينن مهينن کان هلي رهيو آهي. انڪري چوڻ وارا چون ٿا سنڌ فيسٽيول تي ٿيل خرچ کي جيڪڏهن ٿر تي استعمال ڪيو وڃي ها تہ اها قيامت نہ اچي ها.
- سو نوٽ ڪرڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ حڪومت کي ڏڪار جي خبر هئي، پر سنڌ فيسٽيول پروگرام کي متاثر ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڄاڻي واڻي ان ڏڪار کي لڪايو ۽ نظرانداز ڪيو پئي ويو.

# ٿرواسين لاءِ جامع مستقل منصوبابنديءَ جي ضرورت

ڊاڪٽر مسرت خواجا

مٺي اسپتال ۾ جڏهن هڪ ٻڍڙي عورت پ پ چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري سان ڪجهه ڳالهائڻ چاهيو ته هن سندس درد کي محسوس ڪندي پٽ تي ويهي ان عورت سان حال اوريا. اهو هڪ درد جو رشتو هو. جنهن کيس مجبور ڪيو ته ان عورت سان ويهي ڳالهائجي ۽ سندس حال احوال ونجي. هونئن به هڪ ليڊر جي اها خوبي هئڻ گهرجي ته هو عوام سان رلي ملي وڃي. کيس اها خوبي پنهنجي امڙ ۽ ناني کان ورثي ۾ ملي آهي! شهيد ذوالفقار علي ڀٽو پڻ ڏکين گهڙين ۾ عوام جي وچ ۾ هوندو هو. چاهي ايوبي آمريت جو دور هجي يا وري ستر جي ڏهاڪي واري ٻوڏ هجي. هر حال ۾ هو عوام سان گڏ هوندو هو. ۽ وري جيڪڏهن شهيد محترمه بينظير ڀٽو کي ڏٺو وڃي ته هن پڻ پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندي عوام سان نڀايو. ضياءَ ۽ مشرف جي آمريت خلاف جنگ هجي يا وري 18 آڪٽوبر کان پوءِ " جانثارانِ بينظير " جي اسپتال يا لياري ۾ عيادت هجي، ائين ئي پٽ يا اسپتال جي بستري تي ويهي شهيد محترمه ڪارڪنن کي دلاسا ڏيندي رهندي هئي ته دلگير نه ٿيو. توهان جي ڀيڻ اوهان سان گڏ آهي. اڄ وري اهي جهلڪيون سندس فرزند بلاول ڀٽو زرداري ۾ ڏسڻ ۾ اچي رهيون آهن. جڏهن هن ٿر جو دورو ڪيو هو.

ٿر ڏڪار حوالي سان اڄ به پرنٽ توڙي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي خبرون زور شور سان جاري آهن. ڪجهه اينڪر پرسن ٿر واري ڏڪار کي " ڏڪار " جو نالو ڏيڻ کان لنوائين ٿا. سندن خيال موجب ته ٿر ۾ جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي اهو غربت، برساتن جو نه پوڻ ۽ مقامي انتظاميا جي لاپرواهيءَ سبب ٿيو آهي. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته گذريل گهٽن سالن کان ٿر ۾ ائين برساتون نه وسيون آهن، جيئن وسڻ گهرجن ها ۽ ان جي نتيجي ۾ اڄ اهڙا ڏينهن ٿر واسين کي ڏسڻا پئجي رهيا آهن. برساتن نه پوڻ ڪري هڪ طرف پوک نه ٿي سگهي ته وري ٻئي طرف گاهه ۽ چارو گهٽ ٿيڻ سبب چوپايو مال مرڻ لڳو. ظاهر آهي ته جيڪڏهن انسان لاءِ خوراڪ نه هوندي ته اهو ڏٻرو ۽ بيمار ٿيندو ۽ انهيءَ بيماري جو اثر ڪير پياڪ ننڍن ٻارن تي پڻ ٿيو جيڪي زندگي جون ڪجهه بهارون ڏسڻ کان پوءِ هميشه جي لاءِ مرجهائجي ويا. ٿر

حوالي سان اليڪٽرانڪ ميڊيا تي "بريڪنگ نيوز" جاري ڪيون ويون. اها خبر جڏهن چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري کي پئي تہ هن سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ کي خاص هدايت ڪئي تہ هو جلد ٿر پهچي ۽ مسڪين ماروئڙن جي واهر ڪري. وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ جي ٿر آمد جي نتيجي ۾ امدادي ڪارروايون شروع ٿيون ۽ اهڙيون بہ لڪل حقيقتون ظاهر ٿيون، جن جي عوام يا ميڊيا کي خبر نہ هئي. مثال طور سنڌ جي وڏي وزير جو چوڻ هو تہ هن خطري جي گهنٽي کي محسوس ڪندي ڏيڍ مهينو اڳ ٿر کي آفت سٽيل قرار ڏنو ۽ سٺ هزار ڪٽڪ جون ٻوريون پڻ ٿر واسين جي ڪاڌ خوراڪ لاءِ روانيون ڪيون پر مقامي انتظاميہ جي نا اهلي ۽ لاپرواهي سبب اهي ورهائجي نہ سگهيون. يقينن ڪٽڪ ورهائڻ جو ڪم اتي جي مقامي انتظاميا جو هو پر هنن ٽرانسپورٽ جي ڀاڙن جي ادائگي نہ ٿيڻ جو جواز ڄاڻائي ڪٽڪ جي ٻورين کي گدامن ۾ بند ڪري ڇڏيو. جيڪو هڪ غلط فيصلو هو. تقريبن سوا مهينو ڪٽڪ جون ٻوريون گدامن ۾ سڙنديون رهيون.

ٿرپارڪر جي آبادي پندرهن لکن تي مشتمل آهي ۽ ڇهن تعلقن جا ماڻهو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا. گهڻي سالن کان وٺي ٿر واسين کي انفرااسٽڪچر جون سهولتون ميسر ناهن. جيڪي سنڌ جي ٻين ضلعن يا شهرن کي آهن. جيتوڻيڪ حڪومت ٿر جي ڪافي علائقن ۾ واٽر سپلائي پائپ لائين ذريعي پاڻي پهچائڻ جو بندوبست ڪيو آهي پر اهو ناڪافي آهي. سنڌ جو اهڙو شاهوڪار علائقو جتي ڪارو سون "ڪوئلو" موجود هجي، اتي جا رهواسي جيڪڏهن بنيادي ضرورتن کان محروم هجن تہ ڏک جهڙي ڳالهہ آهي. آمريڪا جي صدر بارڪ اوباما 2 سال اڳ سينڊي طوفان حوالي سان هڪ خوبصورت ڳالهہ ڪئي تہ " اهو ڏکوئيندڙ لمحو اسان سيني لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو. سيني کي گڏجي اهو وچن ڪرڻ گهرجي تہ اسان پنهنجن ڀارن کي سمنڊ جي حوالي نہ ڪنداسين ۽ نہ وري کين ڏڪار جي منهن ۾ ڏڪينداسين" . هاڻي سيني گڏجي اهو عهد ڪرڻو آهي تہ ٿر جي ماروئڙن کي اڪيلو نہ ڇڏبو. ٿيڻ اهو گهرجي تہ ٿر واسين لاءِ ڪا جامع مستقل منصوبہ بندي ڪئي وڃي. جيڪڏهن برساتون نہ بہ پون، تڏهن بہ ٿر واسي پنهنجي پيرن تي بيٺل هجن ۽ اهڙين آفتن کي منهن ڏيڻ جي سگهہ رکندا هجن.

*Daily Kawish, Hyderabad- March 25th, 2014*

# ٿرءِ ميڊيا

ظفر امام

هاڻي جڏهن گرد و غبار ڪافي حد تائين لهي ويو آهي. ڏاڍو ٺيڪ ٿيو آهي ۽ ڪيترن ئي چهرن جي منهن تي چڙهيل ڪيئي تهه به لهي ويا آهن. تڏهن ٿر واري صورتحال جو ٻيهر جائزو وٺڻ ضروري ٿو سمجهان. مارچ وارو سمورو مهينو سڏي ۽ اڻ سڏي ريت ٿر بابت ڳالهائيندي، سوچيندي، پڙهندي ۽ لکندي گذاريو اٿم ۽ ٿر وجي زميني حقيقتون ڏٺيون اٿم. ڪجهه وقت جي ساهيءَ کانپوءِ ٿر واري صورتحال جو ڪجهه حقيقتن تي ٻڌل جائزو ميڊيا جي حوالي سان وٺي رهيو آهيان.

ٿر ۾ ڏڪار وارو مسئلو باضابطه طور 3 مارچ 2014ع تي هڪ سنڌي اخبار ۾ شايع ٿيل رپورٽ کان شروع ٿيو. ميڊيا ۾ ٿر جي مسئلي جو اهو پهريون باقاعده اظهار هو ۽ ان کانپوءِ فالو اپ اسٽوريز ڇپجڻ شروع ٿي ويون. ڪجهه ٻين سنڌي اخبارن به ان ڪارِ خير ۾ هٿ ونڊايو. 5 مارچ تي هڪ سنڌي ٽي وي چينل ڏڪار وگهي ٻارن جي موت جون خبرون هلايون. فوٽيج هلائي وئي ۽ پوءِ ٿر ميڊيا ۾ وڏي پئماني تي هيڊلائينز ٺاهيندو رهيو. 6 مارچ تي وزيراعليٰ سنڌ مٺي سول اسپتال جو دورو ڪيو ۽ ان کانپوءِ ڊاڪٽر جواهر لال نهرو، ايم ايس مٺي سول اسپتال کي معطل ڪيائين. بعد ۾ ايندڙ ڏينهن دوران آفيسرن ۽ ڪامورن جي معطلي جو اهو سلسلو هلندو رهيو جيڪو سڏي ريت ميڊيا جي دٻاءُ جو نتيجو هو نه ته حڪومت کي شروع کان پنهنجي پارٽي جي حال ۽ سرڪاري ڪامورن جي پيدا ڪيل وبال جي خبر هئي. ان کانپوءِ اها ڳالهه ڪٿي نه رُڪي. جهنگ جي باهه وانگر وئي پکڙجندي، بعد ۾ جيڪو ڪجهه ٿيوان جا اسين ۽ توهين شاهد آهيون!

مون ٿر ۾ ميڊيا جي ڪردار تي اڳ به لکيو هو. اها هڪ به منهين تلوار جيان ثابت ٿي آهي. ان جي هڪ منهن کان اسان سڀ واقف آهيون. جيڪو اسان کي نيوز اسٽوريز، فوٽيج ۽ ڪوريج جي صورت ۾ نظر آيو. سندس ٻيو منهن نجي محفلن، ڪنن، ڳٽ جوڙ گلاسن جي جلترنگ، لفافن ۽ مراعتن جي پنيان ڪٿي لڪل آهي. مونکي ذاتي طور ڪنهن جي ڪهڙي به نجي عمل تي اعتراض ڪونهي، مان ڪو

اخلاقي پوليس جو نمائندو ڪونه آهيان. پر ٿر ۾ ميڊيا جو زور شور سان وڏيل ذڪر ۾ خاص طور ان معاملي جي شروعاتي ايامن جي ڪهاڻي. سندس بعد وارن ڏينهن جي ڪهاڻيءَ کان ڪافي مختلف آهي. ٿر جي زاويي سان اسان سڀ ٻاهران کان آهيون. ڪو به مقامي صحافي جي دسترس، معلومات ۾ ان جي خابرو ذريعن تائين پهچ سان چٽاڀيٽي ڪري سگهي ٿو نه ئي ڪنهن علائقي جي مقامي صحافي کي ڪو ان ڏس ۾ شهه ڏئي سگهي ٿو.

عمرڪوٽ سول اسپتال جي ڏيڍ ڪروڙ کان مٿي واري بجيٽ رڳو مريضن جي علاج لاءِ استعمال ڪونهي ٿيندي رهي. پر اها ڪجهه دوستن، سنگتين ۾ ساٿين جا ننڍا وڏا مالياتي مسئلا به حل ڪندي رهي آهي. اهي گهرجون پوريون نه ٿيڻ جي صورت ۾ وڏو هٿيار ڇا هوندو آهي؟ هڪ ڪالمي، ٻه ڪالمي يا ٽي ڪالمي خبرا ۾ پوءِ يا ته ڪم ٿي ويندو آهي يا ڪم لهي ويندو آهي. پر اسان سڀني جو احتساب ڪرڻ وارا، پنهنجي احتساب کان ڏاڍو ڀڄندا آهيون. ٻي ڪنهن هنڌان ته نهيو اسان ۾ خود احتسابي جهڙي شئي به ورلي ملندي آهي!

اها ڳالهه مني سان به لاڳاپيل رهي آهي. ايئن ئي مارچ مهيني جي شروعاتي ايامن ۾ دوستن جي هڪ نجي ڪچهري ۾ هڪ مقامي خابرو اهو چئي به اٿيو ته مني اسپتال جو ايم ايس سرجن ڊاڪٽر جواهر لال نهرو اڄ کان ٻه ڏينهن پوءِ ان عهدي تي رهي ڏيکاري! سندس لاءِ ٻه ڏينهن وڏا آهن. اهو هڪ قسم جو چيلينج هو. ان کانپوءِ 6 تاريخ تائين ميڊيا ۾ جيڪو ڪجهه وهيو واپريو. وزيراعليٰ سنڌ کي جواهر لال جي معطلي جو فيصلو وٺڻ تي مجبور ڪري ئي ڇڏيو. هاڻي وزيراعليٰ سنڌ چئي ٿو ته ٿر ۾ ڏڪار وگهي هڪ به ماڻهو نه مئو. ڪيس اهڙيون رپورٽون ڏيندڙ ٽولو جيڪو سندس ڪابينا ۾ مشاورت ۾ ڪم ڪري ٿو اهو پاڻ گهٽي حد تائين ٿر جي ماڻهن کي ماريندڙ ثابت ٿيو. ڳالهه ته هو درست چئي رهيا آهن، ٿر ۾ ماڻهو ڏڪار وگهي نه پر مهاراجن ۾ اربابن وگهي مئا. ڪي ڪي ماڻهو موت ٿين ٿا، موت ورهائين ٿا. مهاراج اسپتال جي پيل ڪندا رهيا آهن، ڇا ٿر جي مقامي صحافين کان اها ڳالهه لڪل هئي؟

سوال ڪري سگهجي ٿو ته ٿر کي تباهه ڪندڙ مقامي عنصر ڪهڙا آهن؟ ان جو جواب هي ڏئي سگهجي ٿو ته صرف چار مقامي عنصر (1) ارباب (2) مهاراج (3) اين جي اوز ۽ هاڻي (4) ميڊيا آهن.

13 مارچ جي شام تي اسپتال ۾ ڪيمرا بردار ماڻهو داخل ٿيا. هو هڪ عورت کي اسپتال جي بستري تي داخل ڪرڻ لاءِ زور ڀري رهيا هئا. اسپتال عملي پاران بيڊ نه هئڻ جو اطلاع ڏيڻ تي هڪ سنڌي ٽي وي چينل جو رپورٽر اسپتال عملي مٿان پنهنجو پستل تاڻي بيٺو. ڇي هن مائي کي داخل ڪيو ٽا يا؟ گن پوائنٽ تي هڪ عورت داخل

ڪرائي وئي. ان ڪان دانهون ڪوڪون ڪرايون ويون. اسپتال جي عملي کي گاريون ڏئي پهرين انهن کي اڪسايو ويو ۽ پوءِ گن ڪان بہ خطرناڪ هٿيار يعني ڪيمرا کولي ان سموري منظر جي رڪارڊنگ ڪئي وئي.

14، 15، 16 مارچ ۽ ان ڪانپوءِ ڪافي ڏينهن تائين سنڌي ٽي وي چينلن تي اهي خبرون هلنديون رهيون. اها فوٽيج ڦيرائي ڦيرائي ڪيترين ئي خبرن سان گڏ ڏيکاري وئي. جيڪا يقينن توهان مان بہ ڪنهن ڏٺي هوندي.

مان ان زبردستي داخل ڪرايل اڌڙوٽ عمر جي "بيمار" عورت سان وڃي مليو هئس. هوءَ بانو زال سومار هئي. ذات جي لنڊ ۽ ڪلوئي واسڻ هئي. اسپتال ۾ هن جي داخلا ان ڊور نمبر 491 سان ٿي هئي. جڏهن تہ ساڳي ئي ڏينهن تي سندس ماءُ سعيدان. پياءُ محمد حنيف پٽ منٺار پڻ ڪيمرا بردار برگيڊ جي ڪيمراگرديءَ ذريعي زبردستي داخل ڪرايا ويا هئا. سندن انڊور نمبر ترتيبوار 489 ۽ 490 هئا. جيئن تہ گهڻو تماشو بانو ڪيو هو. تنهنڪري مان هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا وڃي هن سان مليس ۽ وڌي ڪوشش سان هن ڪان اصل معاملو پڇڻ جي ڪوشش ڪئي هئم. هوءَ ڪلوئي واسڻ اصل ۾ پنهنجي نينگريءَ جي ميڊيڪل چڪاس لاءِ ڪلوئي ۾ پئي ڦري. هوءَ هڪ ميڊيا برگيڊ جي ور چڙهي وئي. جنهن کيس ڪلوئي ڪان مني تائين ياڙو ڏئي روانو ڪيو ۽ کيس چيو ويو تہ هوءَ مني اسپتال وڃي. اتي داخل ٿئي چو تہ ان ڪانپوءِ کيس امداد ملندي. هوءَ پهتي تہ هي همراهہ بہ اتي اچي پهچندا ۽ ايئن ئي ٿيو! بانو کي سمورو ايڪٽ سمجهايو ويو هو. هن ايئن ئي ڪيو ۽ مٿان ڪيمرا بردار برگيڊ پهچي وئي. پر پوءِ بانو مونکي مايوس ٿيندي ٻڌايو تہ اسپتال ۾ تہ کيس رڳو دوائون پيون ملن. کيس ڊوڪٽر ڪڏهن ملندا؟

اسپتال ۾ ڪيترن ئي مستحق مريضن کي پٽ تي. جڏهن تہ بانو جهڙن "مريضن" کي کٽ تي ويني ڏٺو هئم. شايد زندگي ۾ پهريون ڀيرو مون لاءِ ڇهرا سڃاڻڻ ايترا آسان بڻيا. نظر اچي رهيو هو تہ ڪير سچ پچ بيمار ۽ لاچار آهي. ڪير صرف ڊوڪٽر ۽ امداد ملڻ جي آسري ۾ اچي داخل ٿيو آهي. بانو جو فائيل ڏٺم. جنهن ۾ ڊاڪٽرن کيس ڪا بہ بيماري لاحق نہ ڄاڻائي هئي. مطلب تہ هوءَ ٺيڪ هئي. سچ جي علمبردارن کي اصل ۾ هڪ عدد اسٽوري پئي کپي. سا هنن ڪلوئي مان بانو جي صورت ۾ هٿ ڪري ورتي هئي. جيڪڏهن سچ نہ هجي تہ سچ کي ناهي وٺڻ ۾ ڪهڙي برائي آهي؟ اسان جي ميڊيا ۾ هلندڙ خبرن جي درستگي ۽ صحت جو اندازو ان ڳالهہ مان ڪري سگهجي ٿو! بعد وارن ڏينهن ۾ اها فوٽيج ميڊيا جي زينت بڻي. پر ان خبر جي پنيان واري ڪهاڻي مون ڪان پڇو! انهيءَ چينل جو رپورٽر مسلم ليگ (ن) جي ڪجهہ اڳواڻن سان اسپتال تائين پهتو هو. ٿر. ان جي ماڻهن ۽ سنڌي صحافت جي اهڙي خدمت تي مان ڏاڍو حيران ٿيس ۽ اڃا سوڍو حيران پريشان آهيان!

9 مارچ 2014ع تي سيڪريٽري صحت پاران ٿر جي متاثرن لاءِ پاڻيءَ جا واٽر ڪولر موڪليا ويا. هڪ ٽرڪ صحت کاتي پاران اهو سامان کڻي پهتي. هڪ ٽي وي چينل جي مقامي قلم ڌڻي پنهنجو وارو ورتو ۽ وهندڙ گنگا مان هٿ ڌوتائين. امداد ۾ آيل ڪولر هن عملي کان ڦريا ۽ پوءِ اهو سچ جو علمبردار، ڪيمرا بردار اهي کڻي اڏامي ويو.

9 مارچ تي هن جڏهن اها وارتا ڪئي پئي، اهو خير جو ڪم ڪندي ڪنهن سندس تصوير ڪڍي ورتي. منهنجن ذريعن ڪافي جفاڪشي ڪانپوءِ سائين جن جي اها تصوير هٿ ڪري ورتي ۽ مون وٽ محفوظ پئي آهي. پر افسوس جو مقام آهي! هيءَ سنگت ٿر ۾ ڏڪار جون خبرون به پاڻ هلائي رهي هئي. جڏهن ته ڏڪار سٽيلن جي آيل امداد تي هٿ به پاڻ صاف ڪري رهي هئي. اسپتالن ۾ صحت جي سهولتن جي اڻهوند جون رپورٽون به پاڻ هلائي رهي هئي ۽ نقلي مريضن کي گن پوائنٽ تي داخل ڪرائڻ ڪانپوءِ اسٽوريز ڪرائي اصل ۽ مستحق مريضن لاءِ سهولتن جو بحران به پاڻ پيدا ڪري رهي هئي! جڏهن ته ان ڳالهه کان پلا ڪير واقف ڪونهي ته ٿر جي خراب ترين صورتحال تي مهاراجن کان مراعتون وٺي مجرماڻي ماٺ به هن ئي سنگت اختيار ڪري رکي هئي!

*Daily Sindh Express, Hyderabad- March 27th, 2014*

# ٿر صورتحال ۽ ڪجهه تجويزون

روزينه جوڻيجو

دنيا جي سيني وارياسن پٽن ۽ ريگستاني علائقن جي اهڙي صورتحال نه آهي، جيڪا ٿرپارڪر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي علائقن جي آهي. هتي علائقا جيئن ته شهري آبادين کان پري آهن، انڪري انهن جي مسئلن ۽ مشڪلاتن بابت عوام ايڏو باخبر ناهي. پر پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جي اتفاقي يا ڪوشش سبب جڏهن ڪا خبر اچي ٿي ته پوءِ ان ڏانهن ڌيان ناهي ڏنو ويندو. ڪجهه وقت کان پوءِ صورتحال جڏهن خطرناڪ حد تائين پهچي ويندي آهي، پوءِ ان کي قبول ڪيو ويندو آهي، پر قبول به ايئن ڪيو ويندو آهي، جو ڏسندڙن ۽ ٻڌندڙن کي ڏنڊين آڱريون اچيو وڃن. ٿرپارڪر واري معاملي تي به حڪومت بلڪل ايئن ئي ڪيو. پهريان نابري واري ۽ پوءِ قبول ڪيو ويو ۽ آخر ۾ اعلانن جو هڪ اٽڪٽ سلسلو شروع ٿيو. جيڪو ڪنڊ جو نالو ئي نٿو وٺي. افسوس اهو آهي، جو انهن اعلانن ۾ اصل مسئلو اکين کان اوجهل ٿي ويو آهي. اهو اصل مسئلو آهي ٿر ۾ ڪاڌي پيتي جي شين جي کوٽ. ٿرواسي خاص ڪري ٿيج پيارينڌڙ مائرون ۽ اميد واريون عورتون هڪ وڏي تڪليف مان گذري رهيون آهن. رت جي گهٽتائي، بار ضايع ٿيڻ، ٿڪاوٽ ۽ ذهني پريشانين سبب اهي ڏکياين کي منهن ڏيئي رهيون آهن. اهي سڀ مسئلا وقت سان گڏ وڌندا رهيا آهن. پر افسوس ته انهن جي حل لاءِ ڪا به واضح رٿابندي نه ڪئي وئي آهي. اها صورتحال ڪا اڄ جي نه آهي. ورهاڱي کان وٺي عدم دلچسپي ۽ بي ڌياني جي ڪري هيءَ علائقو مختلف مسئلن جو ڳڙهه رهيو آهي. چوڻ جو مطلب هيءَ آهي ته وفاقي سطح تي ۽ صوبائي سطح تي اهڙيون رٿائون جوڙيون وڃن، جنهن ڪري مقامي ماڻهن لاءِ خاص ڪري سماجي تحفظ جي حوالي کان ڪا اڳيرائي نه ٿي سگهي ۽ نه ئي وري مقامي سطح تي ڪي ملازمت جا موقعا ملي سگهيا آهن.

جيتوڻيڪ ڪافي عرصو اڳ سنڌ ايڊرون اٿارٽيءَ جي نالي ۾ هڪ ادارو ضرور قائم ڪيو ويو هو جنهن مقامي سطح تي پاڻي، جانورن جي ويڪسينيشن ۽ ٻي

سهائتا لاءِ تمام گهٽو ڪم ڪيو هو. انهيءَ کي جاري رکڻ ۽ بهتر بڻائڻ بدران پنهنجن مفادن جي پورائي لاءِ حڪومت استعمال ڪيو. جنهن جو نتيجو هيءَ نڪتو جو ڪاٻه بهتر اڳيرائي نہ ٿي سگهي. هتي هڪ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي تہ حڪومت پاران ٿر، ڪوهستان، ڪاڇي ۽ نارا لاءِ ڪوبہ لاپائتو پروگرام شروع نہ ڪيو ويو آهي. اها ڳالهه بہ مڃبي تہ جيڪي ڪجهہ ترقياتي ڪم خاص ڪري روڊ رستا ٺهيا، اهي گهٽو غير مقبول يا ڳيجهو حڪومتن جي دور ۾ ٿيا آهن.

بهرحال سڀ کان پهرئين اها ڳالهه سمجهڻي پوندي تہ ٿر ۾ ڏڪار آهي يا غذائيت جي کوٽ آهي؟ چو تہ اهو طئہ ڪرڻ کان پوءِ اهڙو فيصلو ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿيندي تہ سنڌ جي هن ٿر واري علائقي کي ڪهڙي مدد ۾ سهائتا جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ايئن ڪرڻ ۾ ناڪامي حاصل ٿي تہ پوءِ وري بہ خيرات ۽ ٿوري دير لاءِ سهائتا ڪندڙ پروگرامن جو ئي رخ ڪبو. ان ڪري سڀ کان پهريان ٿر جي جاگرافيائي بيهڪ، جوڙجڪ ۽ انتظامي امور کي نظر ۾ رکڻو پوندو. ان کان پوءِ اتان جي مقامي ذريعن کي نظر ۾ رکندي، اهڙيون رٿائون شروع ڪرڻيون پونديون، جن وسيلي اتان جي رهواسين لاءِ آمدنيءَ جا ذريعا ميسر ٿي سگهن. ان لاءِ سڀ کان بهترين ڪوشش اها ڪرڻ گهرجي، جو سرڪاري سهولتن خاص ڪري تعليم ۽ صحت ۾ تڪڙيون ۽ انقلابي تبديليون آنديون وڃن. اهڙيون رٿائون اسين پنهنجي پاڙيسري ملڪ هندستان کان سکي سگهون ٿا تہ ان ڪيئن پنهنجي ريگستان کي نخلستان ۾ تبديل ڪيو آهي. جيڪڏهن اسان ايئن نہ ڪري سگهياسين تہ پوءِ ڏڪار ۽ تڪڙي رليف جي نالي ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ مدد تہ ملندي، پر افسوس تہ اهڙن قدمن سان ٿر ۾ نہ غربت گهٽبي، نہ ئي کاڌ خوراڪ وارو مسئلو حل ٿي سگهندو. انڪري مستقل حل هيءَ آهي تہ عوام لاءِ روزگار جا وسيلا جنگي بنيادن تي پيدا ڪيا وڃن. عورتن ۽ ٻارڙن جي صحت جي حوالي کان بنيادي صحت مرڪز قائم ڪيا وڃن. اڳوات موجود گذران جي وسيلن ۾ هڪ مڃيل ۽ مربوط نظام تحت بهتري آندي وڃي. عورتن خاص ڪري ٿڃ پياريندڙ مائرن ۽ ڳورهارين عورتن جي صحت ۽ کاڌ خوراڪ کي ترجيح ڏني وڃي ۽ آباديءَ تي ضابطو آڻڻ لاءِ بہ رٿائون شروع ڪيون وڃن، ڇو تہ غربت، کاڌ خوراڪ جي ڪمي ۽ انساني آباديءَ جو پاڻ ۾ سڌو سنئون واسطو آهي.

*Daily Sindh Express, Hyderabad- March 26th, 2014*

# ٿر جون حالتون، سياسي انقلاب ۽ سنڌ

## افسانه ڪرل

هڪ ريسرچ جي ٽريننگ ۾ شرڪت ڪندڙن کي هڪ ڳوٺ جي صحت جي حوالي سان هڪ سروي ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. ان سروي دوران مختلف صحت جا پهلو سامهون ڏسڻ ۾ آيا ۽ ڪجهه ساٿين جا مشاهدا پڻ سامهون آيا. سروي دوران اهو اندازو لڳايو ويو ته اسان جو اڄ جو نوجوان نسل ڪهڙي پاسي وڃي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته ان ڳوٺ جا نوجوان گهڻائي جي تعداد ۾ نشو واپرائيندڙ هئا. جنهن ۾ مين پڙي، گٽڪو ڪچو شراب ۽ ان جهڙا ٻيا نشا پڻ شامل هئا. سروي دوران ڪجهه سوال ذهن ۾ اڀري رهيا هئا ته ڇا واقعي انهن نوجوانن کي پنهنجي زندگي جي پرواهه نه آهي يا اهي نشي واپرائڻ جي نقصانن کان بلڪل اڻ واقف آهن. پوءِ اهو نقصان نه صرف انهن جو پنهنجو ذاتي هجي يا وري پوري قوم جو نقصان هجي. هڪ ڳالهه ته صاف نظر اچي ٿي ته اهو انهن جي پنهنجي زندگي جو ذاتي فيصلو هوندو آهي. اهو رستو انهن جي پنهنجي ئي چونڊ آهي. اڄ جي دور ۾ اسان سڀ نشي آور شين بابت ڄاڻ رکون ٿا ته اهي ڪيتريون فائديمند ۽ نقصانڪار آهن. ان ڏس ۾ پرنٽ ميڊيا، اليڪٽرانڪ ميڊيا، سماجي تنظيمن ۽ سرڪاري ادارن جو مختلف طريقن ۽ ذريعن سان ماڻهن تائين ڄاڻ پهچائڻ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي.

پوري سنڌ مان جيڪڏهن اسان هڪ مثال وٺون ضلعي ٽنڊو محمد خان جو ته هي ضلعو تعليم جي حوالي سان نهايت بدتر حالتن مان پيو گذري، پر هي ضلعو نشي واپرائڻ ۾ پڻ اڳيرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪنهن هڪ گهر ۾ ئي ڏٺو وڃي ته گهر جي سربراهه کان وٺي ان گهر جي ٻار تائين گهر ۾ مين پڙي ۽ گٽڪي جا عادي موجود آهن. اتي ڪمايو ان لاءِ ئي وڃي ٿو جو روزانو پان، مين پڙي، گٽڪو يا ان جهڙو ڪو ٻيو نشو وٺي سگهجي. گهرن ۾ ڪچو شراب پڻ ٺاهيو وڃي ٿو ۽ اڪثر ڪري اهو عورتن کان نهرايو وڃي ٿو نه ناهڻ جي صورت ۾ انهن کي تشدد جو نشانو بڻايو وڃي ٿو. هڪ مقامي ماڻهو جي چوڻ پٽاندر ته "پڙي ۽ گٽڪي ۾ ڪو نقصان نه آهي، اسان وٽ ته ٻار به کائين ٿا، جيڪڏهن نقصان هجي ها ته پوءِ اسان زنده نه رهي سگهون ها." جنهن معاشري ۾ رهندڙ ماڻهن جا اهي الفاظ هجن ته پوءِ ڪهڙي تبديلي جي اميد ڪري سگهبي.

متئين ٻڌالھ ڪي اڳيان وڌائيندي جيڪڏهن اسان هن وقت ٿر جي صورتحال کي ڏسون ته 161 جي ويجهو ٻار مري چڪا آهن. ان پوري صورتحال ۾ اهم ڪارڻ جيڪو ٻڌايو ۽ ڏيکاريو پيو وڃي ته اهو سڀ ٿر جي ڏڪار سبب ٿيو آهي. ٻارن ۾ غذائيت جي کمي جي ڪري انهن جو موت ٿي رهيو آهي. روزمره جي زندگي ۾ 4 کان 8 سالن جي عمر جي ٻارن کي روزانو 1400 کان 1800 ڪيلريز جي ضرورت هوندي آهي ته جيئن هو عمر جي لحاظ کان قد ۽ وزن تي پهچي سگهن ۽ انهن جي واڌ ويجهه بهتر نموني ٿي سگهي.

اسان جيڪڏهن متوازن غذا جي ڳالهه ڪريون ته پوءِ ان ۾ غذا ۾ ٽي گروهه شامل آهن. اها غذا جيڪا اسان کي توانائي ڏي، جنهن ۾ اناج، تيل، ڇانور اچي وڃن ٿا. نمبر ٻه اها غذا جيڪا جسم جي واڌ ويجهه ڪري، ان ۾ پروٽين واري غذا شامل آهي ۽ ٽيون گروهه ان غذا جو آهي، جيڪا بيمارين کان بچائي، جنهن ۾ سبزيون ۽ ميوا شامل آهن. متوازن غذا ته پري جي ڳالهه پر هتي ٻارن کي هڪ وقت جي صحيح طرح سان ماني ئي نه ٿي ملي، جو انهن جو جياپو ٿي سگهي. اهو ٿر ۾ پهريون دفعو نه ٿيو آهي، پر هر سال ٻڪ وگهي ڪيترائي ٻار مري وڃن ٿا ۽ غذائي ڪمزوري انهن جي واڌ ويجهه ۾ رڪاوٽ ته بڻجي ئي ٿي، پر ڀر ساڳي وقت تي انهن جي موت جو سبب پڻ بڻجي ٿي.

تازو ان ڏڪار کي ڏسندي سنڌ گورنمينٽ ساڍا ڇتيهه ڪروڙن جو اعلان ڪيو. جنهن مان 31 ڪروڙ 50 لک جي پهرين اڳواٽ ئي ڪٽوتي ڪئي وئي آهي ان ڪٽڪ لاءِ جيڪا ٿر کي ڏني ويندي ۽ باقي 6 ڪروڙ ٿر کي ڏنا ويندا. جنهن سان ان ڏڪار جو مقابلو ڪيو ۽ مرندڙ ٻارن جي خاندانن کي ٻه ٻه لک ڏيڍ جي آڇ ڪئي وئي آهي، پر ڇا اهي پئسا انهن خاندانن لاءِ ڪافي هوندا، جن جا ٻار کاڌي نه ملڻ ڪري مري چڪا هجن؟!

سنڌ جي هاڻوڪي صورتحال کي ڏسجي ته تعليم جي صورتحال اسان جي سامهون آهي، نوجوان نسل اسان جي سامهون آهي، نوجوان هر وقت نشي واپرائڻ ۾ مشغول آهن، جن کي پنهنجي ۽ سنڌ جي آئيندي جي ڪا پرواهه ئي نه آهي. اتي سياسي قيادت پڻ تمام گهٽي ڪمزور ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي. ڏسڻ ۾ ايئن ٿو اچي ته ڄڻ ته صوبائي حڪومت کي خبر ناهي ته ڪرڻو ڇا آهي. تعليمي صورتحال کي ڏسجي ته اڃا تائين سنڌ جا پورا اسڪول ئي ناهن کلي سگهيا ۽ امن جي صورتحال اها آهي، جو گهر کان نڪرندي ٻه ڊپ ٿو لڳي. ان کان سواءِ ٻين سماجي برائين ۽ خراب حالتن جي ڪري هر ڏينهن ڪجهه نه ڪجهه اهڙو ٿيندو رهندو آهي، جو ماڻهو گهرن مان نڪرڻ کان به لنوائين ٿا. بک ۽ بدحالي اسان جي سامهون آهي. معدنيات ۽ قدرتي وسيلن جي هجڻ باوجود ٻار بک وگهي مري رهيا آهن ۽ حڪومت هٽ تي هٽ

رڪ خاموش تماشائي جيان تماشو ڏسندي رهندي آهي. نااهل رياستي سياست ۽ اڳواڻن جي ماڻ ماڻهن ۾ نفرت جي لهر ڦوڪي رهي آهي ۽ هڪ ڏينهن اها لهر دبجي آخر ٻاهر نه نڪرندي. جنهن جا نتيجا انتهائي پيچيده نڪري سگهن ٿا. جي وقت تي ڪجهه حڪمت عمليون نه جوڙيون ويون. جن اڳواڻن کي اسان ووٽ ڏئي اقتدار تائين پهچايون ٿا. اهي ئي اسان جي ظلم جو سبب بڻجن ٿا ۽ پوءِ اسان ان ووٽ ڏيڻ واري غلطي کي پوڳيون ٿا. جيڪو شايد اسان جو هن وقت جڻ ته مقدر بڻجي چڪو آهي. پر آخر ته تبديلي اچڻي آهي. ووٽ ڏيڻ ته اسان جو بنيادي حق آهي. جنهن کي استعمال ڪندي اسان انهن ماڻهن کي اڳيان آڻيون ٿا. جيڪي انهن ئي آئيني حقن جي لتاڙ ڪن ٿا. جيڪي حق شهرين کي بنيادي حقن طور مليل آهن. نتيجن اهي ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن ته ووٽ ڏجي ته ڪنهن کي ڏجي ۽ اهو هڪ سواليه نشان بڻجيو وڃي؟ پوءِ اهي لفظ پڻ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ته بهتر آهي ته ووٽ ڪنهن کي به نه ڏجي. اها بيزاري جي سوچ اسان جي رياستي سياست ۽ اڳواڻن لاءِ سواليه نشان ٿي چڏي ته ڇا اسان وٽ اهڙي قيادت ئي موجود ناهي جنهن کي ووٽ ڏجي ۽ ان بيزاري واري ڪيفيت کي ختم ڪجي. ڪا اميد رکجي. واقعي به اها ڳالهه قابل غور ۽ فڪر جي آهي!

اتر سنڌ پاسي قبائلي جهيڙا. لاڙ پاسي نشو. ٿر واري پاسي بک ۽ بدحالي. مطلب ته سڄي سنڌ کي باهه وڪوڙي ويئي آهي. ڇا انهن سڀني مسئلن جي باوجود سنڌ ۾ امن ۽ سماجي انصاف جي اميد جي ڪا لهر پيدا ٿي سگهي ٿي؟ ڇا اسان وٽ صحتمند نوجوان نسل پيدا ٿي سگهي ٿو؟ ڇا اسان وٽ ٻارن جي هڪ بهترين نشونما ٿي سگهي ٿي. جيڪي اڳيان هلي هڪ صحتمند ۽ باشعور قوم ٿي سگهن. اسان پراڻي تهذيب جي ڳالهه ته ڪريون ٿا ته اها تهذيب ۽ تمدن اسان جو هڪ وڏو ورثو آهي. پر سوال اهو آهي ته ڇا هن وقت اسان ان کي ٻيهر دهرائي هڪ نئين تاريخ ناهي سگهون ٿا؟ موئن جو دڙو ۽ ان جا آثار اسان کي هڪ تهذيب يافتا قوم جو درجو ڏين ٿا ته ڇا اسان جي اها تاريخ اسان کي اڳيان وڌائي سگهي ٿي يا وري ترقي جي رستي ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿي يا اسان ان تاريخ کي ٻيهر دهرائي اهو ثابت ڪريون ته اسان هڪ تهذيب يافتا قوم آهيون. اهو سڀڪجهه نه صرف اسان پر رياستي سياست ۽ رياستي ادارن کي ثابت ڪرڻو پوندو ته اسان هڪ تهذيب يافتا ۽ زندهه قوم آهيون.

هن وقت سنڌ کي هڪ نئين سجاڳي جي ضرورت آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته اسان وٽ هڪ باشعور نوجوان نسل هجي. جنهن لاءِ ضروري آهي ته ٻارن جي نشونما ان طريقي سان ڪئي وڃي. جو انهن جي ذهني ۽ جسماني نشونما بهتر ٿي سگهي. ٻار جي شروعاتي عمر ۾ انهن کي اهڙي طريقي سان غذا مهيا ڪئي وڃي. جو هو عمر جي لحاظ کان نشونما ۾ صحيح هجي ۽ ڪنهن به قسم جي غذائي گهٽتائي ان جي ڪمزوري ۽ ان جي پوري جسم ۽ صحت تي خراب اثر نه وجهي. پر هن وقت پوري

سنڌ ۾ ڏسجي ته بار ڪنهن نه ڪنهن غذائي ڪمزوري جو شڪار آهن ۽ ان ڪري ئي مختلف بيمارين جو شڪار آهن. پوءِ زندگي جي هر شعبي ۾ ڪمزور هوندا آهن. جيڪڏهن اسان پنهنجي جسماني ضرورتن جي ئي پورائي ۾ هونداسين ته اسان وٽ تخليقي سوچ ڪٿان ڪان پيدا ٿيندي ۽ ٻي ڳالهه موجوده جديد دور ۾ به اسان اڃا پنهنجا بنيادي حق ئي نه وٺي سگهيا آهيون. اسان رياست ڪي مختلف ٽئڪس ادا ڪرڻ جي باوجود ڪنهن به ضرورت جي ڳالهه ڪرڻ جي همت نه ٿا رکون. صرف اهو سوچي ته ڪجهه ٿيڻو ته آهي ئي نه. پوءِ ڳالهائڻ جو ڪوبه فائدو ناهي.

وزيراعظم جي ڏنل هڪ ارب رپيين سان ٿر جي ڏڪار تي عارضي فرق ئي پوندو ۽ عارضي سهائتا ئي ملي سگهندي. هن وقت ٿر جي ماڻهن کي ضرورت آهي ته رڳو هڪ مثبت ۽ جٽادار حڪمتِ عملي جي. جيڪا انهن جي نه صرف موجوده پر ايندڙ نئين نسل لاءِ به فائديمند ثابت ٿيئي. انهن جا ئي قدرتي وسيلا استعمال ڪري انهن لاءِ اهڙا ذريعا پيدا ڪيا وڃن. جو هو ڪنهن خيرات يا امداد جا منتظر نه هجن. ٿر ته هر سال ڏڪار ۾ رهيو آهي ۽ هن دفعي اليڪٽرانڪ ميڊيا ۽ پرنٽ ميڊيا پنهنجو مثبت ۽ .. ٿر رون پلي ڪندي. ان ڏڪار کي ظاهر ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. نه ته هر سال وانگر هن دفعي به ڪجهه سامهون نه اچي سگهي ها ۽ هڪ دفعو ٻيهر ماٺ ۽ خاموشي جي حڪمت عملي پنهنجو ڪردار ادا ڪري وڃي ها ۽ رياستي سياست ۽ ادارن تي تر برابر به فرق نه پوي ها. هن وقت ٿر لاءِ ضروري آهي ته انهن جي بک ۽ بدحالي واري حالت کي بحال ڪيو وڃي ۽ ملندڙ فنڊ انهن تي ئي خرچ ڪيو وڃي، جن لاءِ مليو آهي، پر اسان جا ذميوار عهديدار ذهني طور تي ايترا ته ڪرپٽ ٿي چڪا آهن. جو انهن فنڊن مان به انهن پنهنجا حصا ناهي ڇڏيا هوندا. اهو سوچي ڪري ته انهن ماڻهن ۾ تبديلي ناهي اچڻي، انهن جي حالت سدائين ساڳي ئي رهڻي آهي، پر اميد رکجي ٿي ته انهن متاثر ماڻهن. جن لاءِ اها فنڊنگ ملي آهي، اها صاف ۽ شفاف طريقي سان انهن تائين پهچندي. ترقي ۽ تبديلي لاءِ اهو ضروري آهي ته هڪ مثبت سوچ پيدا ڪئي وڃي نه صرف هيٺئين سطح ڪان پر هيٺ ڪان مٿي تائين اهڙي سوچ پيدا ڪجي، جنهن جي هن وقت اشد ضرورت آهي ۽ ان سان گڏوگڏ مثبت سياسي انقلاب جي پڻ ضرورت آهي. سياسي انقلاب ئي هڪ نئين تعميري دور ڏانهن اسان کي وٺي وڃي سگهي ٿو. اسان کي هڪ اهڙي قيادت جي ضرورت آهي، جيڪا سيني کي گڏ وٺي هلي سگهي، جنهن جو مقصد انسانيت هجي، جيڪا اسان جي هجي، اسان مان هجي، جيڪا اسان جي مسئلن کي سمجهي، انهن جي حل لاءِ ڪم ڪري سگهي ۽ ان رياست جي ضرورت آهي، جيڪا بنا ڪنهن فرق جي اهڙي معاشري تي ٻڌل هجي، جتي هر شهري بنا ڪنهن فرق جي پاڻ کي محفوظ ۽ پرسڪون سمجهي، جتي هو پنهجين بنيادي ضرورتن جو پورائو ڪري سگهي.

# ٿر ۾ آيل ڏڪار ۽ اسانجو ڪردار

مهوش شبير عباسي

دنيا اڄ گلوبل وليج بڻجي چڪي آهي پوءِ بہ اسين آخر ايترا بي حس ۽ بي خبر ڇو. آهيون جو جيسيتائين ميڊيا تي خبرون نہ ٿيون اچن تيسيتائين آرام ۽ سڪون جي ننڊ ستل آهيون. گذريل ٻن مهينن کان ٿرپارڪر ۾ مني جي صورتحال ڪنهن کان ڳجهي نہ آهي پر تڪ جا ايم پي ايز ايم اين اي. ڪمشنر . ڊپٽي ڪمشنر ۽ ٻيا عملدار اهڙن واقعن کان بي خبر رهيا. سندن انتظامن کي جڏهن دنيا آڏو وائکو ڪيو ويو تہ ستل همراهہ جاڳي پيا ۽ مختلف بيان ڏئي پاڻ کي آجو قرار ڏيڻ لاءِ جتن ڪندا رهيا. اهڙي طرح جڏهن سنڌ جي وزير اعليٰ ۽ سندس وزيرن مشيرن جي ڪنن تائين ٿر جي ماروئڙن جي موت ۽ ڏڪار جا اطلاع پهتا تہ انهن بہ شروعاتي طور ڪن لاٿار ڪندي اڻ وڻندڙ بيان جاري ڪيا پر ميڊيا جي وڌندڙ زور ۽ خبرن کين مجبور ڪري وڌو جنهن بعد ڪمشنر ميرپورخاص، ڊي سي، ڊي جي ۽ ٻين عملدارن کي معطل ڪرڻ جو اعلان ڪري ۽ وزير مشير ٿر جي دوري تي نڪري پيا. سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جي حڪومت ۽ ادارا آخر ايترا لاچار ڇو آهن جو سنڌ جي چند ضلعن اندر ٿيندڙ واقعن کان بي خبر آهن هينئن کان وٺي مٿي تائين انتظاميا آخر ڇا ڪري رهي آهي؟ يا تہ کين اها ڄاڻ نہ آهي تہ سندن ذميداريون ڪيتريون ۽ ڪهڙيون آهن!

هونئن بہ ڏٺو ويو آهي تہ سنڌ ۾ امن امان جي صورتحال هجي يا ٻوڏ توڙي ڏڪار واري صورتحال هجي اهي مڙئي ذميواريون فوج حوالي ڪيون ويندڙيون آهن . تہ پوءِ ٻين ادارن جو ڪردار ڇا ٿو بچي؟ ڇا سنڌ حڪومت وٽ ڪي بہ اهڙا ماڻهو موجود نہ آهن جيڪي پيش ايندڙ مسئلن کي منهن ڏئي صورتحال تي ضابطو آڻي سگهن يا تہ سنڌ حڪومت جو پنهنجن ڪامورن تي اعتماد ناهي جنهن ڪري اهڙن ڪمن جي نگراني فوج حوالي ڪئي وڃي ٿي. افسوس جو مقام آهي جو سنڌ جي ڪجهہ ضلعن ۾ ڏڪار جي صورتحال پيدا ٿي آهي جنهن تي سنڌ حڪومت ڇئي رهي آهي تہ اهو ايڏو وڏو مسئلو نہ آهي اهڙا موت تہ لاڙڪاڻي . حيدرآباد ۽ ٻين ضلعن ۾ ٿيندا رهندا آهن. جيڪڏهن ٿر جي صورتحال ڳڻتي جوڳي ناهي تہ ميڊيا جي خبرن بعد فوج ۽ ٻين ادارن پاران امدادي ڪارروايون ڇو شروع ڪيون ويون آهن؟

ابتدائي طور تي چند آفيسرن کي معطل ڪرڻ بعد هن وقت سنڌ حڪومت تي سخت دٻاءُ پوڻ بعد آفيسرن کي معطل بدران هٽائڻ جو نوٽيفڪيشن جاري ڪيو ويو آهي ڇو ته انهن علائقن ۾ مقرر اعليٰ عملدارن جو تعلق با اثر گهراڻن سان آهي جنهن سبب مٿن شفقت جو هٿ رکيو ويو آهي. هوئن به ڏٺو وڃي ته سنڌ اندر ڪنهن به اعليٰ عملدار کي معطل ڪرڻ يا هٽائڻ سان ڪو فرق نه ٿو پوي، چند ڏينهن جي ساهي بعد اهي ئي ساڳيا ڪامورا ٻيهر بحال ٿي پنهنجي ڪم کي لڳي ويندا آهن ڇو ته هتي اهڙن مسئلن تي عدليه کان به مٿانهان فيصلا ڪري ڪوتاهين ۽ قتلن ۾ ملوث آفيسرن کي پوسٽنگ ڏني وئي آهي.

ٻئي پاسي نظر ڦيرائجي ته ٿر ۾ آيل ڪاري ڏڪار جتي ڪيترين ئي حياتيون ڳڙڪائي ڇڏيون آهن، ماروئڙن جا مور ته مري ويا پر ساڻن گڏ سندن ڍور به سندن ساٿ ڇڏي ويا. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ جا قومپرست، سردار، جاگيردار، ڀوتار ۽ اين جي اوز يڪسر غائب آهن، سنڌ اندر اهڙن ماڻهن جي کوٽ ناهي جيڪي ارٻن ۽ کربن ۾ کيڏي رهيا آهن پر سندن نظرون معصوم ترين تي آيل مصيبت کان اوجهل آهن، جڏهن ته سنڌ حڪومت پاران امدادي ڪارروايون ته شروع ڪيون ويون آهن پر تڪڙا اپاءَ نه وٺڻ سبب ٿر جي چند شهرن کانسواءِ ٻهراڙين ڏانهن امداد نه پهچي سگهي آهي جنهن لاءِ ٿري ماروئڙا واجهائي رهيا آهن. پيپلز پارٽي جي اڳواڻ بلاول ڀٽو پاران وزيراعليٰ کي ٿر وڃي ماروئڙن جي مدد لاءِ ته چيو ويو آهي، پر بلاول ڀٽو اهڙي حالت ۾ ٿر اچڻ جي زحمت نه ڪري رهيو آهي.

فيبروري کان حڪومت ٿر کي آفت سٽيل قرار ڏنو هيو ڪڻڪ گودامن ۾ سڙندي رهي پر متاثرن تائين نه پهتي، غفلت سبب ٿر ۾ معصوم ٻارڙا موت، بک ۽ بيمارين جو شڪار ٿيندا رهيا اها صورتحال انتظاميا، حڪومت ۽ پاڻ کي اقتدار جو سڏرائيندڙن جي غفلت سبب پيش آئي آهي، ٿر ۾ اڄ ۽ بک سبب ٻڪريان مور هرڻ ۽ ٻيا جانور موت جو شڪار ٿيندا رهيا هاڻي صورتحال بدتر ٿي چڪي آهي، پر هاڻي اهو ٿر ان وقت جهڙو ناهي رهيو ۽ موجوده ٿر جي صورتحال ڏسندي ڪنهن کي به ٿر جي تاريخ تي يقين نه ايندو ته ڪنهن وقت ۾ هتي به فصل ٿيندا هئا، دريا ۽ باغ هوندا هئا، هن وقت ٿر ۾ مينهن ماڻهن جي گزاري جو سبب بڻيل آهي جڏهن مينهن نه ٿو پوي ته حڪومت جي ذميواري آهي ته اهي اتان جي ماڻهن لاءِ کاڌ خوراڪ ۽ پاڻي جو بندوبست ڪري، هن وقت 365 رجسٽرڊ ڳوٺ ۽ 2 هزار کان وڌيڪ ننڍا وڏا ڳوٺ جن جي آبادي لڳ ڀڳ 2 لک خاندانن کان وڌيڪ آهي جيڪي هن وقت سخت متاثر ٿي رهيا آهن جن مان ڪيترن علائقن اندر امدادي ٽيمون هن وقت تائين پهچي نه سگهيون آهن ۽ بيمار ٻارڙن جو تعداد وڌندو پيو وڃي. ڪالهوڪي ڏينهن ۾ مٺي جي اسپتال ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ ٻارڙا علاج لاءِ اسپتال آندا ويا آهن ان کانسواءِ ننڍين

۽ خانگي اسپتالن جا انگ اکر الڳ آهن.

حڪومت، اين جي اوز ۽ سگھڻ ادارن کي گھرجي تہ اهڙي حالت ۾ تر واسين جي ڀرپور مدد ڪئي وڃي. ايتري تائين جو هڪ بہ متاثر امداد ۽ علاج کان رهجي نہ سگھي. سنڌ اندر اچڙي تر مان پڙ ساڳئي قسم جا اطلاع ملي رهيا آهن جنهن لاءِ حڪومت ۽ ٻين ادارن کي اڳواٽ قدم کڻي سندن مشڪلاتون ختم ڪرڻ گھرجن ڪتي ايئن نہ ٿئي تہ اچڙي تر ۾ بہ سخت ڏڪار سبب ماڻهو موت جو شڪار ٿين ان لاءِ ملڪ جي هر علائقي تي نظر رکڻ گھرجي. وقت، حالت، موسمن جي تبديلي کي نظر ۾ رکندي اڳواٽ اپاءُ وٺڻ گھرجن نہ ڪي ميڊيا يا ٻين ادارن جو انتظار ڪرڻ گھرجي.

*Daily Awami Awaz-Karachi- March 19th, 2014*

# تر لاءِ هاڻي مستقل منصوبابنديءَ جو سوچيو

طارق عزيز شيخ

پنج هزار سال اڳي سنڌريل قومن بابت ثابت ٿيو آهي تہ انهن پاڻي جي ذخيري لاءِ هترادو ڍنڍون ڊورا ناهيا هئا ۽ نهري نظام ايجاد ڪيو. اهڙيءَ ريت پاڻيءَ ڪي ضرورت لاءِ گڏ ڪيو ويندو هو. انگريزن جي دور ۾ سنڌ ۾ جيڪي ترقيءَ وارا ڪم ٿيا انهن ۾ هڪ خاص ڪم پاڻيءَ جا تلاءَ ناهڻ هو. اڄ بہ سنڌ جي شهرن ۾ انگريزن جي زماني جا ناهيل تلاءَ ۽ وڏا حوض موجود آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هاڻي انهن تلائن جي شڪل گٽر جي نالن ۾ تبديل ٿي چڪي آهي.

ڏڪار جي صورتحال مختلف دورن ۾ ايندي رهي آهي. پر جڏهن بهتر حڪمت عملي ۽ اهل حڪمران هجن تہ ڏڪار کي منهن ڏيڻ ۾ ڪابہ پريشاني نٿي ٿي سگهي. عرب ملڪن طرف واريا سي ۽ ميداني ايراضيون وسيع پٿماني تي پکڙيل آهن. ان جي باوجود عربن پاڻيءَ جي ذخيرن جا بهترين بندوبست ڪيا آهن. پاڻيءَ جي کوٽ کي آڏو رکندي قطر ۾ دنيا جو سڀ کان وڏو آبي زخيرو تيار ڪيو ويو آهي، هن رٿا تي اڃا ڪم هلندڙ آهي. اهڙي ريت ايران ۾ پاڻيءَ جي کوٽ واري صورتحال پريشانيءَ واري ٿي چڪي آهي، جنهن بعد ايراني حڪومت هن معاملي کي قومي سلامتيءَ واري درجي جو مسئلو قرار ڏئي، پاڻيءَ جو بحران نبيرڻ لاءِ اپاءَ ڪٽڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن. هيءَ صورتحال تڏهن پيدا ٿي جڏهن ايران جي سڀ کان وڏي ڍنڍ ارميا جو پاڻي ڪڇري جو سبب بڻجڻ لڳي ۽ پاڻي زهريلو ٿيڻ لڳو. هيءَ ڍنڍ پنهنجي وقت جي تمام خوبصورت ڍنڍ هئي، جنهن سان سياحت واري ڪاتي کي بہ وڏي ڪمائي ٿيندي هئي. هن ڍنڍ جو پاڻي اڳي استعمال ڪيو ويندو هو پر پوءِ ٻاڙو ٿيڻ لڳو ۽ پاڻيءَ مان شديد ڌپ اچڻ لڳي.

سنڌ ۾ تر جي ڏڪار واري صورتحال گهڻو وقت اڳي ختم ٿي سگهي ٿي پر نهايت افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ سنڌ جا حڪمران سنڌ سان سچا ناهن. جڏهن نٿي ۽ بدين کان ڪراچيءَ تائين پاڻي ڇڪجي سگهجي ٿو تہ پوءِ ٿر تائين ڇو نہ؟ هڪ

اطلاع موجب ارباب رحيم جن ڏينهن ۾ وڏو وزير هو تڏهن ٿر جي ڏورانهن علائقن ۾ پاڻيءَ جي لائين وڇائڻ واري پروجيڪٽ تي ڪم شروع ٿيو هو. پر بعد ۾ اچڻ واري حڪومت انهيءَ رٿا کي روڪائي ڇڏيو.

جڏهن ڊيم ناهڻ جي ڳالهه ڪئي ٿي وڃي، تڏهن به ٿر کي ياد ڪري سگهجي ٿو. ننڍا ننڍا آبي ذخيرا ناهڻ تي سوچجي ته پهرين هن علائقي کي ذهن ۾ رکيو وڃي. هن وقت صوبائي حڪومت، وفاقي حڪومت، فوج، فلاحي تنظيمون ۽ عالمي ادارا ٿر جي ڏڪار ستيلن کي جيڪا پئسي جي صورت ۾ امداد ڏئي رهيا آهن، ان کان وڌيڪ پلو ٿيندو جو هنگامي بنيادن تي پاڻيءَ ۽ خوراڪ جو بندوبست ڪيو وڃي. پئسي کان بهتر آهي ته ٿر جي ڏڪاريل ماڻهن کي پاڻي ڏنو وڃي. جيڪڏهن ارباب رحيم جي وڏ وزارت جي ڏينهن ۾ پاڻيءَ جون لائينون وڇايون ويون هيون ته انهن کي استعمال ڪيو وڃي. جيڪڏهن پاڻيءَ جون لائينون ناهن وڇايل ته انهيءَ پروجيڪٽ کي هڪدم شروع ڪيو وڃي. هيءَ مسئلو عارضي ناهي، بلڪ مستقل آهي، انهيءَ ڪري حڪومت کي اپاءَ به مستقل بنياد تي وٺڻ گهرجن.

ٿر ۾ برسات نه پوڻ جي حقيقت پنهنجي جڳهه تي آهي، پر انهيءَ حقيقت کي قسمت چوڻ ڪم کان ڀڄڻ ۽ نااهلي قرار ڏني ويندي. گهٽ برسات پوڻ جي حالت فقط ٿر ۾ ڪونهي رونما ٿي، پر سڄي دنيا جي مختلف علائقن ۾ اهڙي صورتحال پيدا ٿيڻ لڳي آهي. ان ڏس ۾ گڏيل قومن جي اداري پنهنجي تحقيقي رپورٽ ۾ چيو آهي ته: "ساليانو چار هزار ڪيوبڪ ڪلوميٽر صاف پاڻي زمين تان گهٽجي رهيو آهي، پاڻيءَ جي کوٽ سبب دنيا جي آبادي جو 18 سيڪڙو حصو پاڻيءَ کان محروم ٿي رهيو آهي، جڏهن ته پاڻيءَ جي کوٽ وارن علائقن ۾ گدلو پاڻي مجبوريءَ ۾ استعمال ڪجي ٿو ته ان سان ٻارڙا مرڻ شروع ٿين ٿا، جن کي پيٽ جون بيماريون لڳڻ جو سبب ٻڌائجي ٿو. گدلي پاڻي واپرائڻ سان ساليانو 35 لک ماڻهو موت جو کاڄ بڻجن ٿا."

ٿر جي صورتحال به گڏيل قومن جي اداري جي رپورٽ جي عين مطابق لڳي ٿي. اسان جي هن ريگستاني علائقي ۾ به افسوسناڪ حالت اها آهي جو صحت جي به ڪا سهولت حڪومت پاران مليل ناهي، جڏهن اخبارن ۾ رپورٽون شايع ٿيون ٿين ته ڪجهه ڏينهن عملو ڊسپينسرين ۾ نظر اچي ٿو وري ڪاري وارا ڪڪ. هيءَ سنڌ جو الميو آهي، جو ٿر کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. پاڻيءَ ۽ خوراڪ جي کوٽ کي پورو ڪرڻ حڪمرانن جو اولين فرض هوندو آهي، پر لڳي ٿو سنڌ ۾ جڏهن جڏهن قدرتي آفت آئي آهي تڏهن تڏهن حڪمرانن ڪمائي ۽ ڪرپشن جا ريڪارڊ قائم ڪيا آهن. ٻوڏ ستيل ماڻهن لاءِ مليل امداد ڪيترن ڏينهن بعد ۾ به دڪانن تي وڪرو ٿيندي رهي. اسڪولن ۾ ترسيل متاثرن جو سامان هيڊ ماستريائڻيون ۽ هيڊ ماستر پنهنجن گهرن ۾ کڻي ويا ۽ ڪيئي مهينا راشن گهرن ۾ کائيندا رهيا.

جڏهن وزيراعظم نواز شريف ٿر جي دوري تي پهتو هو ۽ ترين سان گڏجاڻي ڪئي هئائين تڏهن شاهه محمد شاهه جي ڳالهه سڀ کان اهم هئي ته "جيڪو هڪ ارب رپين جي امداد وارو پيڪيج آهي، اهو سنڌ حڪومت کي نه ڏنو وڃي. انهيءَ لاءِ الڳ ڪميٽي ناهي وڃي، جيڪا خرچ ڪري ۽ انهيءَ خرچ تي مانيٽرنگ به ٿيڻ کپي."

ٿر جي صورتحال تي ضابطو وقت سان ٿي ويندو پر جيڪي ڳالهيون وس وارن تائين اخبارن ذريعي پهچن ٿيون انهن تي عمل به ڪيو وڃي، فقط غور ڪرڻ سان فرض پورو نٿو ٿي سگهي.

*Daily Awami Awaz-Karachi- March 20th, 2014*

# غلط حڪمرانيءَ جو عذاب ڀوڳيندڙ ٿري ماڻهو

سرويچ ساريو

سنڌ وطن، مجموعي طور بدترين حڪمرانيءَ جي ڏنل "سوکڙين"، جهڙوڪ: بک، بيروزگاري، بدامني، بدحالي، لاقانونيت، سماجي ڀيج ڊاھ، ڪرپشن، ذهني ويڳاڻپ، معاشي اڻ برابري، صحت، تعليم، ڏارين جي ڪاهن، پنهنجن جي موقعي پرستين، مذهبي جنونيت، قبيلائي جهيڙن، نياڻين جي ري گناھ خونن، ۽ اهڙين ٻين سوين سماجي بڇڙائين جي انتها تي پهتل آهي، پر سنڌ جي رڻ پٽ واري علائقي ٿر جي ابتريءَ واري حالت، باقي سنڌ کان سرس آهي. ٿر جي ماروئڙن جي زندگين جون حسناڪيون، تڏهن ئي بحال رهي سگهنديون آهن، جڏهن ويران واريءَ جي دڙن تي مِينهَن ڪَٽيون وَسنديون آهن. اُن ويل سڄو ٿر، فطري حُسن جي سائي چادر ويڙهي خوبصورت منظر پيش ڪندو آهي. مورن جا ٽهوڪا ۽ سندن سُندر رقص، من تڏهن ئي موهيندو آهي، جڏهن بانورا بادل ڀرجي ايندا آهن ۽ ماروئڙن جون ويڳاڻيون دليون، باغ بهار بڻجي وينديون آهن. ٿرين جي زندگي زندھ لاش جو ڏيک تڏهن ڏيندي آهي.

جڏهن ٿر ۾ وسڪارو نہ ٿيندو آهي، ۽ مارو ماڻهو پيرين پنڌ پنهنجي ڍور ڍڳي سان گڏ بيراجي علائقن جو رُخ ڪندا آهن. قدرتي آفتون ۽ ڏُڪار تہ سڄي دنيا ۾ اچن ٿا پر اسان وٽ اهڙن ڏُڪارن ۽ آفتن ستيل ماڻهن کي وڌيڪ سُور بدترين حڪمرانيءَ سبب سَهڻا پون ٿا. هن سال بہ ڏڪايلن جي ڏيهہ ۾ ڏُڪار آيل آهي ۽ هن ديس جي بدترين حڪمرانيءَ، سور وندن جا سور سهسين ڀڻائي چڙهيا آهن. ٿرين جا معصوم ٻار، بک وگهي، نمونيا وگهي، پنهنجين امڙين جي ڇاتين ۾ بک کان، ڏک کان، ٽيج جو ٽڙو بہ نہ اچڻ ڪري، مري رهيا آهن. ۽ موت جو بي رحم ديوُ 150 کان مٿي قدرتي حسن جو مٿاهون مظهر رکندڙ ٻارڙن جون حياتيون ڳڙڪائي چڪو آهي. ٻارڙا، پنهنجين امڙين جي جهولين ۾ تڙپي تڙپي دم ڏئي رهيا آهن ۽ نااهل، بي حس حڪمران ڦوٽو سيشن ۾ پورا آهن. ٿرين لاءِ، هر گهڙي وحشي ۽ رهزن گهڙي، ٿيندي پئي وڃي، ۽ سندن واهرو ٿيڻ وارو ڏيک ڏيندڙ حڪمرانن کي ڪو بہ سرليڪ نہ پيو ٿئي. هر گهڙي، ڪيترين ئي ڪارين قيامتون، ٿرين جي اڱڻ تي "مهمان" بڻجي اچن پيون ۽ بک

ڪان پاهہ ٿيل "ميزبان". انهن قيامتن جي آجيان. پنهنجن معصومن جون حياتيون اربي ڪري رهيا آهن.

هن ديس جي حڪمرانن جي حيراني، انهيءَ تي ناهي تہ هترادو پيدا ٿيل ڪارو ڏڪار معصومن جون مرڪون هميشہ لاءِ ڇو ماري رهيو آهي؟ پر انهن جي پيٽ ۾ ويلو اهو پيو آهي تہ ڳالهہ وڏي ميڊيا تائين ڪيئن پهتي؟. موالي حڪمرانن جو من هزارين لاش لتاڙي بہ مرڪڻ جو هيراڪ هوندو آهي، پوءِ ان سڄي تباهيءَ جي ذميوار انهن جي نظرن ۾ ميڊيا ڇو نہ بڻجي، جنهن سندن پرسڪون زندگيءَ ۾ اچي خلل وڌو آهي. اسان جا حڪمران، عادي رهندا آيا آهن تہ سندن بدتر ين حڪمرانيءَ مٿان ڪَڪَ ڪير بہ ڪڻڻ جي ڪوشش نہ ڪري ۽ هو سدائين، عوام جي اڪثريت کي بکن ۾ پاهہ رکي، پنهنجِي، عوام جي پل پل جي قاتل حياتي، موجن سان گذاريندا رهن.

پوري دنيا جا بدترين حڪمران، سدائين "جهان خاني" اعلانن ڪري، پنهنجي ڌيهہ ۾ دهشت جو راڄ دائم رکندا آهن. سنڌ جا حڪمران بہ پنهنجن "پڳ مٽ يارن" سان پيڙهي بہ پيڙهي، پنهنجي ياريءَ جو ڀرم ڪيئن ٽوڙين؟. بکايلن جي بک گهٽائڻ بدران، انهن جي ناسور بڻيل ڦٽن تي ڪا ملمَ ملڻ بدران، ابتو انهن جي ڏکي سکيءَ جي سهاري، يعني چوپائي مال جي وڪري تي پابندي لڳائڻ جو ڪيل اعلان. روم جي سڙڻ وقت، نيرو جي بانسري وڄائڻ جي برابر ناهي تہ ٻيو ڇاهي؟. ميڊيا جي وٺ پڪڙ کان مجبور ٿي، ڏڪايلن جي ڌيهہ ۾ پهتل. اسان جو حڪمران سگورو، جيڪو ميرو هوندي بہ پنج سيرو آهي، سو هيٺن جي ڪا واهر ڪرڻ بدران، قيامتون ڪڙڪائيندڙ قاتلن کي سوگهو ڪرڻ بدران، انتظامي ڏوهين کي نڪ ۾ ڪي ناڪيليون وجهڻ بدران، ويتر درد وندين جي جيءَ کي جِهير ڏئي، پنهنجي کهڙي حيثيت جو تعين ڪري ٿو؟. ان سوال جو جواب، وقت ، نااهل حڪمرانن کان ونڻ جي سگهہ تہ رکي ٿو پر شايد اهو بہ ڪو ترت فيصلو ڪرڻ جي پوزيشن ۾ ناهي.

چيو وڃي ٿو تہ "سنڌين" جي هٿوڪي پنهنجي سرڪار کان تہ سنڌ مٿان 104سال راڄ ڪندڙ "فرنگين" جي سرڪار بهتر هئي، جيڪي گهٽ ۾ گهٽ، حڪمراني تہ بهتر نموني ڪندا هئا ۽ هر ڏکي گهڙيءَ ۾ خلق جو پيسو خلق جي بهتريءَ لاءِ استعمال ڪندي ڪو عار محسوس نہ ڪندا هئا. ٿر جي نرالي جاگرافيءَ کي سمجهندي انهن اهو اصول مقرر ڪري ڇڏيو هو تہ 15 آگسٽ تائين 3 برساتون نہ پوڻ جي صورت ۾ ٿر ۾ پاڻمرادو ڏڪار واري صورتحال جو اعلان ڪيو ويندو هو. اهڙو اعلان ٿيڻ شرط تڏهوڪي انتظاميا پاڻ مرادو تحرڪ ۾ اچي ويندي هئي، ڍلن جي وصولي رڪجي ويندي هئي، ڏڪار تي ضابطو آڻڻ لاءِ هر سطح تي ڪم ڪيو ويندو هو انسانن کي کائڻ لاءِ اَنُ (اجوڪي دور وانگر 50 ڪلوگرام ڪڻڪ نہ) ۽ جانورن

لاءِ چاري جو بندوبست ڪيو ويندو هو. ان خيال جي شاهدي، سنڌ جي آرڪائيو ڪاتي ۾ پيل ٿر گزيٽ جا پراڻا پنا ڏيڻ لاءِ ڪافي آهن. ملڪ وجود ۾ اچڻ کان پوءِ "انگريزن جي غلاميءَ وارو دور" ختم ٿيڻ سان گڏ 15 آگسٽ تي ٿر کي ڏڪار سٽيل قرار ڏيڻ وارو اصول/ قانون، ملڪ جي وجودڻ کان پوءِ 11 سالن تائين فائلن ۾ گم ٿي ويو هو. ملڪي سرڪار کي ويئي ويئي 1958 ع ۾ اوچتو پور پيو ته "قدرتي آفتن" کي به منهن ڏيڻ جو ڪو بلو ڪرڻ گهرجي. نتيجي طور "سنڌ جي قدرتي آفتن کان بچاءَ ۽ امداد وارو ايڪٽ 1958ع (اولهه پاڪستان جو 1958ع جو ٽيٽيهون ايڪٽ ۽ ايڪٽ جي فقري 3 تحت جاري ڪيل مجيل موثر هدايتون) جي صورت ۾ قانون ۽ هدايت نامو جاري ٿيو. 1971ع ۾ اوير پاڪستان جو اسان کان الڳ ٿي بنگلاديش بڻجڻ باوجود 43 سالن ۾ جيڪا شئي تبديل نه ٿي ته اهو قدرتي آفتن وارو ايڪٽ هو. جيڪو اڄ به پاڪستاني ايڪٽ بجاءِ ويسٽ پاڪستان ايڪٽ لکجي ٿو. انهن قانونن جي روشنيءَ ۾ ٿرپارڪر انتظاميا کي هيل به 15 آگسٽ کان پوءِ ٿر ۾ رليف جو ڪم شروع ڪرڻ گهرجي ها. انسانن لاءِ ڪاڌ خوراڪ (ٿر جي اڪثر علائقن ۾ اٽي جون چڪيون به ناهن اڌ قيمت تي ملندڙ 50 ڪلو گرام ڪڻڪ کي ماڻهو ڦڪيندا چاړ) صاف پاڻي، دوائن، ڍڳن کان بچاءَ لاءِ گرم ڪپڙن ۽ مال لاءِ چاري جو بندوبست ٿيڻ کپي ها. پر ائين نه ڪيو ويو. اسپتالن ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪرڻي هئي، اها به نه ڪئي وئي. دوائن ۽ صحت جي ٻين جوڳين شين جو به ڪو بندوبست نه ڪيو ويو. بس، سرڪار کان هڪڙو ڪم ٿيو. جو ان ڪيو ٿرين لاءِ اڳوات آيل ڪڻڪ سان جيالن جا پاندا ڀريا ويا. ٿرپارڪر ضلعي جي ست سرڪاري اسپتالن (پوري ضلعي ۾ هڪ به سول اسپتال ناهي. مٺيءَ ۾ رڳو تعلقي اسپتال آهي. باقي تعلقن ۾ بنيادي صحت مرڪز آهن. جتي نه ڊاڪٽر ڳوليا ليندا آهن. نه وري ڪو ٻيو عملو باقي اتي پٽيوالا ۽ چوڪيدار پنهنجي فرصت وارو وقت وندر وروڻهن ڪندي گذاريندا آهن) لاءِ آيل بجيٽ ٻن مهينن جي مختصر عرصي ۾ هڙپ ڪئي وئي. ڪرپٽ حڪمرانن ۽ ڪرپٽ انتظاميا جي اکين جي تارن جا وارا نيارا رهيا. باقي ٿري ته پورو سال تڙپندا، تڇڪندا، ڦٿڪندا، لُڇندا، ٻڇندا، ٻڇرندا، چڙهيون هڻندا، مرندا رهيا. حڪمرانن لاءِ اهو سڀ ڪجهه ٽيسٽائين "نارمل" هو. جيسٽائين ميڊيا، ٿرين جي درد ۾ ياڳي پائيوار نه ٿي. جيڪڏهن حڪمران ٽولي لاءِ ٿر جي هاڻوڪي صورتحال "نارمل" نه هجي ها. يا انهن ۾ بهترين حڪمراني ڪرڻ جا ڪي گڻ هجن ها ته پوءِ پهريون سوال اهو ٿو اٿي ته سيپٽمبر 2013ع ۾ جاري ٿيل 60 هزار ڪڻڪ جون ٻوريون بروقت ڇو نه ورهائجي سگهيون؟. جن منجهان هاڻي في خاندان 50 ڪلو ڪڻڪ ڏيڻ جو ٿرين مٿان "احسان" ڪيو پيو وڃي؟ ڪنهن به اوچتي ڪڙڪيل آفت کي منهن ڏيڻ لاءِ رليف ڪاتو به ٺهيندو آهي. ان رليف ڪاتي لاءِ ايڊوانس طور فنڊ به مقرر ٿيل هوندا آهن.

ان ڪاتي ڪي هلائڻ لاءِ هڪ وزير بہ مقرر ٿيل هوندو آهي. پوءِ اهي سڀ فنڊ ڪٿان ماڻهن جي ڪهڙي قيامت ڇڏائڻ لاءِ رکيل آهن؟ هاڻي رليف ڪاتي جي جنهن وزير کي معطل ڪيو ويو آهي، اهو وزير يڪو ڪٿي هو؟ ٿرين جي سرڪاري نااهليءَ جي نتيجي ۾ ٿيل هيڏي ساري نسل ڪشيءَ جي سزا رڳو هڪ وزير کي هٽائڻ آهي؟ يا ڊپٽي ڪمشنر کي معطل ڪرڻ ۾ آهي؟ ٿرپار ضلعي جي صحت کاتي جو جيڪو انتهائي ڪريل ڪردار آهي؟ ان جي ذميوارن جي سزا جو ڪو تعين ڪيو ويو آهي؟ سنڌ جو انتظامي واڳ ڌڻي، جيڪو ٿر جي امڙين کي گهونگهٽ نہ لاهڻ جا مهڻا ڏئي ٿو اهو هيڏي ساري تباهي ٿيڻ وقت ڪٿي هو؟ هن وقت سرڪار، جيڪي متاثرن جي نالي ۾ پَٽ سَٽ ڪئي آهي، ان جي استعمال بابت ڪهڙي حڪمت عملي جوڙي وئي آهي؟ زڪوات ڪاتي ۾ ويٺل، "مسلمانن" جي اها ڪيئن مجال ٿي تہ هو پوري ٿر کي موت جي منهن ۾ ان بنياد تي ڏيڻ لاءِ تيار آهن، تہ اتي بک ۽ اڃ ۾ پاهہ ٿي مرندڙ ماڻهن جي اڪثريت "غير مسلمان" آهي؟. هو ملڪ ۾ ڪهڙي اسلام ۽ ڪهڙي شريعت جي پوئلڳي ڪري رهيا آهن؟ انهن کان ڪير پڇاڻو ڪندو تہ حضرت محمد صلعم وارو اسلام تہ ائين ڪرڻ جي هرگز بہ اجازت نہ ٿو ڏئي. حضرت محمد صلعم واري اسلام جو پوئلڳ حڪمران تہ اهڙو ٿيندو آهي، جيڪو اڃ وگهي فرات نديءَ جي ڪنهن ڪناري مرندڙ ڪتي جي موت جو ڏوهي بہ پاڻ کي سمجهندو هجي. پوءِ زڪوات ڪاتي جي هاڻوڪن عملدارن جو ايڏو مغز ڇو خراب ٿي ويو آهي؟ ان جو ڪو حساب ڪتاب ٿيندو؟ ڇا صحت ڪاتي سميت ٻيا بہ سنڌ جا 20 ڪن انتظامي ڪاتا، پنهنجي ڪيسي ۾ رکي هلندڙ اسان جو انتظامي واڳ ڌڻي. اسان کي ٻڌائيندو تہ ٿرپارڪر ضلعي ۾ اڃا تائين هڪ بہ سول اسپتال ڇو قائم نہ ڪئي وئي آهي؟ ٿر پارڪر ضلعي ۾ ننڍيون ننڍيون رياستون (تعلقا) ناهڻ لاءِ حڪمران ٽولي پاران هڪ سال کان ڪيڏ تہ ڪيڏي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ ڇيلهار کي ڇاڇري کان ڪاٽي منيءَ حوالي ڪيو ويو ڏيپلي کي ڪاٽي سلام ڪوٽ تعلقي ۾، ۽ ڇاڇري کي وڏي ڏاهلي تعلقي کي تہ جنم ڏياريو ويو. پر ٿر جي اڪيلي مني تعلقي اسپتال کي ضلعي هيڊڪوارٽر جو درجو ڏيارڻ ۾ هاڻوڪي سرڪار وٽ ڪهڙيون "مجبوريون" هيون/آهن؟ ننگر پارڪر، ڇاڇري ۽ ڏيپلي جون اسپتالون، اڄ بہ بنيادي صحت مرڪز کان وڌي تعلقي اسپتالون ڇو ناهن ٿيون؟ نئين نهيل اسلام ڪوٽ (سلام ڪوٽ) تعلقي ۾ هيلي پيڊ ۽ ايئرپورٽ ناهڻ لاءِ تہ "وسيلا" ميسر هئا، پر اتان جي ڳوناٺي صحت مرڪز کي اپ گريڊ ڪرڻ ۾ ڪهڙي ڏکيائي هئي/آهي؟ ڏاهلي تعلقي جي هيڊ ڪوارٽر ۾ تہ تعلقي اسپتال تہ ڇا پر ڳوناٺو صحت مرڪز بہ ناهي، ماڻهو اڄ بہ ڪينسر صحت مرڪز جا پنڌ ڪن ٿا، ائين ڇو آهي؟ مني تعلقي اسپتال کي ضلعي اسپتال جو درجو ۽ ٻين ڳوناٺي صحت مرڪزن کي بنيادي صحت مرڪزن

۽ تعلقي صحت مرڪزن جو درجو ڏيڻ ۾ اسان جي مان واري چيف منسٽر صاحب کي ڪهڙيون رنڊڪون آهن؟ اسان وارو چيف منسٽر، صحت کاتي جو بہ وزير هجڻ ناتي، اسان کي اهو بہ ٻڌائڻ جو حق بہ رکي ٿو تہ مٺي تعلقي اسپتال سميت ٿر جي ٻين 6 صحت مرڪزن لاءِ جاري سال جي مقرر ٿيل بجيٽ ڇا يا ٽن مهينن جي مختصر عرصي ۾ ڪيئن پوري ڪئي وئي؟ انهن فنڊن جو استعمال ڪيئن ٿيو؟ ڇا ان جي انڪوائري ڪرڻ جا ڪي امڪان آهن؟ موسمي حساب سان ۽ فصل ٿيڻ ۾ اڃا 8 مهينا باقي آهن، پوءِ باقي رهيل ستن مهينن لاءِ سرڪار جي ڪهڙي رٿابندي آهي؟ ڇا ان بابت حڪومت جي ڪا نوس حڪمت عملي آهي؟ ڏُڪار کي وڌيڪ ڪيئن منهن ڏبو ان لاءِ ڇا رٿيو ويو آهي؟ ۽ ان کان بہ اهم، ٿر ۾ وري اهڙيون آفتون نہ اچڻ ڏيڻ لاءِ حڪمرانن جو منصوبو ڪهڙو آهي؟ ڇا هڪ اڌ وزير يا ڪجهہ ڪامورن کي معطل ڪرڻ سان ٿر تان ڏُڪار جي بلا جي ٽري وڃڻ جا ڪي امڪان آهن؟ ان کان سواءِ ٿر ضلعي جي 50 سيڪڙو آبادي عورتن تي ٻڌل آهي. جڏهن تہ 20 سيڪڙو وري ٻار آهن. 70 سيڪڙو انهيءَ آباديءَ (10 لک انسانن) لاءِ ٿر ضلعي ۾ هڪ گائناڪالاجسٽ يا ٻارن جي بيمارين جو ماهر ڊاڪٽر مقرر ڪرڻ ۾ ڪهڙي قانوني رڪاوٽ هئي/آهي؟

صحت کاتي جو سيڪريٽري، ڊائريڪٽر جنرل، ڊائريڪٽر ۽ ڊي ايڇ او اهو ٻڌائي سگهندا تہ ڪنهن ماهر ڊاڪٽر کي "زبردستي يا سزا طور" ٿر بدلي ڪرڻ بجاءِ ڪنهن ڊاڪٽر جوڙي کي ٿر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪنهن اين جي او يا ڇاڇري ۾ هلندڙ مشن اسپتال جيان مراعتون آڇيون ويون هيون/آهن؟ (ڇاڇري ۾ هن وقت عيسائي برادريءَ جي مالي سهڪار سان شاندار اسپتال کولي وئي آهي، جتي ڊاڪٽر ڊريگو جي گائناڪالاجسٽ نياڻي، نوابشاهہ جي نوجوان ڊاڪٽر جوڙي سميت 6 ڊاڪٽر ڪم ڪري رهيا آهن. اسپتال ۾ 10 سالن تائين جي ٻار جو علاج، دوائون ۽ ايستائين جو کاڌ خوراڪ مفت ڏني وڃي ٿي. مختلف اين جي اوز پاران ٿر ۾ ڪم ڪندڙ هڪ درجن ڊاڪٽرياڻين کي 70 هزار کان هڪ لک ربيا پگهار، شهري علائقن ۾ گهر، گاڏي ۽ موبائيل فون ڏنا وڃن ٿا.) هن وقت سنڌ ۾ هزارين ڊاڪٽر ڊگريون هٿن ۾ کڻي روزگار جي ڳولا ۾ آهن. جڏهن تہ ٿر ۾ ڊاڪٽرن جون 185 منظور ٿيل جايون خالي پيل آهن. جن کي ڀرڻ لاءِ سرڪار ڪهڙا اپاءَ وٺي رهي آهي؟ اهي جايون پربيون بہ يا سدائين خالي هونديون؟ ٿر مان هن وقت 3 ايم اين اي، 5 ايم پي اي ۽ هڪ وزير ايوانن ۾ ٿر جي نمائندگي ڪن ٿا. جن کي ايم اين اي/ ايم پي اي فنڊ مان ساليانو 6-6 ڪروڙ ملن ٿا. ڪئين ڏهاڪن کان ايوانن ۾ پهچندڙ انهن عوامي نمائندن کان پڇاڻو ڪرڻ جا ڪي امڪان آهن تہ انهن پنهنجن فنڊن جو استعمال ڪيئن ڪيو آهي؟ انهن، ٿرين جي زندگي تبديل ڪرڻ لاءِ ڪهڙيون "ڪوششون" ورتيون آهن؟ ٿر ۾ برسات

كانپوءِ ايري اينڊز ڪنيين جيان اين جي اوز جو بہ وڏو لشڪر لٽل آهي. جن لاءِ ٿر ڪاروبار جي ڪنهن وڏي منڊيءَ مثل آهي. انهن اين جي اوز ۾ ڪي گهڻ قومي آهن، تہ ڪي مقامي. انهن عالمي/مقامي ادارن/ اين جي اوز کي ٿرين لاءِ هروقت ڪاڌ خوراڪ ۽ سنيال لاءِ طاقتور ٽانڪ، مڇر دانيون، صابڻ، ٽوال، ڪير پياڪ ٻارڙن لاءِ کير ۽ ٻيون گهربل دوائون ملن ٿيون. ڪڏهن اسانجي ڪنهن چونڊيل نمائندي ۽ انتظامي عملدار انهن کان انهيءَ بابت ڪو پڇاڻو ڪيو آهي؟ اهي ڪهڙا سبب آهن جو ٿر جهڙا ساڳيا ئي رڻ پٽ، سنڌ جون حدون پار ڪرڻ سان بہ ملن ٿا. جيڪي پنجاب (چولستان) ۽ ڀارت (راجستان) ۾ واقع آهن. اتي زندگيءَ جون سموريون سندرتائون بحال ڇو آهن؟ اتان جي حڪمرانن کي ڪهڙا وسيلا ميسر آهن. جيڪي اسان جي حڪمرانن کي ناهن؟

تازو هڪ غير سرڪاري اداري جي تحقيق موجب: "ٿر ۾ 5 سالن کان گهٽ عمر جي ٻارڙن ۾ ڪاڌي جي شديد کوٽ سبب ڪمزور ٿيل ٻارڙن جو تناسب8.4 في سيڪڙو آهي. جنهن ۾ ڇاڇري تعلقي ۾ اهو انگ 13 في سيڪڙو آهي. جيڪو سنڌ صوبي جي حساب سان تمام وڏو انگ آهي. اهڙي ريت وچولي درجي جي ڪاڌ خوراڪ جي کوٽ جو شڪار ٿيل ٻارڙن جو تناسب، ٿرپارڪر ضلعي جي لحاظ کان 19.1في سيڪڙو آهي. جنهن ۾ ڇاڇري تعلقي جو انگ 26 في سيڪڙو، ننگر پارڪر 24 في سيڪڙو، جڏهن تہ مٺيءَ ۾ 12.9 في سيڪڙو، اسلام ڪوٽ تعلقي ۾ 17 في سيڪڙو ۽ ڏيپلي جو انگ 15.8 في سيڪڙو آهي". اها ڇٽي ڳالهہ آهي تہ، جيڪڏهن برسات نہ پوندي تہ گاهہ پنو نہ ٿيندو ۽ مال متاع کي کائڻ لاءِ ڪجهہ ڪو نہ ملندو ۽ جي وري کير، ڏهي ۽ مکڻ نہ هوندو، تہ ٿر ۾ ماڻهن لاءِ خوراڪ جي قلت ٿيندي ۽ آخرڪار ٿر جو ماڻهو ۽ خاص طور ٻار عورتون ۽ ٻڍڙا وڏيڪ بيمارين جو شڪار ٿيندا. تہ ڇا اهڙي صورتحال، عارضي رٿابندين سان تبديل ٿيندي؟ يا مستقل حڪمت عمليءَ سان؟ ۽ ڇا ٿرين جي زندگيءَ جي ڪايا پلٽڻ لاءِ، هاڻوڪي سرڪار وٽ، ڪا سنجيدگي آهي؟ انهن سوالن جو جواب، تڏهن ئي ممڪن بڻجي سگهندو، جڏهن هن ديس ۾ بهترين حڪمرانيءَ جو دور شروع ٿيندو.

باقي، جيڪڏهن هاڻوڪي سرڪار ٿرين جي زندگي تبديل ڪرڻ ۾ ڪجهہ قدر مخلص آهي تہ کيس پنهنجا واڌو معاشي ذريعا ڪٽي استعمال نہ بہ ڪرڻا پون، رڳو ٿر مان ملندڙ ڪوئلي، گرينائيٽ، چائنا ڪلي، گگرال، لوڻ ۽ جڙي ٻوٽين جي ذريعي حاصل ٿيندڙ ناڻو ٿرين جي زندگي سنوارڻ لاءِ ئي استعمال ڪرڻ جي خواهش رکي تہ بہ ٿرين جو هر گهڙي موت جي ٿياس تي ٽنگجڻ جا امڪان اهڙا نہ هوندا. جهڙا هن وقت آهن.

*Daily Awami Awaz, Karachi, Sunday magazine , March 15th-21st, 2014*

# ٿر جي صورتحال... اصل حقيقت

## يوسف ڪابورو

ٿر ۾ خشڪ سالي ۽ ڏڪار جي صورتحال ۽ اتي هلندڙ امدادي سرگرمين جي باري ۾ ڪجهه ڌرين پاران سوچيل سمجهيل سازش تحت غلط تصور پيدا ڪيو ويو آهي ۽ پروپيگنڊا ڪئي پئي وڃي تہ سنڌ حڪومت نہ صرف ان صورتحال جي ذميوار آهي بلڪ امدادي سرگرمين ۾ بہ پنهنجون ذميواريون پوري ناهي ڪري رهي. اهڙين ڳالهين ۽ پروپيگنڊا پويان خطرناڪ ارادا لڪل آهن جن جو تعلق ٿر جي مستقبل ۽ پاڪستان جي موجوده سياست سان آهي. اهڙين ڳالهين جو في الحال ذڪر ڪرڻ مناسب ناهي. پر ٿر جي حوالي سان ڪجهه حقيقتن جو پيش ڪرڻ ضروري آهي. سنڌ صوبي ۾ واقع ٿر دراصل عظيم صحراءِ هند جو حصو آهي. هي عظيم صحرا 77 هزار مربع ميل (تقريبن 2 لک مربع ڪلوميٽر) تي پکڙيل آهي. ڀارت جو راجستان ۽ پنجاب جو چولستان بہ ان عظيم صحرا جو حصو آهن. جڏهن برساتون نہ پونديون آهن تہ صحرائن ۾ خشڪ سالي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڏڪار جي صورتحال بہ پيدا ٿي ويندي آهي. ريگستاني علائقن ڪي هر ٻن ٽن سالن کان پوءِ اهڙي صورتحال ڪي منهن ڏيڻو پوي ٿو. انهن علائقن ۾ آباديون پکڙيل ۽ ڏورانهن فاصلن تي آهن.

هتي پاڻي جو سڀ کان وڏو وسيلو کوهہ ۽ (ننڍا تلاءَ) آهن. برساتن نہ پوڻ ڪري کوهن جو پاڻي تمام گهڻو هيٺ هليو ويندو آهي ۽ زهريلو ٿي ويندو آهي ۽ ننڍا تلاءَ خشڪ ٿي ويندا آهن. ان صورتحال ۾ اتان جا رهواسي نهري علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪن ٿا. موسم، لڏپلاڻ ۽ ماحول ۾ تبديلي جي اثرن سبب ماڻهن ۾ مختلف قسم جون بيماريون پيدا ٿي وڃن ٿيون. هن ڀيري گهڻو ڪري سيءُ سبب ٻارن ۾ نمونيا ٿي وئي. ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙ ماڻهو اسپتالن ۾ ان وقت پهچن ٿا، جڏهن ڪنهن مريض جي حالت وڌيڪ خراب ٿي وڃي ٿي. جيستائين غذائي کوٽ جو مسئلو آهي ان سان صرف ٿر جا ماڻهو ئي نہ بلڪ تازو ئي جاري ٿيندڙ نيشنل نيوٽريشن سروي رپورٽ مطابق پاڪستان جي 40 سيڪڙو کان وڌيڪ آبادي غذائي کوٽ سبب مختلف بيمارين جو شڪار آهي ۽ 5 سال کان گهٽ عمر وارا 35 سيڪڙو ٻار سالياني غذائي

ڪوٽ سبب مري وڃن ٿا جيڪا انتهائي افسوسناڪ آهي. ان صورتحال جي ذميوار سنڌ حڪومت ناهي بلڪ پاڪستان جا اهي حڪمران آهن جن گذريل 67 سالن کان پاڪستان جي اڪثر علائقن خاص ڪري صحرائي ۽ پوئتي پيل علائقن کي بنيادي سهولتن کان محروم رکيو. ماضي ۾ ٿر کي تمام گهڻو نظرانداز ڪيو ويو. ان زيادتي ۽ ناانصافي خلاف پيپلز پارٽي ڏگهي عرصي کان جدوجهد ڪري رهي آهي ۽ قربانيون ڏئي رهي آهي.

ٿر جي موجوده صورتحال جي باري ۾ بہ سنڌ حڪومت پهريان کان تيار هئي. ان جو ثبوت اهو آهي تہ ضلعي انتظاميہ کي ماڻهن ۾ ڪڻڪ جي مفت ورهاست ڪرڻ لاءِ اتي پهچائي وئي هئي. انسان ۽ جانورن کي ممڪنہ بيمارين جي تدارڪ لاءِ بہ پهريان کان انتظام موجود هئا. پر ضلعي انتظاميہ جي ڪوتاهين جي ڪري ڪجھ افسوسناڪ واقعا پيش آيا. چو تہ ضلعي انتظاميہ صوبائي حڪومت کي صورتحال کان بروقت آگاهہ نہ ڪيو هو. سنڌ حڪومت ان حوالي سان 2 تحقيقاتي ڪميٽيون جوڙي ڇڏيون آهن. جيڪي ذميوارن جو تعين ڪنديون ۽ غفلت ڪندڙ ماڻهن خلاف ڪارروائي ڪئي ويندي. آفيسرن جي ڪوتاهين جا واقعا بين صوبن ۾ ٿيندا رهن ٿا. انهن واقعن تي سخت ايڪشن ٿيڻ گهرجي. صورتحال جي خبر پوندي ئي پيپلز پارٽي جي عوامي حڪومت ٿر جي ماڻهن جي امداد ۾ ڪنهن قسم جي ڪوتاهي نہ ڇڏي. اڳوڻي صدر آصف علي زرداري جي هدايت تي وزيراعليٰ سنڌ سيد قائم علي شاهہ نہ صرف فوري طور اتي پهتو بلڪ پاڪستان پيپلز پارٽي جي سرپرست اعليٰ بلاول ڀٽو زرداري بہ سمورن لاڳاپيل آفيسرن سان گڏ هاٽ لائين رابطي ۾ رهيو.

امدادي ڪارروايون جو سرزمين تي جائزو وٺڻ لاءِ بلاول ڀٽو زرداري متاثر ٿيل علائقن ۾ بہ پهچي ويو. سنڌ جو بلديات ۽ اطلاعات وارو وزير شرجيل انعام ميمڻ پڻ ٿر ۾ ڪيمپ لڳائي ويهي رهيو ۽ هن متاثر ٿيل علائقن ۾ پاڻ وڃي پنهنجن هٿن سان امداد ورهائي. هن پنهنجي نگراني ۾ ريليف وارن ڪمن جو هڪ نظام تيار ڪيو ۽ پنهنجي ٽيم کي اتي مستقبل طور تي ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي. سنڌ ڪابينا جي ميمبرن ڄام مهتاب ڏهر، مير هزار خان بجاراڻي، ڄام خان شورو، روبينہ قائم خاني، شرميلا فاروقي ۽ ٻين پي پي پي جي وزيرن، پارليامينٽ ميمبرن ۽ عهديدارن رات ڏينهن امدادي سرگرمين ۾ مصروف ٿي ويا ۽ اڃا تائين اتي موجود آهن ڇاڪاڻ تہ جناب آصف علي زرداري اها هدايت ڪئي هئي تہ ٿر جي ماروئڙن جي بحالي تائين ڪم جاري رکيو وڃي. وزيراعليٰ سنڌ جو ڪوآرڊينيٽر تاج حيدر پڻ آصف صاحب جي هدايت تي 24 ڪلاڪ اتي امدادي ڪمن جي نگراني ڪري رهيو آهي ۽ ريليف لاءِ ڪم ڪندڙ سرڪاري ۽ غيرسرڪاري ادارن وچ ۾ رابطي ڪار طور خدمتون انجام ڏئي رهيو آهي. سنڌ حڪومت طرفان 42 ڪروڙ رپين جي لاڳت سان

هڪ لک 20 هزار ڪٽڪ جون بوريون مفت ورهائڻ وارو ڪم تيزي سان جاري آهي ۽ ڪافي ڪٽڪ ورهائي وئي آهي. سنڌ حڪومت ڏڪار کان متاثر ٽيل 2 لک 59 هزار خاندانن کي ڪٽڪ جي فراهمي هر صورت ۾ يقيني بڻائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جيڪڏهن وڌيڪ ڪٽڪ جي بہ ضرورت پئي تہ سنڌ حڪومت مهيا ڪندي

جيستائين ٿر جي وڏي عرصي جي ترقي لاءِ منصوبابندي جو تعلق آهي، سنڌ حڪومت ان سلسلي اڳ ۾ ئي قدم کڻي رهي آهي ۽ ڪيترن منصوبن تي ڪم بہ ٿي رهيو آهي. ٿر ۾ رستن ۽ ٻي انفرااسٽرڪچر جي تعمير پيپلز پارٽي جي دور ۾ ئي شروع ٿي آهي. پيپلز پارٽي ئي پارت سان گڏ سرحدي علائقي ۾ اسلام ڪوٽ کان گهوٽڪي تائين رستو تعمير ڪرڻ جو هڪ منصوبو بڻايو آهي. جنهن سان ان علائقي جي قسمت بدلجي ويندي. تازو وزيراعليٰ سنڌ ٿرپارڪر ڊيولپمينٽ اٿارٽي جي قيام جو بہ اعلان ڪيو آهي. جيڪا اٿارٽي ٿر جي ترقي لاءِ خصوصي منصوبابندي ڪندي سنڌ جي اطلاعات واري وزير شرجيل انعام ميمڻ ٿر جي ترقياتي منصوبن جي باري ۾ ٻڌائيندي چيو تہ ٿر ۾ بنيادي مرڪز صحت، اسڪولن ۽ اسپتالن کي اپ گريڊ ڪرڻ لاءِ ڪيترن منصوبن تي ڪم ٿي رهيو آهي. حڪومت اتي انجنيئرنگ ڪاليج ۽ ميڊيڪل ڪاليج جي قيام تي بہ غور ڪري رهي آهي. ايندڙ مالي سال جي بجيٽ ۾ ٿر لاءِ خصوصي فنڊز مختص ڪيا ويندا. اڳوڻي صدر آصف علي زرداري جي هدايت تي ٿر ۾ پيئڻ جي صاف پاڻي جي فراهمي لاءِ 120 آراو پلانٽس لڳايا ويا آهن جڏهن تہ وڌيڪ 643 آراو پلانٽس لڳايا پيا وڃن. پيئڻ جي پاڻي ۽ فصلن کي پاڻي جي فراهمي لاءِ 190 اسڪيمن تي ڪم جاري آهي، جڏهن تہ لوڻي ڪوٽ کان ننگرپارڪر تائين 54 ڪروڙ رپين جي لاڳت سان 54 ڪلوميٽر ڊگهي پاڻي جي پائپ لائين وڇائي پئي وڃي. ٿر جي ماڻهن کي پيپلز پارٽي جي دور ۾ پهريون ڀيرو اهو احساس ٿيو آهي تہ حڪومت انهن لاءِ ڪجهہ ڪري رهي آهي. اهو ئي سبب آهي جو ٿر جي ماڻهن پهريون ڀيرو ٿر جي بااثر سياسي خاندانن کان بغاوت ڪري پيپلز پارٽي کي ووٽ ڏنو. موجوده صورتحال ۾ پيپلز پارٽي جي حڪومت ٿر جي عوام جي جيڪا خدمت ڪري رهي آهي ان سان پيپلز پارٽي ۽ ٿرين ۾ تعلق اڃان وڌيڪ مضبوط ٿيندو.مٿي ذڪر ڪيل منصوبن جي مڪمل ٿيڻ سان يقينن ٿر جي ماڻهن جي قسمت بدلجي ويندي حڪومت تہ عوام جي ڀلي لاءِ منصوبا جوڙڻ جا حڪم جاري ڪري ڇڏيا تہ جيئن عوام لاڀ حاصل ڪري پر هاڻي ان آفيسرن تي فرض عائد ٿئي ٿو تہ بنا ڪنهن دير جي انهن منصوبن کي سچائي سان مقرر وقت اندر مڪمل ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري انهن منصوبن کي مڪمل ڪن.

*Daily Awami Awaz, Karachi- March 21st, 2014*

# هي ڪهڙو ڊرامو آهي؟

## عابد سيلاني

ٿر ۾ اوچتو ڏڪار جو اشو اڀرڻ تي سموري سنڌ سميت پوري ملڪ ۾ بين القوامي فورمن تي پڻ اهو پڙاڏو گونجي رهيو آهي. ان اشو جا پيا به ڪيترائي پاسا آهن ۾ دلچسپ ڳالهه اها آهي ته ٿر جا ماڻهو پڻ ان ميڊيائي ڪوريج ۾ "سول سوسائٽي" جي امدادي سرگرمين تي حيران ۽ پريشان آهن.

ٿر جي مسڪين ماڻهن سان اڄڪلهه جيڪو مذاق ڪيو پيو وڃي ۽ انهن جي عزت ۽ نفس جو جيڪو تماشو اڏايو پيو وڃي اها حالت لفظن ۾ بيان نٿي ڪري سگهجي. ايئن به ناهي ته ٿر ۾ ڏکوئيندڙ صورتحال نه آهي پر ٿر جي عام ماڻهو سان اسان جڏهن ان جي تجربن جي گهرائي ۾ وڃي ٿر جي صورتحال معلوم ڪئي ته هنن "پيروئن پڇاڻان" واري دور کي ڪارو ڏڪار قرار ڏنو آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته جيڪڏهن پيرن پڇڙ (مئي ۽ جون) کان پوءِ برساتون نٿيون پون ته پوءِ اهو وقت چوپائي مال لاءِ انتهائي ڏکيو هوندو آهي. ٿر جي زندگي بابت ڪاني حقيقتن کان ماڻهو بلڪل بي خبر آهن جڏهن ٿر بابت اتي جي مقامي ماڻهن کان راءِ ورتي وڃي ته اهي پڻ ميڊيا ۾ دهرايل ڪهاڻي ورجائيندا آهن.

ٿر جي ماڻهو بنيادي طور هاري نه آهن پر "پاڳيا" يعني مالوند آهن. ٿر ۾ ڏڪار جو پهريون شڪار پڻ چوپايو مال ٿئي ٿو هتي ان ڳالهه کي به ذهين نشين ڪرڻ گهرجي ته ٿر جي چوپائي مال ۾ رڍون ۽ ٻڪريون پوءِ به ٿر جي خشڪ سالي کي منهن ڏيو وڃن ۽ اٺ کي به ڪا خاص تڪليف نه ٿئي پر سڀ کان وڌيڪ ڍڳيون ئي ڏڪار مان متاثر ٿينديون آهن. ٿر جا ماڻهو ڍڳين کي ڏڪار کان بچائڻ لاءِ صدين کان وٺي ٻئراجي علائقن جو رخ ڪندا آهن. بدين، ميرپورخاص، ناري کان وٺي حيدرآباد جي پسگردائي ۽ نوابشاهه تائين توهان کي ٿر جي ڍڳين جا ولر نظر ايندا. جيستائين عام ماڻهو جي ڏڪار کان متاثر ٿيڻ جو سوال آهي ته منهنجي راءِ، عام راءِ کان بلڪل مختلف آهي. ٿر ۾ جڏهن آبادي صرف نالي ماتر هئي ان وقت جي ڏڪارن وڏا راڳا ڪيا هئا ماڻهن وٽن جا چوڏا ۽ جنسي گاهه پڻ کاڌو. اڄ ٿر جي ريگستان جي آبادي (امرڪوٽ ۽ ڪڇري جي صحرائي علائقي سميت) 20 لکن کان به وڌيڪ آهي پر اهي ماضي واريون حالتون نه

آهن. ان جا بہ ڪافي سبب آهن. ڏڪار اڄ بہ اچن ٿا ۽ ماضي جي ڏڪارن وانگر لڳاتار ڏڪار بہ هر ٻئي يا ٽئي سالن کان پوءِ اچن ٿا پر ماضي جا لڳ ڪانداريندڙ واقعا ان ڪري نٿا دهرائجن تہ ماضي ۾ ٿر جي ماڻهن جي زندگي جو سمورو دارومدار ٿر تي ئي هو ۽ ٿر کان ٻاهر ٻٻراجي علائقن ۾ روزگار جا اهي موقعا نصيب نہ هئڻ برابر ٿر ۾ اڄ جي دور ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي جو دارومدار ٿر تي نہ هئڻ جي برابر آهي. صرف انهن ماڻهن جو ٿر تي دارومدار آهي جيڪي مال چارين ٿا ۽ ٻني ٻارو ڪن ٿا. ٿر جا اڪثر ماڻهو ٻٻراجي علائقن ۾ زرعي مزدوري کان سواءِ سنڌ جي شهرن ۾ صنعتي مزدور بہ آهن. اڄ ڪراچي ۾ سڀ کان وڏيڪ سستو پورهيو ٿر جو مزدور ڪري رهيو اهي. ڪجهہ ماڻهن جو گذران سرڪاري ملازمتن تي بہ آهي. ٿر پنهنجي فطري حالتن موجب ٻاڻ پيرو ناهي ٿر ۾ زندگي گذارڻ تمام مشڪل آهي. ڪارونجهر جا اڏول جابلو ٽڪر، مهراڻي جا پٽ، ڪنني جا لوٽيانا قدرتي تلاءُ. رڻ جو ڪڇ ۽ ڪاٽڙ جا ريگستاني علائقا اکين کي ٺاري سگهن ٿا پر پيٽ جي بک اجهائي نٿا سگهن.

ٿر بابت لکڻ لاءِ تہ ڪافي مواد آهي جيڪو اڄ ڏينهن تائين نہ لکجي سگهيو آهي پر هڪ حقيقت اها بہ آهي تہ ٿر ۾ اڄڪلهہ جيڪي ڳوٺ آباد آهن انهن جي تاريخ بہ هڪ سو سالن کان گهٽ آهي اڳ ۾ جيڪي بہ ماڻهو ٿر ۾ رهندا هئا اهي لڏپلاڻ ڪري ٻٻراجي علائقن ۾ وڃي آباد ٿيا. ٿر ۾ آباد ٿيڻ ۽ لڏپلاڻ ڪرڻ جي روايت اجوڪي نہ پر هڪ هزار سال پراڻي آهي. قصو مختصر اهو تہ ٿر جا ماڻهو پنهنجي زندگي گهارڻ جو ڍنگ سکي چڪا آهن. ٿر ۾ چوپائي مال مويشي جي بچاءُ لاءِ بہ ٿر جا مارو ماڻهو اڳوات بندوبست ڪندا آهن. ٿر جي ماڻهن لاءِ هينئر جيڪا امدادي ٻوڏ جي توقع ڪئي پئي وڃي ان مان سڀ کان وڏيڪ مستفيد اين جي اوز. سرڪاري ڪامورن ۽ مقامي پٽيل ئي ٿيندا. عام ماڻهو کي ڪو بہ فائدو نہ اڳ ۾ پهتو هو نہ ئي وري هاڻ اميد ڪري سگهجي ٿي .

گذريل ڪجهہ عرصي کان بدين جي ٻوڏ متاثر ماڻهن سان بہ اهي مذاق ڪيا ويندا آهن ۽ ٿر جي ماڻهن سان بہ ڪافي عرصي کان اهي مذاق جاري آهن. ٿر ۽ لاڙ جي ماڻهن جي اها حالت ڏسي فيض احمد فيض جو نظم ذهن تي تري ايندو آهي جنهن ۾ هن عام مظلوم خلق کي "ڳلين جا رولو ڪتا" سڏيندي منظر ڪشي ڪئي آهي. اهي واقعي ڳلين جا رولو ڪتا آهن جن کي گداگري جو ذوق بخشيو ويو آهي.غلاظت ۾ گندي نالين ۾ جن جو بسيرو هوندو آهي. اهي هر ڪنهن جون نوڪرون ڪائيندا رهندا آهن ۽ فاقن وگهي مرندا رهن ٿا. اهي جيڪڏهن اکيون بدلائن تہ پوءِ ماني جو ٽڪر اڇليو ۽ انهن کي ڪتن وانگر پاڻ ۾ ويڙهايو. پر حڪمرانن کي اها ڳالهہ بہ ذهن نشين رکڻ گهرجي تہ اهي مظلوم مخلوق جيڪڏهن اٿي بيهي تہ پوءِ سرڪشي جي اها تاريخ بہ رقم ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا جن سان انسان ماضي جو سڀ سرڪشيون وساري ڇڏيندو. اهي جيڪڏهن چاهين تہ پوءِ دنيا کي فتح

ڪري سگهن ۽ جن آقائن جي اڳيان اهي ماني ڀيِي لاءِ تماشو بڻجن ٿا انهن جا نه صرف تخت ۽ تاج الٽا ڪري سگهن ٿا پر انهن جون هڏيون پڻ ڇباڙي سگهن ٿا......... پر مسئلو اهو آهي ته انهن ۾ ڪڏهن انهي ذلت جو احساس اپرندو. اڄ اسان جي اها ئي التجا آهي ته ٿر ۽ لاڙ جي ماڻهن جي "امداد" ڪرڻ بدران انهن کي ذلت جو احساس ڏياريو ۽ انهن جي ستل حس کي جاڳايو پوءِ اهي پاڻ ئي پنهنجي دردن جو درمان ڪرڻ ۾ ڪامياب ويندا.

اڄ جهڙي ريت ٿر ۾ امدادي سرگرمين جي آڙ ۾ سرڪس جا تنبو لڳايا پيا وڃن اهو تمام شرمناڪ عمل آهي. چوڪن تي ماڻهن کي پنڻ لاءِ مجبور ڪيو پيو وڃي ٿر جي غريب ماروئڙن جو مائرون ۽ ڀينرون سجو ڏينهن "امداد" جي آسري پتڪي رهيون آهن. هنن عورتن کي چپس ۽ بسڪيٽن جي ٿيلهي خيرات ۾ ڏيڻ جي بدران مارئي جي غيرت جو احساس ڏيارڻ جي ضرورت آهي جنهن سورهيه سورمي وقت جي حڪمران کي انتهائي جرئت سان للڪاريندي ماڙين جي بدران ڪکائين جهوپڙي کي ترجيح ڏني ۽ ريشم ۽ بخمل کي ٺڏي اباڻن جي ليڙون ليڙ لوئي جي لڄ رکي .

انسان جي عزت و نفس به ڪا شي آهي. اسان جا ساڃاهه وند به انهن سرگرمين ۾ شريڪ آهن ۽ اهي ان عمل کي ٿر جي ماروئڙن جي خدمت جو نالو ڏين ٿا. مٺي جي ڪشمير چوڪ تي اڄ پڻ اهڙا سرڪس جا تنبو لڳل آهن ۽ اتي ايندڙ هر گاڏي روڊ جي ڪناري تي بيهي ماڻهن کي پاڻ ڏانهن سڏي ڪجهه شين جا پئڪيٽ ورهائي ۽ فوٽو ڪڍي هلي ويندي آهي. ماڻهن جي امداد اهڙي ريت ڪئي پئي وڃي جيئن "سائي سومار" تي ڪنهن "ڪُني ماني" لاءِ سڏ ڪيو ويندو آهي. ٿر ۾ ايندڙ ماڻهو صرف مٺي کي ئي پنهنجي سرگرمين جو مرڪز سمجهندا آهن جڏهن ته ٿر 14 هزار چورس ميلن تي ڦهليل وسيع علائقو آهي ۽ ان ۾ ٽي هزار کان به وڌيڪ ڳوٺ ۽ 15 لک آدم رهي ٿو .

ٿر بابت ٻي حقيقت به هتي پيش ڪرڻ چاهيندس ته "وسڪاري" کان پوءِ ٿر يڪدم "ڪشمير" ناهي ٿيندو. ٿر ۾ زراعت به نالي ماتر آهي ۽ سيني ماڻهن جون پنهنجون ٻنيون به ناهن. جن وٽ ٻني ٻاري جو ٽڪر آهي ته انهن کي پڻ تمام گهٽ اپت ٿيندي آهي ٿر ۾ هڪ وڏي نا انصافي اها آهي ته ٿر جي واپار تي هڪ مخصوص واپاري حلقي جو غلبو آهي ۽ ٿر جا مارو ماڻهو جڏهن وسڪاري کان پوءِ ٻج وٺن ٿا ته انهن کي تمام ڳري رقم عيوض اهو ٻج ڏنو ويندو آهي. مثال طور گوار جو مڻ ان وقت ڇهه کان ست هزار روپيا في مڻ هو ۽ هن وقت اهو 1400 کان 1500 روپيا في مڻ خريد ڪيو پيو وڃي. ٿر جا مارو ماڻهو پنهنجي ٻنين تي نور نچوئي، ٻلائون لتاڙي جيڪو فصل اپائيندا آهن اهي واڻيا ڪائنئ پگهڙن مٺ تي خريد ڪندا آهن. ٿر جي ماڻهن لاءِ ته انيڪ مصيبتون آهن پر انهن مان هڪ اها مصيبت پڻ آهي ته اهي بري طرح قرض ۾ وڪوڙيل آهن. ڇاڇري تعلقي ۾ ماڻهو اڳواٽ ٽيٽي رقم تي قرض کڻن ٿا ۽ واڻين جي وياج کان پوءِ هتي پناڻن به اڇي پير ڪوڙيا آهن. هڪ محتاط اندازي

موجب ٿر جي سرڪاري ملازمن جو 90 سيڪڙو پنهنجا چيڪ گروي رکي مقروض بڻيل آهي (ايڊوانس پگهارن جي مد ۾ ڪنيل قرض ان ڪان علاوه آهي). هتي 5 ڪان 15 سيڪڙو تائين قرض تي منافعو (وياج) اوڳاڙيو وڃي ٿو. پناڻ وري ڪنڊ جي بورين تي پنهنجي قانون تحت هڪ دفعي ڪنيل قرض ڪي پنج پيرا وصول ڪندا آهن. عام ماڻهو وري مقامي سيٺين وٽ اڳواٽ قرض جي مد ۾ پيڙهبو رهي ٿو. هڪ اين جي او پڻ قرض جي "سهوليت" تحت ماروئڙن ڪي نپوڙي رهي آهي جڏهن ته بئراجي علائقي جي زميندارن جو "جمانداري" ۽ "پيشگي" جي آڙ ۾ سستي پورهئي لاءِ ماڻهن کي مقروض ڪرڻ جي ڪهاڻي الڳ آهي.

ٿر ۾ گذريل 20 سالن کان هڪ ڳيجهو طبقو پيدا ٿي چڪو آهي جيڪو مختلف موقعن تي ٿر جي ماروئڙن جي مظلوميت کي ڪيش ڪرائي رهيو آهي. اين جي اوز، ساڄهه وندن، سول سوسائٽي، مقامي پٽيلن، سياسي اڳواڻن ۽ ڪامورن تي مشتمل انهي طبقي جي وڏي ڪوشش هوندي آهي ته هو ٿر جي ڏڪار کي غنيمت سمجهي وڌ کان وڌ فائدو حاصل ڪري اهڙا موقعا ان طبقي لاءِ هڪ جنت جهڙي حيثيت رکن ٿا.

جيڪڏهن ٿر جي پنتي پيل علائقي جي سڌاري لاءِ اسان جا حڪمران واقعي سنجيده آهن ته پوءِ انهن کي ٿر کي هڪ وڏي عرصي تائين ترجيح جي بنياد تي خصوصي علائقو قرار ڏيڻ گهرجي ۽ ان کان پوءِ ٿر ۾ روينيو جي ڍلن جي اوڳاڙي سميت سيئي سرڪاري محصول معاف ڪيا وڃن ۽ صحت جي مرڪزن کي فعال ڪري ڏورانهين علائقن تائين دوائون ۽ صحت جون بيون سهوليتون ميسر ڪيون وڃن. ٿر ۾ عام معمول جي خوراڪ جي شين جهڙوڪ اٽو، ڪاڌي جو تيل، چانور ۽ داليون وغيره اڌ کان بہ گهٽ رقم تي سرڪاري مرڪزن ذريعي مهيا ڪيون وڃن. انهن جي هر ماڻهو تائين پهچ آسان بنائي وڃي. ٿر جي نوجوانن لاءِ روزگار جا خصوصي اپاءُ ورتا وڃن. شاگردن کي تعليم لاءِ اتساهڻ خاطر هڪ معقول رقم جي اسڪالرشپ يا وظيفو مقرر ڪيو وڃي. استادن جي حاضري کي يقيني بنائي وڃي. رياستي ڪل پرزن يعني سرڪاري ملازمن تي ڪرڙي نظر رکي وڃي ۽ ان سان گڏوگڏ ٿر جي سرڪاري ملازمن جي پگهارن ۾ خصوصي طور ريگستاني الائونس جي مد ۾ ٻيڻو اضافو ڪيو وڃي. بيروزگار نوجوانن کي روزگار الائونس ڏنو وڃي. جيڪڏهن مستقل طور نہ تہ بہ 25 يا 33 سالن تائين اها خصوصي گرانٽ ٿر جي زندگي تي بهتر اثر ڇڏيندي پر هن نظام ۾ حڪمران طبقي مان اها اميد رکڻ ٻهرن کان ٻير گهرڻ برابر آهي. موجوده حالت ۾ ٿر جي ماڻهن سان اسان جي حڪمران طبقي طرفان ڪيل مذاق ۽ ڳيجهو ڪلاس جي امدادي سرگرمين جا ناٽڪ ڏسي دل ئي دل ۾ پڇرڻ کان سواءِ ٻيو ڪري بہ ڇا ٿو سگهجي؟ صرف لطيف جي اها سٽ ئي شل ساڀيان ٿئي تہ "ڏڪاريل ڏيهہ مان موڏي شال مرن"!

# ڏڪاريل ڏيهه ٿر ۽ حڪمرانن جو ڪردار

صنم سنڌي

گذريل ٽن چئن مهينن کان ٿر ڏڪار جي ور چڙهيل رهيو. پر حڪمران ڏڪار جي باري ۾ ڪن لاتار ڪندا آيا ۽ ڪوبہ عملي قدم نہ کنيو. جڏهن اهڙين ڏڪار جون رپورٽون اخبارن ۾ ايندڙيون رهيون ۽ ٿر سان لاڳاپيل چونڊيل نمائندا وزير، صلاحڪار، سينيٽر پڻ ترديد ڪندا رهيا ۽ اخباري بيانن کي رڳو هنن مذاق سمجهيو. گذريل سال گهٽ برساتون پوڻ ڪري ٿر ۾ فصل بہ ايري نہ سگهيا ۽ مارو ماڻهن جي منهن تي مرڪن بدران مايوسي ڏني وئي. ٿر ۾ برساتن جي آسري تي ٿري ماڻهن لکين رپيڻ جا ٻج ٻاجهر، گوار، مٽر، ٿر ۽ مڱ وني کيتر کيڙي پوکيا. برساتون گهٽ پوڻ ڪري اهي سلا واريءَ ۾ رهجي ويا. ٿر جي ڏڪاريل ڏيهه جي مارو ماڻهن جي معيشت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو ۽ مارو ماڻهن سيٺين کان قرض کنيو. پنهنجي گذر سفر جو ذريعو چوپايو مال وڪڻي قرض لاٿو. ضلعي هيڊ ڪوارٽر جي آفيسرن هنن مارو ماڻهن لاءِ هنگامي پيڪيج جو اعلان نہ ڪيو ۽ انهن آفيسرن ۽ ٽپيدارن سروي ڪرڻ کي پنهنجو عيب سمجهيو. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي ٿر ڏڪار جي ڏهڻ ۾ ڦاسندو رهيو پر ڪنهن بہ هن پاسي ڌيان نہ ڏنو. ٿر کي سوني جهرڪي سمجهندڙ اين جي اوز جن ٿر جي مارو ماڻهن جي بنيادي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڏيهه ٽوٽي پرڏيهه جي ڏونر ادارن کان ڪروڙين رپيا ورتا. رڳو نالي ماتر وڏين گاڏين ۾ چڙهي ٿر جا چڪر ڏئي، پنهنجي ڪيل ڪارنامن کي ڏونر ادارن ڏانهن موڪليندا رهيا ۽ ٿر لاءِ ايندڙ پئسا پنهي هٿن سان ڦريندا رهيا. ڪير بہ ڪائنن پڇڻ وارو نہ هو. حڪمرانن سميت سماجي ادارن ٿر کي هر وقت مذاق بڻائي انٽرنيٽ تي مختلف ويب سائيٽن تي ايترو غريب ۽ مسڪين ڏيکاريو جنهن جي ڪا حد نہ رهي آهي.

جيڪڏهن ٿر تي هڪ نظر وجهنداسين تہ هتي ڪارونجهر جبل آهي، ٿر معدني وسيلن سان مالا مال آهي. ٿر ۾ ڪارو سون (ڪوئلو) لوڻ ۽ يورينيم سميت انيڪ قسمن جي معدنيات موجود آهي. جڏهن ٿر ۾ ڪوئلي جا ذخيرا مليا تہ سنڌ کان وني اسلام آباد تائين حڪمرانن جون ننڊون اڏامي ويون ۽ وڏيون گاڏيون وني اچي

ڪوئلي جي کوهن وٽ پهچي ويا. ڪوئلي جا سيمپل ڪٽي عالمي مارڪيٽن ۾ سودا ڪرڻ لڳا. ڪيترن ئي ملڪن کان سودا ڪري ڪميشنون ورتيون، غير ملڪي ڪمپنين کي ڦريو ويو ۽ تر مان نڪرندڙ ڪوئلي کي دنيا ۾ ايترو خوار ڪيو ويو جو هاڻ ڪابه غير ملڪي ڪمپني ڪوئلي جو سودو ڪرڻ يا ڪجهه به ٺاهڻ لاءِ تيار نه آهي. ٿر ڪول اٿارٽي ادارو ٺهرائي هزارين ملازم رکيا ويا آهن. جن جون پگهارون ۽ مراعتون پڻ ڪنڌ ۾ اچي پيون آهن. پر ڪوئلي کي اڄا تائين ڪٿي به ڪٽب نه آندو ويو آهي ۽ ٿر جي مقامي ماڻهن کي اٿي ۾ لوڻ برابر ملازم رکيو ويو آهي. ان کان سواءِ ٿر مان اهڙي مٽي نڪتي آهي. جنهن کي ڪارو چيو وڃي ٿو جاٽايل مٽيءَ کي پرڏيهه موڪلي ڪيترائي ربيا ڪمايا پيا وڃن ۽ هن کان سواءِ لوڻ جون کاڻيون به موجود آهن. جيڪي سموري ملڪ کي لوڻ فراهم ڪنديون آهن ۽ لوڻ جي کاڻين مان نڪرندڙ اعليٰ ڪوالٽي جو لوڻ پرڏيهه به موڪلي ناڻو ڪمايو ويندو آهي. پر ڪڏهن به ٿر لاءِ رائلٽي نه رکي وئي. جيڪڏهن رائلٽي هجي ها ته هن وقت ٿر جي هاڻوڪين حالتن تي دنيا آڏو اسان کي شرم کان ڪنڌ نه جهڪائڻو پوي ها.

دنيا اندر قدرتي آفتون ايندڙيون آهن. انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيترائي ملڪ امداد ذريعي قرض ڏيندا آهن. پوءِ اهو قرض امداد جي صورت ۾ وري ان ملڪ کي واپس ڪيو ويندو آهي. جڏهن ان ملڪ ۾ قدرتي آفتون ايندڙيون آهن. به سال اڳ اسان وٽ ٻوڏ آئي ته ڪيترن ئي ملڪن کاڌ خوراڪ وغيره جا جهاز ڀري موڪليا ويا. پر هن امداد ۾ ڪيتري ڪرپشن ڪئي وئي. جنهن جو ذڪر ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان. حقيقت اها آهي جو ڪيترائي مهينا قاسم پورٽ تي امدادي سامان سان ڀريل جهاز بيٺل رهيا ۽ کاڌ خوراڪ جو سامان اسان جي ملڪ جي رکوالن گدامن ۾ رکي ڇڏيو. جيڪو آخر تائين گدامن ۾ رهيو پر متاثر ماڻهن جي ڪابه داد رسي نه ٿي. ۽ اهو ساڳيو امدادي سامان دڪانن تي وڪرو ڪندي ڏٺو ويو. اهو ٿر، جيڪو هينئر ڏڪاريل ڏيهه آهي. گذريل پيري جڏهن ٻوڏ آهي ته ٿر اتر سنڌ کان وٺي ميرپورخاص ڊويزن جي هزارين ماڻهن کي پناهه ڏني. برسات جي متاثرن پنهنجا اجها ڇڏي پنهنجو چوپايو مال ڪاهي ٿر ۾ اچي پناهه ورتي ۽ ٿر جي مارو ماڻهن متاثرن کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏني. مارو ماڻهن پنهنجا ڪکاوان گهر، چونئرا، جهوپڙيون کين ڏنيون ۽ انهن جا رکوالا ٿي متاثرن جي حفاظت ڪئي ۽ هر طريقي سان مدد ڪئي. هن وقت جڏهن ٿر ۾ ڏڪار آيو آهي ته انهن لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويو ۽ نه ئي وري ضمير هنن کي جهنجهوڙيو آهي. ٿر جي سونهن مور پکين ۾ راڻي کيت بيماري آئي ته لائيو اسٽاڪ وارن ڪجهه به نه ڪيو ۽ ڪيترائي مور مري ويا. اڄ ٿر ۾ مور نچندي نظر نٿا اچن ۽ جڏهن اسان جي ملڪ جي حڪمرانن جا دوست عرب شهزادا ٿر ۾ اچي ڪئمپون هڻن ٿا ته اهي انمول تلور جو شڪار آساني سان ڪندا آهن. جنهن جي ڪابه داد

رسي نہ ٿي سگهندي آهي.

ٿري ماڻهن جو گذر سفر چوپائي مال تي آهي. پر اسان جي لائيو اسٽاڪ کاتي وارن ايتري ڪرپشن ڪئي آهي، جو آيل ٻاهرين ملڪن کان ويڪسين اينٽي بايوٽيڪ انجيڪشن سرعام وڪرو ٿي رهيون آهن ۽ وٽرنري ڊاڪٽر. ضلعي لائيو اسٽاڪ آفيسر غيرذميوار بڻيل آهن. چوپائي مال لاءِ علاج جون اسپتالون پوت لڳي رهيون آهن. جتي سدائين عملو غائب ۽ وٽرنري ڊاڪٽر پنهنجا ذاتي دڪان هلائي رهيا آهن. چوپائي مال جو چارو ڏڪار سبب ختم ٿيو تہ چوپائي مال ۾ انيڪ خطرناڪ بيماريون پيدا ٿيون آهن. ٿر جتي ٿري ماڻهو جانورن جيان ڏڪار وگهي زندگي گذاري رهيا آهن تہ ٿر ۾ جانورن جي ڪهڙي حالت هوندي ۽ ميڊيا ۾ اهي خبرون رپورٽ ٿينديون رهيون تہ چوپائي مال ۾ ماتا، ڦقڙي ڪاري وا جهڙين بيمارين مالوند ماڻهن جا وٿاڻ ويران ڪري ڇڏيا آهن. پر لائيو اسٽاڪ سان لاڳاپيل عملدار ترديد ڪندا رهيا. جڏهن چوپائي مال جي کير مان ٻارڙا بيمار ٿيڻ لڳا تہ خانگي اسپتالن ۽ گهرن ۾ 30 ابهم ٻارڙا موت جي منهن ۾ هليا ويا ۽ وڏو وزير جڏهن ٿر پهتو تہ کيس غلط بريفنگ ڏني وئي. خوراڪ جي کوٽ جي ڪري ابهم ٻارڙن جو موت ٿيو پر ڪٽڪ جون 60 هزار ٻوريون ماڻهن ۾ ڇو نہ ورهايون ويون. چونڊيل نمائندن ڪڏهن بہ ٿر جي ڏڪار بابت اپاءَ وٺڻ مناسب نہ سمجهيو. ٿر هينئر ايٿوپيا جهڙي صورتحال اختيار ڪري چڪو آهي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ اهڙي انساني موت جو ذميوار ڪنهن کي بڻائجي؟ هن سڄي معاملي جي شفاف جاچ ٿيڻ گهرجي. حالتن جي ذميوار ۽ غفلت ڪندڙن کي سزا پڻ اچڻ گهرجي. جيڪڏهن ايئن ڪيو ويو تہ پوءِ اڳتي لاءِ اهڙا واقعا نہ ٿي سگهندا. ٿر ۾ هنگامي بنيادن تي ايماندار ماڻهن تي ٻڌل ڪميٽي جُوڙي، انهن کي کاڌ خوراڪ، دوائون ۽ چوپائي مال جو علاج ۽ انهن جو چارو ڏئي ٿر مان ڏڪار کي ختم ڪري سگهجي ٿو. باقي جن پنهنجن فرضن ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي، ضرور انهن کي ضمير ڇهندڙيون هڻندو هوندو.

# سنڌ جي سونهن ٿر سڏڪن ۾

## پروفيسر رخسانه مغل

ها سنڌ جي سونهن، سنڌ جو ناز صحرا ۽ ٿر جنهن مٿان موت جا ڪڪر گهٽي عرصي کان ڇانيل هئا، پر جڏهن ڏڪار پيو ته سڀ کان پهرين موت جي راڪاس سان ٿر جي مورن ويڙهه ڪئي ۽ ٿر جي پٽن تي مورن جي رقص ۽ رنگن بدران انهن جا بي جان ۽ خاموش وجود وڏي واڪي ڪاري ڏڪار جو سنيهو ڏئي رهيا هئا. ان تشويشناڪ صورتحال کان پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا آگاهه ڪندي رهي پر جن ادارن جي ذميواري وقتائتي واهر ڪرڻ هئي، تن مجرماڻي غفلت ۽ عدم دلچسپي جو مظاهرو ڪيو. صحيح وقت تي مورن ۽ چوپائي جانورن جي ويڪسينيشن نه ٿيڻ ڪري موتمار وبائن اچي منهن ڪڍيو. نتيجي ۾ ذرتي تي جنت جو نظارو ڪرائڻ وارا ناياب پکين مورن جو انگ گهٽجي جوڳي حد تائين گهٽجي ويو.

هڪ پاسي بک ۽ بدحالي ۾ مسڪينن جون آهون ۽ دانهون ته ٻئي پاسي ماروئڙن جا ڍور ڍڳا مرندا پيا وڃن ۽ هزارن جي انگ ۾ مارو پنهنجا ماڳ ڇڏي لڏپلاڻ ڪري رهيا آهن. بک وگهي زندگي وبال بڻجي وئي آهي. ان حد تائين جو ڏاتورو ڪائي خودڪشي ڪرڻ ۾ ڪن لاءِ راحت جو سامان آهي. ٻئي پاسي ڏاڍ ۽ ڏٺ جي اها حالت آهي جو حڪومتي نمائندن جو چوڻ آهي ته ميڊيا هائيپ ۽ اجائي پروپيگنڊا ڪئي پئي وڃي. هن سال حڪومت ٿر کي آفت سٽيل قرار ڏيڻ ۾ دير ڪري ڇڏي، سٺ هزار بورين ڪڻڪ جون گدامن ۾ ڪيڙن حوالي نه ٿين ها.

اسپتالن جو ڪهڙو حال آهي، اتي موجود هڪ پيرسن ميڊيا پرسن سان دردن جي دانهن هن ريت پئي ونڊي ته دوائون چون ٿا ته اچن ٿيون پر لڳي ٿو ته ٻڪريون ٿيون کايو وڃن. باقي انتظام وزيراعليٰ جي دوري دوران پٽ پڌر ٿيا. حڪومت ته غفلت جي مرتڪب ٿي آهي پر باقي پارٽين به ڪو ٻوٽو ڪونه پاريو.

جيڪڏهن بک تي ڪنٽرول آندو به ويو ته به حالتن جي بهتري جي اميد تڏهن ئي ڪري سگهجي ٿي جڏهن پاڻي جي مسئلي کي سنجيدگيءَ سان حل نه ٿو ڪيو وڃي. ڇو ته برسات نه ٿيڻ ڪري پاڻي جي سطح تمام گهڻو گهٽجي وئي آهي، جنهن ڪري پاڻي ۾ لوڻ جو مقدار وڌي ويو آهي، جيڪو پيئڻ لاءِ ناقابل استعمال

آهي. ترت ۽ ممڪن سهائتا لاءِ هينيان اپاءُ وٺڻ تمام ضروري آهن تہ جيئن حالتون جلد ضابطي ۾ اچن ۽ جاني ۽ مالي نقصان گهٽ کان گهٽ ٿئي.

(1)پيئڻ لاءِ پاڻي جي دستيابي (2) ماءُ ۽ ٻارڙن جي ڪرنڌڙ صحت لاءِ مڪمل خوراڪ جي ضرورت آهي، جن جي صحتيابي ممڪن ٻڌائي وڃي، صرف ڪڻڪ مان ڪم نہ هلندو. (3) اسپتالن ۾ دوائن، ڊرپون، انجيڪشنز، ڪينولا ڪانسواءِ وٽامن ڊي، ڪيلشيم، آئرن ۽ ٻيا ضروري منرلس ۽ نمڪيات وغيره جن جي مريضن ۾ کوٽ جي شڪايت آهي مهيا ڪيون وڃن. (4) ڪير پياڪ ٻارڙن ۽ مائرن لاءِ ٽيٽرا پيڪ ڪير جي فراهمي (5) اسپتالن ۾ صفائي جا جوڳا بندوبست ڪيا وڃن. (6) هٿن ڌوئڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ صابڻ ۽ ٻيون ضرورت جون شيون مهيا ڪيون وڃن. (7) مليريا کان بچڻ لاءِ مڇر مار دوائون، مڇر دانيون ۽ چادرون وغيره دستياب ڪيون وڃن.

وڏيڪ سڏارن لاءِ اسپتالن جي غير حاضر ۽ ويزا تي ويل ڊاڪٽرن جي جلد رپورٽ ڪيو وڃي، پنهنجي ڊيوٽين تي جي نہ ٿا اچن تہ فارغ ڪيو وڃي.

ڪجهہ عملدار هٽائڻ ڪافي نہ آهي، هڙني غير ذميوار عملدارن تي سخت قدم کنيا وڃن، صرف هڪ هنڌان هٽائي ٻي هنڌ بدلي ڪرڻ سزا نہ پر غريب متاثرن جو مذاق اڏائڻ آهي. تہ لاءِ مستقل بنيادن تي ٽہ ڊزاسٽر مئنيجمنٽ جي نالي سان اداري جو قيام عمل ۾ آندو وڃي. جن جي ذمي هر ممڪن اپاءُ وٺڻ هجي تہ جيئن سنڌ جي سونهن قائم ۽ دائم رهي ۽ ماروئڙا سگهارا ۽ خوشحال هجن. وري ڪو ڪارو ڏڪار ڪين اک کٽي نہ ڏسي.

# بُڌ ياءُ ساڌو...

سرمد قريشي

اج ساڌو ٿر کان برقي خط (اي ميل) اماڻيو آهي. ها ٿر تہ اهو ساڳيو ئي آهي، ساڳيو رڻ ساڳي واري، ساڳي تهذيب، ساڳي ثقافت، ساڳيو پسمنظر بس فرق اهو آهي تہ ساڌو جو اهو برقي خط سرحدي خاردار تارن جي ٻئي طرف کان لکيو ويو آهي. ڪو زمانو هو جو 2 لک ڪلوميٽرن تي ڦهليل هن ٿري زمين تي سندس مٽ مائٽن وچ ۾ ڪا وڇوٽي ڪانہ هوندي هئي ۽ انهن سرحدي خاردار تارن جي لڳڻ کان اڳ تائين، هتي سندس ابا ڏاڏا پکي پکڻ وانگي آزادي سان پيا ايندا ويندا هئا. وڏيون ڪچهريون، سُر سنگيت ۽ ميلا متل هوندا هئا. پر پوءِ هڪ سرحدي ريکا جو بنياد وڌو ويو. جنهن سندن جيون ريکا کي ئي الڳ ٿلڳ بڻائي ڇڏيو آهي. هاڻ اهي ميل جول، اُهي ميلاپ ڪٿان!! بس ڪڏهن وڃڻ ٿيندو اٿن تہ اهي مائٽ باردر تان بيهي، پري کان هڪٻئي کي ڏسي هٿ لوڏي دل کيرو ڪري وڻندا آهن. بهرحال ماضي ڪڏهن بہ حال ۾ تبديل ناهي ٿيو. ماضي سدائين ماضيءَ جي چوديوارن ۾ ئي دفن ٿيندي ملندو جنهن جو اندازو شايد ساڌو کي بہ آهي، ان ڪري انهيءَ ڳالهہ کي سمجهندي پاڻ ماضيءَ تي نہ لکڻ برابر لکيو اٿس. ساڌو حال ۾ رهي هند مان، سنڌ ۾ موجود ٿر جي حوالي سان لکيو آهي تہ "ڏي خبر ياءُ مان بہ انهيءَ گريٽ انڊين ٿر ۾ رهان ٿو. ڏڪار هتي بہ اچن ٿا، پر هتي تہ اهڙي ڳنڀير ۽ پيڙاءَ ڀري صورتحال ناهي، جيڪا اوهان واري ٿر ۾ موجود آهي!

تہ بُڌ ياءُ ساڌو، ڳالهہ مڙيئي ساڳي آهي، هت بہ اِها نام نهاد سرمائيدار جمهوريت عوام جي نالي تي عوام جو ئي استحصال ڪري رهي آهي ۽ توهان وٽ بہ جمهوريت جو نقاب سرمائيدار طبقي ۽ ان جي پنيرائي ڪندڙن کي پاتل آهي. جنهن ڪري توهان وٽ بہ ڳالهہ "عوام جي جمهوريت، عوام لاءِ جمهوريت" جي بلڪل ابتڙ لڳي پئي آهي. بس رڳو اهو فرق آهي تہ توهان وارو پاسو عالمي بدعنواني لسٽ ۾ 36هين نمبر تي آهي ۽ هي پاسو اخروٽ ٽوڙڻ کان پوءِ بدعنوانيءَ جا بہ رڪارڊ ٽوڙڻ جي چڪر ۾ اوهان کان ٿورو گهٽو اڳتي، يعني هيل تائين 28هين نمبر تي پهچي چُڪو آهي. ها پر توهان واري پاسي جيڪڏهن ڪٿي ڪو حادثو ڏڪار يا ڪو اهڙو اڻوڻندڙ

واقعو پيش ايندو آهي تہ توهان جو منتري اُن وقت ئي پنهنجي ذميواري قبول ڪندي، مستعفي ٿي ويندو آهي. پر هتي صورتحال ان جي ابتڙ آهي. هتي جي وزيرن مشيرن جو اندازئي انوکو آهي. ماڻهو بکون ڪاٽي، گوليون کائي يا بم بلاسٽن ۾ پيلي پيا مرن، پر هي ڪڏهن بہ پنهنجي ذميواري قبول ناهن ڪندا. ابتو هينئان ڪان متي تائين الزام اپري ايندا آهن، هڪٻئي تي ذميواري عائد ڪري، مڙيئي جان ڇڏائي ويندي آهي. بہ ٽي سرڪاري نوڪر معطل ٿيندا آهن. اهڙي نموني ڳالهہ مڙيئي ٽري ويندي آهي.
جتي هن ملڪ ۾ جڏهن مينهن جهڙي رحمت وسندي آهي تہ بيڪار انفراسٽرڪچر ۽ ناڪارا ڊرينيج نظام هئڻ ڪري، ماڻهن لاءِ زحمت بڻجي ويندي آهي تہ اُتي سوڪهڙو ۽ ڏڪار ماڻهن تي ڇا قهر ڪندو هوندو. ان جو اندازو خوب لڳائي سگهجي ٿو. ياءُ ساڏو توهان وٽ چولستان ڪڇ ۾ بہ ڏڪار اچي ٿو.
پر اُتي اها حالت ان ڪري پيدا نہ ٿي ٿئي، جو اوهان جا چونڊيل حڪمران توڙي سول سوسائٽي سان لاڳاپيل فرد انهن مسئلن طرف سنجيدگي سان ڌيان ڏين ٿا. پر هتي جا حڪمران جن جا ٻار بہ ناشتن ۾ پيزا برگر کائين، انهن کي ڪهڙي خبر ٿڪ ۽ ڏڪار ڇا ٿيندو آهي؟! انهن کي ڪهڙي خبر تہ ٿُڪ ۾ تڙپي تڙپي مرندڙن ٻار جون آخري سسڪيون سندس ماءُ لاءِ ڪيتري قدر دردناڪ ۽ عذاب ڀريون هونديون آهن. ان ڪان سواءِ توهان وٽ حڪمران جديد مشينري طريقي سان چونڊيا وڃن ٿا ۽ هتي اسان وٽ آڳاٽي زماني وارو آڱوٺا نظام اڃا بہ حيات آهي، اهو ئي سبب آهي، جو حڪومتي پنج سال پورا ٿيڻ تائين، هتي جا سياستدان هڪٻئي تي ڏاندڏلين جا الزام لڳائيندا رهندا آهن. هتي پي ايڇ ڊي جهڙين ڊگرين جي ورهاست ايئن ڪئي ويندي آهي، جڻ پي ايڇ ڊي ڊگريون نہ پر ريوڙيون هجن. سو ڇڏ ان ڳالهہ کي، اڃون ٿا ٿر تي.
بهرحال مان ڇاٽان ٿو تہ ان ڏُڪار جون سُرخيون بہ ٿي ڏينهڙا کن ميڊيا ۾ هلنديون. ان ڪان پوءِ ڪا نئين خبر ملندي شرط ئي ميڊيا جا نمائندا، پنهنجيون ڪيمرائون ٿر جي واري مان ڪڍي، اُن خبر جي پويان لڳي ويندا. پر "ٿُڪ" جيڪا هتي جي ٿري باشندن جو وڏي ۾ وڏو مسئلو آهي، اهو هتي جو هتي ئي رهجي ويندو. ان کي حل ڪرڻ سرمائيدار طبقي سان تعلق رکندڙ هتي جي سياستدانن، حڪمرانن ۽ نام نهاد سول سوسائٽي جي ماڻهن جو ڪم ناهي. الميو اهو آهي تہ جڏهن ميڊيا ڪنهن حساس مسئلي کي کڻندي آهي تہ پوءِ حڪومتي مشينري حرڪت ۾ اچي ويندي آهي، جيئن ئي ميڊيا تان اهو موضوع غائب ٿيو تہ حڪومتي مشينري بہ اُتان غائب ٿي ويندي آهي. ياءُ ساڏو اصل ۾ هينئر جيڪا ٿر جي حالت آهي، سا ٿُڪ ۽ افلاس جو ڏيک ڏيندڙ آفريڪي علائقي ڪان گهٽ نہ آهي. جيئن تہ هن ملڪ جو سرمائيدار طبقو حڪمراني تي قابض آهي، جيڪو هن ملڪ کي ترقي جي راهہ تي وٺي ويندي، ملڪ ۾ ٿري جي، فور جي ٽيڪنالاجي جا ٽينڊر پاس ڪرائڻ ۾ رڌل لڳو پيو آهي، نجڪاري

تي غور ٿئي پيو ايوان ۾ وينل اڪثر سرمائيدار حڪمرانن جي ملن ۽ فيڪٽرين جي گودامن ۾ اناج جا ڍير لڳا پيا آهن. جيڪي ايڪسپورٽ ٿيندا يا وري ذخيرو ڪرڻ ڪان پوءِ مهانگي دامن تي وڪرو ٿيندا. پر ڏڪار متاثر ترين وٽ اُن اناج جو هڪ داڻو بہ نہ ويندو. ڪراچي ۾ عوام گولي سان پيو مري ۽ ٿر ۾ بُک سان. پر مجال آهي، جو هتي جي حڪمران طبقي جي مٿي تي ڪا جونءِ بہ چُري.

هي ملڪ ٽيڪنالاجي ۾ ڪيترو بہ اڳتي وڃڻ جي ڪري، پر هن سرمائيداري نظام ۾ هتي جو عام غريب فرد سدائين بنيادي سهولتن کان محروم ئي رهندو. ڇو جو وبائي بيماريون هُجن. بوڏون هجن يا ڏڪار مرندو هتي غريب ئي آهي. هينئر حڪومتي دعوائن موجب هزارين اناج جون بوريون متاثرن ۾ ورهايون ويون آهن، پر ٿر جي هاڻوڪي صورتحال حڪومت جي اهڙين دعوائن کي سڌي ريت رد ڪري ٿي. ياءُ ساڏو عام طور تي هتي جا ٿرواسي تہ غريباڻي جوڳين واري زندگي گذارين ٿا، سندن گذران هڪ تہ برسات تي هوندو آهي، ٻيو هوندو اٿن سندن چوپايو مال، جيڪڏهن برسات پئي تہ سندن عيد هوندي آهي، جيڪڏهن نہ پئي تہ پاڻ پنهنجي قسمت تي ماتم ڪندي، چوپائي مال کي بچائڻ لاءِ ساوڪ وارن علائقن جو رُخ ڪندا آهن. ان وچ ۾ سندن اڌو اڌ چوپايو مال بہ ڏڪار جي سٽ برداشت نہ ڪندي مري ويندو آهي. هتي جا ماڻهو پلي غريب هُجن. پر اصل ۾ ٿر جيترو معدني وسيلن سان مالامال آهي. اوترو شايد دنيا جو ٻيو ڪو حصو هُجي. هن علائقي ۾ ڪلوميٽرن تائين ڦهليل ڪوئلي جا ذخيرا موجود آهن. هتي توهان کي دنيا جي قيمتي پٿرن مان هڪ گرينائيٽ پٿر ملي ٿو ان کان سواءِ اڇي چيني واري مٽي بہ هن ٿري ريگستان جو اساسو آهي. جيڪا شاندار هوٽلن ۽ وڏ گهراڻن جي ٽائون جي صورت ۾ ملي ٿي. پر تنهن هوندي بہ ٿر جا عام رهواسي ان ڳالھ کان بي خبر آهن تہ هن ملڪ جو سرمائيدار حڪمران طبقو ساڻن ڪهڙي جُٺ ڪري رهيو آهي. اِهي غريب ان ڳالھ کان بہ بي خبر آهن تہ غير سرڪاري تنظيمون (اين جي اوز) ڪهڙي نموني سڄي دنيا کان انهن جي نالي تي خيرات وٺن ٿيون ۽ پوءِ اها ساڳي خيرات سيون اسٽار هوٽلن ۾ ويهي دعوتن جي صورت ۾ اُڏائي وڃي ٿي. ياءُ ساڏو توڙي جو صوبائي ۽ وفاقي حڪومتن پاران ٿر واسين لاءِ فنڊز جا اعلان بہ ٿي رهيا آهن. پر اهي سڀ عارضي آهن. خود سوچ تہ هتي جو حڪمران طبقو ۽ غيرسرڪاري تنظيمون جتي کوھ کوٽڻ جي ضرورت هُجي، اُتي متاثرن کي منرل واٽر جي بوتل، ۽ جتي اناج جي ضرورت هُجي، اُتي متاثرن جي هٿ ۾ رڳو ڊبل روٽي جو پيڪٽ ڏيئي، انهن جي بُک جو ڪهڙو مستقل حل ڪڍي رهيون آهن؟ هن وقت تائين ٿر ۾ 75 سيڪڙو پڪا روڊ موجود آهن. تنهن هوندي بہ اُتي جي ماڻهن کي فوري طبي امداد ۽ خوراڪ جي رسائي نہ ٿي رهي آهي. هتي مختلف علائقن ۾ بنيادي هيلٿ يونٽ پڻ موجود آهن. تنهن هوندي بہ اُتي جي

مقامي عوام کي اُن مان کو لاڀ حاصل ناهي ٿي سگهيو ۽ اهو ئي اهم سبب آهي، جنهن جي ڪري ايتري وڏي تعداد ۾ اُتي جا معصوم ٻار موت جو کاڄ بڻيا آهن. هينئر بہ اُتي ڪيترين ئي بيمارين منهن ڪڍيو آهي، جنهن ڪري اُتي جا غريب رهواسي جيئڻ ۽ تيئڻ موت جي منهن ۾ ڌڪجندا پيا وڃن.

ٿر ۾ برسات نہ پوڻ سبب ڏڪار بابت اڳواٽ هِتي جي حڪمران طبقي کي بلڪل خبر هوندي، ڇو جو اها صورتحال ٿر جي حوالي سان ڪا نئين ڪانهي، اها گهڻي وقت کان هلندي پئي اچي. ان حوالي سان پڪ سان ڪروڙين رپين جا فنڊ بہ مختص ڪيل هوندا آهن. پر تنهن هوندي بہ ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ ڪي بہ اپاءَ نہ ورتا هئا. بيٺو حڪمران ان ڏڪار کي "قدرتي" ڇاڻائي، پنهنجو دامن صاف ڇاڻائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيا آهن. ماضي ۾ بہ هتي جو مرده ضمير حڪمران طبقو اهڙي صورتحال ۾ سندس بيڊ گورننس لڪائيندي، انهن ڏڪارن جي پيٺ غير سائنسي عقيدن سان ڪري، هتي جي عام ماڻهو کي ٺارڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهي، اهو ئي سبب آهي، جو هتي جو حڪمران طبقو ڪڏهن مذهب تہ ڪڏهن لسانيت جي آڙ وٺي، هتي جي ماڻهن کي جديد سماج طرف وڃڻ کان سدائين روڪيندو آيو آهي. پنجاب ۾ نوجوانن لاءِ "يوٿ فيسٽيول" ڪرايا پيا وڃن، جن ۾ نوجوانن کان زوري رڪارڊ ٽُهرايا پيا وڃن. تہ هتي سنڌ ۾ "ثقافتي فيسيٽيول" جا ڊراما رچايا پيا وڃن. ان فيسٽيول ۾ ٿري ثقافت کي بہ نمايان ڪري ڏيکاريو ويو آهي ۽ سڄي دنيا کي اهو فخر سان ٻُڌايو پئي ويو تہ اسان وٽ دنيا جي وڏن ريگستانن مان هڪ ريگستان موجود آهي. هتي وڏين وڏين گاڏين جون ريسون بہ ٿينديون آهن، پر اهو نہ ٻڌايو ويو تہ ڏڪار جي صورتحال ۾ ڪيئن اهي ويچارا ٿري اُجايل، بکي پيٽ ۽ بيمارين ۾ ڪئمپن ۾ ڪيڙن ماڪوڙن جيان زندگي گهاري رهيا آهن. ڇا انهن ثقافتي پروگرام ڪرائڻ جو مقصد صرف ٽينگ ٽپا ڏيڻ ۽ ڳائڻ ۽ رقص ڪرڻ هوندو آهي؟ جيڪڏهن ايئن آهي تہ هينئر جيڪا موت جي ديوي ٿر ۾ رقص ڪري رهي آهي، ان جي باري ۾ بہ دنيا کي حقيقي طور آگاهہ ڪجي تہ اها ڪوتاهي آخر ڪنهن کان ٿي آهي. صرف ٿر پهچي بہ ٽي ٻول ٻولڻ ۽ فوٽو سيشن ڪرائڻ سان ڪجهہ نہ ٿيندو عملي ڪم ڪري ڏيکارڻ جي ضرورت آهي. سو ڀاءُ ساڌو اميد آهي تہ توکي تنهنجي ڪيل سوال جو جواب ملي چڪو هوندو. اصل ڳالهہ وڃي بيهي ٿي نيت تي، جيڪڏهن حڪمران طبقي جي نيت ۾ ڀورهيت طبقي ۽ غريب عوام لاءِ ٿوري بہ سچائي هُجي ها تہ اهڙا ڏڪار ڪڏهن نہ اچي سگهن ها.

# ٽڙ ڏڪار ۾ حڪومت جو ڪردار

گلڻ پنبر

انسان جڏهن بہ پنهنجن مفادن جي حاصلات لاءِ خود غرض ٿي، پنهنجن فرضن کان غافل ٿي ويندو آهي تہ پوءِ هو هر سبب کي قدرتي آفت ڄاڻائي سولائيءَ سان پنهنجو پاند آجو ڪرائڻ لاءِ جتن ڪندو آهي. پنهنجيون سموريون ڪوتاهيون ۽ غير ذميواريون لڪائڻ لاءِ مختلف بهانا ڳوليندو آهي. ساڳيءَ ريت سنڌ جي حڪمرانن ٿر جي معاملي کي قدرتي آفت قرار ڏئي، پنهنجي پاران ڪيل غفلت کي عوام اڳيان ظاهر ڪرڻ مناسب ناهي سمجهيو. ٿر ۾ هن وقت جيڪا صورتحال موجود آهي، اها حڪمرانن لاءِ ڳڻتي جوڳي ڳالهہ نہ آهي ۽ نہ وري هنن کي اهڙي عمل تي ڪو پڇتاءُ آهي. جيڪڏهن هنن کي ڪو ڪنڪو ۽ الڪو آهي تہ رڳو انهيءَ ڳالهہ جو آهي، جو ٿر ۾ متاثر ماڻهن لاءِ آيل امداد ۾ حصي پتي تي ڪميشن ڪيتري نهندي! جنهن لاءِ هنن حسابن جا ماهر، سامان ورهائڻ کان اڳ پنهنجي پاران مقرر ڪري ڇڏيا آهن. جيئن 2010ع ۾ آيل ٻوڏ دوران هنن مقرر ڪيا هئا. ايئن ئي هاڻي ٿر مٿان آيل آفت هنن جي خوشحاليءَ جو سبب بڻبي.

هن جديد دور ۾ سائنس چٽي طرح اها ڳالهہ سمجهائي ۽ واضح ڪري ڇڏي آهي تہ ڪابہ قدرتي آفت ايتري تباهي نہ آڻي سگهندي آهي، جڏهن تہ اهڙي آفت کان پوءِ جيڪا تباهيءَ واري صورتحال سامهون ايندي آهي، اها نااهل حڪمرانن جي غيرذميوارين جي نتيجي ۾ ئي پيدا ٿيندي آهي. جيڪڏهن اهڙين آفتن جي سببن تي قابو پاتو وڃي تہ پوءِ آفتن جي ظاهر ٿيڻ جو ڪنهن بہ شڪل ۾ سوال ئي پيدا نٿو ٿي سگهي. جڏهن تہ ٿر ۾ ڏڪار جي صورت ۾ آيل جنهن آفت جي ڳالهہ ڪئي پئي وڃي، اها سنڌ حڪومت ۽ ان سان لاڳاپيل انتظامي عملدارن پاران هٿ سان پيدا ڪيل آهي. جهڙي طرح هنن ساڳين حڪمرانن 2010ع ۾ توڙي بند ٽوڙائي درياهہ جي الهندي پاسي وارن علائقن جي هڪ ڪروڙ کان بہ وڌيڪ سنڌي ماڻهن کي ٻوڙيو هو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪرٻين رپين جو نقصان ٿيو هو. اربين رپيا امداد جي نالي تي کائي ٻوڏ متاثر ماڻهن کي اتي لپ تي لنيون هٽي، سندن تذليل ڪئي وئي هئي. انهن ڏينهن ۾ چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري پاڻمرادو نوٽيس ورتو. پر ان ڪيس جي سنڌ جي

سياسي، سماجي تنظيمن ۽ نہ وري متاثر ترين پاران مالڪي ڪئي وئي. نتيجي ۾ هڪ زبردست موقعو هٿن مان هليو ويو ۽ اها بازي حڪمرانن کي ڦبي وئي. جيڪڏهن 2010ع ۾ ٿي ان ڪيس جي پوئواري ڪئي وڃي ها تہ اڄ هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ جي ٿر واري علائقي ۾ سوڪهڙي جي نالي ۾ ايڏي وڏي تباهي ڏسڻي نہ پوي ها.

ٿر مٿان سوڪهڙي جي صورت ۾ آيل آفت، گذريل ادائي مهينن جي عرصي دوران معصوم ٻارن، عمر رسيده مردن توڙي عورتون، جانورن ۽ مورن سميت فطرت جي سونهن وارن سوين نسل جي ٻين پکين کي ڳڙڪائي وئي آهي ۽ اڃا تائين بہ اهو سلسلو جاري آهي. جڏهن تہ بک ۽ بدحالي سبب ڪيترائي ماڻهو سخت بيمار آهن، جن جي زندگين مٿان موت لامارا ڏئي رهيو آهي، جن مان تمام ٿورن ماڻهن کي ايڏي وٺ وٺان کان پوءِ ناڪافي علاج جون سهولتون ميسر ٿيون آهن. صرف ٿرپارڪر ضلعي جا 130 بيسڪ هيلٿ يونٽ بند آهن.

ٿر سنڌ جو اهم حصو آهي، جتي هينئر صحت جي سهولتن جي کوٽ جي ڪري معصوم انساني جانيون ضايع ٿي رهيون آهن. سنڌ حڪومت ۾ شامل سمورا ذميوار وزير مشير ۽ ڪامورا اڃا تائين ان ڳالهہ تي بضد آهن تہ ٿر جا ٻار قدرتي آفت يعني ٿڌ جي ڪري فوت ٿي ويا آهن. انهيءَ ڏس ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ ڪئنيڊا، امريڪا، يورپ، روس ۽ مڊل ايسٽ جي تمام گهڻن علائقن ۾ سال جا 11 مهينا برف باري ٿيندي آهي ۽ اڪثر طور انهن وسيع علائقن ۽ رياستن جو گرمي پد ڪاٽو ۾ رهندو آهي. اتي بہ اهڙي تباهي ناهي ايندي پلا پري ڇو وڃجي، جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي ڪوهہ مري، ڪوئيٽا، ڪاغان، آزاد ڪشمير، سميت گلگت بلتستان ۽ سمورن اترين علائقن ۾ برف پوڻ جي نتيجي ۾ جيڪا ٿڌ پوي ٿي، ڇا اتي انسان ڪون ٿا رهن؟ ۽ ڇا اتي انهن جا ٻار نہ آهن؟ جيڪڏهن آهن تہ پوءِ اتي اهڙي صورتحال ڇو پيدا نہ ٿي، جهڙي ٿر ۾ پيدا ٿي آهي، جنهن بابت حڪومتي سطح تي اهو ئي چيو پيو وڃي تہ معصوم ٻارڙن جو موت ٿڌ ۽ سخت سيءَ جي ڪري ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن هاڻي اهڙي ٿڌ برداشت نہ ڪندي، انساني جانيون ضايع ٿي رهيون آهن، تہ پوءِ حڪومت کان اهو سوال ڪري سگهجي ٿو تہ مٿي ڄاڻايل ٿڌن علائقن ۽ برفيلي وادين ۾ اهڙي صورتحال ڇو نہ پيدا ٿي؟ هرويرو هندستان جي علائقي راجستان کي ڇڏي، رڳو ٿر واري علائقي ۾ سخت سيءَ جا موتمار اثر ظاهر ٿيا آهن. جتي ڪڏهن بہ برف باري نہ ٿي آهي ۽ نہ وري گرمي جو پد ڪڏهن بہ ڪوهہ مري ۽ ڪوئٽا جهڙو رهيو آهي. باقي رهي ڳالهہ اڄ ۽ بک جي، جنهن سبب جي ڪري ڪمزور ٿي ويل معصوم ٿري ٻارن مٿان بيماريون ڪڙڪي پيون آهن ۽ موت جي راڪاس رانگا لاهي ڇڏيا آهن. اهڙي خطرناڪ صورتحال پيدا ٿيڻ کان پوءِ حڪومت، رياست ۽ انهن جا لاڳاپيل ادارا ۽ ذميوار ڪٿي آهن؟ اهي ايڏي وڏي تباهي کان پوءِ ڇا پيا ڪن؟ ۽ انهيءَ سڄي تباهي

واري صورتحال کان پوءِ هنن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هن مهل تائين انهن چونڊيل نمائندن ۽ وزيرن پاران جيڪي اپاءَ ورتا ويا آهن، تن منجهان هنن جي نيتن جي خبر پئجي وئي آهي.

بنيادي طور انسان ۽ جانور ٻئي ساهه وارا ۽ چرندڙ پرندڙ جاندار آهن. پر انهن ٻنهين ۾ وڏي پئماني تي صرف سمجهه جو فرق آهي. نه ته انسان کي به عرف عام ۾ سماجي جانور چيو ويندو آهي. تنهن ڪري حڪومت ۽ ان سان لاڳاپيل وزير مشير سمجهداري کان ڪم وٺندي، انهيءَ سڄي تباهي واري صورتحال کان پوءِ اهڙا اپاءَ وٺن، جيئن وڏيڪ انساني جانيون ضايع ٿيڻ کان بچي سگهن ۽ مستقبل ۾ اهڙي آفت کان به بچي سگهجي.

# انتظامي ڏڪار

مهتاب هنجهڙو

هيلوڪي بهار خزان ٿڃي ٿر جي سوين گلڙن کي ڇاٽي چڙيو آهي. ان سانحي کي قدرتي آفت چئجي. مقامي انتظاميہ جي نااهلي چئجي يا حڪمرانن جي بيحسي، لاپرواهي چئجي؟ پر قدرتي آفت ان ڪري نٿو چئي سگهجي تہ ڪا اوچتي ڇپ ناهي ڪري جو انتظاميہ بي خبر هئي. هي تہ هڪ بيماري هئي، اهڙيون بيماري جون وبائون ايندڙيون زهنديون آهن. ان لاءِ اڳواٽ انتظام ڪرڻ يا ان کي فوري ڪنٽرول ڪرڻ اسان جي انتظاميہ جي ذميواري هوندي آهي. هِن وقت ٿر ۾ جيڪو ٿي رهيو آهي ۽ جيڪو ٿي چڪو آهي اُها حڪمرانن جي لاپرواهي جو چٽو ثبوت آهي.

تنهن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ جيڪا صورتحال ٿر جي آهي، اهڙي صورتحال سموري سنڌ ۾ بہ آهي. چڱن خاصن شهرن ۾ بہ ماڻهو پرائيوٽ اسپتالن مان علاج ڪرائڻ تي مجبور آهن. سرڪاري اسپتالن جي اُها ساڳي صورتحال آهي جيڪا سنڌ جي تعليمي ادارن جي حالت آهي. بجيٽ ۾ ڪروڙين اربين روپين جا فنڊز جاري ٿيندا آهن. جيڪي ڪامورا شاهي جي خرچن ۾ هليا ويندا آهن. اسپتالن ۾ نہ ڊاڪٽر ڊيوٽي تي موجود هوندا آهن نہ ئي ڪي سهولتون ميسر هونديون آهن. اِهو بہ توهان جي ذهن ۾ هجي تہ گوسڙو رڳو ماستر نہ هوندا آهن. اسان وٽ ڊاڪٽر بہ گوسڙو آهن. جيڪي پگهار تہ سرڪاري کڻندا آهن پر اصل ڊيوٽي پنهنجي ڪلينڪن تي ڏيندا آهن. اهڙي صورتحال سڄي سنڌ ۾ آهي.

ٿر ۾ معصوم ٻارڙن جي موت جو سبب غذائي کوٽ ضرور آهي پر ان سڄي صورتحال ۽ بدانتظامي کي ميڊيا طرفان ڏڪار جو نالو ڏنو ويو آهي ۽ جيڪا ڏڪار ڏڪار جي هاءِ گهوڙا شروع ڪئي وئي آهي ان تي ٿريا پاڻ خوشي سان گڏ حيران آهن. ڇو تہ هي ڏڪار جو ٽائيم ئي ناهي. جيڪڏهن ڏڪار اچي ها تہ نومبر يا ڊسمبر ۾ واضح ٿي وڃي ها. پر سيارو بہ گذري ويو هاڻ بهار ۾ ڏڪار ظاهر ٿيو آهي. جيڪا ڳالهہ اعتبار ڪرڻ جهڙي ناهي. اِهو ڏڪار هن رپورٽرن آندو آهي. خبر ناهي ان جي پنيان ڪهڙا سبب آهن پر اصل حقيقت اِها آهي تہ مٺي سول اسپتال ۾ سهولتون اڳي

ٿي اٿلي آهن پر بہ ٽي هفتا اڳ ڪجهہ علائقن ۾ ٻارڙن ۾ بيماري پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ انهن کي سول اسپتال آندو ويو هو. علاج صحيح نہ ٿيڻ جي ڪري ٻارڙن جو موت ٿيو تہ ان ڪانپوءِ ميڊيا ڏڪار جو انگ ڏئي ڇڏيو ۽ ٻيا سمورا اشو وسري ويا. ميڊيا جي ان هٽ نوڪي ڏڪار واري شوشي حڪمرانن ۾ اختلاف پکيڙيا. هڪ اڌ وزير کي گهر پيڙو بہ ڪيو پر ٿرين جي لاءِ عيد آڻي ڇڏي. مان بہ هڪ ٿريي جي حيثيت سان ميڊيا جي ان سنسني خيز اشو جي ان ڪري آجيان ڪريان ٿو تہ ان ڪانپوءِ ٿر جي ماڻهن جي واهر ٿيڻ لڳي آهي. اتان جا چونڊيل نمائندا ڪڏهن غريب ماڻهن جي پاسي مان گذرڻ جي زحمت نہ ڪندا آهن. اڄ اتي وزيراعليٰ سڳورو ٽي ڀيرا ڏئي ويو آهي. اِهو بہ هڪ سنو سنئوڻ آهي. هتي مان واضح ڪندو هلان جيئن مان اڳ ۾ بہ لکي چڪو آهيان تہ اسان وٽ اشو نان اشو بڻجي ويندا آهن. جيڪي نان اشو هوندا آهن اُهي اشو بڻجي ويندا آهن. دستي واري نانءُ اشو ڪانپوءِ هي ڏڪار وارو اشو ملڪ جا ٻيا اهم اشو لڪائي ويو آهي. منهنجو مطلب اِهو قطعي ناهي تہ ٿر وارو اشو ناهي.

ٿر ۾ جيڪا بدترين صورتحال آهي اُها صورتحال سڄي سنڌ ۾ بہ آهي. اُهو اشو سموري سنڌ جو اشو آهي پر "ڏڪار" ناهي.... اهو مان ان ڪري واضح ڪريان ٿو تہ مان پاڻ ٿر جو رهاڪو آهيان. اڄا ڪالهہ مون ٿر ۾ ڪنهن مائيٽ کي فون تي حال احوال ورتا تہ هو مون کان پڇڻ لڳو "امداد ڪهڙي ملي پئي ۽ ڇو ورهائي پئي وڃي؟" مطلب تہ اتان جي ماڻهن کي خبر ئي ناهي تہ امداد ڇو ملي رهي آهي ۽ اسان ميڊيا وارا انهن جي فڪر ۾ آهيون! اصل ۾ اُهو ڏڪار جتي ڪٿي آهي. سانگهڙ ۾ بہ آهي تہ خيرپور ۾ بہ آهي. بدين ۾ آهي تہ گهوٽڪي ۾ بہ آهي. جتي جتي غريبن جون بستيون آهن، اتي ڏڪار ئي ڏڪار آهي. پرائيويٽ اسپتالن جو خرچ نہ برداشت ڪري سگهندڙ ٻي پهچ غريب والدي جي لاچاري سبب معصوم زندگيون صحت جي عدم سهولتن سبب موت جي منهن ۾ وڃي رهيون آهن. وزيرن مشيرن جي ٻارڙن کي مٿي ۾ سور پوي ٿو تہ بہ پرائيويٽ هاءِ ليول جي اسپتالن ۾ علاج ڪرايو ويندو آهي. سرڪاري مال صرف غريبن جي نالي هوندو آهي، پر هِن وقت تائين سنڌ ۾ سرڪاري ادارا رڳو چند ڪامورن جي رحم ڪرم تي آهن. جيڪي مال ميڙي رهيا آهن ۽ غريبن جو وري بہ ساڳيو حال. جيڪڏهن صحت جون سهولتون بهتر هجن ها تہ ٿر جا بهار ۾ ٽڙيل گل بچي پون ها. پر اسان وٽ هميشہ ڳالهہ گذري وڃڻ ڪانپوءِ هاءِ گهوڙا ٿيندي آهي. ٿر ۾ ان ڪانپوءِ جيترو پئسو خرچ ڪيو پيو وڃي اُهو جيڪڏهن اڳ ۾ ئي صحت جي سهولتن تي خرچ ڪيو وڃي ها تہ هزارين زندگيون بچي پئي سگهيون.

*Daily Ibrat Hyderabad- March 16th, 2014*

# ڇا سنڌ آڳ ۾ اڻڪيل نانءُ آهي

## فدا حسين شيخ

ٿر ۾ موت جو راڪاس ور ڪٽيو پيو گهمي، نتو ماڻهو ڏسي نہ مال. سنڌ ۾ هڙ جو عالم آهي، ليڊرن جا چپ سبيل ۽ اکيون بند آهن. جڏهن ٿر ۾ آنَ جو ڏڪار تہ باقي سنڌ ۾ وري احساس رکندڙن جو ڏڪار آهي. اها بہ مهرباني ميان نواز شريف جي جنهن اچي بيوس، لاچار ۽ بيڪس ماڻهن جي لاشن کي ڪلهو ڏئي مسئلي کي ڪنهن ليول تي ڪٽي آيو پر انهيءَ گڏجاڻي ۾ جيڪا ٿر جي هيڊڪواٽر مٺيءَ ۾ ٿي، ان ۾ سنڌ سرڪار جي نمائندن، وزيراعظم کي بريفنگ ڏيندي جيڪي فوتي ٻارن جا انگ اکر ظاهر ڪيا ۽ جنهن اک جي پڪائي سان ڪيا ويا، انهيءَ مان تاثر اهڙو ٿي جڙيو جڻ ٿر وارن جي جاگرافيائي ئي اهڙي آهي، جنهن ۾ ٻارن جو مرڻ رواجي ڳالهہ آهي. بلڪ بريفنگ ۾ ڪجهہ سالن جا انگ اکر ٻڌائي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ هن سال ٻار گهٽ مئا آهن ۽ انهن کي گهڻو تڻو سرديءَ ماريو آهي، نہ تہ موجوده سرڪار ٿر ۾ کاڌ خوراڪ جا انبار لڳائي ڇڏيا آهن- ۽ ڊور بہ سردي ۽ ماتا ۾ مئا آهن.

انهيءَ ڪري جڏهن ميان صاحب اچڻ جي تڪليف اجائي ورتي ۽ بلاول صاحب ٺلهين هٿين مٺي جو دورو ڪري انگريزي ڳالهائي ٽرين جا ٽڪ لاهي ڇڏيا. سائين قائم علي شاهہ وزيراعليٰ سنڌ، ميان صاحب سان شڪايت وري ٿري عورتن جي ڪئي جن ميان صاحب سان تہ گهونگهٽ لاهي ڳالهايو پر سائين سڳوري سان ائين نہ ڪري، وڏي بي واجبي ڪيائون. وري جڏهن ٿر جي ترقي جي ڳالهہ هلي تہ سنڌ حڪومت ڇهن سالن ۾ سنڌ جي چوٿين حصي جي ايراضي ۾ بہ سؤ آر او پلانٽ هڻڻ جي ڳالهہ ڪري ترقي جا رڪارڊ ٽوڙي ميان صاحب کي ملهہ ماري ويا، جيڪو ويچارو ٿر لاءِ سؤ ڪروڙ ڏئي بہ لاجواب ٿي ويو. اهڙن روين مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ ٿر جو ڪوئلو، گرينائيٽ ڪپي پر ٿري نہ ڪپن.

چون ٿا تہ فاطمي سلطنت مصر جي هڪ بادشاهہ کي اچي شوق ٿيو تہ هو ديوتا سڏائي، پنهنجي وزيراعظم سان صلاح ڪيائين. وزيراعظم ڏاڍو سياڻو هو تنهن چيس سائين جي ائين ڪرڻو آهي تہ مون کي بہ ٽي سال موقعو ڏيو تہ آئون ڪڻڪ ۽ چانورن جي پوکي تي بندش وجهان ۽ حڪم صادر ڪريان تہ آبادگار صرف اڙد پوکين تہ پوءِ

اوهان وارو ڪم تي ويندو. ائين ئي ٽيو ٽن سالن کانپوءِ وزير موصوف ڪٿان موٽيو پئي تہ بہ همراهہ پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا. صاحب بيهي رهيو ۽ معاملو پڇيائين خبر پئي تہ ٻنهي هڪ محل تي قبضي جي دعوي پئي ڪئي. جڏهن صاحب پڇيو تہ اهو محل آهي ڪٿي تہ ٻنهي همراهن وراڻيو تہ اسان جي خيالن ۾. وزيراعظم سمجهي ويو تہ ماڻهن جو عقل اڙد ڪائڻ جي ڪري معطل تي ويو آهي، سو بادشاهہ سلامت کي اچي ٻڌائين تہ سائين هاڻي پلي ديوتا سڏايو. پر افسوس جو سنڌي ماڻهو ڪٽڪ ڪائيندي بہ اڙد ڪائڻ وارن کان ڇٽ آهن، نہ تہ هر ننڍي وڏي پوڙهي ٻڪي کي خبر آهي موجوده حڪمرانن سنڌ سان ڪهڙو حال ڪيو آهي پر مجال آهي جو سنڌي ماڻهو ڪو ٻئي پاسي نهارين. باقي رهيو سنڌي وڏيرو، سنڌي ڪامورو ۽ ليکاري تہ منهنجي خيال ۾ دين ۾ ڪوڙ چوڻ حرام آهي اهو ڪين پڙهڻ گهرجي.

آئون هڪڙي ڳالهہ تي ڏاڍو پريشان آهيان تہ سنڌ جي تاريخ ۽ شاعري جيڪا سنڌ لاءِ بڌائي تي اها سنڌ گهٽ ۾ گهٽ مون کي نظر ڪا نہ تي اچي. متان ڪٿي غلط پڙهيو هجيم يا پليو هجان، ائين بہ ٿي سگهي ٿو. چون ٿا سنڌ جي لک ڏيڍ لشڪر کي هڪ 14 سالا ڪمانڊر چار يا پنج هزار جي لشڪر سان 712ع ۾ شڪست ڏئي ۽ سنڌ جو فاتح ٿي ويهي رهيو ۽ پوءِ سنڌ سواءِ سمن جي مختصر دؤر جي 800 سالن جي غلامي ۾ هلي وئي. ڪلهوڙن جو دؤر بہ رڳو شاهہ لطيف ۽ مخدوم ابوالحسن (مخدوم معين) جي ڪري ڪجهہ ڳاٽيتي ۾ هجي ڪٽي پر انهيءَ دؤر ۾ جتن، پليجن ۽ پيرن جي جوٽيين ڪٽڻ تي شاهہ عنايت جهڙو برصغير جو وڏو سوشلسٽ انقلابي پنهنجي مريدن سميت دهلي وارن جي حڪم تي مارجي ويو ۽ سندس سموري تحريڪ دفتر داخل ٿي وئي. وچ واري ديگهہ کان بچڻ لاءِ سڌو پاڪستان ڏانهن منهن ڪريون ٿا. سنڌ ويچاري تقريبن 90 سالن جي جدوجهد کانپوءِ مس مس ممبئي کان عليحده ٿي تہ پاڪستان جي صوبن ۾ شمار ٿيڻ لڳي ۽ عجب بدنصيبي تہ ڏسو جڏهن صبغت الله شاهہ (وڏي) آزادي جي ويڙهہ پئي وڙهي تہ سائين جي ايم سيد مسلم ليگ ۾ وينو هو ۽ جڏهن سائين جي ايم سيد سنڌ جي حقن ۽ آزادي جي ڳالهہ ڪئي تہ پير صاحب جا يونئير مسلم ليگ سان چنبڙيا پيا آهن.

وري قسمت جا ڏسو کيل، سنڌ ۾ هڪ پهاڪو آهي تہ ڳوهہ کي ڪٽي کٽي تہ شڪارين جا گهر ڳولهي، سو ويچي اهڙن حڪمرانن کي ڳولهي لڌائون، جن پنهنجي اقتدار ۾ بلوچن ۽ سنڌين سان اهو حشر ڪيو جو وطن دوست ماڻهن کي ناني ياد اچي وئي. هاڻ تہ خير سان هڻ تہ ڇتي وارو ڪم لڳو پيو آهي، ۽ پوين اچي اهڙي ڪار ڪئي آهي جو سنڌي ماڻهن مان اڳيون حال بہ نڪري ويو آهي ۽ مجال جو ڪو وات کولي يا سچ چوي، سڀ ڏسٽا وائسٽان خاندان اقتداري ٽولي جي چانئٺ تي وينا آهن، جيئن مسڪين يتيم لاوارث وڏيرا پنهنجو پيٽ پري سگهن. هاڻ اهڙي صورت ۾

ڪھڙي واھ وڃجي. ڇا سنڌي عوام کي بي يارو مددگار ڇڏي ڏجي يا پلا ڪير انهن کي سمجهائي تہ بابا اوهان جي غلط فيصلن جي ڪري جنهن ڌرتي جو نالو سنڌ آهي ان جو وجود ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي. بيشڪ رهون سنڌ ۾ پيا پر لاوارثن وانگر. ڪڏهن ٻوڏ ۾ پيا لڙهون. ڪڏهن برساتن ۾ پيا مرون. ڪڏهن ڌاڙيلن جي ڏاڍ جا پيا چڙهون. بدامني جي ڪري سک جو ساهہ بہ ڪونہ کڻون. اها موت ۽ ڦرلٽ جي راند بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي جاري آهي ۽ سنڌ ڏٺين وٽ ڪو ڏيئو ٻرندي بہ نظر نٿو اچي.

منهنجي خيال ۾ سنڌين ويچارن تي ڪهڙي ميار جن لاءِ سائين جي ايم سيد 28 سال قيد ڪاٽي. قيد ۾ ئي گذاري ويو پر پٽڪي ور سندس جنازي ۾ ڪونہ هو. ممتاز علي ڀٽي مارشل لا ۾ سنڌين کي 52 هزار نوڪريون ڏئي ڪري ڪيسن ۾ پئي هليو انهيءَ ڪانسواءِ سنڌي ٻولي جي بل ڪري وڏ وزارت کي ڇڏي هليو ويو پر هتي جو ماڻهو ايڏو اڪين پور آهي جو سڄڻن کي ڪو نہ سڃاڻي. پر انهيءَ جي اها معنيٰ ڪونهي تہ جي ايم سيد ۽ ممتاز ڀٽو هارائي ويا تہ ختم ٿي ويا. بلڪ هو تہ سنڌي قوم جي غيرت جا روشن مينار آهن ۽ شاهہ لطيف جي حب الوطني جا وارث آهن. ممتاز ڀٽو جي نواز شريف ڏانهن ويو تہ ڪجهہ بہ غلط نہ آهي جو ميان صاحب خود بہ پنجابي قومپرستن جو رنجيت سنگهہ ڪانپوءِ پنجاب جو معتبر نمائندو آهي ۽ ساڻس تعلقات بهتر هجڻ کپن.

منهنجي بي عقلي واري سوچ موجب وقت سان گڏ دوست، دشمن تبديل ٿيندا رهيا آهن. هونئن ثقافتي بنيادن تي سنڌي، پنجابي ٻولي جو بڻ بڻياد ساڳيو وراڇڻ اپيرنش ۽ پراڪرت مان آهي. ٻئي ملڪ انڊس ويلي جا علمبردار رهيا آهن. نہ ڪي گنگا ۽ جمنا جا. پنجاب جو ڏاکڻيون حصو تہ سنڌ جي حڪمراني ۾ رهيو آهي. سائين جي ايم سيد ۽ سائين امداد شاهہ جي ڪوشش، سنڌ مٽي جي خوشبوءِ، رهائش، روزگار جي باوجود ورهاڱي وقت آيل اڄ بہ سنڌ کي ٻہ اڌ ڪرڻ لاءِ هر حيلو هلائن پيا. جڏهن تہ پنجابي، آڳاٽو پناڻ، بلوچ سؤ فيصد سنڌي ٿي ويو آهي. پر نهايت ڏک سان چوڻو ٿو پوي جن کي سنڌين گڏريل 40 سالن کان ووٽ ڏنو آهي انهن سنڌ کي يتيمي ۽ بي وسي جي اوڙاهہ ۾ اڇلي ڇڏيو آهي. ڇو جو هنن کي سنڌ نہ کپي، سنڌ جو مال کپي. بلڪ هاڻ سنڌ ۽ ترين جو حال ڏسي سنڌ جو نقشو لطيف سائين جي هن بيت سان بلڪل مشابہ آهي:

"نڪو روئڻ واريو نڪو اوسارين
مون کي ٿا مارين، مون سندا ڏکڙا"

*Daily Ibrat Hyderabad- March 15th, 2014*

# اڇڙي ٽر جا منظر

## امير بخش ٻڙدي

نارا ڪينال جي ڪابي پاسي ڪان وارياسي علائقن جي پٽن کي اڇڙي ٽر جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. اڇڙي ٽر جون اهي پٽون پنجاب جي رحيم يار خان ڪان شروع ٿين ٿيون جيڪي عمرڪوٽ ضلعي جي تڙ جلال وٽ ختم ٿين ٿيون جتان وري ٿر واريون پٽون شروع ٿين ٿيون جيڪي اڇڙي ٽر جي پٽن ڪان مختلف ۽ آبادي واريون هونديون آهن جڏهن ته اڇڙي ٽر واريون پٽون سيون ۽ چمڪندڙ اڇي واري واريون هونديون آهن جتي وڻ ٽوڙي گاهه مشڪل سان ٿيندو آهي اڇڙي ٽر ۽ ڏڪار وارين خبرن بعد اسان به اڇڙي ٽر وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سانگهڙ مان اسان جي صحافين ٽيم روانى ٿي. اسان کپرو پهتاسين ته هٿونگي مان اڇڙي ٽر ۾ داخل ٿيڻ جو سوچيوسين ته نواز ڪنير چيو ته نه اڇڙي ٽر جو اگر دورو ڪرڻو آهي ته پاڻ ان حد کان شروعات ڪيون جتان اڇڙو ٽر شروع ٿئي ٿو مان اهو به واضح ڪندو هلان ته اسان جي ان سفر ۾ ڊپٽي ڪمشنر سانگهڙ سڪندر علي خشڪ به پنهنجي آفيسرن ۽ ڊاڪٽرن جي ٽيم سان گڏ هو اسان سيني نواز ڪنير جي ان راءِ تي اتفاق ڪيو پوءِ عمرڪوٽ ڏانهن روانا ٿياسين.

چور کان 5 کن ڪلوميٽرن جي فاصلي تان اسان ٽر ۾ داخل ٿياسين پنهنجي زبان ۾ ان کي ڳوٺ چوندا آهيون پر ٿري وري ٽر جي نالي سان سڏيندا آهن اڇڙي ٽر ۾ سفر دوران رستي ۾ اسان ڪافي ڳوٺن جي رستا سينار ڪندي ڏٺو ڇو ته اهي پنهنجي مرشد پير پاڳاري جي شيڊول وزٽ ڪري بندوبست ڪري رهيا هئا اڇڙي ٽر جي اڙانگن ڇيلن رستن مان اسان هڪ تڙ پهتاسين اتي ماڻهن کان ڏڪار بابت پڇويسين ماڻهن جانورن جي مرڻ ۽ پاڻي نه هئڻ جون دانهون ڪيون. اسان بيان وٺي رهيا هئاسين ته ڊپٽي ڪمشنر مون کي ٻڌايو ته هي سانگهڙ ضلعي جي حد جو ڳوٺ نه آهي اهو عمرڪوٽ ضلعي جو آهي ان کانپوءِ اسان اڳتي وڌياسين ته جلال تڙ، ملوڪ جو تڙ، ڪيتلو، ريلاهو، گجنو، سعيدا سميت 20 کان وڌيڪ تڙن کان ٿيندي تڙ راٺا هو پهتاسين اهو تڙ سوڍن جو آهي، ان تڙ جي ڳوٺاڻن اسان جي ڀرپور آجيان ڪئي اسان

انهن سان ملياسين ڏڪار بابت پڇيوسين ته ان ڳوٺ ۾ ڏيڍ سئو کان وڌيڪ ٻڪ وڳهي چوپايو مال مري چڪو هئو ڳوٺاڻن اسان کي ڍانچا به ڏيکاريا ۽ اسان فوٽو ڪڍيا. هن ٿر جي واسين جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي ڏاڍا بهادر هوندا آهن ڪيڏو به ڏڪار ڇو نه هجي پر هنن جي منهن تي مايوسي ڏسڻ ته نه ايندي آهي ڏاڍا قربائتا آهن. اسڪول به هو هڪ پراڻي زماني جو پڪو مندر به هو ۽ شمسي توانائي ذريعي لائيٽ جو به بندوبست ٿيل هو اسان جي پهچڻ تي ننڍا توڙي وڏا سڀ گڏ ٿي ويا هئا اسان کي پاڻي وغيره پياريو جڏهن ته هن سوڍن جي ٿر ۾ ڊسيپلين جي به حد هو انهن مان ڪو وڏڙو جي ڳالهائيندو هو ته مجال هو جو ڪو وچ ۾ ڳالهائي سوڍن جي ٿر جي رهواسي مان سنگهه جنهن کي لونگائي ٻڌل هو مان ان سان فوٽو به ڪيرايو ۽ حال به ورتا هن ٻڌايو ته اسان جو هي ٿر ستين پيڙهين کان آهي حر تحريڪ دوران سوڍن جي ڳوٺ وٽ انگريزن هتي بمباري به ڪئي هئي هن چيو ته اسان جو هي ٿر 5 سئو گهرن تي مشتمل آهي سڀ سوڍا نڪر آهيون اسان پنهنجي عورتن کي ٻاهر نه ڪيندا آهيون.

پنهنجن ابن ڏاڏن جي اصولن کي برقرار رکندا پيا اچون. اهڙا ڪيترائي ڏڪار آيا ۽ ويا پر اسين ڪڏهن به پنهنجا اباڻا ڪک نه ڇڏيا آهن. اسان کي خبر آهي هتي رڳو آفيسر ايندا آهن پڇي هليا ويندا آهن پر ڪڏهن به اڇڙي ٿر واسين جي ڏڪار ۾ ڪابه مدد نه ڪئي آهي. اسان حڪومت کان ڪجهه به نه ٿا گهرون حڪومت رڳو اهو ڪري ته جانورن جي ڊاڪٽرن جي ٽيم موڪلي. بيمار جانورن کي ويڪسين ڪري اڇڙي ٿر جي واسين جا وري علاج جا طريقا به ديسي آهي جيڪي پاڻ به ڪنهن ڊاڪٽر کان گهٽ نه آهن. مون اتي ڪافي ترين کان مال جي علاج جو پڇيو انهن ديسي ٽوٽڪا ٻڌايا جيڪي ڪنهن ٻئي مضمون ۾ لکبا اڇڙي ٿر جي دوري دوران اسان ڪافي ٽڙن جي مئل جانورن کي به ڏٺو اڇڙي ٿر ۾ هن سال جيڪو ڏڪار آيو شايد اهڙو ڏڪار اڇڙي ٿر ۾ ڪڏهن به نه آيو هجي ڇو ته اسان وڻ ٽن سبب سڪل ڏٺا اسان جي وزٽ دوران تيز گرم هوا جي لک به لڳي رهي هئي. اڄ به هر هر ٽئي لڳي ڪافي ٽڙن ۾ اسان واٽر سپلاءِ جا پمپ به ڏٺا ته اتي جي رهواسين کان مون پڇيو ته هي پاڻي جو لائين ڪٿان ايندو آهي انهن ٻڌايو ته ڇور مان ايندو آهي. ڇو ته هتي کوهن ۾ پاڻ منو آهي ئي ڪونه جتي کوهه منا هئا اهي به ڪافي وقت کان ڪارا ٿي ويا آهن پر هي پمپ لائين به رڳو ڏيکاءُ خاطر آهن هن وقت ڏڪار اسين پاڻي لاءِ پريشان آهيون پر پاڻي نه ٿو ڏنو وڃي ان پمپن ذريعي جڏهن انهن کي موڊ پئي پاڻي ڏيندا آهن هتي رڳو وڏيرا پٽيل ووٽن جي وقت ظاهر ٿيندا آهن پوءِ وري منهن به نه ڪندا آهن اڇڙي ٿرين جي حال ڏسي ڪيڏو به سخت دل ڇو نه هجي هڪ ڀيرو ضرور لڙڪ لاڙيندو.

اڇڙو ٿر واري پٽي به عجيب آهي هتي جون پٽون به خطري کان گهٽ نه آهن اوپرو پاڻهو وڃي به نه ٿو سگهي اگر پلجي ويو ته وري ملڻ به مشڪل آهي هر طرف رڄ

سج آهي پڪي پيٽ جي ٻولي ٻه ٻڌڻ ۾ نه ٿي اچي هتي ٻرين پٽون جيڪي پري ڪان سفيد ڏسڻ ۾ ايندیون آهن. اتي جيڪو ويو ان واري جي ڏٻڻ ۾ ڦاسي ويندو ان ڪري ان طرف نه ٿري وڃن ۽ نه وري ٿرين جو مال وڃي ڏڪار هجي يا نه هجي پر اڇڙي ٿر واسي سدائين مشڪلاتن ۾ آهن چو ته اڄ وڄ لاءِ رستا ٻه اڙانگا آهن ۽ گاڏين جا پاڙا ٻه چوٽ تي چڙهيل هوندا آهن اڇڙي ٿر جي ٻرين ۽ اڙانگن رستن ڪري هن ڪي بارڊر جي حوالي سان مضبوط چوڪي سمجهيو ٿو وڃي چو ته اڻ واقف جو اچڻ موت کي دعوت ڏيڻ آهي. اڇڙي ٿر ۾ مون ڪافي ٽڙن ۾ چونرن تي سليٽ ٽنگيل ڏٺا جنهن تي مون هڪ ٿري ڪان پڇيو هن ٻڌايو ته جنهن چونري تي سليٽ ٽنگيل هجي اهو سمجهو اسڪول آهي ان ڪري چونري جي مٿان سليٽ ٽنگيو ويندو آهي ۽ رستن تي وري وڻن ۾ اگڙيون ٻه ٻڌيون ويندوين آهن ته جيئن ايندڙن کي خبر پوي ته اڳيان ڳوٺ يا ماڻهو آهن ان جي تلاشي سولائي سان ٿيندي آهي.

# ٿرڪي "وقتي آڪسيجن"
# بدران پيرن تي بيهاريو!

## شاهد خاصخيلي

رات جا 10 ٿيا هئا. هر طرف اونداهي ئي اونداهي هئي. نئين ڪوٽ کان مٺيءَ لاءِ نڪتاسين. گاڏيءَ مان ٺارج هٽي ڏٺيسين ته واريا سيون پٽون شروع ٿي وڃون هيون. پوليس جي ٽن ٽن گاڏين جي پروٽوڪول ۾ تيز رفتار لينڊ ڪروزر ۽ پراڊو گاڏيون اسان کي ڪراس ڪن ٿيون پر اڳيان هلي گاڏين جي اسپيڊ گهٽجي ٿي وڃي ۽ پوليس موبائلون سائرن وڄائڻ شروع ڪن ٿيون ۽ ٿي چار اهلڪار گاڏين مان هيٺ لهي هٿيار تاڻي ٻڌاجي علائقن ڏانهن مال ڪاهي ٿر واسين کي ٽارچن جي مدد سان جلدي جلدي هڪ پاسي ٿي وڃڻ جا اشارا ڏين ٿا ۽ پوءِ هڪ عورت ۽ 2 ٻارڙا ڊڳين کي لنيون هٽي هڪ پاسي ڪن ٿا، جنهن بعد صاحبن جون گاڏيون وري ساڳي اسپيڊ سان روانيون ٿي وڃن ٿيون. عورت ۽ ٻارڙا لوڙو ڦيري گاڏيءَ کي ڏسي ٻيهر مال کي "هه، هه" ڪندا پنهنجي منزل ڏانهن ڪاهين ٿا. رستي ۾ هلندي اسان 15 کان 20 اهڙا قافلا ڏٺا. هڪ جاءِ تي اسان به بيهي رهياسين. اماوس رات دوران پٽن جي وچ ۾ بيٺي هر طرف مال جي چرڻ جا آواز هئا ۽ مالوندن جون ڳڻتڪارون! روانا ٿيا ته منهنجي دوست چيو: پاڻ ڪيڏانهن پيا هلون. ٿر جا ماڻهو ته سڀ هليا ويا. پويان باقي ڪير بچيو آهي؟ مون وراڻيو: "پاڻ ته آهيون؟"

ٿر ۾ ڪو پهريون ڏڪار ناهي. جو اُتان جي ماڻهن کي اها امداد جي آڪسيجن ڏئي کين زنده رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هجي پر وري به شاباس آهي انگريز سرڪار کي. جيڪا ڏڪارن کي ڊڪليئر ڪرڻ جو ڳس ته ڏئي وئي، نه ته ڏڪارن کي "ٿرين جي روايتي لڏ پلاڻ سڏيندڙ" چونديل نمائندا امداد پهچائڻ جي ذميوارين کان به پاڻ کي شايد آجو قرار ڏين ها. هونئن ته ٿر گريناڻيٽ، چائنا ڪلي، گئس ۽ ڪوئلي جي معدني وسيلن سان مالا مال آهي پر ان هوندي به ٿر واسين جي گذر سفر جا 2 وڏا وسيلا هڪ زراعت ۽ ٻيو چوپايو مال ئي رهندا آيا آهن. برساتون

وسن تہ ٽريا ٻاجهر. گوار ۽ ٻيا اناج پوکي پنهنجي اڙوري جيئاپي جو بندوبست ڪن. نہ تہ سندن گذر سفر جو واحد وسيلو چوپايو مال ئي آهي. پر مال پالڻ جا روايتي طريقا ڪين ڪو جوڳو لاڀ ناهن ڏئي سگهيا.

نواز شريف جو تختو اونڌو ڪندڙ مشرف دور جي ان وقت جي وزير اعليٰ ارباب غلام رحيم، (جنهن کي هاڻ تر ۾ رليف سرگرمين جو وزير اعظم نواز شريف پاران ڪو آرڊينيٽر مقرر ڪيو ويو آهي) جڏهن شوڪت عزيز کي تر مان اليڪشن کٽرائي تہ ان وقت ٿر لاءِ هڪ ارب رپين جي پيڪيج جو اعلان ڪيو ويو هو. جنهن رقم کي خرچ ڪرڻ لاءِ سنڌ سرڪار سمورن کاتن کان تجويزون طلب ڪيون. جنهن ۾ لائيو اسٽاڪ اينڊ اينيمل هسبنڊري کاتي جي ماهرن پڻ تجويزون ڏنيون هيون. اهڙي سمري جوڙيندڙ ان وقت جي هڪ ماهر ڊاڪٽر مون کي ٻڌايو هو تہ. سنڌ جي وڏي وزير اها سمري رد ڪري ڇڏي. مون جڏهن کانئس پُڇيو تہ "ڇا هو سمريءَ ۾؟" تہ هن وراڻيو: "اسان سي ايم صاحب کي سمري ڏيندي بريفنگ بہ ڏني تہ. ٿر جي ماڻهن جو گذر سفر جو وڏو وسيلو چوپايو مال ئي آهي. ان ڪري سائنسي طريقن کي استعمال ڪندي اسان ٿري ڍڳي ۽ بلوچستان جي ڀاڳناڙي نسل جي ڍڳن مان هڪ نئين جنس جوڙي آهي. جيڪا ٿوري چاري تي بہ سوا سال اندر جوان ٿئي ٿي ۽ ان جو وزن 4 سئو کان 5 سئو ڪلو گرام ٿئي ٿو. جڏهن تہ هن وقت ٿر جا ماڻهو ڳائو مال تہ پالين ٿا پر انهن جو ڦر 3 کان 4 سالن ۾ مس مس جوان ٿئي ٿو ۽ ان جو وزن 2 سئو کان اڍائي سئو ڪلو گرام مس هجي ٿو جيڪڏهن اسان نئين نسل تي ڪم ڪيو تہ. ٿر جا ماڻهو ڪراچي، حيدرآباد توڙي پرڏيهہ جي مارڪيٽن ۾ پنجاب توڙي ٻين ملڪن جي چوپائي مال جو مقابلو ڪندا ۽ ٿوري عرصي ۾ وڏيڪ ناڻو ڪمائي سگهندا." ڊاڪٽر ٻڌايو تہ. سنڌ جي وڏي وزير کانئن پُڇيو تہ پوءِ ان لاءِ ڇا ڪرڻو پوندو؟ جنهن تي اسان کيس ٻڌايو تہ. "لائيو اسٽاڪ کاتي کي هتي سگهارو ٿاڻو پوندو. تعلقن ۾ وڌيڪ اسپتالون کولي اتي بيمارين کان بچاءَ جي ويڪسينيشن سان گڏوگڏ "آرٽيفيشل انسيمينيشن" سينٽر کولڻا پوندا ۽ ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙ مالوندن کي اهڙي سهولت پهچائڻ لاءِ ڊاڪٽرن کي گاڏيون ڏيڻيون پونديون" ڊاڪٽر وڌيڪ ٻڌايو تہ. گاڏين جو لفظ ٻڌندي ارباب رحيم طنزيہ انداز ۾ چيو تہ. "هاڻ ڍورن جا ڊاڪٽر بہ گاڏين ۾ هلندا!؟. جنهن کان پوءِ اها سمري رد ڪئي وئي." ۽ 11 سال گذرڻ باوجود اڄ تائين ٿر ۾ ان تي عمل ناهي ٿي سگهيو. ها باقي ساڳين ڊاڪٽرن ڪراچيءَ جي ٽول پلازا ويجهو مختلف فارمن تي اهي تجربا جاري رکيا. جن جا مالڪ عيد الاضحيٰ دوران ملڪي توڙي پرڏيهي منڊين مان ڪروڙين رپيا ان نئين جنس جي ڳابن مان ڪمائين ٿا.

جيڪڏهن انڊيا، چائنا، نيپال ۽ وچ اوير جي جابلو پٽن ۽ واريا سن پٽن تي 12 ئي مهينا فصل ٿي سگهن ٿا تہ. ٿر ۾ ڇو نہ؟ اڄ بہ جيڪڏهن نارا ڪئنال جي واٽر لاسز

کي بچائجي ۽ برساتي موسم دوران ايل بي او ڊي جو پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙڻ بدران ٿر ۾ ننڍا ڊيم ناهي گڏ ڪيو وڃي. ته ان پاڻيءَ ذريعي ڊرپ توڙي گهڙا اريگيشن ذريعي ٿر جي پِٽن تي ڪيترين ئي ڀاڄيون ۽ ٻيا فصل اُپائي سگهجن ٿا.

ٿر، پنهنجي جاگرافيائي ۽ ماحولياتي سونهن سبب هميشه نظرن جو مرڪز به رهيو آهي. جيڪڏهن ان جي مخصوص علائقن ۾ رهندڙ جهنگلي جيوت جو بچاءُ ڪري ۽ ان ماحول سان مطابقت رکندڙ ٻيا جانور به ڇڏيا وڃن ۽ ان کي نيشنل پارڪ جو درجو ڏئي سياحن لاءِ سهولتون پيدا ڪيون وڃن، ته اُتي روزگار جا نوان وسيلا پيدا ٿيڻ سان گڏوگڏ ڪارن ۾ جيئڻ مان لهندڙ ماڻهن کان خرچيءَ جي نالي ۾ خيرات وٺندڙ ٻارڙا توڙي عورتون پنهنجي هٿ جا هنر وڪرو ڪري پنڻ کان بچي سگهن ٿا. ساڳيءَ ريت ٿر ڪول پراجيڪٽ جي سلسلي ۾ نوجوانن کي لاڳاپيل ڪمن جي تربيت ڏياري انهن لاءِ به سوين روزگار جا وسيلا پيدا ڪري سگهجن ٿا. انهن سمورن ڪمن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ مالي وسيلا به ميسر ٿي سگهن ٿا پر ڪوٺ صرف هڪ ڳالهه جي آهي. اها آهي بهتر حڪمرانيءَ جي!

*Daily Kawish Hyderabad- March 13th, 2014*

# ڏکار: ذميوار ڪير!

سيد يار محمد شاهہ

دنيا ۾ مفادن جي جنگ هر هنڌ جاري آهي. انساني حقن جي تنظيمن جي نالي سان بہ گهڻا ڪيس ڪيا پيا وڃن. "يوڪرين "۾ مغربي طاقت الاعلان مداخلت ڪري هڪ حڪومت جي خلاف جيڪا هن جي جوڙ ۾ نٿي اچي، اتي مصنوعي طريقي سان عوامي تحريڪ کي منظم ڪري ان حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. وري نام نهاد هٿ ٺوڪي حڪومت جي امداد جوبہ اعلان ڪري ڇڏيو. انساني حقن جي علمبرداريءَ جو نعرو هڻي مغربي حڪومت سيني ڪمزور ۽ مسلمان ملڪن ۾ خوني جنگ جاري رکيو اچن. في الحال "ميانمار "۾ بي گناهن جو خون وهائڻ تي ڪنهن بہ حقن جي تنظيم کي ڪوبہ احساس ۽ ڏک نہ آهي ۽ نہ ئي وچ آفريقا ۾ ٿيڻ واري قتل غاري جو ئي ڪنهن کي احساس آهي. جو تہ انهن ٻنهي ننڍڙن ملڪن ۾ مسلمان ئي پيا شهيد ٿين. پوءِ ڀلي قتل ڪرڻ وارا عيسائي ڇو نہ هجن.

البتہ اهو بہ سوچڻ گهرجي تہ سڄي دنيا جي مسلمانن جي تنظيمن مان ڪير بہ انهن شهيدن لاءِ احتجاج يا مذمت ڪرڻ وارو نہ آهي. ٻئي طرف مسلمان هٿان مسلمان جي قتل جو سلسلو بہ عروج تي آهي. مسلمانن جي شهادت صرف بانڪي ۾ نہ پر بحرين ۾ عوام جو قتل عام ۽ عراق ۾ بہ روزسون جي تعداد ۾ شهيد ٿي رهيا آهن. شام، لبيا، مصر ۾ هر هنڌ مسلمانن هٿان مسلمان شهيد ڪرڻ واري بازار گرم آهي. پاڪستان ۾ اڄڪلهہ يهودي لابيءَ جي هٿيارن ۽ منشيات جو پڻ عروج تي پهچي چڪو آهي. بلڪ هاڻ تہ سڌو سنئون ادارن تي حملا ڪري رهيا آهن. فوج رينجرس، پوليس وارن. جڃن کي مارڻ جو سلسلو بنا ناغي هلندڙ آهي. ميڊيا وارن کي بہ نشانو بڻايو پيو وڃي. جڏهن کان اهو ثابت ٿي ويو آهي تہ هيءَ صرف فرقي واريت نہ پر قتل عام جي سازش. هٿيارن جي وڪري لاءِ هر هنڌ تيز ڪئي وئي آهي. پر ان سموري سياست ۽ دهشتگردي جي اندروني سازش کي سمجهنديءَ تعليم يافتہ مسلمان هر ملڪ ۾ شيعا، سني اتحاد قائم ڪري ان سازش کي منهن ڏئي رهيا آهن. ڪابہ اسلام

پسند تنظيم ان دهشتگرديءَ جي سلسلي جي حمايت ڪرڻ بدران. هاڻ سعودي عرب ۽ قطر تي بہ زور وڌو تہ ان عالمي سازش جو حصو نہ بنجن. پر مسلمانن خلاف ان عالمي سازش لاءِ گڏجي هڪ ٿين.

مون تقرير پوري ڪئي تہ جهوني جوڳيءَ چڙي چيو تہ ميان !اهي عالمي سازشون پنهنجي تباهي واري پروگرام تي تيزيءَ سان پيون عمل ڪن. پر پنهنجي سنڌ جي ٿر جهڙي جنت کي ڪنهن دوزخ بنايو آهي؟. انتظاميہ يا چونڊيل ميمبرن...؟؟ جن ڪڏهن بہ ڪو ڏيان نہ ڏنو تہ سوڪهڙي جي ڪري ڏڪر ٿيندو گاهہ پنا ۽ ان نہ ٿيندو تہ جانور ۽ انسان ات ڪيئن زندگي گذاري سگهندا...؟. بيماريون جيڪي پيدا ٿينديون انهن کي ڪير منهن ڏيندو...؟. صرف چونڊن ۾ اچڻ وارو آفيسر ۽ ميمبر 5سالن ۾ هڪ دفعو پنهنجي مفاد خاطر انهن علائقن ۾ اچي نڪرندا آهن .... باقي هينئر سپريم ڪورٽ پڇي يا وزير اعظم. پر ”جيڪي گهاگهہ گهات گهڙي سگهن ٿا“. سي تہ سنڌين جي سڌرڻ ۽ آزادي واري زندگي ماڻڻ جا سڀ گهٽ گهيڙ بند ڪريو وينا آهن!!. اجهي ٿا ڪوڙا ٿري شهر شهر ڳوٺ ڳوٺ پنڻ لاءِ پهچي وڃن ۽ اجهي ٿيون انهن لاءِ چندا پنڻ جون ڪيمپون لڳن. چو تہ ٻاهر جي. اين جي اوز وٽ ڏوڪڙ آهن. بجيٽ آهي. استعمال بہ ڪرڻا آهن. اسان هڪ ٻئي جي ڪانچ پٽي اهڙي تہ واٽيءَ تي پهچي ويا آهيون. جو ”نہ پنڻ ٿو اچي. نہ ڦرڻ ٿو اچي. نہ حق وٺڻ ٿو اچي“. ان ڪري تہ جيڪا بجيٽ ۽ امداد هر سال ڏڪر جي ڏينهن ۾ ٿرين کي ڏني وبندي آهي. جنهن ۾ اَن. دوائون. صاف پاڻي جي بجيٽ هر سال مخصوص هوندي آهي. جيڪا هن سال انهن کي نصيب نہ ٿي. تہ پوءِ لڏ پلاڻ شروع ٿيندي.جيڪا ٿي وئي آهي. ۽ برسات پوڻ تائين اهي ٿري پنهنجن مالن جا ڌڻ کنيو گاهہ جي سانگي ڦرندا رهندا. باقي ٿرين جي سلسلي ۾ پنڻ ۽ مليل امدادن تي جيڪا مار ماران ٿيندي. تنهنکان الله سنڌين کي وري بہ بچائي....

ڪامريڊ سليم چيو ادا اسانجو الطاف ڀائي پير سائين پاڳاري وانگر جيڪي اڳ ڪٿيون ڪندو آهي. سي ٿي وينديون آهن. الطاف جڏهن ريفريڊم ڪرائڻ ٿي چاهيو تہ طالبان وارو پاڪستان کپي يا جناح وارو پاڪستان. ادي الطاف وري بہ صوفي ڪانفرنس لاهور ۾ ڪرائي انهن کي رڙيون ڪري امن لاءِ منٿون ڪيون. پاڪستان بچائڻ لاءِ منٿون ڪيون ۽ ٻئي پاسي امدادي ٽيمون بہ ٿر موڪليون آهن....

مواليءَ چڙندي چيو تہ ادا تو وارو الطاف رڙيون ڪري جيڪا ٻولي ڳالهائيندو آهي. اهو الله ڪري تہ اوهان ايم ڪيو ايم وارا بہ سمجهندا هجو فوج امدادون ورهائڻ سنڌ ۽ ٿر ۾ سال کن لاءِ پئي اچي. ٿر جون ڪوئلو امن سان ڪٽي وڃڻ لاءِ سنڌ ۾ هر هنڌ پوليس. ريجنرس جون چيڪ پوسٽون قائم ڪيون وينديون. هڪ طرف طالبان پريشر اڳيان سڀ ڀيا آرام سان گوڏا کوڙين. پر اتحاد ڪري هر حال دهشتگردن هٿان پونڊڙ

نقصان کان پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش بہ جاري آهي. پر ذريعا ٻڌائن ٿا تہ ميڊيا کي ايڏا ڏوڪڙ مليا آهن. جو اوچتو جيئن تہ مان ترتلو کٽي برپا ڪيائون. جنهن سان هزارن جون روزيون کلنديون. ڊالر ڪرندو. تہ ۾ پيسو وڌيڪ لڳندو. ٿيندو وري بہ ائين تہ حقدار ڪنهن کي بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندا. ڪجهہ ساڳيا ڪجهہ نوان. اين جي اوز وارا ۽ ڪجهہ نوان چهرہ اهو پڻ جو پيالو کٽي وري سامهون ايندا. پر اصل ۾ تہ ۾ وري بہ وسڪارو ٻن ادائي مهينن ۾ وسي سگهي ٿو خانہ بدوش زندگي گذاريندڙ ٽري ۽ ڪاڇي وارا پاڻي جي ڳولا لاءِ ويجهو عارضي گهر اڏيندا رهندا آهن. جيڪي طوفان ۾ ئي اڏامي ويندا آهن ۽ هي ويچارا وري وڃي وسندي کي وسائيندا آهن. باقي جانورن جي قيمت جو ڪاٿو لڳائبو تہ دماغ چڪرائجي ويندو. ائن. ڍڳن جا هزارن جي تعداد ۾ ڌڻ صرف 2جٽا ڪروڙن روپين جا قيمتي ڌڻ ڪاهي ڏڪر جي ڏينهن ۾ سڄي سنڌ ۾ گاهہ پني لاءِ مال ڪاهي اچي قسطن تي ڏيندا آهن. باقي بيا ٽري ويچارا اڄڪلهہ ڪمند ۽ ڪٽڪ جي ڪٽائي. ڦٽين جي چونڊ ۽ گهرو نوڪري ڪرڻ لاءِ شهرن ۾ اچي رهيا آهن. ٽرين جي انهيءَ اچ وڃ ۾ اسانکي اسانجي زراعت ۽ هارين کي خوشحالي نصيب ٿيندي رهي آهي. انهن کي هميشہ نظر انداز ڪيو ويندو آهي. پر هنن ڪڏهن بہ بندوق هٿ ۾ کڻي ماڻهو ماري هم وطن ۽ مسلمان شهيد ڪري پنهنجا مطالبا نہ مڃايا ۽ نہ ئي رياست اندر رياست قائم ڪرڻ وارا آهن. بي گهر، بنجارن وانگر خانہ بدوش زندگي گذاريندي بہ سنڌ امڙ جي سکن لاءِ سانگيئڙن جي سار لهندا آهن. خون ڪونہ وهائيندا آهن. گهر ۽ عبادتگاهون تباهہ نہ ڪندا آهن. مخدوم جميل الزمان ۽ سندس پاءُ جيڪو پڙ ات ڊپٽي ڪمشنر هو ۽ سندن ٽيون پاءُ اتي ايم پي هو پر سڄي تر ۾ جيڪو ٽي رهيو آهي ۽ ان جي آڙ ۾ هاڻ جيڪي ٿيڻ وارو آهي. بس دعا ڪريو طالباني ڳالهين ۽ تر واري ڏڪر مان ملڪ جي جند ڇٽي. ورنہ اسان پاڪستان اڄ ڪلهہ عالمي سازش جي هٿ لسٽ تي چڙيل آهيون. الله خير ڪري. پين جو بہ ۽ سنڌين جو بہ. جيڪي ڪجهہ ترقيءَ جي نالي ۾ ايندڙ دوور ۾ ٿيڻو آهي. هاڻ ان تي اک نہ رکڻ معنيٰ پنهنجي جيجل ماءُ سنڌ سان غداري ڪرڻ يا

ويساهہ گهاتي ڪرڻ مثل هوندو...

# ھي درد ڪنھن جو آھي

حمزو پنھور

ٿر جي اذيتناڪ درد تي حليم باغي جون ھي سٽون ھر درد رکندڙ انسان جو جيءُ جھوري وجھن ٿيو تہ:

منھنجي ٿر جو جي حال پڇندين تہ روئي پوندين
برندڙ بر جو جي حال پڇندين تہ روئي پوندين

مون کي خبر نہ آھي تہ حليم باغي ھي اذيتناڪ سٽون ڪھڙي ڪيفيت ۾ لکيون ھونديون. پر اڄ ٿر جنھن اذيتناڪ درد مان گذري رھيو آھي، اھو درد ۽ الم سھپ کان گھڻو سوايو آھي، بک جي باھہ ۾ بي موت مرندڙ معصومن جي لاوارثي واري موت تي اکيون رت روئڻ ٿيون.

ھڪ طرف موت جو راڪاس آھي، دانھون ڪندڙ درد آھي، معصومن جي موت تي مائرن جي اندر جون آھون آھن. پيارن جي وڇوڙي تي دل ڏاريندڙ دانھون آھن. تہ ٻئي طرف انھن بي موت مرندڙ ٿر ڌڻين جي ووٽن تي اقتدار جا مزا ماڻيندڙ سنڌ جي دولت کي ٻنھي ھٿن سان لٽي ڦري پيٽ پريندڙ وحشي بگھڙن جون بي سريون اونايون آھن. ٿھر جھڙين ڪوتاھين جا ڪيل اعتراف آھن. ڪوڙيون دعوائون ۽ وضاحتون آھن. ھنن کي ڏک نہ آھي ۽ ھا جيڪڏھن ڪين ڏک آھي تہ صرف اھو ڏک آھي تہ جيڪڏھن ھي بکايل، ڏکايل جاڳي پيا ۽ سندن ڪرتوتن جو پردو چاڪ ٿي ويو تہ اقتدار جي ايوانن جا مزا ماڻڻ کان محروم ٿي ويندا.

ٿر جي ٿاڪن تي بک، بدحالي ۽ بيمارين جي موت جو درد ديرو ڄمائي ويھي رھيو آھي، اھو اذيتناڪ درد اھو وڇوڙي جو وڍ، سڄي ڄمار پورھيو ڪري پنھنجي ٻچڙي کي پاليندڙ اھا ماءُ ئي سمجھي سگھي ٿي، جنھن جو جگر جو ٽڪرو بک ۽ بيماري وگھي لاعلاج ٿي تڙپي تڙپي سندس ھنج ۾ ابدي ننڊ سمھي رھيو ۽ ماءُ کي باقي ڄمار جا برداشت نہ ٿيندڙ ڏک ڏيئي ويو.

سنڌ جي ماٺھوءَ جو درد رکندڙ شيخ اياز سچ چيو آھي تہ:
”ڏؤبنا ڏوليا، ناھي ساڄاھہ سونھن جي“.

ها واقعي ئي بک ۾ سونهن جي سچاٽپ نٿي رهي. پر ٿر جي بکن ۾ بي موت مرندڙ گلن جهڙي معصوم جي ٽري ماءُ !اهو درد، الم ۽ ويچوڙو صرف تون سمجهي ۽ محسوس ڪري سگهي نٿي، هي تہ تنهنجي غربت، تنهنجي بک، تنهنجي ڏک ۽ درد تي ٺٺوليون ڪن ٿا. هنن کي تنهنجي منهن )چهري (تي پردي واري صدين کان قائم ٽري ڪلچر تي بہ شڪايت آهي ۽ ان جو مذاق اڏائن ٿا .ٿر جي واري جهڙي ٽري ماءُ توکي خبر آهي تہ جڏهن هو فوٽو سيشن ڪرائڻ هيلي ڪاپٽرن ۾ چڙهي فقط ٿر جي شهر مٺي اچن ٿا ۽ اتي سندن ماتحت ڪامورن کان هٿ ٺوڪي بريفنگ وٺي جڏهن مڃي، پلاءُ ۽ ٻاڙهو ٻوڙ کائن ٿا ان وقت بک ۽ بيماري وگهي تڙپي تڙپي ساهہ ڏيندڙ تنهنجو ٻچڙو توکي رت رئاري ابدي ننڊ سمهي ٿو. اي ٽريلي ماءُ توکي اها بہ خبر آهي تہ هو ڪامورن جي ڪوڙي بريفنگ تي اتان ئي موٽي وڃن ٿا ۽ ڪراچي جي ايئرڪنڊيشن محلن ۽ ايوانن ۾ پهچي اهو شاهي فرمان جاري ڪن ٿا تہ ميڊيا ۾ سڀ ڪوڙ ڳالهايو وڃي ٿو جيترا ٻارڙا ميڊيا ۾ ڄاڻايا ويا آهن، ايترا مئا ناهن ۽ جيڪي ٻارڙا مئا آهن اهي بک نہ پر نمونيا جي ڪري مئا آهن ۽ اهو بہ چون ٿا تہ ٿر ۾ هر سال ڏڪار سبب ائين ئي ٿيندو آهي ۽ وري جڏهن سندن ڪرتوتن جو پردو چاڪ ٿئي ٿو تہ هن ڪاريهر جهڙي ٿهر جا دل ڏاريندڙ منظر ميڊيا تي ڏسن ٿا تہ مجرماڻي ڏوهہ کي غفلت چئي اعتراف بہ ڪن ٿا. جنهن کي ڪوتاهي يا غفلت چون ٿا. انهن ڏوهن ۾ ملوث پنهنجي مائٽ ڪامورن کي سزا ڏيڻ بجاءِ صرف هٽائي يا معطل ڪري ڇڏين ٿا ۽ اهو محسوس ڪرائين ٿا تہ هنن بک ۽ بيماري ۾ مرندڙ ٽرين سان انصاف ڪيو آهي.

پر آهي ڪو جيڪو سچ ڳالهائي؟ ٽري ٻارڙي جي موت تي رت جا ڳوڙها ڳاڙيندڙ ماءُ جو نہ برداشت ٿيندڙ درد پنهنجو درد سمجهي. هتي تہ ڏک، درد ۽ لاشن تي بہ سياست ٿيندي آهي. وڏيون هنبوڇيون هڻندا آهن. اخبارن جا پيٽ خوراڪ ڏيڻ وارن ۽ خوشحاليءَ جا خواب ڏيکارڻ وارن ڪروڙن رپين جي اشتهارن سان ڀريل هوندا آهن. پر پيٽ بکايل ٿر جي گلن جهڙن معصومن ۽ انهن جي مائرن جا پيٽ پوءِ بہ خالي هوندا آهن. ناچ ۽ گانن تي اربين رپيا خرچ ڪرڻ وقت اها ڪل ئي ڪانهي تہ هڪ ويلي ماني ڳيپي جي ملڻ لاءِ آس ۽ اميد ۾ جيئڻ جا جتن ڪندڙ ماءُ جي اميدن ۽ خوشين جي جهولي خالي ٿي وئي ۽ هوءَ پنهنجي قسمت کي ڏوهہ ڏئي سڄي عمر ڏهاڳ ۽ ڏکن ۾ ماتم ڪندي رهي ٿي.

ڇا ٽرين جي اها ئي قسمت آهي، ڇا سندن مقدر اهو ئي آهي. جنهن کي رب جي رضا سمجهي خاموش رهون يا انهن جي رت تي پلجندڙ وڏيرن ۽ جاگيردار حڪمرانن جي ڏوهن ۽ ظلمن جا پردا چاڪ ڪري وڏي واڪي سچ چئون تہ سنڌ جي بک، بدحالي، ڏک، درد ۽ لاوارثي جو ڪارڻ اوهان آهيو جيڪي سدائين ڪوڙيون دعوائون ڪري ووٽ وٺي سندن آسن ۽ اميدن جو قتل ڪريو ٿا.

# ٿر ۾ آيل ڏڪار ۽ ڪجهه تجويزون

## نواز خاصخيلي

ماروي جي ماڳ ٿر ۽ ان جي رهواسي ٿرين لاءِ ڏک، تڪليفون، پريشانيون ۽ ڏڪار ڪا نئين ڳالهه ناهي. هتان جي رهواسين هر دور ۾ انهن اهنجن کي برداشت ڪيو آهي. ميڊيا رپورٽن موجب ٿر ۾ گذريل 27 سالن دوران 13 ڏڪار اچي چڪا آهن ۽ انهن ڏڪارن دوران ٿرين ڇا ڇا نه برداشت ڪيو هوندو. انهيءَ جو ڪاٿو هر ڪو لڳائي سگهي ٿو. ٿر جا محبتي، محنتي مضبوط ماڻهو جن جي دل ۾ ڪنهن لاءِ به وير يا نفرت ناهي، ڇا تن کي ڏک، تڪليف ۽ ڏڪار ڏاج ۾ مليل آهن؟ ڇا ٿر جي مظلوم ۽ مسڪين ماڻهن کي ٻين عام شهرين جيان خوشحال ۽ باوقار زندگي گذارڻ جو ڪو به حق ناهي؟ ٿري به انسان آهن ۽ انهن کي به سمورا حق حاصل آهن.

جيڪي اسلام آباد ۽ ڪراچي جي رهواسين کي حاصل آهن پر افسوس جو ڪنهن به سندن سار لهڻ مناسب ناهي سمجهي. ناانصافيون ته سموري سنڌ سان ٿينديون پيون اچن پر جيڪي ناانصافيون ٿر جي رهواسين سان ٿينديون پيون اچن، انهن جو ڪٿي به مثال نٿو ملي. سنڌ جو ريگستاني ضلعو ٿرپارڪر جيڪو ايراضي جي لحاظ کان 4791025 ايڪڙن تي مشتمل آهي ۽ ميڊيا تي ايندڙ رپورٽن مطابق 1998ع واري آدمشماري موجب ٿرپارڪر ضلعي ۾ 906720 ماڻهو رهائش پذير آهن ضلعي جي ڪل ايراضي 19637 ڪلوميٽر آهي جن مان صرف 200 ڪلوميٽرن تائين روڊ نهيل آهي جڏهن ته ٻين ڳوٺن شهرن ۽ علائقن ڏاهن ويندڙ رستا ڪچا ۽ ريگستاني آهن. سرڪار پاران عوام کي سهولتون ڏيڻ لاءِ 55 اسپتالون قائم آهن جن ۾ صرف 80 ڊاڪٽر مقرر ٿيل آهن. هڪ سول اسپتال، 2 تعلقي اسپتالون، 3 رورل هيلٿ سينٽر، 29 بيسڪ هيلٿ يونٽ، 18 ڊسپينسريون، 2 ميٽرنٽي هومز ۽ چائلڊ ويلفيئر سينٽر موجود آهن. ضلعي ڪائونسل جون 38 ڊسپينسريون مالي بحران سبب ڪجھ عرصي کان بند پيل آهن اهڙي صورت ۾ ٿر جا مارو ماڻهو پريشانين سان پلا ڪيئن ٿا مهاڏو اٽڪائي سگهن.

2000ع ۾ ايندڙ ڏڪار پڻ ٿر ۾ وڏي تباهي برپا ڪئي ۽ ان دوران به 200 معصوم ٻار کاڌ خوراڪ جي ڪمي سبب ٻکن وگهي موت جو کاڄ بڻيا. جڏهن ته هن پيري پڻ 162 ٻار بکن وگهي تڙپي تڙپي فوت ٿي چڪا آهن. ٿري ماڻهو ڏڪار وارن

ڏيئهن ۾ مال متاع ڪاهي ٻئراجي علائقن انهن لڏپلاڻ ڪري ويندا آهن پر جڏهن برساتون پونديون آهن. گاهہ ڦٽندا آهن تہ اهي واپس پنهنجي ماڳ ڏانهن موٽندا آهن. ٿري ماڻهو چاهين تہ اهي شهري ۽ بئراجي علائقن ۾ مستقبل رهائش اختيار ڪري پيا سگهن پر انهن کي پنهنجي ماڳن سان انتها درجي جي محبت آهي. جيڪا کين واپس موٽائي ٿي. اقتدار ڌٽين کي گهرجي تہ هو ٿر جي مارو ماڻهن جي امداد سان گڏوگڏ کين مستحڪم ڪرڻ لاءِ جامع پاليسيون جوڙيندي سندن مسئلن جي حل لاءِ جوڳا اپاءُ وٺن. ٿر کي خصوصي فنڊ جاري ڪري ترقياتي رٿائن جي ڄار وڇائڻ سان گڏوگڏ سندن روزگار جو بندوبست پڻ ڪن ٿر ڪول پراجيڪٽ سميت ٻيون رٿائون جن ۾ ٿر جي مقامي ماڻهن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي انهن رٿائن مان غير قانوني ماڻهن کي نيڪالي ڏيئي مقامي ماڻهن کي پرتي ڪري کين پنهنجي پيرن تي بيهڻ جا موقعا فراهم ڪيا وڃن. مٺي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي اسپتالن ۾ داخل ٿري ٻارڙن جي علاج لاءِ خاص اپاءَ وٺڻ گهرجن. جر جي کاري پاڻي کي پيئڻ لائق بنائڻ لاءِ خاص پلانٽ لڳائي ٿر واسين کي پيئڻ لاءِ صاف پاڻي فراهم ڪيو وڃي.

ٿرپارڪر ۽ مٺي ضلعن ۾ بند پيل سموريون ڊسپينسريون ٻيهر کولرائي مارو ماڻهن کي علاج جون بهتر سهولتون فراهم ڪيون وڃن. وزيراعظم لون اسڪيم ۾ ٿر جي رهواسين لاءِ شرطن ۾ نرمي جو اعلان ڪري کين قرض ڏيئي سندن معاشي صورتحال بهتر بڻائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. متاثر ٿرين جي امداد ۽ سندن سهائتا لاءِ ڪيل حڪمت عملين جي واڳ ساک وارن ادارن جي حوالي ڪئي وڃي تہ جيئن ڪنهن حقدار جي حق تلفي نہ ٿي سگهي. سنڌ جي سجاڳ ڌرين. چونڊيل اسيمبلي ميمبرن. سياسي تنظيمن واپارين کي پڻ مصيبت جي ماريل ٿر واسين جي سهائتا لاءِ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. سنڌ جي ايم پي ايز ۽ ايم اين ايز کي پنهنجو هڪ مهيني جو پگهار ٿر متاثرين جي سهائتا لاءِ واري فنڊ ۾ جمع ڪرڻ گهرجي. مصيبت جي ماريل مارو ماڻهن جي مالي مدد ۽ سهائتا لاءِ حڪومت کانسواءِ سنڌ جي هر فرد کي پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، جن ۾ خاص طور سياسي، سماجي ۽ واپاري تنظيمن کي پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ رليف ڪئمپون قائم ڪري امدادي سامان گڏ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ سان گڏوگڏ سيٺين ۽ سرمائيدارن کي پڻ ٿر جي مظلوم ماروئڙن جي مدد لاءِ هميشہ جيان هن ڀيري پڻ اڳڀري اچڻو پوندو. ڇو تہ مصيبت جا ماريل مظلوم ٿري پائر هن وقت بک بدحالي ۽ ڏڪار جي ور چڙهي صفا بي حال ٿيڄي چڪا آهن. ٻکن وگهي سندن معصوم ٻار تڙپي تڙپي مري رهيا آهن ۽ هو بي يارو مددگار ۽ ننڌڪائي واري ڪيفيت ۾ مبتلا ٿي حڪومت ۽ سرندي وارن جي مدد جا منتظر آهن. اهڙي صورت ۾ حڪومت سميت اسان سمورن سنڌ واسين تي فرض ٿو عائد ٿئي تہ اسان پنهنجي مصيبت جي ماريل ٿري ماروئڙن کي ٻيهر مستحڪم ڪرڻ لاءِ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪريون.

*daily ibrat hyderabad*

# ٿر واسي انسان ۽ سنڌ ٻاوا نہ آھن

مقصود چانڊيو

دنيا جي ترقي يافتہ ملڪن جون قومون خوشحال ھونديون آھي تہ اھي قومون پنھنجي وطن جي خير جون دعائون ڪنديون آھن ٻيا ھن اھڙي صورتحال ۾ مالا مال ڏرتي جا وارث ٿر واسي جيڪو عذاب ڀوڳي رھيا آھن اھي وطن يا ان جي حڪمرانن جي بيحسي تي دعاڳو ھوندا نہ ھر گز نہ... ڇو تہ ڌرتي ڏٽين جا ڏک ڏسي ضمير واري انسان کي ايترو تہ ڏک ٿي رھيو آھي جو ان جي اندر جو انسان ٿر واسين جي علم ناڪ ۽ حڪمرانن جي بي حسي سبب معصوم ٻارڙن جون بکن سبب خوبصورت زندگيون موت جي منھن چڙھي ويون افسوس تہ ايڏي وڏي علمي ٿي وجڻ تي سنڌ جي وڏي وزير قائم علي شاھہ صاحب جن جو اھو بيان تہ ٿر جا 121 ٻار ۽ سوين ڍور مري وڃڻ معمولي ڳالھہ آھي. سيد سڳورا تہ ڌرتي جي رعيت جا دعاڳو آھن.

ليڪن اسان واري سائين تہ اھڙي دل ڏکوئيندڙ ڳالھہ ڪئي آھي جنھن وٽ پنھنجي عوام لاءِ تہ جيڪا محبت آھي اھا تہ صاف ظاھر آھي پر سيد سڳوري اھو بہ نہ سوچيائين تہ ننڍا يا معصوم ٻچا پاڻ کي بہ آھن اھڙن بي سھارن لاءِ اھڙا الفاظ چوڻ تي متان خدا ناراض ٿئي پر سائين کي ڪھڙي پرواھہ خدا ناراض ٿيو تہ سائين معافي وٺڻ لاءِ خدا کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪا مسجد نھرائيندو يا وري ڪا بارگاھہ اڏرائيندو ڪو ڪنھن ولي جو روضو مبارڪ نھرائي ڪنھن مندر کي گرانٽ ڏئي ڪجھہ ماڻھن ۾ چند چمچا خورن جي واھہ واھہ ٻڌي ائين محسوس ڪندو تہ سائين کي خدا جنت ڏئي ڇڏي پوءِ ٿر جي معصوم 121 ٻارڙن جو موت يا گگدامن جي دانھن جي سائين کي ڪھڙي تڪليف ٿيندي.

وزيراعليٰ سنڌ لاءِ ڪٽي اھا واقعي ايڏي وڏي ڳالھہ نہ آھي پر ھڪ سنڌي انسان دوست ۽ انسانيت جي نعطي منھنجا لڱ ضرور ڪانڊرائجي ويا آھن سنڌ حڪومت ۾ وينل وزير مشير ايم پي اي ۽ توڙي قومي اسيمبلين جا چونڊيل نمائندا پنھنجي زندگي کي ايترو آسائش پسند ۽ پرسڪون ڪري وينل آھن جو انھن کي ٿر، ڪچي، ڪاڇي، اتر توڙي لاڙ جي مسڪين خدا جي خلق جي ڪابہ پرواھہ نہ آھي قوم جا ٻچا

بکن بيمارين. آفتن ۾ ورتل آهن پر وڏيرڪي سوچ رکندڙ پارٽ کي عوامي نمائندا سڏرائيندڙ پائر وري پنهنجي مٿي جي سور جو علاج بہ ٻاهرين ملڪن مان ڪرائين ٿا ان مان عوام بهتر سمجهي سگهي ٿو تہ ملڪ جي عوام لاءَ انهن ڪيترا پلائي جا ڪم ڪيا آهن عوام جا ٻچا بک تي مرن پيا پر سنڌ جي خوراڪ کاتي جي گودامن ۾ رکيل ڪروڙين روپين جي ڪڻڪ خراب ٿي وئي انهيءَ مان عوام کي تہ لاڀ نہ مليو پر سرڪار سڄوري پنهنجي غلطي کي لڪائڻ لاءِ ان جي اسپيشل فيڊ نهرائي پکين کي ڏيڻ وارو بيان ڏئي ڇڏيو جڏهن تہ ڪجھ ڪامورا شاهي وري سرڪار سڄوري جي ڪمزوري مان فائدو وٺندي اها اسپيشل فيڊ پکين حوالي ڪرڻ بجاءِ ٿوري فيڊ ڪاغذن ذريعي ڏيکاري باقي اناج کي ڪجھ منافي خورن واپارين جي ملي ڀڳت سان اٽي جي صورت ۾ پيسائي ڪرائي وڪرو ڪرڻ ۾ مصروف آهي.

اهي سڀ ڳالهيون تہ پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت رکن ٿيون پر سڀ کان اهم ترين ۽ سنگين معاملو هينئر ٿر جي انهيءَ خدا جي خلق جي جيڪا سنڌ جي ٿر جهڙي عظيم معدني وسيلن سان مالا مال خطي سان وابسطہ انهن ماڻهن جو اولاد ۽ چوپايو مال مري رهيو آهي پر سرڪاري سڄوري سنڌ حڪومت کي گهرجي تہ اها ٺوري طور تي ٿي واسين جي مدد لاءِ کاڌ خوراڪ سان گڏ علائقي ۾ پکڙيل بيماري جون دوائون مهيا ڪري ۽ اتي ڦهليل بيمارين تي ضابطي آڻڻ لاءِ خطي ۾ اسپري ڪرائي کاڌ خوراڪ توڙي ميڊيڪل جون ڪئمپون لڳائي ۽ پنهنجو فرض ادا ڪري. تہ جئين موجوده سنڌ سرڪار ايندڙ نسل جي ميار کان بچي سگهي ۽ سيد سڄوري کي فوري طور تي پنهنجي ڏنل بيان جي ٿر جي ماروئڙن کان معافي وٺي جيڪڏهن سنڌ سرڪار کي اهي سڀ ڳالهيون ڏکيون لڳن ٿيون ۽ هو مجبور آهي تہ پوءِ صوبي جي عوام جون واڳون هٿ ۾ رکي ويهڻ کان بجاءِ وڏيرو وزير فوري طور استعيفيٰ ڏئي تہ جئين ٿر توڙي سنڌ جا ماڻهون شهيد ذوالفقار علي ڀٽي. شهيد راڻي محترمہ بينظير ڀٽو جي پوئلڳي ڪندڙن موجوده چونڊيل نمائدن کي اڳتي پنهنجو قيمتي ووٽ ڏيڻ لاءِ ڪا سٺي سوچ رکي ڪين مان بخشن.

# ٿرءِ ٿاريلن کي سمجهه سائين

جئہ پرڪاش موراڻي

جنهن مُلڪ جا حاڪم هر وقت حيران، وزيرن جا نيڻ راتو ڏينهن ننڊاکڙا ۽ صلاحڪار رڳو سُر ۾ سُر ملائي سڀ نيڪ چوڻ وارا هُجن، ان ديس جي دردن جو درمان ڪير ڪندو اهو سنڌ واسين کان ڪير پُڇي.

سون ورني سنڌ جو سدا ملوڪ علائقو ٿر، جتي قدرت خوبصورتي جا خرار پيري ڏنا آهن، اتي جا رهواسي هُنرن ۾ به هاڪار ته محبت ۾ به مٽيادار. ڏڪار سندن ڏاج آهي پر اُهي اڄڪلهه انهيءَ ڏونگر کي ڏوري ڪي قدم اڳيرا اچي ويا آهن، پر اسان جا حاڪم آهن جيڪي نانگ نڪرڻ کانپوءِ ليڪو ڪُٽڻ جا هميشہ هيراڪ رهيا آهن. ڪين سجاڳ ڪرڻ لاءِ لوڪ کي لوهہ ڪُٽڻو پوي، دهل وڄائڻا پون پر جڏهن اهي صدورا سجاڳ ٿين تہ وري بہ ڪا اونڌي ڳالهہ چئي وڃي آرامي ٿين پوءِ پلي پيو لوڪ ڪلي. اها ئي ويڌن هيل به ٿر سان اسان جي سُجاڻ حاڪمن، چاڪ وچوبند چونڊيل نمائندن، هر وقت حڪم تي حاضر سائين چونڊڙ ۽ ڪلف لڳل ڪاٽن پائيندڙ ڪامورن ڪئي آهي.

ملڪ حيران ۽ ماڻهو پريشان آهن تہ سنڌ جي سرڪار کي مارچ مهيني ۾ ٿر جي ڏڪار جو سپنو اوچتو آيو ڪيئن؟ اها نہ اڳ اڪيئن ڏني نہ ڪنين ٻُڌي، وڏا ڳالهہ ڪندا آهن تہ انگريز بهادر جي دؤر کان وني ٿر لاءِ سرڪار وٽ هميشہ هڪ طريقيڪار رهيو آهي ۽ اسان جا ڪامورا اڄ تائين ائين ئي ڪندا اچن ٿا.

حقيقت هن ريت آهي: ٿر لاءِ اها سيني کي پلي پت خبر آهي تہ "وٺو تہ ٿر نہ تہ بر" ٿر ۾ هميشہ هڪ فصل ٿئي، اهو بہ باراني، ان ڪري مرحوم محمد اسماعيل عرساڻي چواڻي ٿر ۾ مندون ٽين ئي ٿي، هڪ اونهارو، بيو وسڪارو ۽ ٽيون سيارو. وسڪارو پري چوماسي ۾ ٿئي.

ٿر جي هي چوڻي آئون اڳ بہ لکي چڪو آهيان تہ:

"ويساک وٺو نہ پلو چمڪيو نہ پلو چيٽ
راجا رُٺو نہ پلو پرچيو نہ پلو سيٺ"

ٿر ۾ انگريزي ڪئلينڊر جي حساب سان جون، جولاءِ، آگسٽ ۽ سيپٽمبر چوماسي جا مهينا ٿين، جن ۾ جون جولاءِ جي برسات آڳاٽي، 15 جولاءِ کان 15 آگسٽ تائين منڊائتي ۽ 15 آگسٽ کانپوءِ سيپٽمبر تائين پاڇاٽي ليکي وڃي. عام طور تي جولاءِ آگسٽ ۾ ٽاريلا ٻاجهر، گوار، تر، مُگ ۽ موٺ (ڪورڙ) پوکين. جيڪڏهن منڊائتو مينهن نہ پوي ۽ ٻڊو وڏو وسڪارو ڪري تہ پوءِ جن علائقن ۾ ڪانيون ۽ تليون ٻنيون هجن خاص ڪري ڪس جي ڪانئين ٻنين ۾ ڪٽڪ ۽ جوار بہ پوکين. منڊائتو فصل نومبر تائين ڪرن ۾ اچي وڃي ٿو. ان ڪري ڏياري بعد ٿر ۾ خوشين جو واءُ ورندو آهي. هاري گُندي ۾ ان ڏسي پنهنجي ڪاڇن جون ڪونون ڏين.

سرڪاري چرپر بہ ان حساب سان ٿيندي هئي تہ 31 آگسٽ تائين جيڪڏهن ڀرپور برساتون نہ پيون ۽ ڇهہ ماهي گاهہ ٿيڻ جا آثار نظر نہ آيا تہ ان وقت ڪليڪٽر صاحب (هاڻي ڊپٽي ڪمشنر) صوبائي سرڪار ڏانهن چٺي اماڻيندو هو تہ ٿر ۾ ڏڪار جا آثار آهن. ان بعد سيپٽمبر 8 وڄ يا آخر ڌاري صوبائي سرڪار ٿر کي ڏڪار ستيل قرار ڏئي امدادي ڪارروائين جي شروعات جي هدايت ڪندي هئي. ڇو تہ ٿر ۾ مال لاءِ گاهہ فصل کان وڌيڪ اهم هوندو آهي.

پر اهي ڏينهن اُهي شينهن. هاڻوڪن ڪامورن کي اهڙا تہ خمار آهن جو انهن کي اهي موسمي حساب ڪتاب سمجهہ ۾ ئي نہ ٿا اچن. مٿان وري سُڃيت اسان جا چونڊيل نمائندا آهن. جن کي پنهنجي گهر ڀاهران ٿيندڙ ڪارروائين ۽ ڪمن ڪارين جي خبر لاءِ بہ ميڊيا جي مدد جي ضرورت پوي ٿي، ان ڪري وڃي ٿي سٽائي.

ٿر ۾ امدادي ڪارروائين جي بہ عجيب ڪهاڻي آهي. اسان جي ٻڌراجي علائقن جا جيڪي حاڪم ڪراچي جي راڄڌاني ۾ تخت نشين ٿيندا آهن، انهن کي هڪڙو تہ اقتدار جو نشو گهيرڻ ڏئي ڇڏيندو آهي، ٻيو وري سندن صلاحڪاري ڪين آڏيون اٻتيون صلاحون ڏئي اهڙن فيصلن تي آماده ڪندا آهن. جيڪي ڪل جوڳا هوندا آهن.

مون کي ياد آهي تہ مرحيات محمد خان جوڻيجي پنهنجي وزارت عظميٰ جي دؤر ۾ ڏيپلي جي ڏاڪڻي وٽاڻ ۾ ٿيل جلسي دؤران جڏهن ٿر ۾ ڏڪار جي حالت ڏسندي هڪ روپيو ڪلو ڪٽڪ ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو تہ ان وقت مجلس شوريٰ جي ميمبر ۽ ارباب امير حسن اسٽيج تي اچي اهو چئي ان فيصلي جي مخالفت ڪئي هئي تہ خدارا اسان ٿرين کي پنڻ نہ سيکاريو. اسان کي امداد نہ پر روزگار ڏيو.

ٿر سڄو سون آهي. هتي جا هُنر جيڪڏهن انهن کي هتي ڏيارجي تہ ولايت ۾ هزارين ڊالرن ۾ هٿو هٿ وڪامندا. هتي جا هُنرمند هٿ پورهيو ڪرڻ کي ڪڏهن بہ مهڻو ناهن سمجهندا. سندن سدائين اهو ئي خيال رهيو آهي تہ "پلي ٻُڪ پرم جي، شال نہ وڃي شان" پر حاڪم تہ حاڪم هوندا آهن. بس "بول ديا تو بول ديا". ان ڳالهہ کي اڃا ڪجهہ ئي ورهيہ گذريا تہ قسمت جي ديوي ڄام صادق علي تي مهربان ٿي ۽ وڏ

وزارت جو هُما سندس سِر تي براجمان ٿيو. ڏڪار ته ٿرين جو هر ورندڙ ورهيه مهمان هوندو آهي سو ان سال به بادلن بس ڪئي ۽ پلر نه پلٽيو تل، ترايون، ماڻهو ۽ مرگهه اجايل ٿي رهيا، آڙيون ابر آسري آڪاش کي تڪينويون رهيون پر ڪڪرن وسڻ جا ويس ئي نه ڪيا. مرحيات چام صادق علي وري پنهنجي طبيعت جو چوي جان محمد جوڻيجي جي پٽ روبيو ڪلو ڪٽڪ ڏني، آئون ته چام ڪانيو خان جو فرزند آهيان، ان ڪري مفت ڏيندس، ائين ٿاريلن کي پهريون پيرو مفت جي مال جو چسڪو پيو. ان بعد اوهان ۽ اسان ڏٺو ته ڪيئن نه ڏڪار جي نالي ۾ ٿر جي غربت پروجيڪٽ وسيلي وڪامي، انهن ڊالرن جي برسات مان ڪيترن ئي پيينگين جا پونگا محلاتن ۾ متجي ويا، انهن جي قسمت جو ستارو ته چمڪي ويو پر نه بدلي سا هئي ٿر جي تقدير. اهي منظر ڏسي اکين ۾ لوڻ پوندو هو جڏهن ڪنهن ڪچي رستي تان جيپن جي ٽائرن کي ڊوڙ اڏامندي ڏسي ٿاريلا امداد جي آسري ۾ زالين مردين، ٻارين ٻچين رستن تي پجي ايندا هئا. مفت جو مال پوءِ پلي اها ڪلو اٽي جي ٿيلهي، هڪ ڪلو کنڊ، چانهه جو پڙو ۽ پاءُ مڱن جي دال ئي ڇو نه هجي، ڪنهن کي ناهي وڻندو.

”سماج سڌارڪن“ ٿر جي غربت کي خوب وڪرو ڪري ”نفعو“ ڪمايو باقي ٿاريلا جيڪي سدائين ڏاتار رهيا، انهن کي پنڻ سيکاري ڇڏيو. ٿر جي آبادي جو دارومدار فصلن کان به گهڻو مال تي هوندو آهي. هيل جيڪو اصل معاملو ٿيو اهو هو مال، خاص ڪري رڍن ۽ اٺن ۾ بيماري جو. وقت سر ويڪسين نه ٿيڻ ۽ ڪامورن پاران سدائين ”سب دير ٿي ويندو“ جي آسري تي آيل ڏوڪڙ هڙپ ڪري وڃڻ ۽ بيماري جو قصو وڌي وڃڻ سبب قصو ميڊيا تائين پهتو. جڏهن رڙيون مٿي رسيون ته سرڪار جا به ڪن کڙا ٿيا. مٿان وري الله پلو ڪري نندلال لوهاڻي جو جنهن ٻارڙن ۾ بيمارين ۽ انهن جي ڪمهلي موت بابت رپورٽ عبرت اماڻي. به ڏينهن ته رڳو نندلال ۽ عبرت اها رڙ ڪندا رهيا ته ٿر جي اسپتالن ۾ علاج جي نالي تي اونداهه لڳي پئي آهي، دوائون هڪڙيون رڳو لسٽن ۾ لکجيو اچن. باقي پڙ تي انهن جو وجود ئي نه هوندو آهي، باقي به جيڪا گوري دوا نارا جيل جي پر مان نهي بوتلن ۾ پرجي اتي پهچي ٿي اها به مريضن تائين نه ٿي رسي، دل جي سوراخ، نمونيا ۽ اهڙين ٻين بيمارين وگهي ڪيترين ئي معصوم ڪلين گل ٻڇڻ کان اڳ ئي ڪومائجي ويون آهن. نيٺ ٽن ڏينهن بعد ميڊيا جي ٻين دوستن کي به مال جي بيمارين کان اڳتي هلي ماڻهن جي ٻچن ۾ انهن بيمارين ڏانهن ڏسڻ جي فرصت ملي، جيئن ئي ميڊيا جا سمورا ادارا اهي رڙيون ڪرڻ لڳا ته مال ته گهوريو هاڻي ٻار ٿا مرن پوءِ وڃي نوٽيس مافيا جي اک کلي. مٿان سون تي سهاڳو اهو ته پ پ جي چيئرمين بلاول پٽي ويجهو رهندڙ هڪ ٿاريلي صلاحڪار کيس ٿر ۾ ڏڪار جو ڏوراپو ڏنو ته هر معاملي تي ٽوئيٽر تي ترت بيان جاري ڪندڙ هن نوجوان سرواڻ سنڌ جي وڏي وزير کي ان پاسي ڌيان ڏيڻ لاءِ ڪن ڪٽايو ۽ ائين سنڌ

سرڪار کي روايتي سيپٽمبر کان 5 مهينا پوءِ ٿر ۾ ڏڪار جي ڏک اچي ورايو ۽ سائين سڳورو مني پهتو. جتي هو گرجيو ته گهٽ ۾ گهٽ ڏڪار وارن ڪڪرن وانگر وسيو بلڪل ئي ڪو نه. ٻه آفيسر هيٺ مٿي ٿيا. اسپتال ۾ موجود مريضن جي وارثن کي ڪجهه هزار روپيه مليا. هڪ اسپتال جي بجيٽ وڌي. 6 مهينا اڳ آيل ڪٽڪ اڌ قيمت ۾ ورهائڻ جو اعلان ٿيو اهو به 25 ڪلو في ڪٽنب جي حساب سان. الله الله خير صلا. جوڳي رمتا ڀلا.

سيد سڳوري کي ڪير سمجهائي ته سائين ٿر جي ماڻهو جو مسئلو 25 ڪلو ڪٽڪ ناهي. ٿر جي ماڻهن جو اصل مسئلو صحت جون بهتر سهولتون آهن. مال جي علاج جو بهتر بندوبست آهي. تعليم جون بهتر سهولتون آهن. روزگار جا مناسب موقعا اصل مسئلو آهي. اٽي لپ لاءِ ٿري نه ڪلهه پريشان رهيا نه اڄ آهن. انهن ته ڇپني ۽ ڇنوي ۾ به وٽن جا ڇوڙا ٻاجهر سان ڳڏ پيهي کاڌا. پر ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيو. اهي پنهنجي پيٽ گذر لاءِ گهٽ پر پنهنجي مال ٻناري کي بچائڻ لاءِ هر سال ٻئراجي علائقن جو پنڌ ڪندا آهن. ٿاريلن لاءِ اهي اڌورا اعلان ڪرڻ بدران سندن روزگار لاءِ جوڳا اپاءَ وٺڻ جي ضرورت آهي. هاڻي ٿر واسي کوهه جا ڏيڏر ناهن رهيا. سندن نوجوان روزگار سانگي سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا آهن. ڪٿي نه ڪٿي مزدوري ڪري پنهنجي ڪٽنب لاءِ اٽي لپ جو بندوبست ڪري ئي وٺن ٿا. ست رڃن طعامن جا عادي ٿاريلا نه اڳ هئا نه اڄ آهن. اهي رکي سکي کائي ويلو ٽپائڻ جا عادي آهن. رڳو اهو ڪريو ته سندن بيمار ٻارڙن لاءِ ٿر ۾ ئي بهتر علاج جو بندوبست ٿي پوي. انهن کي روزگار لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪائڻ بدران اهي وسيلا جيڪي اتي موجود آهن. انهن ۾ ڪين اوليت جي بنياد تي ۽ لازمي طور روزگار ڏنو وڃي. ٿر ۾ صحت لاءِ ڪا اهڙي مئنيجنگ ڪميٽي جوڙي وڃي جنهن ۾ ٿر جي ماهر ڊاڪٽرن ۽ هڏ ڏوکي انسانن کي کنيو وڃي. سيني ٿاريلن کي ڊاڪٽر حاجي شفيع محمد ميمڻ جي دؤر جي ڏيپلي واري تعلقي اسپتال ياد هوندي جتي علاج لاءِ ٻئراجي علائقن کان به مريض پاڻ ڪاهي ايندا هئا ۽ صحتياب ٿي موٽندا هئا. اهڙن امُلهه ماڻهن جي نگراني ۾ ٿر جي اسپتالن جي حالات بهترين بڻائي سگهجي ٿي. رڳو سرڪار ڇو؟ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ صحت جا اڪثر ماهر ٿر سان لاڳاپو رکن ٿا. ڊاڪٽر بيڪارام، ڊاڪٽر پروفيسر انور ميمڻ، ڊاڪٽر فيروز ميمڻ، ڊاڪٽر فضل الرحمان ميمڻ، ڊاڪٽر نظير ميمڻ، ڊاڪٽر روشن آرا قاضي، اشوڪ ڪمار نرساڻي، ڊاڪٽر ڌرم ديوراني، ڊاڪٽر عاصمه جوڻيجو ڊاڪٽر رشيد اختر ميمڻ آئون ڪهڙا نالا ڪٽي ڪهڙا ڪٽان. جيڪڏهن اهي سمورا سڄڻ ٿر جي سماجهي معالج ڊاڪٽر حاجي سڄڻ ميمڻ وانگر ٿي پون ۽ هرهڪ مهيني مان رڳو هڪ ڏينهن ڏيپلي يا مني جي اسپتال وڃي پنهنجي ٿر واسي ڀائرن جو علاج ڪري ته اسان کي هرو ڀرو ڪنهن سرڪاري ڪاموري جي ڪاڻ

ڪيڻ جي ضرورت ئي نہ پوي، جيڪي دوست امداد لاءِ پنهنجي سر ڪجهہ ڪرڻ چاهين ٿا اهي مهرباني ڪري طبي ڪئمپون ۽ مال جي علاج لاءِ ڪئمپن جو بندوبست ڪن. اتي لتي لاءِ در در پنڻ جي ضرورت ناهي.

ٿر جا هُنر ۽ ٿر جا تاريخي ماڳ مڪان اهڙو املهہ خزانو آهن جن کي سنڀالڻ ۽ مالڪي ڪرڻ سان اسان جا ايندڙ سمورا نسل انهن جي ڪمائي کائي سگهن ٿا. راجستان واري ٿر جو مثال اوهان آڏو آهي. باقي جيڪڏهن سڀ ڪجهہ هوندي بہ ڪجهہ ناهي ڪرڻو تہ پوءِ گهٽ ۾ گهٽ اهڙا اعلان ڪري اسان جي ٿڌن تي لوڻ تہ نہ ٻرڪيو.

# ٿر ۾ ڏڪار ۽ معصوم ٻارڙن جو موت

غلام حسين خاصخيلي

ٿرپارڪر ضلعي ۾ ڏڪار واري صورتحال گذريل 12 ڏينهن اڳ سامهون آئي آهي. ڏڪار واري صورتحال ۽ ٻارن کي کاڌ خوراڪ نہ ملڻ ۽ ٿر ۾ پاڻي جي صورتحال بهتر نہ هئڻ ڪري ڪيترائي ٻارڙا بيمارين جي ور چڙهي ويا ۽ انهن ٻارڙن کي ٿرپارڪر جي هيڊڪوارٽر مٺي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. وڏي بدقسمتي جي صورتحال اها آهي. جو ٿرپارڪر جي مٺي واري اسپتال ۾ ٻارن جي بيماري جو ڪو بہ ماهر ڊاڪٽر نہ هئڻ ڪري ٻارڙن جو وقت تي علاج نہ ٿي سگهيو ۽ معصوم گلن جهڙا ٻارڙا موت جي منهن ۾ هليا ويا. ٻارڙن جي بيمار ٿيڻ ڪانپوءِ انهن جون مائرون پنهنجن معصوم ٻارڙن کي علاج لاءِ مٺي اسپتال کڻي پهتيون. پر اسپتال ۾ عورت ڊاڪٽر ۽ ٻارن جي ڊاڪٽر نہ هئڻ ڪري سندن پرگهور صحيح طريقي سان نہ ٿي سگهي. جنهن سبب ٻارڙن جو موت ٿي ويو.

انگن اکرن مطابق هن وقت تائين 140 کان وڌيڪ معصوم ٻارڙا موت جي منهن ۾ هليا ويا آهن. جڏهن ٿر جي ٻارڙن جي موت واري خبر ۽ ٿر ۾ ڏڪار واري صورتحال جون خبرون ميڊيا تي وڏين سرخين سان اچڻ لڳيون تہ سڄي ملڪ ۾ ترٿلو مچي ويو. ان سڄي صورتحال ۾ ڪوتاهي جو ذميوار سنڌ حڪومت ڪامورن کي قرار ڏنو آهي. سنڌ حڪومت جي اها ذميواري بڻجي ٿي، تہ اُها اهڙن ڪامورن جي مٿان اهڙي ڪميٽي بہ برقرار رکي ها. جيڪا گهٽ ۾ گهٽ ٿر ۽ ڪوهستان جي علائقن ۾ مقرر ڪامورن جي ڪم ڪرڻ واري صورتحال جو وقت بوقت جائزو وٺندي رهي ها ۽ ٿرپارڪر ۽ ڪوهستان ۾ جنهن نموني سان اتان جا ماڻهو زندگي گذارين ٿا اُن جو بہ جائزو وٺي سنڌ جي وڏي وزير تائين اها رپورٽ هر مهيني تائين پهچڻ گهرجي ها. تہ اهڙي صورتحال سامهون نہ اچي سگهي ها.

ٿرپارڪر ۾ برساتن جي گهٽ پوڻ ڪري، اُتي هر سال مارچ مهيني کان آهستي آهستي سوڪهڙو شروع ٿي ويندو آهي ۽ ڏڪار جي وڌيڪ صورتحال گرميءَ

جي شروعات ۾ مئي جون ۾ وڌيڪ ٿي ويندي آهي. پر هن ڀيري ڏڪار واري صورتحال ڪجهه اڳ ۾ سامهون اچي وئي آهي. موسميات کاتي جي ماهرن جي اها ڄاڻ آهي ته ٿرپارڪر ۾ سال 2013ع ۾ ايڏي وڏي برسات نه پئي هئي. جنهن سبب ٿر ۾ جيڪو پاڻي گڏ ڪيو ويندو آهي. اُهو به کُٽي ويو ۽ کوهن جو پاڻي به پيئڻ لائق نه رهيو جنهن سبب هن وقت ٿرپارڪر ضلعي ۾ وچولي درجي واري ڏڪار جي صورتحال آهي. موسميات کاتي جي ماهرن اهو به امڪان ظاهر ڪيو آهي ته جيڪڏهن جون جي مهيني ۾ ٿرپارڪر ۾ برسات نه پئي، ته اُتي ڏڪار ۾ وڌيڪ اضافو ٿي سگهي ٿو. ٿرپارڪر ۾ ڏڪار واري صورتحال کان اڳ ۾ مورن ۾ بيماري پيدا ٿي، جنهن سبب ڪيترائي مور موت جي منهن ۾ هليا ويا.

مورن جي مرڻ کانپوءِ بيماري پنهنجو رخ جانورن ڏانهن موڙي ڇڏيو رڍون ۽ ٻڪريون موت جي منهن ۾ هليون ويون. ماهر ڊاڪٽرن جي اها راءِ به آهي ته ٻڪرين ۽ رڍن ۾ بيماري پيدا ٿيڻ ڪري، اُهي جانور پنهنجي جڳهه تي مري ته رهيا هئا، پر جيڪي جانور گهٽ بيمار هئا ۽ انهن جو کير ٿر جي ماڻهن پنهنجي ٻارڙن کي پياريو ته اُن جو اثر ٻارڙن تي بيماري جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي. ٿرپارڪر سان لاڳاپيل انتظاميه جو وري پنهنجو الڳ موقف سامهون اچي رهيو آهي. ته هن ڀيري سياري جي ٿڌ جو اثر فيبروري مهيني تائين برقرار رهيو هو جنهن سبب ٿر جي ٻارڙن کي نمونيا ۽ ٿڌ جي اثر لڳڻ ڪري ڇاتيءَ جي بيماري ٿي پئي. جنهن سبب انهن جو وقت سر علاج نه ٿيڻ ڪري ٻارڙا وڌيڪ بيمار ٿي پيا ۽ موت جي منهن ۾ هليا ويا آهن.

ٿر جي ان ڏڪار واري صورتحال جي جائزي وٺڻ لاءِ ميڊيا جي خبرن کانپوءِ سڀ کان پهرين دورو سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه ڪيو هو ۽ وڏي وزير خود پنهنجي پريس ڪانفرنس ۾ ان ڳالهه تي اعتراف ڪري ڇڏيو هو ته ڪامورن جي ڪوتاهي سبب ٿر ۾ ڪڻڪ جي ورهاست نه ٿي سگهي جنهن ڪري خوراڪ جي کوٽ وارو مسئلو ٿر ۾ سامهون آيو آهي. سنڌ جي وڏي وزير جي اهڙي چٽن لفظن ۾ سچ کي قبول ڪرڻ تي گهٽ ۾ گهٽ ايترو ضرور آهي ته اُن حقيقت کي ته مڃيو آهي ۽ موت ۾ وڏي وزير ٿرپارڪر جي انهن سمورن ڪامورن کي گهر ويهارو ڪري ڇڏيو ۽ نئين انتظاميه مقرر ڪئي وئي آهي، جنهن کي سختيءَ سان هدايت ڪئي وئي آهي ته اُها خوراڪ پهچائڻ جو صحيح طريقي سان ٿر ۾ بندوبست ڪري، ٿر ۾ پهتل ڪڻڪ جي ورهاست ڪئي پئي وڃي. هن وقت تائين 42 ڪروڙ روپين جي ڪڻڪ ورهائي وئي آهي.

وزيراعظم ميان محمد نواز شريف ٿرپارڪر جي ڏڪار واري صورتحال جو جائزو وٺڻ لاءِ سومر واري ڏينهن مٺي پهتو ۽ سڄي صورتحال جو جائزو ورتو. وزيراعظم ٿرپارڪر جي ماڻهن جي بهتري لاءِ هڪ ارب روپيا امداد ڏيڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو

آهي ۽ وزيراعظم اهو بہ حڪم ڏنو آهي تہ ڪٽڪ جي ورهاست ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪندڙ آفيسرن خلاف سخت ڪارروائي ڪئي وڃي. وزيراعظم مٺي جي اسپتال ۾ داخل ٻارن جي والدين سان بہ ملاقات ڪئي ۽ ٻارڙن کي بہ ڏنو ۽ ڏڪار ستيل ماڻهن ۾ امدادي سامان بہ ورهايو. وزيراعظم سان گڏ پ پ جو چيئرمين بلاول ڀٽو زرداري بہ گڏ هو. وزيراعظم اها پڻ هدايت ڪئي آهي تہ ٿرپارڪر جي ماڻهن جي بهتري لاءِ اهڙا قدم کنيا وڃن، جو ٻيهر اهڙي صورتحال سامهون نہ اچي سگهي. سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ وزيراعظم کي ٿرپارڪر جي ڏڪار واري صورتحال بابت ڄاڻ ڏني. سنڌ حڪومت متاثرن ۾ ڪٽڪ ورهائڻ لاءِ 5 کان 6 ڄڻن تي ٽيمون ٺاهيون آهن. جڏهن تہ ٿر ۾ ٻارن جي ماهر ڊاڪٽرن ۽ عورت ڊاڪٽرن کي بہ آندو ويو آهي جيڪي پهريان اُتي موجود نہ هئا.

متاثرن کي رهڻ ۽ ٽرانسپورٽ جي سهولت بہ ڏني پئي وڃي. وزيراعظم نواز شريف کي سنڌ حڪومت جي اختيارين چارٽ ڏيندي ٻڌايو تہ ٿرپارڪر جي متاثر ماڻهن ۾ خوراڪ جا 6 هزار ٿيلها، ڪٽڪ جون هڪ لک 50 هزار ٻوريون ورهايون ويون آهن. ٿرپارڪر ۾ سڀ کان وڌيڪ نقصان جانورن جو ٿيو آهي. سوين رڍون ۽ ٻڪريون مري ويون آهن. ٿرپارڪر جي ماڻهن جي گذر سفر جو ذريعو چوپايو مال آهي. جانورن جي مرڻ ڪري ٿر جي ماڻهن کي تمام وڏو نقصان پهتو آهي. وزيراعظم مٺي شهر جو جنهن وقت متاثر ماڻهن سان ملڻ لاءِ دورو ڪري رهيو هو تہ شهر جا بند دڪان ڏسي ڪيس ڪاوڙ اچي وئي ۽ هن چيف سيڪريٽري سنڌ کي حڪم ڏنو تہ ڪاروبار کليل رکيو وڃي. اُن کي بند ڇو ڪرايو ويو آهي.

ٿرپارڪر جي ڏڪار واري صورتحال جو سپريم ڪورٽ آف پاڪستان طرفان پاڻمرادو نوٽيس وٺي اسلام آباد ۾ ٻڌڻي ڪئي وئي. ٻڌڻي دوران سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس تصدق حسين جيلاني پنهنجي ريمارڪس ۾ چيو تہ ٿرپارڪر ۾ معصوم ٻارڙن جي فوت ٿيڻ تي وڏو افسوس ٿي رهيو آهي اهو چوندي سنڌ حڪومت جي اهڙي لاپرواهي تي ڪاوڙ جو اظهار بہ ڪيو. ٻڌڻي دوران سنڌ جي ايڊووڪيٽ جنرل عدالت کي ٻڌايو تہ ٿر ۾ اهڙي حالت ناهي، جهڙي ميڊيا ڏيکاري رهي آهي جنهن تي چيف جسٽس چيو تہ اها ميڊيا ئي آهي. جيڪا ٿر جي ڏڪار جي صورتحال صحيح طريقي سان ڏيکاري رهي آهي ۽ توهان حقيقت کي ڪيستائين لڪائيندا رهندا. عدالت 17 مارچ تائين ٻڌڻي کي ملتوي ڪيو ۽ چيو تہ ٿر جي ماڻهن جي صحيح طريقي سان مدد ڪئي وڃي ۽ جيڪي ٻار اسپتالن ۾ علاج لاءِ داخل آهن. انهن جو صحيح طريقي سان علاج ڪيو وڃي ۽ سموري رپورٽ عدالت ۾ پيش ڪئي وڃي. ٿر ۾ وزيراعظم طرفان هڪ ارب روپيا، سنڌ جي وڏي وزير طرفان 10 ڪروڙ روپيا، خيبرپختونخواهہ جي وڏي وزير طرفان 10 ڪروڙ روپيا، بحريہ فائونڊيشن جي

طرفان 20 ڪروڙ روپيا جي امدادي رقمن جو اعلان تي چڪو آهي. جڏهن ته ايڏي وڏي رقم جي اعلان ڪانپوءِ هاڻ جيڪڏهن صحيح طريقي سان ان پئسن مان ٿرپارڪر جي ماڻهن جي مدد ڪئي وئي، ته اُهي ڏڪار واري صورتحال کي منهن ڏيڻ جي ڪجهه وقت تائين سگهه رکي سگهن ٿا. جڏهن ته مختلف سياسي توڙي سماجي تنظيمن ۽ ٻين خيراتي ادارن طرفان امدادي سامان ڪٺي ٿر پهتل آهن. جڏهن ته پنجاب جي حڪومت طرفان به امدادي سامان ٿر ۾ پهچي چڪو آهي. پاڪ فوج طرفان امدادي سامان جي ورهاست ڪئي وئي آهي ۽ ميڊيڪل ڪئمپون لڳائي ٿرين جو علاج ڪيو پيو وڃي. اهي سمورا قدم هن وقت بهتر ڪنيا پيا وڃن.

ٿرپارڪر جي ڏڪار واري صورتحال کي ايندڙ وقتن ۾ منهن ڏيڻ واسطي سنڌ حڪومت ۽ وفاقي حڪومت کي اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ گهرجي ته ايندڙ وقتن ۾ ٿرين جي ڀرپور نموني سان هر حوالي سان مدد ٿي سگهي. ٿر سان لڳو لڳ اچڙي ٿر جي به صورتحال خراب ٿي وئي آهي، اُتي به ڏڪار پنهنجون اکيون ڏيکارڻ شروع ڪري ڇڏيون آهن ڪيترن ئي ماڻهن ۾ بيماريون پکڙجي ويون آهن ۽ جانور مرڻ شروع ٿي ويا آهن. اچڙي ٿر ۾ به امدادي ڪارروائين جي سخت ضرورت آهي. اهڙي طرح ڪوهستان جي جابلو علائقن جي صورتحال جو به حڪومت کي جائزو وٺڻ گهرجي. ڇو ته جبل وارن علائقن ۾ به ڏڪار واري صورتحال هئڻ بابت اجان تائين ميڊيا جي خبرن جو مرڪز نه سامهون نه آيو آهي.

پر ڪوهستان سان واسطو رکندڙ ماڻهو اُتي به پاڻي جي کوٽ، ميڊيڪل جي حوالي سان سهولتن جي کوٽ ۽ بيمارين سبب ڪوهستان جا ماڻهو به سخت پريشان آهن ۽ انهن جا ٻارڙا توڙي وڏا بيماري سبب علاج لاءِ پريشان آهن. جبل جي علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جي مدد واسطي هينئر کان ئي حڪومت بندوبست ڪري، ته جيئن انهن علائقن ۾ ٿر جهڙي صورتحال سامهون نه اچي وڃي ۽ اُتان جا ٻارڙا توڙي وڏا به موت جي منهن ۾ هليا نه وڃن ۽ جبل جي چوپائي مال ڍڳن، ٻڪرين ۽ ٻين جانورن جي علاج واسطي لائيو اسٽاڪ کاتي جي ٽيمن کي فوري طور موڪلڻ جي ضرورت آهي.

# بدانتظامي جو مثال ٿر

## سلمان قريشي

اسان وٽ ائين هميشہ کان ٿيندو پيو اچي تہ جيڪي حقيقي اشو هوندا آهن اُهي اشو بڻجڻ کان رهجي ويندا آهن جيڪي اشو ئي نہ هوندا آهن اُهي اشو ٿي اُڀري ايندا آهن. ان جي ظاهري طور تي تہ ذميوار ميڊيا ئي هوندي آهي. جمشيد دستي کي وڃي ويني ڪيئن خيال آيو تہ هو سالن کان ٿيندڙ محفلن وارو مامرو ڪڍي ٽي وي پروگرامن جو ٽائيم سيڙائي. هر طرف ممڻ مچي ويو. ڪميٽيون ٺهيون پر ٿيو ڪجهہ بہ نہ. اُهو اشو تہ هوئي نہ پر هرويرو اشو ٺاهيو ويو هو. ان وقت ڪالعدم تحريڪ طالبان ۽ حڪومت وچ ۾ ڳالهيون سان گڏ هڪ ٻئي خلاف ڪارروائي بہ جاري هئي. ڳالهيون ناڪام ٿيڻ وچي رهيون هيون. نيڪ ان وقت دستي کي ميدان ۾ لاٿو ويو ۽ اسان جا چئنلز حقيقي اشو کي ڇڏي خالي بوتلن جا براند ڏيکاريندا رهيا.

اهڙو ئي ڪجهہ هن وقت ٿر ۾ بہ ماحول پيدا ڪيو ويو آهي ٻارڙن ۾ پيدا ٿيل بيماري ۽ بدانتظامي کي ڏڪار جو نالو ڏئي هنگامو برپا ڪيو ويو آهي. بيشڪ ٿر جي صورتحال وارو اشو حيقي آهي. اهو سڏو سنئون بدانتظامي ۽ انتظامي نااهلي جو هڪ مثال آهي پر جهڙي نموني ڏڪار جو تاثر ڏنو پيو وڃي ان کي ٿر جا رهواسي پاڻ بہ حيران آهن. چون ٿا هي مهينو ڏڪار جو آهي ئي ڪونہ. پر ٿرين ويچارن جو بہ پلو ٿي رهيو آهي انهن لاءِ آواز ڪڙو ٿي رهيو آهي تہ اُها ڳالهہ بهتر آهي پر حقيقت اها تہ ٿر جي ڪجهہ علائقن ۾ ٻارڙن ۾ بيماري پکڙجي ويئي آهي ۽ اها ساڳي بيماري لاڙ جي ضلعي بدين ۾ بہ منهن ڪڍيو آهي. سوين ٻارڙا ان ۾ فوت ٿيڻ جون رپورٽون آهن.

ان جو مطلب تہ اها بيماري سموري سنڌ پکڙجي رهي آهي ۽ اسان جا ادارا ۽ حڪومتون ڏڪار ڏڪار ڪندي عالمي ادارن کان مدد لاءِ مطالبن جا سانباها ڪري رهيا آهن جيئن هميشہ ٿيندو رهي ٿو. ٻوڏ ۾ سنڌ جا لکين ماڻهو بي گهر ٿي بدتر حالت ۾ هليا ويا. ماني ڳيي لاءِ دربدر ٿيندا رهيا. انهن جي نالي تي عالمي ادارن اربين کربين روپين جا فنڊ ڏنا. جيڪي متاثرن تائين پهچڻ کان اڳ ئي وڏن پيٽن ڳڙڪائي ڇڏيا. ٻوڏ غريب ماڻهن کي لوڙهي ڇڏيو پر جن فنڊ هڙپ ڪيا انهن جي عيد ٿي پئي. جن وٽ

موٽر سائيڪل هئي اُهو ڪار جو مالڪ ٿي ويو جنهن وٽ ڪرولا هئي اُهو لينڊ ڪروزر جو ڌڻي بڻجي ويو ۽ ٻوڏ متاثرين اجا تائين ڏڪ پچائي نه سگهيا آهن.

هن وقت ٿر ۾ به ڪجهه اهڙو ئي رحم جوڳو ماحول پيدا ڪيو ويو آهي ۽ وس وارا وري عيد ملهائڻ جو سوچي رهيا آهن. اصل حقيقتون هي آهن ته ٿر ۾ صحت جون ڪي به سهولتون نه آهن. سرڪاري اسپتالن ۾ بسترا به موجود نه آهن غريب ماڻهن جي ٻارڙن جو پرائيويٽ اسپتالن ۾ علاج نٿو ٿي سگهي هو انهن سرڪاري اسپتالن جي سهاري ئي زندگي داءَ تي لڳائي ڇڏين ٿا ۽ سهولتن جي کوٽ ۽ علاج نه ٿيڻ سبب بيمار ٻارڙا موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهن. جيڪا اتان جي چونڊيل نمائندن جي پهرين ذميواري آهي. عوام جن کي ووٽ ڏئي ٿو ان کي ئي ان علائقي جو جوابده بڻايو وڃي. اليڪشن جي ٽائيم تي سمورا سياستدان عوام سان ايتري همدردي ڏيکاريندا آهن جڻ هي ڪي سچا آدرشي سياستدان هجن پر پوءِ ڪم ٿيو ڪاغذ ڦاٽو واري ڪار هوندي آهي. اليڪشن کانپوءِ اُهي نمائندا ڳولي نه لڀندا آهن.

انهن کي ڪهڙو احساس هوندو ته غريبن جي زندگي ڪيئن پئي گذري ننڊ‌ڙڪائپ مان جانيون ڏيندڙ معصوم ٻارڙن جي والدين ۽ ٿر جي ماروئڙن کي ڏڪار جي لاءِ همدردي ۽ مدد لاءِ ويل سنڌ جي حڪمرانن طرح طرح جا طعام کائيندي ايترو به نه سوچيو ته جيڪي معصوم زندگيون وڃي رهيون آهن اُهي غذائي کوٽ جي ڪري ئي وڃي رهيون آهن. جيڪي توهان کي ووٽ ڏئي ايوانن ۾ پهچائين ٿا اُهي دربدر آهن. ماني لاءِ به پريشان آهن ۽ توهان اعليٰ قسم جا طعام کائي ڪهڙي همدردي لاءِ آيا آهيو اُها بيحسي ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟ اهڙي بيحسي حڪمرانن جي رڳ رڳ ۾ شامل ٿي ويل آهي. ڪالهه جيڪڏهن وزيراعظم ويو هو ته اِها به هُن جي سياست هئي. هو احساس ڪري نه ويو هو جيڪڏهن احساس آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ڪوڪلن بيانن بدران ٿر سميت سموري سنڌ ۾ صحت جون سهولتون بهتر ڪري ماڻهن جون زندگيون بچايون وڃن ۽ بيروزگاري جو خاتمو آڻي بکن ۾ پاهه ٿيندڙ ماڻهن کي راهه لڳايو وڃي ۽ سنڌ جا حڪمران ٿر جي جيالن جون مهمانيون کائڻ بدران سنجيدگي سان ماروئڙن جو سهارو بڻجن.

# ديس جي هنن ماڻهن جي بہ ڪا سار لهو

حبيب الله ٽالاٽي

دنيا جي هر رياست جي اها ذميواري هوندي آهي تہ رياست بنا ڪنهن رنگ نسل ذات پات ۽ مذهبي فرق جي پنهنجي شهرين جي جان مال ۽ عزت جي تحفظ کي يقيني بڻائي ان سان گڏوگڏ رياست جي اها پڻ ذميواري هوندي آهي تہ رياست هر شهري کي سرڪاري طور تي زندگيءَ جون سيئي بنيادي سهولتون ڏي انهن بنيادي سهولتن ۾مفت صحت ۽ تعليم جي سهولت ڏيڻ جي اهميت سڀ کان وڌيڪ هجي ٿي اهو وري ان جي ڪري تہ زندگيءَ جي انهي پنهي اهم سهولتن جي نہ هجڻ سان انسان ٻن مختلف موتن جي ور چڙهي ويندو آهي صحت جي سهولت نہ هجڻ جي ڪري عام ماڻهو بيماريءَ جي ور چڙهي موت جي منهن ۾ هليو ويندو آهي ۽ تعليم نہ هجڻ جي ڪري عام ماڻهو لاشعور يا بي شعور ٿي مري ويندو آهي ان جي ڪري تہ شعور نہ هجڻ انسان جو شعوري موت هوندو آهي.

ان جي ڪري صحت ۽ تعليم جو نہ هجڻ موت برابر هوندو آهي ان حوالي سان اسان جي ملڪ ۾ ڏسجي تہ توڙي جو هتي اسان وٽ اسان جي هن ملڪ ۾ عام ماڻهن جي جان مال ۽ عزت کي تحفظ ڏيڻ توڙي هر شهريءَ کي صحت ۽ تعليم جي مفت سهولت سان گڏوگڏ زندگيءَ جون سيئي بنيادي سهولتون ڏيڻ لاءِ رياست پاران قانون سازي ٿيل آهي ۽ ان حوالي سان رياستي ادارا پڻ هن ملڪ اندر ڪم ڪري رهيا آهن پر ان هوندي بہ بدقسمتيءَ سان اسان جي هن ملڪ ۾ هن وقت هڪ عام ماڻهو زندگيءَ جي انهن سيني اهم بنيادي سهولتن کان محروم بڻيل آهي هن ملڪ ۾ هڪ عام ماڻهو جي جان مال ۽ عزت محفوظ آهي نہ وري هن ملڪ اندر عام ماڻهن کي تعليم ۽ صحت سوڌو زندگيءَ جون ٻيون اهم بنيادي سهولتون مليل آهن.

جنهنجي ڪري اسان جي هن ملڪ ۽ وري خاص ڪري سنڌ صوبي ۾ عام ماڻهن جي حالت انتهائي خراب آهي هتي امن امان جي حالت اها آهي تہ شهر دهشتگردن جي ڪنٽرول ۾ آهن جتي دهشتگرد هر روز بيدرديءَ سان عام ماڻهن کي

ماري رهيا آهن ڪير پڇڻ وارو ئي ناهي جڻ تہ انهن دهشتگردن کي عام ماڻهن کي مارڻ جي لائسنس مليل آهي جيڪي وڏي ديده دليريءَ سان ماڻهن کي مارڻ وارو ڪم ڪري رهيا آهن ۽ ٻهراڙيءَ ۾ ڌاڙيلن جو راڄ قائم آهي جتي سج لهندي ئي صوبي جي روڊ رستن تي ڌوهارين جو راڄ قائم تي وڃي ٿو جيڪي ڦرلٽ ڪرڻ کانپوءِ ماڻهن کي اغوا بہ ڪري وڃن ٿا ۽ لکين روپيا ڍنگ وٺي پوءِ ماڻهن کي ڇڏين ٿا اهڙن رهزنن کي وري اسان جا سردار, مير, پير, پوتار ۽ وڏيرا مدد ڪندا آهن جنهن جي ڪري اهي قانون جي گرفت کان هميشہ آجا هوندا آهن.عزت جي تحفظ هجڻ واري نقطي کي ڏسجي تہ اسان وٽ هر روز رهزن صفت ماڻهن معصوم نياڻي جي عزتن سان کيڏي رهيا آهن پر رياستي ادارا بيوس نظر اچن پيا نياڻين سان ٿيندڙ ناانصافين تي بہ قانون ڪٿي حرڪت ڪندي نظر ڪو نہ ٿي اچي ۽ عام ماڻهن کي تحفظ  ڏيڻ جا ذميوار ادارن جا واڳ ڌڻي ڳولڻ سان بہ نٿا لڀن ظلم جو شڪار ٿيندڙ نياڻيون انصاف لاءِ در در جا ڌڪا کائي تماشو بڻجي ويندڻيون آهن پر هڪ انصاف هوندو آهي.

جيڪا نياڻين کي ملندي ناهي ان جي ڪري ئي صوبي جا ماڻهو ڌاڙيلن ۽ رهزنن جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏيل آهن انهن ڌاڙيلن ۽دهشتگردن لاءِ سنڌ ۾ ڄڻ ڪا حڪومت ۽ حڪومتي مشينري نالي ڪا  شيءِ آهي ئي ڪو نہ. تعليم واري  پاسي تي نظر وجهي ڏسجي تہ سنڌ صوبي ۾ سرڪاري تعليم واري نظام ۾ سياست کي شامل ڪري سنڌ صوبي جي سرڪاري ادارن جي تعليم واري سرشتي کي هٿ سان تباهہ ڪيو ويو آهي  اسان جي ميرن پيرن سرادرن پوتارن ۽ وڏيرن اسڪولن کي ذاتي اوطاق خانگي مال جا واڙا ۽ گدام بڻائي ڇڏيو آهي جنهن جي ڪري انهن بند پيل اسڪولن جا هزارين شاگرد تعليم کان محروم بڻيل آهن ان جي ڪري ماڻهو سرڪاري تعليمي ادارن کان بيزار ٿي ويا آهن نتيجي ۾ صوبي ۾ پرائيويٽ تعليمي نظام تيزيءَ سان اڀري آيو آهي جنهن سان صوبي جي غريب ماڻهن کي سخت نقصان پهتو آهي ڇو تہ سرڪاري اسڪولن ۾ تعليم نہ هجڻ يا وري سرڪاري اسڪولن بند هجڻ جو سڀ کان وڏيڪ نقصان سنڌ صوبي جي غريب طبقي کي ٿيو آهي.

ان جي ڪري تہ سرڪاري اسڪولن ۾ غريب هارين, مزدورن, ريڙهي وارن, ڀنيءَ تي ٻوري کڻندڙ ۽ تغاريءَ ۾ پٿر ڍوئيندڙن جا ٻار پڙهندا آهن ان جي ڪري نقصان بہ انهن مزدورن جو ٿي رهيوآهي.ميرن.سردارن.سرمائيدارن. وڏيرن.پوتارن.پيرن.سياستدان ۽ ڪارخانيدارن جا ٻار تہ وڏن خانگي اسڪولن ۾ پڙهندا آهن ان جي ڪري سرڪاري اسڪولن ۾ تعليم جو زوال پذير ٿيڻ جو نقصان سنڌ جي غريب مزدور طبقي کي ٿيو آهي جنهن جي سزا سنڌ جي غريب طبقي جو اولاد ڀوڳڻ تي مجبور آهي اهڙي سزا کي هن صوبي جي غريب سنڌين جي اولاد جو نصيب بڻايو ويو آهي جيڪا سزا اسان جهڙن غريبن جو اولاد پنهنجو نصيب سمجهي

پوڳي رهيو آهي، هتي امن امان ۽ تعليم جي صورتحال کان پوءِ صحت جي سهولتن
کي ڏسجي ته اسان وٽ صوبي ۾ توڙي جو عام ماڻهن کي صحت جون مفت سهولتون
ڏيڻ لاءِ هر سال ڪروڙين روپين جو بجيٽ رکيو ويندو آهي جڏهن ته عالمي امدادي
ادارن پاران پڻ عوام کي صحت جون سهولتون ڏيڻ لاءِ حڪومت کي ڪروڙين روپيا
سالانا امداد ملندي آهي پر ان جي باوجود حالت اها آهي ته صوبي جي سرڪاري
اسپتالن ۾ پيرا اسٽامول جي هڪ روپئي واري گوري به مفت ۾ نٿي ملي. ايتري تائين جو
سرڪاري اسپتالن ۾ڊسپوزل سرنج به مريض کان ونرائي وجي ٿي، باقي جيڪي
ڪروڙين رپيا دوائن جي مد ۾ سرڪاري اسپتالن کي ملن ٿا اهي پئسا چونڊيل
نمائندن جي اوطاقن جي خرچ پکي ۾ هليا ويندا آهن جن مان ٿورو گهڻو بچائي ڪري
وري اسپتال انتظاميا پنهنجو کيسو گرم ڪندي آهي ۽ رلندا ويچارا غريب ماڻهو آهن
جيڪي علاج لاءِ سرڪاري اسپتالن ۾ ايندا آهن باقي پيسي وارا ته وڏن خانگي ادارن
۾ وڃي علاج ڪرائيندا آهن.

ان جي ڪري اهڙن وڏن کي غريبن جي دردن جو ڪو احساس ئي ناهي هوندو
مطلب ته صوبي ۾ مفت صحت جون سهولتون نه هجڻ جي برابر آهن پلي سوين
هزارين ماڻهو مري وڃن هتي ڪير به پڇڻ وارو ناهي جڏهن ميڊيا وجي ڪجهه وٽ
پڪڙ ڪري ته پوءِ وڃي سرڪار ڪجهه ڪري نه ته ڪل پيران دا خير، واري حالت
لڳي پئي آهي توڙي جو حڪومت سالانا ڪروڙين روپيا صحت واري شعبي تي خرچ
ڪري ٿي پر ان مان عوام کي ڪجهه به فائدو نه ٿو ٿئي. عام ماڻهو صحت جون
سهولتون نه هجڻ جي ڪري تڙپي تڙپي مري ٿو وڃي  پر ڪير به هن جي سار نه ٿو لهي
سرڪار کي به عوام جي ڪا فڪر ئي ناهي پل ڪا خطرناڪ وبا پکڙجي وڃي پر
سرڪار خاموش رهندي جيستائين وڃي ميڊيا عوام جو آواز نه بڻجي ان مهل تائين
سرڪار تماشو ڏسندو رهندو ۽ عوام تماشائي بڻيل هوندي آهي.

اهڙو ئي هڪ تماشو اسان جي هن سماج ۾ ڏوڪري پر سان تي رهيو
آهي  جتان اها خبر رپورٽ ٿي آهي ته اتان جي پن ڳوٺن پريل سرگاٽي ۽ چنل
سرگاٽي ۾ گذريل 80 سالن کان نسل در نسل هڪ پر اسرار بيماري هلندي پئي اچي
جيڪا بيماري مريض کي مڪمل مفلوج ڪري ٿي ڇڏي جنهن بيماري  ۾ هن وقت
40 کان مٿي مرد ۽ عورتون مبتلا آهن رپورٽ موجب ته اجان تائين ان بيماريءَ جي
ڪنهن کي خبر ئي نه پئي آهي ته آخر ان بلا بيماري جو نالو ڇا آهي جيڪا بيماري
80 سالن کان ڳوٺاڻن کي مفلوج ڪندي پئي اچي ان سلسلي ۾ لوڪل صحت کاتو
ڪو جواب ڏيڻ کان قاصر آهي اهي جواب ڪهڙو ڏيندا جنهن صوبي ۾ هڪ گوري به
سرڪاري اسپتالن ۾ نه ملندي هجي ڪامورا رڳو ڪرپشن ڪري مال ميڙڻ ۾ پورا
هجن ته پوءِ اتي صحت کاتي وارا هيڏي وڏي بيماري کي ظاهر ڪري پاڻ لاءِ ڏچو ڇو

پيدا ڪندا اهو ئي سبب آهي تہ صحت کاتي وارا بہ ان پراسرار بيماري کي ظاهر ڪرڻ کان پڇن پيا. جيئن انهن کان ڪو پڇاڻو نہ ٿئي پر اهو معاملو اتي ئي ختم نہ ٿيڻ گهرجي ميڊيا جو ڪم آهي سماجي مسئلن کي ظاهر ڪري اقتدار جي ايوانن تائين پهچائڻ آهي ميڊيا اهو ڪم بهتر نموني ڪري پئي هاڻي اها اقتدار جي ايوانن ۾ ويٺل چونڊيل عوامي نمائندن ۽ سنڌ حڪومت جي ذميواري آهي تہ سنڌ حڪومت بنا دير ماهر ڊاڪٽرن جي هڪ ٽيم جوڙي انهن ٻنهي ڳوٺن ۾ موڪلي ان پراسرار بيماري ۾ ورتل ڳوٺاڻن جي چڪاس ڪرائي بيماريءَ جو پتو لڳائي انهن ڳوٺاڻن جي علاج کي يقيني بڻائي جيئن گذريل 80 سالن کان ماڻهن کي مفلوج بڻائيندڙ ان پراسرار بيماري جي رستا روڪ ٿي سگهي.

پر هتي وري سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ جنهن صوبي ۾ جڏهن سوبن ٿري گلن جهڙا معصوم ٻار بک وگهي ۽ علاج نہ هجڻ جي ڪري تڙپي تڙپي مري وڃن ۽ وزير اعليٰ اهو چئي جان ڇڏائي وڃي تہ سيءُ جي ڪري ٻار مئا آهن تہ پوءِ اهڙي حالتن ۾ اهڙي وزير اعليٰ جي حڪومت مان اها اميد ڪيئن رکجي تہ اهي ڳوٺ پريل سرگاٽي ۽ چتل سرگاٽي ۾ ڪا ماهر ڊاڪٽرن جي ٽيم موڪلي ڳوٺاڻن جي ڪا مدد ڪندي هن حڪومت مان اهڙي اميد رکڻ ٻهر کان ٻير گهرڻ برابر هوندو. جن حڪمرانن اڳيان معصوم گلن جهڙن ٻارڙن جو بک وگهي تڙپي تڙپي پاهہ ٿي مرڻ جي اهميت نہ هجي تہ پوءِ اتي رڳو ڪنهن بيماريءَ کي حڪومت ڪيئن اهميت ڏيندي؟

انهن ٻنهي ڳوٺن ۾ جيڪي ڳوٺاڻا جنهن پراسرار بيماري ۾ ورتل آهن انهن جي مسئلي کي اجاگر ڪرڻ ۾ اسان جي هن سماج کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو چوتہ هي هڪ سماجي مسئلو آهي ان لاءِ سول سوسائٽي سان تعلق رکندڙ هر فرد کي هر فورم تي ڏوڪريءَ جي پرسان واقع انهن ٻنهي ڳوٺن ۾ ڦهليل ان پراسرار بيماري بابت ڳالهائڻ گهرجي جيئن ان مسئلي کي ظاهر ڪري سگهجي جڏهن اسان ان پر اسرار بيماري کي هر هنڌ ظاهر ڪندا رهياسين تہ آخر ڪار حڪومت مجبور ٿي انهن ڳوٺاڻن جي مدد ڪندي جنهن سان هڪ وڏو مسئلو حل طرف وڌندو ۽ ڳوٺاڻن جي ڪا مدد ٿيندي ان لاءِ اسان سيني کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ۽ ميڊيا کي پڻ اڳيان اچڻ گهرجي جيئن اسان سڀ گڏجي هڪ ٻئي نسل کي ان پراسرار بيماريءَ کان بچائي سگهون.

# "ٿر پاليسي" حاضر آهي!

ارباب عبدالمالڪ

سنڌ سرڪار جيئن تہ سورن ستايل صحرائي باشندن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ جو لامُتناهي ۽ اڻ ڪٽ روبو حسبِ سابق برقرار رکيو آهي. سنڌ جو صحرائي علائقو چولستان کان ويندي هندستاني راجستان سان بہ جڙيل آهي، ڇا انهيءَ ڊرائيونگ سيٽ تي ويٺل کان اها اميد رکي سگهجي ٿي، جنهن "جوان" کي اڇڙي ٿر جي "جيسري" ڳوٺ جي دوري تي آمد مهل اتان جي چونڊيل ايم اين اي چوندي رهي تہ اڇڙي ٿر لاءِ ڏهہ ڪروڙ جو پئڪيج عنايت ڪرايو. پر صاحب موصوف ڪراچيءَ مان هوائي جهاز ذريعي ڇور ڇانوڻيءَ ۾ لهي ٿو ۽ ٽيپري ٻانڌي ۽ ڏوڙهار مان ٿيندو سرحدي ڳوٺ "جيسري" پهچي ٿو جتي سانگهڙ جي ضلعي انتظاميا ۽ پڻ عمر ڪوٽ جا آفيسر ۽ عوامي نمائندا بہ موجود هجن ٿا پر سي ايم صاحب کان تقرير دوران اڇڙو ٿر وسري وڃي ٿو. عطا محمد مريءَ جي دختر نيڪ اختر ٻيهر ڏيان ڇڪرائي ٿي تہ صاحب موصوف هڪ ڪروڙ جو "حاتم طائياڻو" خزانو اڇڙي ٿر حوالي ڪن ٿا ۽ بس.... اهي پئسا بہ ناٽو ڪاتو رليز ڪندو الائي نہ.... ڇاڪاڻ تہ سنڌ سيڪريٽريٽ جا "برجستا" ڪامورا قائم علي شاهہ بادشاهہ کان وڌيڪ نواب شاهي "نوابن" جي ٻڌن ٿا. قومي اسيمبليءَ جو ڪو ميمبر سنڌ جي صحرائي خطي جي قحط بابت ڳالهائي رهيو آهي تہ اپوزيشن ۾ هوندي بہ ڪپري مان پ پ جي ٽڪيٽ تي ايم اين اي منتخب ٿيندڙ ساڳي ميمبرياڻي محترما وضاحت لاءِ اُٿي ٿي ۽ وڏي واڪي چوي ٿي تہ: توهان کي ملڪ ۾ ٻيا ڪي بہ مسئلا نظر نٿا اچن. اڇي ٿر جي ڏڪار جي پويان پيا آهيو.... سنڌ سرڪار آکي ٿي تہ معصوم ٻارڙن جي پُرملال انتقال جي پسماندگان کي بہ لک جهڙا انمول اثاثا فراهم ڪنداسين. جيڪي هنن ڪڏهن ڏٺا بہ ڪونہ هوندا.... شرجيل هائوس ننگر پارڪر جي انچارج بہ خبر آهي تہ نواز شريف جا اعلانيل هڪ ارب روپيا ٻن قسطن ۾ انڪم سپورٽ پروگرام جي اڪائونٽ ۾ داخل ڪرڻ جو مرڪزي سرڪار فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. ان پاران خدشو پئي ڏيکاريو ويو تہ جيڪڏهن (ن) ليگ جي مقامي قيادت هٿان اهي رليف وارا پئسا تقسيم ٿيا تہ انصاف

”عُنقا“ تي ويندو. اسحاق ڊار جا انهيءَ رقم بابت ٽي چار بيان بہ ميڊيا وسيلي متعارف ٿي چڪا هئا پر سنڌ سرڪار جي ”ترجمان“ مسلسل ٽي ڏينهن (ٽنڊي ڄام واري بريفنگ سميت) گوهر افشاني پئي ڪئي تہ سنڌ حڪومت تي ”اجائي“ تنقيد بدران... مرڪزي سرڪار تي ”سجائي“ تنقيد ٿيڻ گهرجي. صاحب۔ موصوف هڪ ارب لاءِ ارشاد فرمايو پئي تہ: وزير اعظم جي اعلانيل روپين مان ڪوڏي ۽ ڪيسرو بہ ناهي مليو. ٿر سان تعلق رکندڙ پ پ جي ضلعي تنظيمن ڪان بيان ڏيارايا ويا تہ: اجائي هاءِ گهوڙا آهي، ريگستان ۾ ”راوي“ چين ۽ سڪون جي بانسري وڄائي رهيو آهي... پوءِ تہ ڪنهن ”سازش“ تان پردي کڻڻ جي بہ هام هڻئي وئي پر چون ٿا تہ تاج حيدر چين تہ انهيءَ سان ”ميڊيا“ گهٽي واويلا ڪندي. تنهن هوندي بہ مهيني ماسي ڪان پ پ جي سنڌ سرڪار 1970ع ڌاري ٿر مان چونڊيل ڪنهن مرهيات ايم اين اي جيان بيان بازيءَ کان باز نہ آئي تہ نہ آئي.

1971ع جي جنگ دوران اڇڙي ٿر سميت ريگستان جا پنج ڇهہ تعلقا هندستان جي قبضي ۾ اچي چڪا هئا. سال سوا تائين انڊين فوجون سنڌ جي ڌرتيءَ تي قيام پذير رهيون... لکين ماڻهن جا سٽن پڙهين جا الهہ تلهہ برباد ۽ تباهہ ٿيا. 300 کان مٿي سويلين انڊيا جي فوجين ۽ مقامي سنڌ دشمنن هٿان ”شهيد“ ٿيا... لکين ماڻهو اباڻا پڊ ڇڏي، خيرپور، نوابشاهہ، سانگهڙ، ميرپورخاص، ٽنڊي الهيار، بدين ۽ ٺٽي جي محفوظ ماڳن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪري ويا هئا. شهيد ڀُٽي شملا معاهدي وسيلي سنڌ جا صحرائي ۽ سرحدي علائقا هندستان ڪان خالي ڪرايا. ماڻهن جي واپسيءَ جي موقعي تي سندن بحاليءَ ۽ ري هيبليٽيشن لاءِ اهم ميٽنگ مُنعقد ٿي رهي هئي تہ پ پ جي تڏهوڪي ٿر مان چونڊيل ايم اين اي بابت اها ڳالهہ مشهور ٿي تہ موصوف اها گوهر افشاني ڪئي هئي تہ: سائين! ٿرين جا سدائين گڏهن تي ٽپڙ هوندا آهن، اهي پکيراج ۽ لاڏائو قبيلا آهن، انهن جي بحاليءَ تي ملڪي وسيلا خرچ ڪرڻ اجائي ڳالهہ آهي. شهيد ڀٽو ٽپي باهہ ٿي ويو. چئي خدا جو خوف ڪريو اوهان بہ تہ ڪوهستان مان لڏي ريگستان آيا هئا. ڇا سامي ويري، ٽڙدوس، گڊڙي ۽ ڪوڪرا پار مان ٻار ٻچا ڪلهن تي کڻي، گولين جي وسڪاري ۾ جيڪي ماروڙا، سڀ ڪجهہ لٽائي ڦرائي ٻن ٻن مهينن جو پيرين پنڌ ڪري محفوظ مقامن ۽ ماڳن ڏانهن لڏي ويا. ڏيڍ سال دربدر رهيا ۽ هاڻي جڏهن ماروئڙا ملير ڏانهن مُهاڙ ڪرڻ جي قابل ٿيا آهن تہ انهن کي اجهي، لٽي ۽ اٽي لاءِ ايري سيري امداد بہ نہ ڏيون؟ ميان! آئون تہ جوڳين، سامين، ڪوچڙن، جنڊائوڙن ۽ ٻين خانہ بدوش قبيلن کي بہ ٽانيڪي ڪرڻ جي سوچيان پيو ۽ توهان پ پ جا ايم اين اي هوندي بہ جنگي متاثرين جي زخمن تي لوڻ پيا ٻُرڪيو!

پوءِ پ پ سرڪار في فرد اٺ سئو روپيا، اناج، ڪپڙو ۽ ڪمبل فراهم ڪرڻ شروع ڪيا... بحاليءَ ۾ منظر اڪبر جهڙا ڍي سي ڪمزور ثابت ٿيا تہ شهيد ڀٽي سيد نور احمد شاهہ جهڙو برجستو آفيسر ٿرپارڪر جو ڊپٽي ڪمشنر ڪري موڪليو جنهن کي حميد جتوئيءَ جي ضمانت کٽڻ تي بعد ۾ معطل ڪيو ويو هو. سنڌ جو

ايڊووڪيٽ جنرل انهيءَ نور احمد شاهه جي والد سيد شاهه محمد ”شاد“ جو بہ قدردان آهي. جيڪو علي ڳڙهه جو گولڊ ميڊلسٽ بہ هو تہ مولانا ابوالڪلام آزاد جو عاشق پڻ.... فتاح ملڪ سپريم ڪورٽ ۾ چئي آيو آهي تہ: ڪامورا راتين جاڳڻ ۾ پورا آهن. سنڌن صبح ٽاڪ منجهند ڪان پوءِ ٿو شروع ٿئي... افسوس! صد افسوس! سنڌ سرڪار لاتعلقيءَ ۾ ڪن لاٽاري جو جيڪو سلسلو مهينو سوا اڳ شروع ڪيو هو اُن ۾ جيئن پوءِ تيئن اضافو ٿي رهيو آهي. زخمن تي مرهم رکڻ بدران نمڪ پاشيءَ جو اڻ کٽ بي رحميءَ وارو رواج تيز رفتاريءَ سان جاري آهي... بي سُريون وضاحتون ۽ بي سروپا ڪار گذاريون ڏسي. احتجاج طور ڪين مخاطب ڪرڻ مناسب نہ سمجهندي، اهي اشارن ڪنايي واريون ”درخواستون“ مسند عدل تي فائز چيف صاحب جي گوش گذاريءَ لاءِ پيش ڪجن ٿيون. ڪراچي رجسٽريءَ وارو ڪو منگريو متان انگلش ۾ الٿو ڪري، انهيءَ چيف صاحب جي سامهون پيش ڪري، جيڪو مائي لارڊ. مولانا درخواستيءَ (خانپور ڪٽوري وارو) جو پاڙيسري آهي. جنهن جي مخزن العلوم مان ڪي صحرائي باشندا بہ علمي اڄ اڄهائي آيا آهن. درخواستي بزرگن جي پٿوري شريف واري دانش گاهه اندر اڄ بہ ماروئڙن جا سئو سوا بار علم حاصل ڪري رهيا آهن. سپريم ڪورٽ مناسب سمجهي تہ سنڌ جي صحرائي ۽ بياباني علائقي لاءِ ”ڊولپمينٽ اٿارٽي“ جي اُٽت واري صلاح ڏيئي سگهي ٿي. ريگستان ۾ صحت ۽ پاڻيءَ کان وينڊي مواصلاتي نظام جي بهتريءَ لاءِ رٿيل اٿارٽيءَ کي ترجيحات بہ طئي ڪري ڏجن ۽ اهو پڻ چئجي تہ ”سنڌ ايئرڊ زون ڊولپمينٽ اٿارٽيءَ“ (سازدا) جي ناڪاميءَ جي اسباب تي بہ نظر رهي... پنو عاقل، چور ڪئنٽ، بدين ۽ حيدرآباد جون سي ايم ايچز اسپتالون ۽ هوم ڊپارٽمينٽ جي ماتحت اداري ”پاڪستان رينجرز“ جا طبي يونٽ ۽ فني ماهرين جي افرادي قوت کي وفاقي ۽ صوبائي صحت کاتن سان گڏائي ريگستاني علائقن ۾ اشتراڪ – عمل سان قابل عمل ”صحت پيڪيج“ ناهيو وڃي. جيئن تہ در دروازي کان مُستثنيٰ سنڌ جو صحرا پکيڙ جي حوالي سان صرف ۽ صرف صوبائي سرڪاري مالي وسيلن ذريعي علاج جون سهولتون حاصل ڪري نٿو سگهي. جيئن تہ ڪن اڻ تر ”مجبورين“ جي ڪري ڪئنٽ ۾ موجود ڪمبائينڊ ملٽري هاسپيٽلز ڏانهن صحرائي باشندن جو رجوع ممڪن ناهي، تنهن ڪري، وزارت دفاع سان جڙيل انهن ادارن جا ماهر ڊاڪٽر سول اسپتالن کان وينڊي آر ايڇ سي، بي ايڇ يو ۽ سرڪاري ڊسپينسرين لاءِ پنهنجون سروسز منتقل ڪن تہ بهتري جي اميد ڪري سگهجي ٿي. ملڪي دفاع ۽ فورسز سان گڏ عوام جو بہ اهم رشتو جڙي ٿو جيڪڏهن پراڻا وارا ضابطا ڪي قدر معطل ڪري، عوام دوستيءَ وارا نوان بائيلاز بہ مرتب ڪري سگهجن تہ پئون ٻارهان....

مٺي پاڻيءَ جي حوالي سان چور ڪئنٽ کان وٺي آخر ريلوي اسٽيشن کوکرو

پار ۽ زيرو پوائنٽ تائين هڪ سئو ڪلوميٽرن واري پائيپ لائين وڇايل آهي. عمر ڪوٽ جي فرهاد ڪوٽ کان وني رتنور، ٻگل، ڪينسر ۽ مجاهد چوڪيءَ تائينءَ به سئو ڪلوميٽرن واري پائيپ لائين به ٻارنهن سالن کان وڇايل آهي. ٽين لائين ڪنري، چيلهه بند، ڪانٽيو ۽ ڇاڇرو تائين منو پاڻي پهچائي ٿي. ٻه ٻيون پائيپ لائينون نئون ڪوٽ کان ڏيپلو ۽ گُلن واري موريءَ کان وجوٽو مني ۽ اسلام ڪوٽ کي منو پاڻي پهچائين ٿيون. انهن لائينن جو اهتمام به دفاعي ادارن وٽ آهي، جڏهن ته فنڊنگ گهٽي ياڳي صوبائي سرڪار جي ٿيل آهي. آب رسانيءَ واريون اهي اسڪيمون به خاطر خواهه لاڀ ان ڪري به ناهن ڏيئي سگهيون، ڇاڪاڻ ته گهٽي ياڳي بٺراج ايراضيءَ ۾ موجود حوضن اندر پاڻي پهچڻ کان اڳ ڪوٽ واهه، چور واهه ۽ منڙائو واهه جو پاڻي "وڪرو" ٿي وڃي ٿو. هڪ هزار ڪلوميٽرن کان به وڌيڪ مسافت واري ايراضيءَ ۾ اهو پائيپ لائين نيٽ ورڪ موجود آهي. سندس " پاڻي چوري" کي روڪڻ ۽ ڪيس عوامي مفادن موافق بنائڻ لاءِ ضروري آهي ته حوضن جي گنجائش وڌائي وڃي. هر ڏهه ڏهه ڪلوميٽرن تي موجود حوضن تان پاڻيءَ جي فراهميءَ بابت شڪايتن جو ازالو ڪيو وڃي ۽ هنگامي بنيادن تي انهيءَ نيٽ ورڪ کي اڇڙي ٿر، ناري (خيرپور ميرس) سميت سموري صحرائي خطي ۾ پکيڙيو وڃي. اهو پلان ظاهر ڳالهه آهي ته دفاعي ادارن، وفاقي سرڪار ۽ انٽرنيشنل ڊونر ادارن جي سهڪار کان سواءِ عمل جو روپ وٺي نٿو سگهي. ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ کي انهيءَ اسم کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ جامع پاليسي جوڙڻ جو به حڪم ڏيئي سگهجي ٿو.... رڻ آف ڪڇ جي ڪنارن کان ويندي، مهراڻي، ڪنني، ڪانڙ ۽ اڇڙي ٿر تائين سنڌو نديءَ جو پاڻي پيئڻ لاءِ فراهم ٿي ويو ته ريگستان جا اڌو اڌ مسئلا حل ٿي سگهن ٿا... پارڪر جي پاسي جابلو پاڻيءَ جي لاءِ ننڍين ننڍين ڊيمن اڏاڻ وارو انڊو منڊو ڪاتو ته موجود آهي پر ان کي به رٿيل اٿارٽيءَ ۾ ضم ڪري مسڪين جهان خان کوسي جي "سامي ويريءَ" کي ۽ فوزيا سومرو جي "ڪارسر" واري پارڪر کي منو پاڻي پيئڻ لاءِ فراهم ڪري سگهجي ٿو. ترجيحات ۾ صحت ۽ پاڻيءَ بابت مٿيان به ڪم شروع ٿي وڃن ته ڪر صحرا جي دامن ۾ رهندڙ لکين حيوان ۽ انسان نئين زندگي حاصل ڪري سگهن ٿا، مجوزهه اٿارٽيءَ سان ٿر جي ڪوئلي ۾ دلچسپي رکندڙ غير ملڪي ۽ ملڪي ڪمپنين کي به اوس شامل ڪرڻ گهرجي، ملٽري ۽ پئراملٽريءَ جي بين الاقوامي سرحدن جي حقيقي محافظن کي رعايتي پئڪيج وسيلي وڏي انگ ۾ ملازمتون ڏئي ڏار ڏار شعبن ۾ ڪين ريڪروٽمينٽ واري مدي خارج پاليسيءَ ۾ ترميم ڪري پرتي ڪرڻ سان صحرائي باشندن جي غربت گهٽائي سگهجي ٿي، فلاحي ادارن ۽ ميڊيڪل يونيورسٽين ۽ ڪاليجن (سرڪاري، غير سرڪاري) کي صحرائي علائقن جا صحت مرڪز "گود" وٺڻ لاءِ به آمادو ڪري سگهجي ته ريگستاني راڻن جا لايا سجايا ٿي ويندا... مرڪزي حڪومت جي پنڊي

واري باراني يونيورسٽي ۽ ٽنڊي ڄام واري زرعي يونيورسٽيءَ جي اشتراڪ سان ٿر باراني يونيورسٽي نبي سر لڳ موجود سوبن ايڪڙن تي مشتمل لاپ نہ ڏينڌڙ اڌ صديءَ جي عمر واري "ٿر ڪيٽل فارم" جي زمين تي قائم ڪري سگهجي ٿي. مٺي ۽ عمرڪوٽ ۾ موجود وفاقي زرعي تحقيقاتي ڪائونسل جا سينٽر، جيڪي سوبن ايڪڙن تي مشتمل آهن. سي بہ مجوزهہ "باراني يونيورسٽيءَ" سان يا سڪرنڊ ۾ قائم ٿيل "ائنيمل يونيورسٽيءَ" سان سلهاڙي ريگستان جي فصلن ۽ جانورن جي نسلي افزائش لا جديد سائنسي طور طريقا اپنائي سگهجن ٿا. زير زمين پاڻيءَ جي سطح وڌائڻ لاءِ "ريٽي فلڊ ڪئنال" ڪي خيرپور، سانگهڙ تائين وڌائڻ جي بہ منصوبابندي ٿي سگهي ٿي تہ "مکي فرش لنڪ ڪئنال " جو رهيل ڪم تڪميل تائين پهچائي نارا وٿليءَ ۽ عمرڪوٽ جي بئراج ۽ صحرا واري سنگم ڪي خوشحاليءَ ڏانهن گامزن ڪري سگهجي ٿو.سلور موريءَ کان نبي سر ڏانهن اينڌڙ ايل بي او ڊي جي پاڻيءَ کي استور ڪرڻ واري منصوبي کي بہ ترجيحي بنيادن تي مڪمل ڪري، ڪول ايريا سان گڏوگڏ چيلهار، پوربلو واري علائقي کي بہ پائيپن وسيلي منو پاڻي فراهم ڪري سگهجي ٿو. نانگن بلائن جي ترياق لاءِ دوا اڳي اسلام آباد مان ايندي هئي. شوڪت عزيز جي دور ۾ پنج ڪروڙ ربيا ٿر ۾ اهڙي لئبارٽريءَ لاءِ مهيا ڪيا ويا هئا. ڪن عظيم تر "عوام دوستيءَ" جي جذبي تحت اها لئبارٽري سڪرنڊ ڏانهن منتقل ڪئي اٿن. جتي بہ نهي. پر ٿُرت انهيءَ لئبارٽريءَ جي آغاز جون بہ سپريم ڪورٽ هدايتون ڏيئي سگهي ٿي. صحرا جي ماڻهن کي هن ترقي يافتہ ايڪيهين صديءَ ۾ بہ چور بلا، جنهن کي مقامي بوليءَ ۾ "پيئڙ" بہ چيو ويندو آهي. جا ڏنگ بہ سهڻا تا پون... مقامي فوڪ وزبم چئي ٿو تہ چور بلا روشني هوندي حملي آور ناهي ٿيندي. بدقسمتيءَ سان صحرائي علائقي جو 80 سيڪڙو علائقو بجليءَ کان محروم آهي. سپريم ڪورٽ اهم حڪم صادر فرمائي سگهي ٿي تہ زهي نصيب. جنهن ۾ مرڪزي سرڪار کي پابند ڪيو وڃي تہ اها ڇهن مهينن ۾ چولستان سميت سموري ريگستان ۾ شمسي توانائيءَ وارا اوزار فراهم ڪري ريگستاني راڻن کي حشرات الارض کان محفوظ بنائڻ وارو ڪار خير سرانجام ڏئي.

صحرائي علائقن جي تيز رفتار ترقيءَ ۾ سپريم ڪورٽ قرار ڏي. تہ جيئن نعمت الله خان ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪارپوريشنز ۽ گورنمينٽ ۽ سيمي گورنمينٽ جي ادارن کي ملوث ڪري 29 ارب روپيين جا روايتي طريقہءِ ڪار جي مقابلي ۾ جديديت واري سوچ جا منصوبا شروع ڪرايا هئا ۽ تڏهوڪي صدر پرويز مشريف لاڳاپيل ادارن کي ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ پابند بڻايو هو. تيئن نواز شريف بہ اهڙي نيڪي ڪندو تہ کيس "موٽر وي" کان بہ وڌيڪ دعائون ملنديون.

# ڇا منهنجو "ٿر" واقعي ڪنهن آفريقي ملڪ ۾ آهي؟

زاهد جلباڻي

گذريل ڪجهه سالن کان پيارو پاڪستان قدرتي آفتن جي زد هيٺ آهي، سنڌ ڌرتي به هن ملڪ جو هڪ حصو آهي جنهن لاءِ سدائين ائين چيو ويندو آهي ته شاهوڪار سنڌ جا غريب ۽ ننڍڙڪا مارو ماڻهو جيڪي سدائين ڪنهن نه ڪنهن يا ته هتراڌو يا وري قدرتي آفت ڪي منهن ڏيڻ لاءِ سدائين فوج جي جوانن وانگر تيار هوندا آهن. سنڌ جي عوام يا ته ساحلي پٽي ۾ ايندڙ سامونڊي طوفانن جي گهيري ۾ هوندا آهن يا وري ڪڏهن ٿر ۾ ڪاري ڏڪار جي ور چڙهي ويندا آهن. ٿر اڄڪلهه هر امير، سرڪاري، حڪومتي ۽ وس واري جي زبان تي آهي ڇاڪاڻ ته سندس ريگستاني زمين جي پيٽ ۾ ڪارو سون (ڪوئلو) جو موجود آهي. تقريبن مهينو اڳ وزيراعظم صاحب، زرداري صاحب ۽ ٻين پ.پ.پ جي جيالن سان گڏجي ڪوئلي جي پروجيڪٽ جو افتتاح به ڪيو هيو ۽ مارو ماڻهو اهو سوچي رهيا هوندا ته شايد سندن تقدير بدلجي وڃي جيئن تقريبن 25سال اڳ جڏهن ڪيٽي بندر جا رهواسي خوش ٿيا هئا جڏهن محترمه (شهيد)بينظير ڀٽو پاور پلانٽ پروجيڪٽ جي منصوبي جو افتتاح ڪيو هيو جنهن ڪي بعد ۾ هاڻوڪي وزيراعظم صاحب گوادر بلوچستان ڪڻائي ويو. سو ڪٿي ڪوئلي واري منصوبي سان به ائين نه ٿئي خير اهو ته وقت ئي ٻڌائيندو.

ٿر سنڌ جو اهو ضلعو اهو جنهنجو عوام سدائين سورن ۾ رهيو آهي شاهه سائين جي بيت وانگر.

> " سرجيس ته سور، ساماڻيس ته سک ويا
> اهي ٻئي پـور مون نماڻي نصيب ٿيا!!!

هون ته هتان هر اليڪشن ۾ نمائندا چوندجي ايندا آهن ڪڏهن پير ته ڪڏهن مير ۽ وري ڪڏهن ارباب مگر هن بد نصيب ترين جي پوئتي مڙي ڪري ڪڏهن به سار ڪانه لڌي آهي جيڪڏهن هيل تائين اهي ئي چوندبيل نمائندا سچائي سان پنهنجي پنهنجي دور حڪومت ۾ ڪم ڪرائين ها ته اڄ ٿر جي عوام ڪنهن

آفريڪي ملڪ جي عوام جهڙي جهرندڙ حالت ۾ نہ هجن اهي بہ خوشحال زندگي گذري ڪين دعائون ڏئي رهيا هجن جن جا هٿ هاڻ شايد انهن لاءِ دعائن ڪڏهن بہ ڪونہ اٿندا.

ٿر ۾ ڏڪار تقريبن هرسال ايندو آهي ڪڏهن ٿر جي حسن کي وڌيڪ خوبصورت ڪندڙ مور پکي مرندا آهن تہ وري ڪڏهن برساتون نہ پوڻ ڪري چاري جي کوٽ سبب مال مرندو آهي ۽ وري ڪڏهن غذا جي قلت جي ڪري انساني جانيون ضايع ٿينديون آهن. بدقسمتي سان هيل تائين رياستي ادارا اجان تائين بہ ڪو بہ پائيدار حل ڳولهي ڪونہ سگهيا آهن تہ ان ڪاري ڏڪار کي ڪيئن منهن ڏنو وڃي. ڪنهن جٽادار منصوبي جي نہ هجڻ ڪري اجڪلهہ ٿر وري ڪاري ڏڪار جي منهن ۾ آيل آهي جتي مائرون پنهنجن معصوم ٻچڙن کي پنهنجي هٿن ۾ تڙپندي ساهہ ڏيندي فقط ڏسنديون رهن ٿيون مگر ڪجهہ بہ نہ ٿيون ڪري سگهن ڇاڪاڻ تہ اهي غريب مائرون ڪٿا آٽين اها غذا جيڪا ٻارن کي گهربل نيوٽريشن مهيا ڪري. ڪٿان آئين اتي جو سير جنهن کي پچائي پنهنجي ٻچڙن کي ٽڪر ڳيو ڪارائين. انهن ٻارن جي اهڙي حالت جڻ تہ آفريڪا جي ڪنهن ملڪ ۾ قحط اچي پيو آهي ۽ روزانو 3 کان 5 ٻار مري رهيا آهن.

هڪ ٻهانو خوراڪ جي کوٽ ڄاڻايو پيو وڃي ۽ ٻئي طرف اٽلپ صحت جو سهولتون بہ انهن معصوم ٻارن جي موت جو سبب بہ آهن. صحت جون سهولتون هون بہ سموري سنڌ خاص طور تي ٻهراڙي ۾ نہ هجڻ جي برابر آهن. حڪومت جي ڪيترن اعلانن جي باوجود جيڪڏهن ڪو هڪ اڌ ڊاڪٽر ٿر پهتو بہ آهي سو مٺي تائين ئي محدود آهي. حڪمرانن. بين ريليف ادارن ۽ سرندي وارن کي اها ڄاڻ ضرور هجڻ گهرجي تہ ٿر فقط مٺي شهر تائين محدود ناهين ان ۾ ڏيپلو ننگر. ڪاسبو وغيره جهڙا ننڍا شهر ۽ وسنديون بہ آباد آهن جيڪي وري مٺي شهر کان 50 ڪلوميٽرن کان بہ پري آهن اتي بہ انسان رهن ٿا اتي بہ روزانو ٻار بک وگهي مري رهيا آهن. انهن علائقن ۾ بہ صحت جي سهولتن سان گڏوگڏ مناسب خوراڪ جو بندوبست ڪيو وڃي.

ڪجهہ وقت اڳا هي ڪارو ڏڪار ڪونہ آيو هو مون پنهنجي هڪ ٿري دوست کان پڇيو تہ ڪهڙا حال آهن ٿر جا تنهن تي هن وراڻيو تہ ياءَ منهنجي ٿر جو حال ٻڌندين تہ روئي پوندي ڇاڪاڻ تہ برساتون گهٽ پيون آهن. ڏڪار جهڙي صورتحال آهي خبر ناهين اڳيان ڇا ٿيندو ۽ ٿيو بہ ائين ٿر ۾ ڪاري ڏڪار اچي منهن ڪڍيو ۽ ڪيترين ئي جانيون کائي ويو.

بدقسمتي سان سنڌ حڪومت صوبي ۾ جڏهن بہ ڪا بہ وڏي آفت اچي ويندي آهي تمام گهٽو نقصان ٿي ويندو آهي ان کانپوءِ تحرڪ ۾ ايندي اهو تحرڪ بہ نہ هجڻ جي برابر هوندو آهي. هن دفعي تہ وري نواز شريف صاحب بہ صورتحال جو

جائزو وٺڻ لاءِ پنهنجي سر پاڻ تشريف کڻي آيو ۽ هڪ ڪروڙ روپين جي امداد جو اعلان ڪيائين جنهن تي شرجيل ميمڻ صاحب چيو ته سائين امداد جي مهرباني پر هن کي مانيٽر به پاڻ ڪيو ڇاڪاڻ ته اسان جا ماڻهو!!!!!!

اسان جي صوبي جو وزيراعلي صاحب اڄ تائين ان ڳالهه تي باضد آهي ته ٿر ۾ ٻار خوراڪ جي کوٽ سبب ڪونه مري رهيا آهن لڳي ائين پيو ته سائين جن کي ڪو الهام ٿيو آهي سائين جيڪڏهن معصوم ٻار خوراڪ جي کوٽ جي ڪري نه مري رهيا آهن ته اوهان جي حڪومت اهي ٻيا سبب به ته ٻڌائي نه جن جي ڪري روزانو هي گلن جهڙا معصوم ٻارڙا مري رهيا آهن ۽ مائرن جون پريل جهوليون ڪالي ٿي رهيون آهن.

ماءُ سدائين پنهنجي ٻچڙن لاءِ دعاگو هونديون آهن ۽ ڪين لوريون ڳائي سيني سان لڳائي ننڊ سمهاريندون آهن هان اهي مائرون پنهنجن جگر جي ٽڪڙن جي اچانڪ موت ته نوحه ڳائي اوڇنگارون ڏيئي روئنديون ڏٺيون ويون آهن. شايد الله پاڪ انهن جون دعائون ٻڌي ۽ هو ان ڪاري ڏڪار کان بچي سگهن ۽ پنهنجي معصوم ٻچڙن کي بچائي سگهن.

اهو ڪارو ڏڪار وري پنجاب صوبي جي چولستان واري علائقي ۾ وڃي پهتو آهي جتي به وڏي پئماني تي لڏپلاڻ شروع ٿي چڪي آهي، اها خبر اڃا ميڊيا تي مس آئي هئي تي پنجاب جو وزير اعلي شهباز شريف بنا ڪنهن دير جي علائقي جو دورو ڪيو ۽ صورتحال جو جائزو ورتو هڪدم ريليف پئڪيج کان سواءِ ڪجهه اسڪيمن جو پڻ اعلان ڪيو مثالطور 156 ڪلوميٽر ڊگهي پيئڻ جي پاڻي جي پائيپ لائين وڇائڻ، هڪ پڪي شاخ کوٽراڻ وغيره شامل هيون. ڏٺو اهو ويو آهي ته اسانجي صوبي ۾ اعلان فقط اعلان ئي رهجي ويندا آهن ۽ پنجاب صوبي ۾ اعلانن تي عملي طور تي عمل به ٿيندو آهي.

ان حدتائين جو سنڌ جو نه فقط هڪ بلڪ به وزيراعلي به ٿر مان ٿي گذريا آهن مگر سندن دور حڪومت ۾ به ٿر جي اصل مسئلي پيئڻ جي پاڻي لاءِ ڪو به عملي قدم ڪونه کنيو ويو ڇاڪاڻ ته انهن جون ترجيحون ٻيون هيون ۽ ائين ئي هو پنهنجا دور فقط ئي پنهنجي ئي عياشي ۾ گذاري ويا اڄ تائين ٿر جو عوام انهن نمائندن کي سواءِ بددعائن جي ٻيو ڪجهه به ڪونه ٿا ڏين.

اهي سڀ ٻي واجبيون ڏسي منهنجو دل سدائين مونکان اهو سوال ڪندو آهي ته ڇا منهنجو ٿر ڪنهن آفريقي ملڪ ۾ آهي؟

# ڏڪار جو مستقل حل ڳوليو وڃي

ايڊووڪيٽ شبير شر

2010ع جي مَها ٻوڏ، سنڌ ۾ لڏ پلاڻ جو وڏو سبب بڻي آهي، خاص طور ڪنڌڪوٽ واري ٽوڙي بند، بلوچستان جي سبي ڊويزن ۽ سنڌ جي لاڙڪاڻي ڊويزن کي سخت متاثر ڪيو، جنهن سبب ماڻهن جو وڏو انگ لڏ پلاڻ ڪري، سکر، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پناهه وٺڻ تي مجبور ٿيو، انهن ۾ اڪثريت اهڙن ماڻهن جي به هئي، جن متاثر علائقن سان تعلق نه رکندي به ٻوڏ متاثرن جو حق مارڻ لاءِ انهن به ٻوڏ متاثرن جون ڪئمپون وڃي وسايون، ان جو اندازو مونکي تڏهن ٿيو، جڏهن هڪ ڊاڪٽر دوست جي ڪلينڪ ۾ ويٺو هئس، ته اُتي هڪ ڪراڙي ۽ هڪ نوجوان هڪ بيمار ٻار کي کڻي آيا، ڊاڪٽر جي پڇڻ تي ته هن کي ڪڏهن کان بخار آهي، هو بار بار اهو چئي رهيا هئا ته، جڏهن کان ٻوڏ کان موٽيا آهيون، ته هِي بيمار ٿيو آهي، مان ڊاڪٽر جي ڪم ۾ مداخلت ڪرڻ مناسب نه پيو سمجهان، نيٺ هنن جي بار بار ساڳيو لفظ ورجائڻ تي مون ڊاڪٽر دوست کي چيو: يار! هنن کان پڇو ته ڪٿي ٻوڏ آئي، هِي ڪٿي جا آهن، جڏهن ڊاڪٽر هنن کان پڇيو ته، توهان ڪٿي رهندا آهيو ته، هنن چيو: بشير آباد سکر ۾، ڊاڪٽر چيو: سکر ۾ ته ٻوڏ ڪا نه آئي، توهان ڪهڙي ۽ ڪٿي جي ٻوڏ جي ڳالهه پيا ڪريو؟ هنن چيو: اسان حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيل ٻوڏ ڪئمپن ۾ وڃي رهياسين، چو ته غريب آهيون، هتي روزگار ڏُکيو هو ڪئمپن ۾ حڪومت ۽ سرنديءَ وارا لَٽي ڪپڙي ۽ مانيءَ سان گڏ پئسا به ڏيندا هئا.

اهڙا کوڙ ماڻهو هوندا، جيڪي ٻوڏ وارين ڪئمپن ۾ ويا پر اصل متاثرن گهڻو ڪري پنهنجي مٽن مائٽن وٽ وڃي رهڻ پسند ڪيو هو، چو ته هتي جو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو عورتن ۽ ٻارن سميت ڪئمپن ۾ رهڻ پسند نه ڪندو آهي، ائين به ناهي ته، ڪئمپن ۾ رڳو مفت خور هوندا ۽ اصل متاثر نه هوندا، پر اڪثريت مفت خورن جي ئي هئي، جن حقدارن جو حق کاڌو ۽ وقتي طور تي پنهنجي ڏُکئي وقت مان جان ڇڏائي هوندي

ٻوڏ ڪئمپن دوران ئي ان وقت جي پ پ حڪومت محترمہ بينظير پٽو روزگار اسڪيم تحت ٻوڏ متاثرن کي رقم ڏيڻ لاءِ اي ٽي ايم ڪارڊ جاري ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. جن تحت ئي سُجاڳپ ڪارڊ رکڻ واري کي هڪ لک رپيا، 20 هزار روپيا في قسط جي حساب سان بينظير اي ٽي ايم ذريعي ڏنا ويا. مون اهي 5 کان 10 ڪارڊ هڪ هڪ پ پ جي ان ڪارڪن ۽ اڳواڻ وٽ ڏٺا، جيڪي پاڻ سرنديءَ وارا هئا ۽ آهن ۽ ٻوڏ ۾ هنن جي رلي بہ ڪا نہ پُسي هوندي. ائين بہ ناهي تہ ڪو اصل متاثرن کي ٽَڪو بہ نہ مليو هجي پر اڪثريت اهڙن ئي ماڻهن جي نظر آئي. هنن گدامن ۾ جيڪو سامان لڪائي رکيو شايد ان سامان جي نزاڪت کي سمجهي نہ سگهيا هجن، ان جي خراب ٿيڻ تي ميونسپل جي گاڏين ذريعي ٻاهر اُڇلايو ويو. ڇو تہ اهو ڪاڏي جو سامان هو. جيڪو وقت سر استعمال نہ ٿيڻ سبب خراب ٿي ويو. ٻئي طرف ان ٻوڏ ڪوڙ سارن اسان جهڙن ڪنگلن ڪارڪنن کي ڪک پتي مان ڪروڙ پتي بڻائي ڇڏيو ۽ اڄ بہ هو ورد ڪندي نظر ايندا آهن. ”آڻ مولا آڻ مها ٻوڏ کي وري وري آڻ!“

ان بعد انهن اسڪيم وارن ڪارڊن تي رقم ملڻ جو سلسلو اڄ بہ جاري آهي. ڇو تہ وزير اعظم نواز شريف وزير اعظم جو قسم کڻڻ بعد پنهنجي پهرين تقرير ۾ ان اسڪيم کي جاري رکڻ جو اعلان ڪيو هو ۽ هاڻ هر مهيني هر ان اسڪيم جو ڪارڊ رکڻ واري کي 3500 روپيا ملندا آهن. اڄ بہ اي ٽي ايم مشين مان اسڪيم جي ڪارڊن ذريعي پئسا ڪڍڻ وارا اڪثر يار اهڙا بہ نظر ايندا آهن، جيڪي ڪلف واري ڪاٽن جا ڪپڙا پاتل هوندي ڪار مان لهي اچي اهو ڪارڊ استعمال ڪندي نظر ايندا آهن.

هاڻ واري ساڳيءَ طرح ٿر ۾ ڏڪار واري صورتحال دوران ٻک وڳهي پهرين پکي، پوءِ جانور ۽ هاڻ ماڻهو مرڻ شروع ٿيا تہ. ميڊيا جي اک پٽڻ تي حڪومتي ضمير جاڳي اُٿيو آهي ۽ ٿر جي ريگستان ۾ جتي پاڻي اٽلپ آهي، اُتي ٽريل مڇي ۽ ڪڙهائي ٿيل ڪڪڙ اوبر ٿي اڇلائجي رهيا هئا. اتي بہ مسڪين ماروئڙن جي نالي ۾ اربين رپيا اهي ڪٽندا. جن جو تعلق اقتداري ڌر سان آهي. جيڪڏهن حڪمران عوام سان سچا هجن ها تہ. مسڪين ماڻهن جي نالي ۾ اربين رپيا اسڪيم وارن ڪارڊ ذريعي وڃائڻ بدران هر شهر ۾ هڪ ڪارخانو لڳائي هزارين بيروزگار مسڪينن کي پنڻ سيکارڻ بدران عزت واري روزگار جو مستقل بندوبست ڪن ها. پر اهي ڪڏهن بہ نہ چاهيندا تہ. غريب عوام عزت ڀريو روزگار ڪمائي. ڇو تہ ان سان پوتارڪي ڪلچر کي تسڪين ڪٿان ملي ها. سو هاڻ بہ ٿر مسئلي جو مستقل علاج ڳولهڻ جي ضرورت آهي. ٿر واهہ (ريٽي ڪئنال) جو ڪم اڌ ۾ روڪيو ويو آهي. جنهن جي ڳدبو ڪان ٿر طرف 70 ڪلو ميٽرن تائين کوٽائي ٿيل آهي. ان کي مڪمل ڪري ٿر تائين پهچايو وڃي. ان سان هڪ طرف پيئڻ جي پاڻيءَ جي ضرورت بہ پوري ٿيندي، زمينون آباد ٿينديون. ٿر

مستقل طور تي آباد ٿيندو ۽ مستقل طور تي روزگار مهيا ٿيندا. اسان کي سپريم ڪورٽ بار تحت پارٽ جي دعوت تي جئپور وڃڻ ٿيو. جيڪا راجستان جي راڄڌاني آهي، اُتي هر طرف شهري نظام هو. راجستان (ٿر) نالي ۾ به نظر نه آيو. هاڻي جيڪو بئراجي علائقو بڻجي چڪو آهي، هن ٿر سان به هاڻي ماتيلي ماءُ وارو ورتاءُ بند ٿيڻ گهرجي. خُدارا! ٿرين کي پنڻ نه سيکاريو. هنن کي عزت پريو روزگار ڏياريو. ٿر واهه کي مڪمل ڪيو ۽ ڪارونجهر وٽ ڊيم ناهي ٿر جي زرخيز زمين کي آباد ڪيو وڃي.

# گولاڙچي: ماڻھن جو ساھ مٺ ۾!

شاد الطاف ميمڻ

گولاڙچي جنھن کي سنڌ جي دبئي سمجھيو ويجي ٿو جنھن جو ڪارڻ ھن تعلقي ۾ لاتعداد آئل ۽ گئس فيلڊون، زرعي پيداوار ۽ زرعي معيشت ۾ تمام گھڻو شاھوڪار ھئڻ آھي. جڏھن تہ تعلقي گولاڙچي جي ڏکڻ، اوير اولھہ کان سنڌ جو وسيع سمنڊ پڻ لڳي ٿو اھو ئي سبب آھي جو سامونڊي پٽي ۾ نہ فقط مڇي ۽ جھينگي (سانا) ۽ ٻين مڇين جي پيداوار ۾ پڻ خود ڪفيل آھي. ساڳي وقت ھن تعلقي جي سامونڊي پٽي ۾ رامسر سائٽس ۽ ڍنڍون جيڪي قدرتي سونھن جو مظھر آھن. جيڪي حڪومتي بي ڌياني، ايل بي او ڊي، آر بي او ڊي ۽ ٻين سم نالن، شگر ملن ۽ ٻين فيڪٽرين جو زھريلو ۽ ڪيميڪل وارو مادو ڇڏڻ ڪري ھن علائقي جي قدرتي سونھن ۽ ماحوليات کي تباھہ ۽ برباد ڪرڻ جو باعث بڻيل آھي. شھر ۾ قائم سارين جي وڏن ڪارخانن مان نڪرندڙ لٽ، مٽي ۽ دز شھرين لاءِ عذاب جو ڪارڻ بڻيل آھي. ھزارين شھرين جون زندگيون خطرناڪ بيمارين جي نشاني تي آھن جنھن ڪري سوين شھري دم، سيني جي ڪينسر، ڪاري سائي، چمڙي ۽ ٻين وبائي مرضن ۾ وڪوڙيل آھن، ھڪ طرح سان ھي معاملو ھتان جي شھرين لاءِ جياپي ۽ موت جو مسئلو بڻيل آھي.

مسئلي کي اھم سمجھندي2006ع ۾ تڏھوڪي وقت ڊپٽي ڪمشنر بدين جي سربراھي ۾ ھڪ ڪميٽي پڻ جوڙي وئي ھئي، جنھن ھاءِ ڪورٽ جي حڪم تحت معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ پھل پڻ ڪئي جنھن تسلسل ۾ ڪميٽي ۾ شامل اڳوڻو تعلقي ناظم، ڊپٽي ڊسٽرڪٽ انفارميشن آفيسر، اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انوائرمينٽل پروٽيڪشن ايجنسي حيدرآباد ريجن ۽ ٻين مل مالڪن سان ملاقاتون پڻ ڪيون ۽ ھاءِ ڪورٽ ۾ درخواست ڪندڙ ڌر جي روبرو ڳالھيون پڻ ڪيون ويون جنھن ۾ مل مالڪن ماحولياتي آلودگي واري فيڪٽر کي تسليم ڪندي ڪميٽي کي لکت ۾ يقين ڏياريو ھو تہ اھي پنھنجي ڪارخانن ۾ ڊسٽ ڪنٽرول سسٽم لڳائيندا جيئن ھڪ طرف ماحولياتي آلودگي کان بچاءُ ڪري سگھجي تہ ٻئي طرف شھرين کي

وچڙندڙ ۽ خطرناڪ بيمارين کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهجي پر افسوس جو واعدا وفا نہ ٿي سگهيا ۽ ايئن گذرندڙ وقت سان گڏ جتي آبادي ۾ مسلسل اضافو ٿيندو رهيو آهي اتي شهر ۾ ڪارخانن جو تعداد وڌي 42 تي پڄڪو آهي. ڪارخانا ڪنهن مخصوص علائقي بجاءِ شهر جي هر چورس وڏين آبادين ۾ پکڙيل آهن جنهن جي نتيجي ۾ هزارين ٻار، مرد ۽ عورتون خطرناڪ بيمارين سان مهاڏو اٽڪائيندا رهن ٿا. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ان مسئلي جو ذميوار ڪنهن کي قرار ڏجي؟ حقيقت ۾ انهي جي ذميواري ٽائون ڪميٽي گولاڙچي تي عائد ٿئي ٿي گڏوگڏ ضلعي انتظاميہ پڻ انهي معاملي جي ذميوار آهي جن ٽائون جي حدن اندر انهن ڪارخانن جي مالڪن کي ڪارخانا لڳائڻ جون اين او سيز جاري ڪيون آهن ۽ ڳتيل آبادي وارين جاين تي وڌندڙ سارين جي ڪارخانن کي انڊسٽريل زون جوڙي شهر کان ٻاهر شفٽ نہ ڪيو جيڪا پڻ انڊسٽريل ايڪٽ جي ڀڃڪڙي آهي ۽ گڏوگڏ انوائرمينٽ کاتو پڻ برابر جو ذميوار آهي ڇو جو ان اجا تائين ماحوليات جي سرعام لتاڙ ۽ تباهي تي مل مالڪن خلاف ڪو بہ قانوني قدم کڻڻ کان لاچاري ظاهر ڪئي آهي.

تعجب جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ گولاڙچي جي شهرين کي پيئڻ جو پاڻي سپلاءِ ڪندڙ واٽر سپلاءِ جي تلائن جي چوطرف بہ سارين جا ڪارخانا موجود آهن ۽ انهن ڪارخانن مان نڪرندڙ لٽ، مٽي ۽ دز انهن تلائن ۾ موجود پاڻي ۾ ملي پاڻي کي گدلو ڪري ڇڏي ٿي جيڪو پاڻي شهرين ۾ بيمارين جو سبب بڻجي ٿو. سارين جي پوکي کان وٺي لاباري تائين ان عمل دوران زهريلا پاڻ، جيتن کان بچاءُ لاءِ ڪيل زهريلن ڪيميڪل مليل دوائن جا اسپري استعمال ڪيا وڃن ٿا جن جا ذرڙا سارين جي کول يعني توئن ۾ پيل رهن ٿا. جيڪي ڪارخانن مان سارين جي ڇڙائي وقت لٽ، مٽي ۽ دز ۽ توئن جي شڪل ۾ هوا ذريعي اڏامي عام جاين، گهرن، گهٽين، محلن سميت انهن پاڻي جي تلائن ۾ بہ شامل ٿي وڃن ٿا ۽ اهو پاڻي واپرائڻ سان سوين شهري بيمارين جي ور چڙهي وڃن ٿا.

انهي حوالي سان شهرين پاران ميڊيڪل سپرينٽينڊنٽ گولاڙچي کي هڪ درخواست پڻ ڏني وئي هئي، جنهن جي رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو هو تہ لٽ، مٽي ۽ دز جي ڪري کنگهہ، دم ، سائي جي بيمارين سان گڏ ٻڪڙن تي هاڃيڪار اثر هئڻ ڪري بيماريون جنم وٺن ٿيون. شهرين پاران اهڙي قسم جي هڪ ٻي دخواست ڊسٽرڪٽ هيلٿ آفيسر بدين کي ڏني ويئي جنهن ڊاڪٽرن تي مشتمل هڪ ٽيم جوڙي ڏئي معاملي جي تدارڪ لاءِ هاڪاري پيش قدمي ڪئي ۽ ڊاڪٽرن جي ٽيم گولاڙچي ۾ ڄاڻايو ويو تہ شهري آبادي ۾ قائم ڪارخانن مان نڪرندڙ لٽ، مٽي ۽ دز شهر جي گهرن، محلن، گهٽين ۽ بازارن ۾ هوا ذريعي پکڙجي ٿي جنهن سبب ماڻهن ۾ چمڙي جي خارش، اکين جي خارش، دم، ساهہ گهٽجڻ ۽ ٻڪڙن جون بيماريون جنم وٺن ٿيون.

رپورٽ ۾ تجويزون ڏنيون ويون تہ مل مالڪن کي ماحوليات کاتي جي تجويز ڪيل ماحولياتي آلودگي کان بچاءَ لاءِ ڪارخانن ۾ ڊسٽ ڪنٽرول سسٽم لڳائڻ گهرجن، جنهن تہ ماحوليات کاتي جي ريجنل آفيس حيدرآباد کي اماڻيل درخواست تي ڪو بہ عمل درآمد سامهون اچي ناهي سگهيو پر ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن ڪورٽ بدين ۾ داخل درخواست تي ڪورٽ سڳوري ڊپٽي ڪمشنر بدين کي معاملي جي جاچ لاءِ هڪ حڪم نامو ڪيو ۽ انهي حوالي سان ڊپٽي ڪمشنر وري گولاڙچي جي اسسٽنٽ ڪمشنر کي رپورٽ ڏيڻ لاءِ چيو جنهن مل مالڪن کي نوٽيس پڻ جاري ڪيا. جنهن جي جواب ۾ مل مالڪن پلانٽ لڳرائڻ جي خاطري تہ ڪرائي پر انهي تي عمل اجا تائين ناهي ٿي سگهيو.

انساني ايذاءَ ۽ ماحولياتي لتاڙ کي مدنظر رکندي سماجي اڳواڻ محمد امين شاڪر پاران تاريخ 23 آڪٽوبر 2013ع تي سنڌ هاءِ ڪورٽ بينچ حيدرآباد ۾ هڪ پٽيشن پڻ داخل ڪرائي ويئي جنهن ۾ مل مالڪن، ماحولياتي کاتي جي ريجنل ڊائريڪٽر حيدرآباد، ڊپٽي ڪمشنر بدين، اسسٽنٽ ڪمشنر گولاڙچي ۽ ٽي ايم او گولاڙچي کي ڌر بڻايو ويو. جنهن تي سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بينچ حيدر آباد پاران نوٽيس پڻ جاري ڪيا ويا. ڊپٽي ڪشمنر، اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ٽائون آفيسر گولاڙچي پاران اعترافي جواب داخل ڪرايو ويو پر ڪارخاني مالڪن پاران اجا تائين ڪو بہ جواب داخل ڪرائڻ جو ڏس پتو پئجي ناهي سگهيو. جڏهن تہ ماحوليات کاتي ڪو بہ قدم کڻڻ کان نابري اختيار ڪئي آهي.

# ٿر سانحو: خراب حڪمراني جو بدترين مثال

سمير ميندرو

قدرتي آفتون ترقي يافته ملڪن لاءِ ڪا نئين ڳالهه ناهن. قدرتي آفتون ڪنهن به ملڪ يا خطي ۾ هڪ ڀيرو نه بلڪ بار بار به اچي سگهن ٿيون. سڌريل ملڪن ته هاڻ زلزلن کي منهن ڏيڻ لاءِ جوڳا اپاءَ وٺي ڇڏيا آهن. جن جي مدد سان هو ترت ئي نه صرف مالي نقصان کي بلڪ ڪنهن حد تائين جاني نقصان تي به ڪنهن حد تائين قابو ڪيو وٺن. پري نٿا وڃون ويجهي ماضي تي ٿا نظر ڊوڙايون ته 1999ع جي ساحلي پٽي ۾ سائيڪلون کان وٺي ٿر ۾ ٿيندڙ ڏڪار ۽ انهي ڪانپوءِ جي حالتن ۾ صرف مختلف حڪومتن اجتماعي طور اسان جي معاشري جي پٽ وائکي ڪري ڇڏي آهي. نااهلي جي حد ته اها آهي ته اسان گذريل تقريبن ويهن سالن جي تباهي مان ڪجهه ناهي سکيو. ڪڏهن اسان طوفان ۾ لٽايون ٿا ته ڪڏهن ٻوڏ ۾ سڀ ڪجهه لوڙهائي ڇڏيون ٿا ۽ پاڇي ۾ اسان وٽ ٽنگڻ لاءِ صرف خالي هٿ بچن ٿا . هنن تباهين اسان کي ڪنگال ناهي ڪيو جيترو وڏيڪ اسان ڪرپشن ۽ بيڊ گورننس ۾ وڃايو آهي.

2010ع جي ٻوڏ کان 2014 جي ڏڪار تائين جيڪڏهن سائنسي جائزو وٺبو ته بدانتظامي کان سواءِ اسان کي ڪجهه به نظر نه ايندو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته قدرتي وسيلن سان مالا مال سنڌ جا اصلوڪا ڄاوا انتهائي بدحالي جو شڪار آهن. 2010ع جي ٻوڏ ڪا رات پيٽ ۾ نه آئي هئي بلڪ ترت ۽ بهتر رٿابندي سان 100 سيڪڙو تباهي کان بچي پئي سگهياسين. 2011 ع جي طوفاني برساتن جي بهتر ۽ ڀرين کان ڪيل انتظام به اسان کي وڏي تباهي کان بچائي نه سگهيا ۽ هاڻوڪي ٿر ۾ سوڪهڙي ۽ انهن ڪانپوءِ ٿيل انساني ۽ مالي نقصان کان به اسان 11 لک ٿري ماڻهن کي آساني سان بچائي نه سگهياسين. ايئن نه ڪرڻ جي پويان بدنيتي کان وڌيڪ غير سنجيدگي آهي.

ڏڪار ٿر جو نئون مسئلو ناهي. اتان ٿيندڙ لڏپلاڻ به ڪا نئين ڳالهه ناهي ۽ نه ئي ڏڪار ڪو رات جي پيٽ ۾ ٿر جون پٽون ڇيري مٺي جي ڪشمير چوڪ ۽ مٺي جي سول اسپتال ۾ پلٽي ماري اچي وينو. ٿر ۾ ڏڪار آگسٽ 2013ع ۾ اچي چڪو

هو. بلڪ جيڪڏهن ايئن چئجي ته 2012 ع ۾ ئي اهڙيون حالتون جڙي چڪيون هيون ته ڪو وڏاءُ نه ٿيندو. سڀ کان پهرين انهي ڳالهه ڏانهن ٿا اچون ته اوچتي ڏڪار ظاهر ٿيڻ جي پويان ڪهڙا هٿ هئا؟

ٻارن جي ايڏي تعداد ۾ موت جي خبر مٺي اسپتال مان ليڪ نه ٿي هئي. بلڪ اسپتال جي انتظاميه کي هٽائڻ لاءِ اها خبر ميڊيا جي ڪجهه دوستن کي ڏني ويئي هئي. شروع ۾ ايئن نه سمجهيو ويو ته خبر هلندي ۽ مقصد حاصل ڪري ونبو. پر ڳالهه ڳجهي ۽ پختي ٿي پئي. ٿر کي چڱي طرح سمجهندڙ به حيران ٿي ويا ته چا ٿيو آهي هن ميڊيا کي جنهن مٺي ۾ رڻ ٻاريو آهي. حالتون ايتريون ته هٿن مان نڪتيون جون وڏي وزير سميت مڙني ڪامورن جون ٿر جي روڊن تي ڊوڙون هيون. ڪن آفيسرن ۽ وزيرن کي به انهي ڳالهه جي پڪ پئي ته ٻارن جي موت کي جواز ڄاڻائي معاملو مچايو ويو. پر چا ڪجي جو انهي اشو ڪانپوءِ ميڊيا ۽ بين آرگنائيزيشنز جو اچي جاچ ڪرڻ شروع ڪئي ته خبر پئي ته ڳالهه ٻارن جي موت کان به تپيل آهي. نه صرف پيپلز پارٽي بلڪ ٿرپاڪر جي هاٹوڪي مسئلي 60 سالن ۾ ڪيل مڙني ڪمن جي پت وائکي ڪري ڇڏي.

ٿر جي تازي چڪر کان پوءِ مون کي مشرف گهڻو ياد آيو. به بلوچستان جي آواران جي ماڻهن ۽ ٿر جي ماروئڙن کي سڄي پاڪستان سان ملائيندڙ روڊ هو چون ٿا ته مشرف دور ۾ ناهيا ويا. باقي هر هنڌ ڪاڪي خيرو جي اوطاق لڳي پئي آهي.

ڳالهه ڪيڏي وئي ته ٿر ۾ ڏڪار وگهي 121 ٻار موت جي منهن ۾ صرف ٽن مهينن ۾ وڃي چڪا آهن. جنهن ڳالهه ميڊيا تائين پهچائي انهي جو نالو ڊاڪٽر عبدالجليل پڙڳڙي ٻڌايو ويو ۽ جنهن جي خلاف اهو ٻارڻ جي تياري ڪئي وئي اهو مٺي اسپتال جو ايم ايس ڊاڪٽر جواهر لعل ٻڌايو ويو. وٽ ونان ڪانپوءِ پرڳڙي کي به لائين ۾ لڳايو وڃي ها پر سندس پٺ مضبوط هئڻ ڪري ڪيس ايم ايس جي اضافي چارج ڏني ويئي. باقي ايس ايس پي کان ڊپٽي ڪمشنر ۽ لائيو اسٽاڪ جي ڊپٽي ڊائريڪٽر سميت مڙئي اڌ ڊزن کان وڌيڪ آفيسر ڏيکاءُ لاءِ هلايا ويا. ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته ٻارن جي موت ۾ ڏڪار جي پويان پوليس آفيسر جو ڪهڙو ڏوهه ؟ جيڪڏهن ايس ايس پي کي سنڌ حڪومت هٽايا ته پوءِ ته وڏي وزير سميت سموري جي ڪابينه کي فارغ ٿيڻ گهر جي ها!

خير، 121 کان انگ ذري گهٽ به سئو تائين پهتو.ايئن ناهي ته ٿر ۾ معصوم جانيون ضايع ناهن ٿيون بلڪ هن انگ کان به شايد اهو ڪاٿو متي هجي، ڇو جو اڪثريت ٻارن جي اسپتالن جي منهن ڏسڻ کان اڳ دم ڏٺي حوالي تي ڪيو جنهن جو گهٽ ۾ گهٽ ضلعي انتظاميه وٽ ڪو رڪارڊ ناهي.مختلف ڳوٺن ۾ وڃڻ ڪانپوءِ هڪ ٻي ڳالهه جو به اندازو ٿيو ته سوين جيئرا ٻار به موت ڪنڌي تي وينا آهن. مون کي

صحت مند ۽ تندرست ٻار ٻنهه گهٽ نظر آيا سپ کان وڏي ڳالهه تہ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪي ڇڏي مائرون بہ بک جو شڪار نظر آيون. جن جي پيٽ ۾ اناج نہ هجي تہ هنن جي ڇاتي ۾ ٻارن لاءِ کھڙو ۽ ڪيترو کير هوندو! عورتن ۽ ٻارن جي صحت جي حوالي سان ٿر ٻاقي سنڌ کان ڪيترائي سال پوئتي آهي ۽ اهو انتظاميہ کي گهٽ ۾ گهٽ هاڻ مڃڻ گهرجي.

ڳالهه تہ ٿر ۾ مال جي مرڻ جو ڪارڻ بہ ڏڪار گهٽ بدانتظامي گهڻي نظر آئي. 60 لک وڏن ننڍن جانورن لاءِ صرف يارنهن وٽنري ڊاڪٽر ۽ 46 يونين ڪائونسلن لاءِ صرف ٽي گاڏيون جن مان هڪ ڪنهن آفيسر جي استعمال هيٺ آهي. مال مرڻ پوبان ويڪسين نہ ٿيڻ هو. ڪجهہ هنڌن تي مال کي ٽڪن لڳائڻ کان انڪار جا اهڃاڻ بہ مليا. سنڌ ۾ تقريبن 75 سيڪڙو چوپايو مال ٿرپاڪر ۾ پلجي ٿو جنهن لاءِ قائم ٿيل هڪ ليبارٽري بہ بنيادي ريسرچ جي اوزان جي اڻهوند جا چٽا اهڃاڻ ڏئي رهي هئي. چيو ويو تہ ٿر مان مال کي بک وگهي ٻين پرپاسي جي علائقن ڏانهن منتقل ڪيو پيو وڃي. جڏهن تہ حقيقت هي آهي تہ مال جي آمد رفت ٿر ڏانهن ۽ ٿر کان ٻئراجي علائقن ڏانهن ڪافي پراڻي آهي جيڪا خريف جي موسم ۾ عام نظر ايندي آهي. وڏيڪ چرپر وڏيڪ سوڪهڙي ۾ ٿيندي آهي. جڏهن تہ ٿر مان ناهوڪي وسڪاري ڪانپوءِ هزارين جانور ٿر ڏانهن ويندي بہ ڏنا ويندا آهن.

چون ٿا تہ ڏڪار سبب لڏپلاڻ پئي ٿئي. اڄهو سڄو ٿر ٿو خالي ٿئي. لڏپلاڻ بہ ڪو نئون مسئلو ناهي. اها بہ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ بہ پيرا ٿئي ٿي. ها البتہ سوڪهڙي ۾ انگ ٿورو وڏيڪ ٿئي ٿو. انگن اکرن موجب ٿر ۾ گذريل سال معمول جي برساتن کان تقريبن 30 سيڪڙو گهٽ وسڪار ٿيو. ڪنهن حد تائين سوڪهڙي ٿر کي نقصان پهچايو آهي.

پر سپ کان وڏيڪ ٿر ۾ ڪيل ڪم سامهون آيا نہ اسپتال نہ اسڪول ۽ نہ ئي ڳوٺن ڏانهن ويندڙ رستا. پيئڻ جي پاڻي جي تہ ڳالهہ ئي نہ پڇو. اڄ بہ ٿر مان مرد ۽ عورتون مني پاڻي لاءِ کوهہ پنڌ ڪن ٿيون. ڪيترن ئي کوهن جو پاڻي کارو ٿي چڪو آهي. ڪيترائي ڳوٺاڻا انساني صحت لاءِ هاڃيڪار پاڻي استعمال ڪن ٿا. پنهنجي جانورن کي روز جي بنياد تي پاڻي نٿا ڏين. هفتي ۾ هڪ پيرو وهنجن ٿا. ڪٿي ڪا واٽر سپلاءِ اسڪيم نظر نہ ٿي اچي.

ظاهر ظهور ڪا شيءِ نظر آئي تہ اهي هئا پيپلز پارٽي جا وڏا وڏا جهنڊا. ڄڻ تازو روس ڪريميا کي فتح ڪيو هجي! انتهائي خراب صورتحال ٻڌائي وئي ۽ صوبائي حڪومت وقت بوقت اهو تسليم بہ ڪيو تہ غفلت ۽ انتظامي نااهلي سبب ڪافي ڪوتاهيون ٿيون. پر انهي جي رد عمل ۾ هنگامي بنيادن تي ٿيندي ڪو ڪم نظر نہ آيو. البتہ وي وي آئي پيز جي اچڻ ۽ وڃڻ سبب سوين نہ بلڪ هزارين ماڻهو پريشان ٿيا.

وزيراعظم نواز شريف ۽ بلاول ڀٽو زرداري جي اچڻ کان هڪ رات اڳ سوين مريضن کي اسپتال مان جبري ڪڍيو ويو. جيڪي هنن جي اچڻ وقت اسپتال جي گيٽ تي تڙپندا رهيا ۽ هنن جا مائٽ وري انهن کي منٿون ڪندا رهيا. جيڪي ڊاڪٽر آندا ويا انهن کي سنجيدگي سان تپاس ڪندي نہ ڏٺو ويو.

ڪٽڪ ڏيکاءَ لاءِ ورهائي وئي. امداد فوٽو سيشن تي محدود نظر آئي. مال جو چارو گرامن جي حساب سان ڏنو پئي ويو. ڪيئي وزير مشير آيا پر مجال ڪو جو ڪنهن ڳوٺ ۾ لنگهي وڃي ڏسي تہ ماڻهن اصل حال ڇاهي؟

ڏڪار جي صورتحال سبب ڪيئي جوان ميدان ۾ لٿل نظر آيا. جن ۾ سرفهرست سونهاري وارا يار هئا. چون ٿا تہ هو مسجدون ۽ مدرسا ناهڻ نہ بلڪ انساني خدمت لاءِ پهتا آهن. انتظاميہ جا پنڌ تہ ميڊيا جي موجودگي تائين رهيا پر هنن خيما وڏي عرصي لاءِ کوڙجي ڇڪا آهن. انهي جا مثال ٻوڏ کان پوءِ انهن علائقن ۾ بخوبي ڏسي سگهجن ٿا جتي هنن رليف جو ڪم ڪيو.

ٿر ۾ هنگامي بنيادي تي اپائن کان سواءِ ديرپا اسڪيمن جي پڻ ضرورت آهي، جيڪي في الحال صوبائي حڪومت جي لسٽ ۾ شامل نظر نٿيون اچن. بدين ۽ ٺٽي جي ماڻهن جيان ٿر جي ماڻهن کي بہ هٿ ٺنگڙ تي هيرايو ويو تہ پوءِ اسان سڀ پينو ٿي وينداسين. ٿر ۽ اتي جي ماڻهن کي ترقي وٺرائڻ لاءِ انتهائي سنجيده اپائن جي ضرورت آهي نہ تہ هر سال ٿر ۾ اهڙو ڏڪار ٿي رهندو... ميڊيا ڪٽندي، انتظاميہ تحرڪ ۾ ايندي ۽ پوءِ وري ماٺ....

# ٿر مسئلي جو حل ڇا آهي؟

خالد ڪنڀار

ٿر واري مسئلي جا اوسا پاسا گهڻا تڻا اڪابرن اوهاڙي ڇڏيا آهن. ٿر جي ٻارن واري مسئلي تان اٿيل ڳالهه وڃي ٿر جي ڏڪار کان ٿيندي مستقل مسئلن تي ڪٿي آهي سو پاڻ ٻيا پاسا ڇڏي، ڏڪار سبب پئدا ٿيندڙ ٿر جي مستقل مسئلن تي اهاڃ ڏيندا سين. اهي مستقل مسئلا جيڪي ڏڪار جي شدت کي وڌائن ٿا. اهي ئي ٿر جا بنيادي مسئلا آهن. هاڻ جن روڊ لهي ٿر جي واريءَ واري پير واٽ تي سفر ڪيو هوندو اهي ئي انهن مسئلن کي وڌيڪ گهرائي سان سمجهي سگهندا. انهن سڀني مسئلن ۾ پهريون ۽ بنيادي مسئلو آهي ٿر جي پاڻي جو مسئلو. هڪ ته ٿر جي نوانوي سيڪڙو آبادي مال ۽ ماڻهو زير زمين پاڻي واپرائن ٿا ۽ اهو زير زمين پاڻي انسان جي پيئڻ جي لائق ناهي . اهو پاڻي ڏڪار جي شدت کي زور وٺرائي ٿو ڏڪاري حالتن ۾ اهو پاڻي هڪ ته کوهن ۾ ڪٿي وڃي ٿو ٻيو برساتون نه پوڻ جي ڪري اهو وڌيڪ کارو ٿي وڃي ٿو. ٻيو ٿريا برساتن ۾ ترائين ۾ گڏ ٿيندڙ پاڻي وري گڏهن ۽ انن تي ڪٽي تانڪن ۾ گڏ ڪن ٿا ۽ پوءِ پيئڻ لاءِ پورو سال پيا استعمال ڪندا آهن. اهو پاڻي به ڪجھ عرصو رهڻ کانپوءِ پيئڻ لائق ناهي هوندو ۽ بيمارين جو سبب پڻ بڻجي ٿو. ترائين مان پاڻي ڪڍڻ ڪري جهنگلي جيوت ۽ پکي پکڻ کي به پيئڻ لاءِ وسڪاري ۾ به منو پاڻي نصيب نٿو ٿئي . کوهن وارو پاڻي ڪافي ڳوٺن ۾ ته ايترو کارو آهي جو ماڻهو ڇا مال ۽ پکي به ناهن واپرائيندا . انهي ڪري انهن ڳوٺن تي نالو ئي انهي کاري کوه تان پيل هوندو آهي جيئن پوءِ گڏهه تي جنڊا انن تي پکالون پيا ٻين ڳوٺن جي کوهن تي رلندا آهن. بس اهو پاڻي ٿر جو وڏي ۾ وڏو مسئلو آهي . انهي مسئلي جي حل لاءِ هيستائين جيڪي اڪابرن جون صلاحون آيون آهن. يا هيستائين جيڪي حل ڳوليا ويا آهن اهي ڪي مستقل حل ناهن .جيئن کوهه. ٽيوب ويل ,آرا و پلانٽ. هاڻ کوهه ۽ ٽيوب ويل ته اهو ئي پاڻي زمين مان ڪڍندا جيڪو پيئڻ لائق ناهي يا جيڪو بيمارين جي جڙ آهي کوهه ته وري به ٿريا پاڻ ناهي سنڀالي ٿا وڃن پر ٿر ۾ ڪروڙين روپين جي سيٽ اپ سان لڳل ٽيوب ويلن جي حالت اها آهي جو انهن جا پائيپ ئي ڪڍي ڇڏيا اٿن. هڪ ته ٿريا

ايترا ٽيڪنيڪل ناهن جو ٽيوب هلائي ۽ سنڀالي سگهن يا انهن جي ٿوري گهڻي مشينري خرابي جو حل ڪڍي سگهن. انهي ڪري اهو ٽيوب ويلن وارو ملڪ رياض وارو ڪمڪ الاهي ڪيئن ٿيندو جنهن 300 ٽيوب ويل ٿر ۾ لڳائڻ جو اعلان ڪيو آهي.

2400 ڳوٺن ۾ 300 ٽيوب ويل لڳندا ۽ ڪيترو عرصو هلي سگهندا؟ اهو هڪ وڏو سوال آهي. يا پاڻ ايئن ڪٿي چئون ته ٽيوب ويل جي ٿر ۾ ايتري ڇمار ناهي ۽ جي آهي به سهي ته اهو زير زمين بي فائده پاڻي ئي ڏيندو. انهي ڪانپوءِ اربين روپين جي سيڙپ سان آراو پلانٽ لڳا، اهي آراوپلانٽ به ايئن سمجهو ته مڪمل طرح ناڪام ويا آهن جيڪي خبرون به رپورٽ تي چڪيون آهن . هاڻ اچو انهي ڳالهه تي انهي مسئلي جو مستقل حل ڇا آهي انهي اربين ربين جي ضايع ٿيڻ ڪانپوءِ به انهي تي سيڙپ ڪرڻ مان فائدو. سو انهي جو مستقل حل آهي سنڌو درياءَ مان ٿرين کي پيئڻ لاءِ پاڻي ملي دريائن تي ٿرين جو به اوترو ئي حق آهي جيترو بئراجي ماڻهن جو. انهي جي واٽ آهي جيڪو 1955 ۾مڪمل بند ٿي سکر بئراج جي نهڻ ڪانپوءِ به هاڪڙو هلندو هو جيڪو پوري اچڙي ٿر ۽ ٿرپارڪر جي ٿنهي بئراجن سان لڳندڙ تعلقن جو ڪس ڏئي لنگهي ٿو. انهي هاڪڙي واري پراڻي وهڪري مان رڳو ٿر جي پيئڻ لاءِ پاڻي ڀورو نارو فرش موري وٺان ڇڏيو وڃي ۽ پوءِ عمرڪوٽ . ڇاڇرو. مٺي ۽ ڏيپلو تائين جي سڀني ڳوٺن کي آساني سان پائيپن ذريعي پاڻي مال ۽ ماڻهو جي پيئڻ لاءِ پهچائي سگهجي ٿو ۽ اهو ئي ٿر واري پاڻي جي مسئلي جو مستقل حل آهي. نئون ڪوٽ کان مٺي وينڊڙ مٺي پاڻي جي لائين تان ٿر جا سوين ڳوٺ ۽ مال وچ ۾ نهيل پاڻي جي ٽانڪن جي ڪري سولو ٿي پيو آهي انهي علائقي تي ڏڪار ايترو اثر نه ڪندو آهي. پائيپ لائينون هاڪڙي وهڻ سان پوري ٿر ۾ وڇائي سگهبيون انهي ڪري جو هاڪڙو ٿر جو ڪس ڏئي گذري ٿو ۽ انهي پائيپ لائين تي مٺي واري مٺي پاڻي جي پائيپ لائين وانگر وچ وچ ۾ وڏا ٽانڪا ٺاهبا ته پوري ٿر جو مال ۽ ماڻهو سولو ٿي پوندو. تازو ڪوئلي جي مشينري لاءِ اربين روپين جو ميگا پروجيڪٽ نبي سر ۾ وڏا 250 ايڪڙ جا به تلاءَ ٺاهيا ويا آهن جن ۾ پاڻي جي وري سم نالي جو ايندو ۽ اتي فلٽر ٿي مٺو ٿي ڪوئلي جي مشينري ڏانهن ويندو انهي جي جاءِ تي جيڪڏهن 27 ڪلو ميٽر تي موجود فرش موري وٽان هاڪڙي کي وهايو وڃي ها ته ڪوئلي جي پورت به ڪري ها .

بي ڳالهه جيڪڏهن هاڪڙي ۾ پاڻي ڇڏيو ويو ته اهو ٿر جيڪو ڏتڙجي سکر ۽ نواب شاه وڃي ٿو. جيڪڏهن هاڪڙو هليو ته ٿر واري ڪس ۾ جتي رڳو ديويون بيٺيون آهي، زمينون آباد ٿينديون ۽ ٿر اتي ئي ويجهو سائو ٿي ويندو انهي کي گهڻو پرتي مال ۽ بار ٻچا رولڻ جي ضرورت نه پوندي 2011 واري ٻوڏ ۾ هاڪڙي وارو وهڪرو بحال ڪرڻ جي ڳالهه نڪتي هئي پر پوءِ انهي جي ڪوٺائي جا پئسا ئي

نيڪيدار ڪائي ويا.

هاڪڙي جو هلڻ ٿر جي مسئلي ۽ ڪوئلي جي ضرورت کي پورو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي. انهي کان پوءِ ٻيو ٿر جو مسئلو آهي جيڪو سامهون اچي ٿو. اهو آهي مال جي ڪري لڏ پلاڻ آهي هڪ ته ڪجهه سال ٿيندا جو بئراج وارا ماڻهو به مال جي ڪري وسڪاري ۾ ٿر اچن تا ننگر ۾ به لاڙ جو ماڻهو مال جي ڪري نظر ايندو آهي. اها ڪا بري ڳالهه ناهي پر ٿر مان گهڻو ٺٺو لڏ پلاڻ ڪري ٿي ڏڳي. ٻيو ڪوبه جانور ٿر مان لڏ پلاڻ نٿو ڪري اهو انهي ڪري جو ٿر ۾ ڏڳي جي لاءِ سيارو ايندي ئي گاهه کٽي وڃي  ٿو ۽ ڏڳي ڪوبه وڻ ناهي کائيندي. هلڪو سلڪو ڪو ٻوٽو کائي ته کائي نه ته نهيو. سو ٿرين کي روليو اچي ڏڳي آهي. ڏڳي ٿرين جا ٻچا رولي ڇڏيا آهن. انهي مسئلي جو حل جيڪڏهن ٿريا جيئن ٿيو سال گوار وڏيو رڳو گوار تا پوکن سو هڪ ته ٿر ۾ جيڪڏهن ٿريا ڏڳي جي سال جي لاءِ گاه اهڙو پوکن جيڪو لٽي رکڻ کانپوءِ به سڪي گاه طور ڪم اچي. ٻيو ته گذريل سال کانپوءِ ٿرين پٽون به پوکيون گئوچرن تي قبضا ڪيا . انهي تي ٿر جي روينيو ڊپارٽمينٽ ڪو به تحرڪ نه ورتو ايستائين جو هيل ماڻهن پٽون به پوکيون. مٺان روڊ نهڻ جي ڪري بئراج وارن ويجهن ضلعن جو مال سجو ٿر ۾ سو سيم بچي ئي ڪونه جو انهي ڪري ڏڳين جي وڏي لڏپلاڻ تي انهي ڪري گئوچر پوکڻ کي هر سال روينيو ڊپارٽمينٽ کي هڪ ته نوٽيس ونڻ گهرجي ٻيو صرف سوري زمين پوکڻ ڏني وڃي جيئن مال لاءِ گاه خاص ڪري ڏڳي لاءِ گاه بچي سگهي . ٻيو ٿر جي ٻنين مان اڳي جيڪو ليڏاڻ ۾ گاه نڪرندو هو اهو ڏڳي لاءِ اسٽور ڪيو ويندو هو . اهو اسٽور ڪرڻ کپي ۽ ٻاجهر وڏيڪ پوکجي ڇو ته ڏڳي انهي جا ڪانا کائيندي آهي. اهي اسٽور ڪجن ته ڏڳي کي لڏپلاڻ کان روڪي سگهجي ٿو. نه ته ڏڳي جي لڏپلاڻ وسڪاري يا ڏڪار ۾ رهندي ئي رهندي جيڪو سوچيو سو ڏڳي جي لڏپلاڻ تي سوچيو. انهي کي ڪيئن روڪجي. باقي اٺ ۽ ٻڪري پٽيهه وڻ چرن ٿا انهن کي هڪڙي ٻن ڏڪارن جي پرواه ناهي. ٿر جي ڪمائي جو وڏو ذريعو زراعت نه پر مال آهي انهي لاءِ ٿرين کي سوچڻ کپي پوکي پرڻ مهل انهي کانپوءِ ٿر مان ٻي لڏپلاڻ ڏڪار توڙي ڪٽڪ ۾ سارين جي لاباري مهل انهن ماڻهن جي ٿئي ٿي جن جي پنهنجي ڪا ٿر جي زمين ناهي هر هاري آهن اهي راڄن جون ڏڳيون ڪاهي بئراج ڏانهن وڃن ٿا. انهن مسئلي جو وڏي ۾ وڏو سبب اهو آهي ته 71 ۽ 47 ۾ لڏ پلاڻ ڪري ويل ماڻهن جي لکين ايڪڙ زمين اجا تائين ٿر ۾ اويڪيو ۽ اينيمي پراپرٽي ۾ پئي آهي جيڪا پٽيلن جي قبضي هيٺ آهي جنهن جي ڪري اها قبضي هيٺ آيل گورنميٽ جي زمين به پٽيل جي قبضي جي پوکڻ جي ڪري هارين کي پٽيل حصو ڏي ٿو. اها زمين جيڪڏهن ٿر جي بي زمين هارين ۾ ورهائي وڃي ته اهي اها زمين پوکي پنهنجو گذر سفر ڪري سگهن ٿا.

انهي زمين جو مسئلو ملڪ ٺهڻ کان وٺي ۽ 71 کان وٺي اڄا تائين حل ناهي ٿي سگهيو. سو ٿر جو اهو مسئلو حل ڪيو وڃي, ته اهو به ڏڪار جي اثر کي گهٽ ڪري سگهجي ٿو. ٻيو اڪثر ڪري ٿر ۾ جڏهن فصل لهندو آهي ته ٽڪي ڏڏي هوندو آهي جيئن هيل 5000 هزار روپيا مڻ وٺي هيل پوکيو ويو ۽ هاڻ انهي کي 1500 روپيا مڻ به وٺڻ لاءِ ڪير تيار ناهي . سو جڏهن ٿر ۾ فصل لهي ٿو ته اهو بجاءِ مقامي سيٺيون خريد ڪن اهو فصل سرڪار سڳوري کي خريد ڪرڻ کپي. انهي کانپوءِ موسمياتي تبديلي جي ڪري فصل نه ته سني اپت ٿو ڏي ۽ هيل ته گوار کي به ماهيلو لڳو سو اهو به ٿرين کي فصل تبديل ڪرڻ کپي. ڪي ٻيا فصل پوکڻ کپن. باقي ٿر ۾ خوراڪ جي کوٽ جيڪڏهن مال ۾ کير هوندو ۽ منو پاڻي مليو ته ختم ٿي ويندي, انهي مني پاڻي تي ٿريا ٻيو نه ته پارڪرين ۾ ڏيپلاين وانگر ڪا پاڃي پوکي ويندا. پاڻي آيو ته نوان تجربا پيا ڪندا. باقي انفرا اسٽرڪچر خاص طور روڊ پوري ٿر ۾ هجن ۽ صحت جي سهولت ٻيو نه تڏهن به ٿر جي وڏن شهرن ڏيپلو . مني, ننگر, اسلام ڪوٽ ۾ بهتر سهوليتون هجن تڏهن به نيڪ هنيئر ته مني ۾ به صحت جي ڪا سهولت ڪونهي ته ماڻهو نه مرندا ٻيو ڇاٿيندو. هاڻ جڏهن ڳالهه ايتري اٿي آهي ته اسان کي رڳو اڌ مڻ ڪڻڪ تي نه ڏتاريو ۽ نه ئي وري اها ڪڻڪ اسان جي مسئلي جو حل آهي . امداد ٿر جي مسئلي جو نه مستقل حل آهي نه وري عارضي حل, اهو مسئلي کي دٻائڻ آهي. رهي ڳالهه ٿر مان نڪرندڙ معدنيات , لوڻ چائنا ڪلي, ڪارونجهر جو پٿر ۽ ڪوئلو انهن جون هتي فيڪٽريون ٿر ۾ لڳن ۽ ٿرين کي روزگار ملي اهو به وس وارا چاهين ته ڪري سگهن ٿا مسئلو نيتن جو جي نيتون نيڪ هونديون ته هن پيري ٿر جي مسئلي جو ڪونه ڪو مستقل حل به نڪري ويندو.

# ٿر جو درد، جيئَن مون ڏٺو!

ڊاڪٽر برڪت نوناري

سڌريل ملڪن ۾ جمهوري حڪومتن ۾ بنيادي سهولتن جي فراهمي حڪومتي ذميوارين ۾ شامل هوندي آهي. پر جنهن ملڪ ۾ ماڻهو بنيادي انساني حقن کان ئي محروم هجن، اتي بنيادي سهولتن جي اميد ڪرڻ به اجائي آهي. هونئن ته سموري سنڌ اڻ ڪٿ دردن جو داستان آهي، پر سنڌ جو ريگستاني حصو جنهن کي عام طور تي ٿر چئجي ٿو سو صرف حليم باغيءَ جي هڪ سٽ ۾ بيان ڪجي ته سمجهڻ لاءِ ڪافي ٿيندو ته

منهنجي ٿر جو حال جي پڇندين، روئي ڏيندين.

عام طور تي ماڻهو سڄي ٿرپارڪر ضلعي (جنهنجو هيڊ ڪوارٽر مٺي آهي) کي ٿر چون ٿا. پر اهو ضلعو طبعي طور تي ٻن حصن يعني ٿر (مٺي، اسلام ڪوٽ، ڏيپلو ۽ ڇاڇرو) جي واريءَ سين ڀٽن جي علائقي ۽ پارڪر (ريتيلي ميداني علائقي ۽ ڪارونجهر جبل جيڪو پوڙهيسر کان ڪاسبو تائين ڦهليل آهي) تي مشتمل آهي.

ڏُڪر عام طور تي فطرتي يا موسمياتي تبديلين سبب برساتن جي نه پوڻ ۽ فصلن جي نه ٿيڻ سان گڏ آبي ذخيرن جي کوٽ سبب ٿيندو آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن ملڪ يا علائقي ۾ بنيادي سهولتن جو فقدان هجي ته ڪنهن به ماحولياتي تبديليءَ کان سواءِ به ڏُڪر جي صورتحال سامهون اچي سگهي ٿي. ٿر پارڪر ضلعي ۾ آيل موجوده ڏُڪر يا ڏڪار به بد انتظامي ۽ مقامي ماڻهن جي مسئلن ۽ ضرورتن کان لاتعلقي جو نتيجو آهي.

اليڪٽرانڪ ميڊيا، پرنٽ ميڊيا ۽ سوشل ميڊيا تي آيل خبرن، حڪومتي وضاحتن ۽ ترديدن جو سلسلو هلندو رهيو ته ان وچ ۾ ٿر پارڪر جي معصوم ٻارن جون تصويرون به سامهون اچڻ لڳيون. جن جا مُرجهايل چهرا، سُڪي ويل جسم، نڪ منجهان پيٽ ۾ پيل ڪاڏي جون نلڪيون ۽ هٿن تي چڙهيل پلاسٽڪ جون سُيون (ڪينيولا) انسانيت ۽ سنڌيت جو درد رکندڙ هر عام خاص ماڻهوءَ جو جيءُ جهورڻ لاءِ ڪافي هيون. پر اقتداري ڌُر پنهنجي گودامن ۾ بند پيل ۽ سڙيل ڪڻڪ جي ٻورين جي ڍڪڻ ۾ لڳل هئي، مخالف ڌُر حڪومتي ڌُر جي ناڪاميءَ تي تبرا ڪري رهي هئي ۽

ڪومپرست ڏُريون اخباري بيان ڏئي پنهنجو بار هلڪو ڪري رهيون هيون. ڪنهن بہ ماڻهو ڪنهن بہ اداري کي اها تصديق ڪونهي تہ ٿر پارڪر ۾ آيل موجوده ڏُڪر يا قحط جي نتيجي ۾ ڪُل ڪيترا معصوم گُل مُرجهائجي چڪا آهن؟ اخبارن ۾ آيل انگ اکر تہ صرف انهن ٻارڙن جا آهن جيڪي ڪنهن اسپتال ۾ رجسٽر ٿي سگهيا يا ڪنهن صحافيءَ تائين ڪا خبر پهچي سگهي. انهن ٻارڙن جي تہ ڪنهن کي بہ پروڙ ڪونهي جيڪي ڪنهن بہ اسپتال نہ پهچي سگهيا.

فيسبوڪ استعمال ڪندڙ سنڌي دوستن جي هڪ گروپ سان ٿر پارڪر جي حالتن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪان پوءِ اهو طئي ڪيوسين تہ حڪومتي ادارن ۽ اين جي اوز طرز تي صرف چانورن جي ديگ ورهائڻ يا امدادي سامان ڏئي پنهنجو فرض پورو ڪرڻ جي بدران ٿر پارڪر جي مختلف ڳوٺن ۾ وڃي بيمار ٻارن جو علاج ڪجي. ڪين گهربل دوائون فراهم ڪجن ۽ ضرورت پوڻ تي ڪين ڳوٺن منجهان وڏين اسپتالن ۾ منتقل ڪجي. ڪراچيءَ جي دوستن ۽ سعودي عرب ٽوڙي ڪئنيڊا ۾ رهندڙ سنڌين جي گڏيل محنتن ۽ تعاون سان هڪ گروپ جوڙيو ( جنهن ۾ ڊاڪٽر ميمونہ عُرساڻي، ڊاڪٽر برڪت نوناري، احمد سومرو، ماروي سومرو، ظفر سنڌي، اشفاق سبزوئي، لجپت ميگهواڙ ۽ امر سومرو شامل هيا ). دوستن جي گڏيل صلاح سان ننگر پارڪر تعلقي ۾ طبي امدادي ڪئمپن جو پروگرام طئي ٿيو جنهن جي لاءِ ننگر پارڪر جي ايڊووڪيٽ ويرجي ڪولهي ۽ جيجي ناجو ڪولهڻ ميزبانيءَ جو فرض نڀايو.

ننگر پارڪر تعلقي ۾ 80 سيڪڙو ڪولهي، 15 سيڪڙو ميگهواڙ ۽ 5 سيڪڙو مسلمان رهن ٿا. ننگر جي ٻولي پارڪري آهي، جيڪا سنڌي ۽ گجراتي جو ميلاپ آهي ( ننگر پارڪر سنڌ ۽ گجرات جي سرحد تي آهي ). ننگر شهر ۾ وڃڻ جي بدران پهرين ڏينهن ئي پنهنجي طبي امدادي ڪئمپ هلائڻ جو فيصلو ڪيوسين جنهنجي شروعات ڏنا ڳام ڪان ڪئي سين. پهرين ڏينهن 200 ٻار ۽ 100 وڏا مريض چڪاس ڪري کين علاج ڏنوسين. ڪئمپ ڪان پوءِ پنهنجي رهڻ جو ٺڪاڻو ننگر شهر ۾ رکڻ جو فيصلو ٿيو. صبح جو 8 بجي ڪان 10 بجي ننگر شهر ۾ پنهنجي رهائشي جڳهہ تي ڪئمپ لڳائي پوءِ ڪنهن ڳوٺ ۾ نڪرندا هياسين. ننگر شهر ۽ پوڏيسر ڪان سواءِ پوري ننگر تعلقي ۾ 300 ننڍين وڏن ڳوٺن کي بجلي ڪونهي ۽ نہ ئي ڪي روڊ رستا نهيل آهن. ڳوٺن ۾ جيپ يا فور ويل گاڏي ( لينڊ ڪروزر، ڊبل ڪيبن، پاجيرو ) کان سواءِ وڃڻ ممڪن ڪونهي. ٿر جي واري ۾ تہ ڪيڪڙو هلي ٿو پر پارڪر جي ريتيلي زمين تي ڪيڪڙو بہ ڦاسي پوي ٿو.

ٻئي ڏينهن تي ساڏورس ۾ 500 مريض ڏسي، ٻانڌي وياسين جتان پوءِ ڪڇ سان لڳندڙ سنڌ جي آخري ڳوٺ چُوڙيو ۾ ڪئمپ لڳائي. چوڙيو ۾ هڪ ماتا جو تمام اوچي جبل تي جڙيل مندر آهي جنهن مندر تي مٿي چڙهي پارت جي سرحدي

چوڪين ۾ سرحدي ڳوٺن تي نظر پوي ٿي. چوڙيو جي مندر جي پوجاري پرساد ڏئي مُرڪي چيو تہ سائين پلي ڪري آيا. توهان سنڌ مان آيا آهيو؟ ڪراچي ۾ جيڪڏهن ڪوئي ڏاريو مون کي چوندو آهي تہ سائين آپ سنڌ سي آئي هين تہ منهنجو رت بہ سڙي ويندو آهي. پر پنهنجي ئي سنڌي جي واتان اهڙو جملو ٻڌي هڪ لحظي لاءِ منهنجي پيرن هيٺان جڻ تہ زمين ئي کسڪي وئي. سچ لهي چڪو هيو. منهنجو مُنهن پارت ڏانهن هيو. هڪ نظر سامهون ڏنم تہ روشني هئي. ڪو روڊ بہ نظر آيو. پنهنجي ساڄي ۾ کابي پاسي بہ روشني ئي روشني ڏنم. پر جڏهن پنهنجي پٺ تي نظر ڦيرايم تہ ڪاري اونده هئي ۾ هڪ ڪچو رستو هيو ( چوڙيو ڳوٺ جي ٽن طرفن کان پارت ۾ هڪ طرف سنڌ آهي ). مون مُرڪي ڪيس چيو تہ سموري سنڌ اونده ۾ غرق آهي. ڪٿي گهر اونداها آهن تہ ڪٿي ذهن.

چُوڙيو مان رات جو ڪئمپ ختم ڪري 2 نهايت ئي گهٽ وزن وارا ٻار جن کي نمونيا ( ڦڦڙن ۾ پاڻي پرجڻ سان گڏ بخار ) هيو سي بہ پاڻ سان گڏ کڻي ننگر شهر ڏانهن موٽڻ جي ڪئي. 35 ڪلوميٽرن جو فاصلو جڏهن ٻن ڪلاڪن ۾ بہ ختم نہ ٿيو تہ ڊرائيور رڙ ڪئي تہ رستو پلجي ويا آهيون ۾ سامهون پارت آهي. جتي موبائل جا سگنل نہ هجن، جتي پري پري تائين ڪو بلب ڪا بتي بہ نظر نہ اچي اتي رستو پلجڻ جو تصور بہ ڊيڄاري ڇڏي ٿو. وڏيڪ هڪ ڪلاڪ کان پوءِ گهاٽن ٻوٽن جي جهنگ کي لتاڙي اچي ننگر شهر پهتاسين. پنهنجي مقامي ميزبان دوست ويرجي ڪولهي کان معلوم ڪرڻ تي پتو پيو تہ ننگر تعلقي جي سرڪاري اسپتال ۾ بہ ڪا ايمبولنس يا آڪسيجن ڪونهي. انڪري ان ساڳي جيپ تي ئي ٻن نهايت ئي بيمار ٻارن کي مٺي جي ڊسٽرڪٽ اسپتال ڏانهن موڪليوسين. جن منجهان هڪ ٻار رستي تي ئي فوت ٿي ويو.

ٽئين ڏينهن تي ڪارونجهر جبل جي پڇاڙيءَ تي جڙيل ڳوٺ ڪاسبو پهتاسين. ڪنهن بہ مقامي ماڻهوءَ جي نہ ملڻ جي صورت ۾ هڪ سرڪاري اسپتال ۾ قائم هڪ اين جي او جي بورڊ سان ويٺل هڪ ڊسپينسر مليو ۽ چيائين تہ سائين هن ڊسپينسريءَ ۾ ئي ڪئمپ لڳايو. مان پاڻ بہ ڊاڪٽر آهيان توهان سان گڏجي مان بہ ڪجھ مريض ڏسندس ۽ توهان جي مدد ڪندس. ان عطائي ڊاڪٽر صاحب ( جيڪو هڪ ئي وقت تي سنڌ جي صحت کاتي ۾ اين جي او ) کان بہ ڏار ڏار پگهار کڻي ٿو تنهن اهڙيون دوائون لکڻ شروع ڪيون جيڪي اسان جي گڏ ڪيل دوائن منجهان ئي نہ هيون ۽ هن انهن مريضن کي پنهنجي نجي ميڊيڪل اسٽور تي موڪلي بل اسان جي حوالي ڪيو تہ اهي دوائون توهان وٽ ڪو نہ هيون انڪري مون ٻاهران گهرائي ڏنيون آهن. هن جي اڳيان هٿ ٻڌي اسان ڪيس اڪيلي طور ڪم ڪرڻ جي اپيل ڪئي. اسان جي روڪڻ کان پوءِ هن مريض ڏسڻ تہ بند ڪيا پر انتقامي طور يا پنهنجي عادت کان ڪنهن مجبوري هيٺ هن پنهنجي ساٿين سان گڏجي اسان جي دوائن جا 2 ڪارٽون غائب ڪري ڇڏيا.

ڏاڍي حيرت ۽ افسوس ٿيو تہ ٿر پارڪر جي ڏڪار ۾ متاثر ٿيندڙ ٻارڙن جون دوائون بہ ڪير چورائي سگهي ٿو؟ تقريبن 300 مريض چڪاس ڪري ڪين دوائون ڏنيون. 2 انتهائي بيمار ٻار ٻارڙ ساڻ گاڏي ۾ کڻي رستي تي ڪولهين جا 3 ننڍا ڳوٺ ڏسندا اتان بہ هڪ ٽيون ٻار کڻي هڪ گاڏي مٺي جي ڊسٽرڪٽ اسپتال موڪليسين ۽ ٻي گاڏي ۾ دوائون هيٺ ۽ ڪجھ دوست جيپ جي ڇت تي ويهاري آڏيگام ۾ ڪئمپ لڳائيسين. جيجي ناجو ڪولهڻ جي ڳوٺ ۾ ننڍا وڏا پوڙها پڪا چڙ تہ ڪي تربيت يافتہ فوجي هيا. هڪ منظم لائين ۾ ويهي هڪ هڪ ڪري ڏيکاريندا ويا ۽ علاج ونڻ ڪان پوءِ بہ اسان سان هڪ ڊگهي ڪچهريءَ ۾ رات دير تائين ويٺا رهيا جنهن ۾ ڳالهہ ٻولهہ جو محور جبري پورهيو هيو. جيجي ناجو ڪولهڻ اها بهادر عورت آهي جنهن جبري پورهئي جي خلاف هڪ شاندار تحريڪ هلائي هئي.

چوٿين ڏينهن تي شهيد روپلي ڪولهي جي اباڻي ڳوٺ ۾ موجود سندس جنم آستان تي قائم ٿيل يادگار تي حاضري ڀري قومي سلام پيش ڪري سندس ڳوٺ ڪنياريءَ ۾ ڪئمپ هلائسين. جنهن ۾ 200 کن مريض ڏسي. ڪوبا ڳوٺ وياسين. ڪوبا ڳوٺ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي هڪ ڪوبا ڪولهي ۽ ٻيو ڪوبا نڪر ( هونئن تہ سموري سنڌ دين ڌرم، قبيلي يا ذات ۾ ورهايل آهي ) پر ٿر پارڪر ضلعو تہ دين ڌرم، قبيلي يا ذات ڪان اڳا بہ وڌيڪ جاتي سماج ۾ ورهايل آهي. جتي ڪو بہ مسلمان ڪنهن هندو سان گڏ ويهڻ يا کائڻ عيب سمجهي ٿو ۽ اوچي ذات جا هندو گهٽ ذات جي هندن سان بہ نٿا گڏجن. اهو ئي سبب آهي تہ ننگر پارڪر جي 95 سيڪڙو آبادي هندو هجڻ جي باوجود ڪنهن بہ انتظامي، حڪومتي عهدي تي هجڻ تہ ڇڏيو پر ڪنهن هڪ ناظمي يا اسيمبليءَ ۾ پهچي نٿي سگهي.

اسان جي پوري ڪئمپ جي سڀ ڪان يادگار ڳالهہ ڪوبا نڪر جي هڪ وڏيري اچل سنگهہ چوهاڻ جي اها دعوت هئي جنهن دعوت ۾ هن اسان جي ٽيم ۾ شامل مقامي رضاڪار ڪولهين ( ڪاڪا لڇمڻ ڪولهي ۽ محبت ڪولهي ) جا هٿ ڌوئرايا، کين پنهنجي کٽن، پنهنجي بسترن، پنهنجي ٿانون ۾ پنهنجي هٿن سان ماني لاهي ڏيندو رهيو ( ٿر پارڪر ضلعي ۾ اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ هڪ نڪر ڪنهن ڪولهي يا ميگهواڙ کي پنهنجي در تي بہ بيهڻ ڏي ).

ٿر پارڪر ضلعي جا ڏک درد ڪنهن هڪ اڌ طبي ڪئمپ يا ڪنهن هڪ اڌ امدادي سامان جي ٿيلهي سان گهٽجي نٿا سگهن. ٿر پارڪر سنڌ جي سُونهن آهي. ٿر پارڪر مارويءَ جي روپ ۾ وطن جي حب ۽ روپلي ڪولهي جي روپ ۾ سنڌ جي قومي بقا جي جنگ جي علامت آهي. اچو تہ گڏجي ٿر ۽ پارڪر سان پنهنجي محبت ۽ پنهنجائپ جو عملي ثبوت ڏيون.



خوشحال ڌرتي – بدحال ماڻهو

سهيڙ: ذوالفقار هاليپوٽو



## هن سهيڙ جا ليکڪ

ڪرشن شرما
ذوالفقار هاليپوٽو
عبدالقادر منگي
بدر ابڙو
عبدالقادر جوڻيجو
بئريسٽر ضمير گهمرو
علي پلھ
مهتاب اڪبر راشدي
نصير ميمڻ
مير حسن آريسر
اعجاز منگي
جاويد قاضي
اختر بلوچ
غلام حسين رنگريز
زاهده حنا
سهيل سانگي
نواز ڪنير
دودو چانڊيو
سترام مهيشوري
علي اڪبر راهمون
اياز لطيف پليجو
نوراحمد جنجهي
سيد طلعت حسين
ناصر علي پنهور
خالد ڪنيار
نصرت جاويد

عاجز جمالي
عمر قاضي
ڊاڪٽر منير پرڳڙي
اختر حفيظ
سرمد عزيز
حميد سُومرو
ظفر امام
علي حسن
عبدالقادر رانٽو
الھ بخش راٺوڙ
نصير ڪنير
ماڪن شاھ رضوي
الياس ٽري
ارشاد لغاري
ابراهيم ڪنير
ثنا عباس دشتي
ستار سروهي
سليم جروار
زرار پيرزادو
ڊاڪٽر مسرت خواجا
ظفر امام
روزينھ جوڻيجو
افسانھ ڪرل
مهوش شبير عباسي
طارق عزيز شيخ
سرويچ ساريو

يوسف ڪابورو
عابد سيلاني
صنم سنڌي
پروفيسر رخسانھ مغل
سرمد قريشي
گلڻ پنب
مهتاب هنجهڙو
فدا حسين شيخ
امير بخش ٻڙدي
شاهد خاصخيلي
سيد يار محمد شاھ
حمزو پنهور
نواز خاصخيلي
مقصود چانڊيو
جئہ پرڪاش موراڻي
غلام حسين خاصخيلي
سلمان قريشي
حبيب الله ٽالاڻي
ارباب عبدالمالڪ
زاهد جلباڻي
ايڊووڪيٽ شبير شر
شاد الطاف ميمڻ
سمير مينڌرو
خالد ڪنيار
ڊاڪٽر برڪت نوناري



**District Development Association Tharparkar (DDAT)**
Professors Colony, Near Dargah Hussain Shah, Mithi, Siran-69230
Phone: 0232-262166



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹـٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)